ڪوئي ڏيڻ جو هنڪاري ڪونهي. اِهو ويچاري هي رگھونش مڻي!
منهنجي جنم مرڻ جي پيڙا ڪي دکڻ جو هرڻ ڪر.

कामिहि नारि पिआरि जिमि लोभिहि प्रिय जिमि दाम ।
तिमि रघुनाथ निरंतर प्रिय लागहु मोहि राम ॥

جيئن ڪاميءَ کي استري ۽ لوڀيءَ کي ڌن پيارو لڳندو آهي، تيئن
هي رگھوناٿ! هي شري رام! توهان نت نرنتر مونکي پيارا لڳو.

पुण्यं पापहरं सदा शिवकरं विज्ञानभक्तिप्रदं
माया मोह मलापहं सुविमलं प्रेमाम्बुपूरं शुभम् ।
श्रीमद्रामचरित्रमानसमिदं भक्त्यावगाहन्ति ये
ते संसारपतङ्गघोरकिरणैर्दह्यन्ति नो मानवाः ॥

هيءَ شري رام چرتر مانس آهي پيج سروپ، پاپن کي ناس ڪرڻ وارو سدا ڪلياڻڪاري، وگيان ۽ ڀڳتي ڏيڻ وارو، مايا موهه ۽ مل جو ناس ڪرڻ وارو، پرم نرمل پريم روپي جل سان ڀريل ۽ منگل مئہ آهي. جيڪو منش ڀڳتيءَ پوروڪ انهيءَ مانس سروور ۾ ٽبي لڳائيندو سو سنسار روپي سورج جي تپش کان نہ جلندو.

---

اُتر ڪانڊ سماپت.

شري تلسي راماڻ سماپت.

---

ڪٿا سماپت هو رهي، هويہ بدا هنومان،
رام لکشمڻ جانڪي، سدا ڪري ڪلياڻ.

سياور رامچندر کي جئہ.
پون سٽ هنومان کي جئہ.
بولو ڀائي سڀ سنتن کي جئہ.

---




ياگيہ ولڪ ٿو چوي:- هي ڀاردواج! شنڪر پاروتيءَ جو اهو ڪلياڻڪاري سنواد سکدائي ۽ شوڪ و ناشڪ آهي. جنهنجو هردو ڀڳوان جي چرڻن ۾ لڳل آهي سوئي گڻوان ۽ گياني آهي، سوئي پرٿويءَ جو ڀوشڻ، پنڊت ۽ داني آهي، سوئي ڌرماتما ۽ ڪل جو رکيڪ آهي. جيڪو شري رام سچي دل سان جو ڀڄن ڪريٿو سوئي سچو هوشيار ۽ سياڻن ۾ سرمور آهي، سوئي ڪوي، ودوان ۽ سورهيہ آهي. اُهو ديش ڌنيہ آهي، جتي گنگاجي آهي، اُها استري ڌنيہ آهي جا پتورتا آهي؛ اهو راجا ڌنيا آهي جو پرجا جو رکيڪ ۽ نيائڪاري، اُهو ڌن سڦلو آهي جو پراُپڪار جي ڪم لڳي، اُهو وقت سڦلو آهي جو هري ڀڄن ۽ ستسنگ ۾ خرچ ٿئي ۽ اُها ماتا ڌنيہ آهي جا نمرت واري هري ڀڳت کي جنم ڏي.

تلسيداس ٿو لکي ته انريت مهرشي ياگيہ ولڪ جي مکہ مان ڪلجگہ جي تاپ ناس ڪرڻ واري هيءَ ڪٿا ٻڌي ڀاردواج ۽ ٻيا رشي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ پنهنجن آشرمن ۾ وڃي پرم پد کي پراپت ڪيائون. هن ڪلجگہ ۾ چوطرف ڪوڙ ڪپٽ، دغا فريب ۽ انيڪ پاپ ڪرم پريل آهن، جنهنڪري بيماريون، آپدائون، دکہ، دنگا، فساد، ڏڪر، لڙايون ۽ اَشانتي ڦهليل آهي. اهڙي وقت ۾ شري رام جو سمرڻ ۽ شري رام جوئي ڀڄن ڪيرتن ڪرڻ گهرجي. پتت پاون شري رام جو ڀڄن ڪرڻ سان ئي پرم پد ۽ شانتيءَ جي پراپتي ٿيندي.

एहिं कलिकाल न साधन दूजा । जोग जग्य जप तप ब्रत पूजा ॥
रामहि सुमिरिअ गाइअ रामहि । संतत सुनिअ राम गुन ग्रामहि ॥

هن ڪلجگہ ۾ يوگہ، يگيہ، جپ، تپ، ورت ۽ پوڄن آدي ٻيو ڪو به ساڌن ناهي. رڳو شري رام جو سمرڻ، شري رام جا گڻ ڳائڻ ۽ سدائي شري رام جا گڻ ڪيرتن ٻڌڻ گهرجي.

मो सम दीन न दीन हित तुम्ह समान रघुबीर ।
अस बिचार रघुबंस मनि हरहु बिषम भव भीर ।

هي شري رگهوبيرا! مون سمان ڪوئي دين ڪونهي ۽ تو سمان

لاءِ پکيءَ طرح مرض ٿا ڇڏن . رشين منين جي ٻن ۾ ٻه وشين جو
خيال ڪرڻ سان وري اهي روڳ ٿيو پون. پرجي رام جي ڪرپا سان
ڪو ستگرو روپي ڊاڪٽر ملي وڃي، جو ڀڳتي روپي ٻوٽي گهوٽي پيئاري
ته اِهي مانسڪ روڳ نورت ٿين ٿا نه ته ٻيو واهه وسيلو ڪونهي.
هي گرڙ! جل ولوڙڻ سان ڀلي گيهه نڪري، يا واري پيڙڻ سان
ڀلي تيل نڪري پر هريءَ جي ڀڄن بنا ڪڏهن مانسڪ آروڳ يعني
سچي شانتي ۽ سک نه ملندو.

ڪاڪڀشنڊيءَ جا اهي وچن ٻڌي گرڙ هن جي پيرن تي ڪري
ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- هي ستگرو! مان
موهه روپي سمنڊ ۾ ٻڏي رهيو هوس ۽ مونکي توهان هٿ ڏيئي
بچايو. توهان شري رام جا سچا پريمي ڀڳت آهيو ۽ توهان جهڙو ڪو
وڏ ڀاڳي ڪونهي. مان توهانجي اُپڪار جو بدلو ڏيئي نٿو سگهان.
منهنجو جنم سڦلو ٿيو جو توهان جهڙي سنت جو سماگم ٿيو. مونکي
سداءِ پنهنجو داس سمجهجو.

شنڪر چوڻ لڳو:- هي پياري! ائين چئي پکين جو راجا گرڙ
ڪاڪڀشنڊي کانوَڪي وارنوار پرڻام ڪري ۽ کائونس موڪلائي وئڪنٺ
ڌام هليو ويو. انهن ٻنهي جو جيڪو ادڀت سنواد "رام چرتر مانس"
نالي ٿيو، سو پرم پوتر اتهاس مون توکي ٻڌايو. هاڻي توکي جيڪي
وڌيڪ ڪجهه پڇڻو هجي سو پڇ. جيڪو منش چت لڳائي هيءَ
ڪٿا ٻڌندو تنهن جا سڀ پاپ ناس ٿيندا. تيرٿ ياترائن، انيڪ دان
پڄڻ، ڌرم، ورت، جپن تپن ۽ يگيه ڪرڻ جو ڦل آهي ته ڀڳوان
ڀڳتي ٿئي. شري رام جي ڪرپا سان اِها ڀڳتي ڪنهن ورلي کي ئي
ٿيندي آهي. پر جيڪو منش وشواس ۽ شرڌا رکي هيءَ ڪٿا ٻڌند
رهندو سو ضرور درلڀ ڀڳتي پراپت ڪندو.

پاروتيءَ چيو:- هي ناٿ! شري رام جي ڪٿا ٻڌي ما
ڪرتارٿ ٿيس. منهنجا سڀ سنسا ۽ ڀرم ناس ٿيا ۽ شري رام جي
چرڻن ۾ درڍ ڀڳتي اُپڃي تي.




پين جو اُپڪار ڪرڻ ۽ اِهو ڪندي پاڻ ڏک به سهڻ. دشٽن جو سڀاءُ آهي ٻين کي ڏکي ڪرڻ ۽ پاڻ ڏک سهي ڪري به ٻين کي ڏک ڏيڻ. سنت ڪپهه مثل ڏک سهي ڪپڙو ٿاهي ٻين کي ڍڪين ٿا ۽ دشٽ مڇ وانگر ڏک سهي نوڙيون ٿاهي ٻين کي ٻڌن ٿا. جنهن لاءِ نندا اُستتي، ڏک، سک، گرمي سردي هڪ سمان آهي ۽ سڀني حالتن ۾ پرڀوءَ جي ڀاڳي ۾ راضي رهي سداءِ اُن جي چرڻن ۾ پريت رکيٿو، اُهو ئي سنت گڻن ۽ سک جو ڌام آهي ۽ ڀڳوان کي پيارو آهي. دشٽ ٻين جي سک کي ڏسي ڏکي ٿئي ٿو ۽ ٻين جي نندا ٻڌي پرسن ٿئي ٿو. هو ڪام، ڪروڌ، لوڀ جي وس ٿي نرديتا، ڪپٽ ۽ دغابازيءَ جا پاپ ڪرم ڪندو رهي ٿو ۽ بنا ڪارڻ ڀلائي ڪرڻ وارن سان به برائي ڪريٿو. اهڙن دشٽن جو ٻنهه سنگ ڪرڻ نه گهرجي.

٥. سڀڪان اُتم ڌرم آهي اهنسا ۽ سڀني جيون کي سکي ڪرڻ.

٦. پرائي نندا ڪرڻ جهڙو ڪو گهور پاپ ڪونهي. ٧. سڀني مانسڪ روڳن جو مول آهي اگيان. ڪام کي وات روڳ، لوڀ کي ڪف ۽ ڪروڌ کي پت روڳ سمجهڻ گهرجي. اُنهن مان هرهڪ مها ڏکدائي آهي، پر جي ٽيئي اچي گڏجن ته ڀينڪر سنپات روڳ سمجهڻ گهرجي. ڀوڳ ولاس جا منورٿ آهن انيڪ مرض جي سڀ انت ۾ ڏکدائي آهن. ممتا آهي ڌڏ، ايرکا آهي سلهه، دغابازي آهي ڪوڙهه، ترشنا آهي جلندر جو مرض.. پاکنڊ، ڪپٽ ۽ اهنڪار آهن انيڪ قسمن جا بخار. اهڙيءَ طرح جا انيڪ مانسڪ نکرشٽ روڳ آهن، جي ڪيترا چئي ڪيترا چوان؟ هڪ مرض ۾ ئي ماڻهو مري ويندو آهي، سو جنهن کي ايترا ڪئين روڳ هوندا، تنهن کي سک ۽ شانتي ڪٿان ملندي؟

جيئن ويچاروان پرش پنهنجي شرير جي روڳ کي پنهنجو دشمن سمجهي، اُنکي دور ڪرڻ لاءِ ڪنهن چڱي ڊاڪٽر جو علاج ڪندو آهي، تيئن انهن مانسڪ روڳن کي به وڏو شترو سمجهي انهن جي ناس ڪرڻ جو يتن ڪرڻ گهرجي. نيم، ڌرم، جپ، تپ، گيان، ويراڳ ۽ دان وغيره انيڪ دوائون آهي، پر ٽن مان سدا

أُنتي آچرڻ ڪرڻ ۽ تلوار جي ڌار تي هلڻ مثل ڪٺن آهي. ڀڳتي مارگ سهج سولو ۽ سڌو رستو آهي ۽ انلاءِ مون گيان کان ڀڳتي مارگ وڌيڪ پسند ڪيو آهي، جوئي مونهنجي سک جو ڀنڊار آهي. هي پکيراج! "مان نوڪر ۽ ڀڳوان مونهنجو مالڪ آهي" اِهو سمجهي ۽ اُن موجب هلت ڪرڻ ڪانسواءِ سنسار جي پرپنچ روپي سمنڊ ۾ ٻيڙو ٻڏي وڃي ٿو. اِها رام ڀڳتيءَ روپ مٽي جنهنجي هرديءَ ۾ آهي تنهنکي من جا روڳ نٿا ٿين ۽ سپني ۾ به ڪو ڏک نٿو ٿئي.



## ست سوال-جواب ۽ راماڻ جو مهاتم.



ڀڳتيءَ جي مهما ٻڌي گرڙ آنند ۾ مگن ٿي ويو ۽ ٻوءِ هٿ جوڙي ڪاڪڀشنڊيءَ کان پڇڻ لڳو:- هي سدگرو! مونکي پنهنجو سيوڪ ڄاڻي هنن ستن سوالن جا جواب ڏيو:- ١. سڀڪان دُرلڀ شرير ڪهڙو آهي؟ ٢. سڀڪان وڏو ڏک ڪهڙو آهي؟ ٣. سڀڪان وڏو سک ڇا ۾ آهي؟ ٤. سنتن ۽ دشٽن جون نشانيون ڪهڙيون آهن؟ ٥. سڀڪان اُتم ڌرم ڪهڙو آهي؟ ٦. سڀڪان گهور پاپ ڪهڙو آهي؟ ٧. مانسڪ روڳ ۽ اُنهن جو علاج ڇا آهي؟

ڪاڪڀشنڊي چوڻ لڳو:- هي گرڙ! منش شرير کان وڌيڪ دُرلڀ ٻيو شرير ناهي ۽ سڀيئي ساهوارا انجي چاهنا ڪندا رهندا آهن. اِهو شرير سرڳ، نرڪ يا موڪش پراپتيءَ جي ڏاڪڻ آهي ۽ جنهن به ڏاڪڻ تي ڪو چڙهي هن شرير سان ئي جيءُ گيان، ويراڳ ۽ ڀڳتيءَ جي سولائي سان ساڌنا ڪري سگهي ٿو. جيڪو جيءُ منش شرير ڌارڻ ڪري به ڀڳوان جو ڀڄن ڇڏي ڪڻ ڀنگر وشيه واسنائن ۽ ترشنا ۾ لڳو رهيٿو سو ڄڻ هٿ ۾ آيل پارس مٽي اُڇلي ڪانچ جي ٽڪرن کي کڻي ٿو.

٢. هن سنسار ۾ ڪنگاليٽي جهڙو ڏک ناهي ۽ ٣. سنت سماگم کان وڌيڪ ڪو سک ڪونهي. ٤. سنتن جو سڀاءُ آهي من وچن ۽ ڪرم سان

هي پکيراج! ٻيو رهسيه ٻڌ. هيءُ جيو ساکيات سَت چِت آنند سروپ اوناشي برهم جو انس آهي، پر مايا جي وس ٿي پاڻکي مايا سان ٻڌي ڇڏيو. يعني چيتن برهم ۽ جڙ مايا جي وچ ۾ هڪ ڳنڍ پئجي ويئي ٿي، جنهنڪري جيوُ جنم مرڻ وارو سنساري منش ٿيو پوي. جيو جي هردي ۾ اگيان روپي اونده هئڻ ڪري اها ڳنڍ کلي نٿي سگهي. ڪيترا جتن ڪرڻ سان گيان روپي ڏيئو ٻري ته جنهنجي سوجهري ۾ جيڪر برهم ۽ مايا جي ڳنڍ کلي سگهي ۽ جيو ڇوٽڪارو پائي، پنهنجي امولڪي اوناشي سرو وياپڪ برهم پد ۾ ملي وڃي، پر مايا اهڙي پربل آهي جو اُن گيان روپي ڏيئي کي گهڻو وقت ٻرڻ نٿي ڏئي. هن شرير ۾ جيڪي اندرين روپي دريون آهن، تن مان وشيه ڀوڳن روپي هوا اچيو اُن گيان جي ٻريل ڏيئي کي وسايو ڇڏي، جنهنڪري ويچاري جيوُ جي گيان پراپتيءَ جي لاءِ ڪئي ڪمائي ڪٿ ٿيو پوي ۽ سندس هردي ۾ وري به اونده جي اونده ٿيو پوي.

ڀڳتي هڪ چمڪندڙ مڻيءَ مثل آهي جنهنکي ڪا به هوا وسائي نٿي سگهي ۽ اُنجي پرڪاش ۾ اوديا جو اندڪار دور ٿئي ٿو ۽ اُن سوجهري ۾ ڪام، ڪروڌ، لوڀ ۽ موه آدي ڌاڪو نٿا اچن. گيان وگيان مثل نرمل ٻڌي، ڀڳتيءَ جي سوجهري ۾، جيو ۽ مايا جي ڳنڍ کولي جيو کي آجو ڪري ٿي يعني جيو مڪتي پراپت ڪرائي ٿي. جنهنجي هردي ۾ شري رام جي ڀڳتي روپ مڻي موجود آهي، تنهنکي سپني ۾ به ڪو ڏک نٿو ٿئي. جڳت ۾ اهي منش ئي چتر ۽ سياڻا آهن جي ڀڳتي روپ مڻيءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ جتن ڪن ٿا. اِن مڻيءَ کي هٿ ڪرڻ مشڪل ناهي. ويد پراڻ ۽ ٻيا پوتر شاستر پهاڙن مثل آهن جن ۾ شري رام ڪٿائون آهن کاڻين مثل. سنت مهاتمائون اُنهن کاڻين جا ڄاڻو آهن ۽ جيڪو جيوَ سڌيءَ روپي ڪوڏر سان، پريم ۽ جتن ڪري اُهي کاڻيون کوٽي ٿو، تنهنکي اِها ڀڳتي روپ مڻي پراپت ٿئي ٿي. هي گرڙ! ٻيو ته گيان جو سمجهڻ مشڪل آهي ۽

ر تنو تي جو مونکي هتي رهندي ستاويهہ ڪلپ گذري ويا آ
مان هتي شري رام جي ڪٿا ۽ ڳائنواد ڪندو رهندو آهيان جڏ
ريتا جڳن ۾ شري رام منش شرير ڌارڻ ڪندو آهي، تڏهن مـ
بوڌيا ۾ وڃي سندس منوهر ٻال ليلائون ڏسي پنهنجا نيتر سـ
ڪندو آهيان. جتي جتي پرڀو ويندو آهي تتي تتي مان وڃي سند
رم پوتر چرتر ڏسي سکي ٿيندو آهيان. مان سندس ساڪيات درشـ
ڪري، سندس سروپ هردي ۾ ڌارڻ ڪري هن آشرم ۾ موٽي اچي
نند مگهہ سماڌيءَ ۾ لنو لين ٿي ويندو آهيان: هي گرڙ! مون توکي
نهنجو سورو ورتانت ٻڌايو تہ ڪيئن نہ ڪاڳ جي شرير ۾ پ
امچندر جو ساڪيات درشن ڪري مان نهال ٿيو آهيان، جنهنڪري
يءَ شرير مونکي پيارو آهي.

گرڙ چوڻ لڳو:- هي ناٿ! شري رام جي ڪٿا ٻڌي مونکي
رم شانتي پراپت ٿي آهي. هاڻي ڪرپا ڪري اِهو ٻڌايو تہ سنت
هاتمائون ۽ ويد شاستر جو چون ٿا تہ گيان سمان درلڀ ڪجهہ ناهي ۽
وئي گيان توهانکي لومش منيءَ ڏنو، پر توهان ڀڳتيءَ کي پرڌان
مجهي اُن گيان جو آدر نہ ڪيو سو ڇو؟ گيان ۽ ڀڳتيءَ جو فرق
ڪرپا ڪري ٻڌايو.

ڪاڪڀشنڊي وراڻيو:- هي گرڙ! گيان ۽ ڀڳتي، ٻنهي سان سنسار
ڪليش ناس ٿين ٿا، پر تہ بہ ٻنهي ۾ جيڪو تفاوت آهي سو مان
ڪي ٻڌايان ٿو. گيان، وئراڳ، يوگ ۽ وگيان اِهي سڀ پرش جنس
آهن ۽ ڀڳوان جي مايا (پرڪرتي) ۽ ڀڳتي اهي استريون آهن.
وان جي مايا ڏاڍي موهيندڙ آهي ۽ اهو نيم آهي تہ پرش
ستريءَ تي موهت ٿي اُنجي وس ٿي ويندا آهن، پر استري، استري
ب روپ تي موهت نہ ٿيندي آهي، تيئن گياني، وگياني، جوڳي
اڳي بہ مايا ۾ منجهي وڃن ٿا، پر جنهنجي هردي ۾ شري رام جي
ڀڳتي آهي تنهن تي مايا جو زور نٿو هلي، شري رام جي
ڪرپا آهي، اُنلاءِ مايا

۾ مونکي ڪا تڪليف نہ ٿيندي هئي، جيئن ڪو پراڻا
اهي نوان وستر پهريندو هجي. انهن شريرن ۾ منهن جو گيان
ڪري به ناس نہ ٿي ۽ شري رام جي چرڻن ۾ منهن جو پريم ويو
پڇاڙيءَ جو مونکي هڪ برهمڻ جي گهر جنم مليو، جتي
رام پڳتيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪي ڪين ٿي سجهيو. جڏهن
ماتا پتا جو ديهانت ٿيو تڏهن مان گهر ڇڏي ٻچن ڪرڻ لاءِ
ويس. من ۾ هڪ اهائي چاهنا هئم تہ جيڪر پريو رامچندر
ات درشن ٿئيم. بن ۾ گهمندي گهمندي منهنجو لومش منيءَ
پ ٿيو. سميرو پربت تي بڙ جي ڇانو ۾ ويٺل اُن برهم
جي چرڻن ۾ سر نوائي مان کيس نماڻن وچنن ۾ پرارٿنا
لڳس. منهنجي نمرتا ڏسي ۽ مونکي اڌڪاري ڄاڻي هن مونکي
جو اُپديش ڪيو ۽ چيو:- هي برهمڻ ڪمار! هن برهمانڊ جي
۾ جيڪا ستا سمائي رهي آهي سوئي برهم آهي. تون ۽
بين سڀني جيون ۾ اُهوئي هڪ ويايي رهيو آهي. اهو اجنما،
نرگڻ، نروڪار ۽ گهٽ گهٽ واسي آهي، اُهو برهم تون ئي
جيئن سمنڊ ۽ انجي لهرن ۾ ڪو فرق ناهي، تيئن تون ۽ برهم
فرق ناهي.
برهم گياني لومش رشيءَ مونکي ويدانت ۽ گيان جو
اُپديش ڪيو، پر مون سندس گيان پڌو اٿيڌو ڪري ڇڏيو.
من ۾ انيڪ اُدبدا پئي اُٿيا تہ قدرتي قانونن جي آڌين
رو جيئو ۽ پاڻ اُنهن قانونن جو مالڪ سرو سمرٿ ڪرتار پرڪم
جيئن ٿيندو؟ سڀني جي ڀلائي چاهڻ وارو ڇا ڪڏهن دکي
جنهن وٽ پارس مٽي آهي سو ڇا ڪڏهن ڪنگال ٿيندو؟
ڏوهہ ڪرڻ وارو ڇا ڪڏهن نرڀيہ رهي سگهندو؟ آتم گيان
به ڇا ڪوئي ڪامنا ۽ واسنا ۾ ڦٿي ڪم ڪندو؟ پر استري -
مي پرش به ڇا ڪڏهن ڪلنڪ کان بچي سگهندو؟ دشٽن
مان به ڪڏهن نرمل ٻڌي پئدا ٿيندي؟ چغلخوري، پرائي

آڏمبر ڪري سوئي سنت ٿو چوائي. جيڪو ٻين جو ڌن کسي سگهي
سوئي عقلمند آهي ۽ جيڪو پاکنڊ ڪريٿو سوئي چريڊروان ٿو چوائي.
جيڪو ڪوڙ ڳالهائي ۽ چرچا مسخري ڪري سوئي گڻوان سمجهو
ٿو وڃي.

ڪلجڳ ۾ جيڪو وڏا ننهن ۽ جٽائون رکي گندگي سان
رهي سوئي مشهور تپسوي سمجهو وڃي ٿو، جيڪو من، وچن ۽ ڪرم
سان لٻاڙي هجي، اُنهنجوئي مان ٿو ٿئي. مرد زالن جا محڪوم آهن ۽
زالون مردن کي باندرن وانگر نچائين ٿيون. شودر برهمڻن کي
اُپديش ڪن ٿا، ڳلي ۾ جڻيو وجهي ڏان وٺن ٿا ۽ پروهتيءَ جا ڪم
ڪن ٿا. سڀ نر ناريون ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ ۾ غلطان آهن.
اڀاڳڻيون استريون پنهنجي سندر پتيءَ کي ڇڏي پر- پرش سان
رستو رکن ٿيون. سهاڳڻين کي نه مڻيا ناهن ۽ وڌوائون نت نوان
هار سينگار پيهون ڪن.

گرو ششن جو ڌن نه لٽين ٿا پر اوديا دور نٿا ڪن ۽ ماءُ پيءُ
به ٻالڪن کي اُهي ڪرم سيکارين ٿا جنهنمان رڳو پيٽ ڀرجي. سڀ
نِنديا وڏا نر ناريون ڳالهيون نه ڪنٿا ويدانت، ويراڳ ۽ سپني سمان
سنسار جون، پر لوڀ وس ڪوڏين لاءِ به ڪنهنجي هتيا ڪندي
اهم نٿا ڪن. تيلي، ڪنڀر، چنڊال ۽ حجم به زال جي مرڻ تي يا
ڌن ناس ٿيڻ تي وار ڪوڙائي سنياسي ٿيو پون. ويراڳي ۽ سنياسي
نه خوب ناڻو خرچي گهر سينگارين ٿا پر گرهستيءَ جي گهر جو به
ٺڪاڻو ناهي. پٽ تيستائين پيءُ ماءُ کي مڃين ٿا جيستائين زال
جو منهن نه ڏٺو اٿائون. راڄائون پرجا کي پيڙين ٿا ۽ اُنهن جي
دردشا ڪن ٿا. نيچ هوندي به ڏنوان کي گڻوان ۽ وڏ گهراڻو ٿو
سمجهيو وڃي.

هي گرڙ! ڪلجڳ ۾ ڪوڙ، ڪپٽ، هٺ، پاکنڊ، ايرکا،
اهنڪار، لوڀ، ڪام ڪروڌ ۽ موهه سڄي سنسار ۾ ڀرجي ويندو.
ماڻهو بيمارين سان دکي آهن پر نه به بنا سبب ايمان ۽ ورود ڪن

تڏهن تڏهن مان ايوڌيا ۾ وڃي سندس ٻال ليلا ڏسي آنند ۾ ٻڏجي ويندو آهيان ۽ پنج سال ايوڌيا ۾ ئي رهندو آهيان. ڪروڙين ڪامديون ڪسي ٻه لڄي ڪنديڙ ٻال روپ شري رام ئي منهنجو اشٽ ديو آهي ۽ اُن پرڀوءَ جو درشن ڪري مان پنهنجو جيون سڦل ڪندو آهيان. ٻالڪپڻ ۾ ڀڳوان جتي جتي گهمندو آهي ته مان ٻه ننڍڙي ڪانوَ جي روپ ۾ هن سان ساڻ ساڻ اُڏامي هن جا ٻال چرتر ڏسندو آهيان ۽ اڱڻ ۾ ڀيل هن جي جوٺ کائي ڪرتارٿ ٿيندو آهيان. اُن سک جي هڪ رتي ٻه جي ڪنهن‌کي سپني ۾ ٻه نصيب ٿئي ته اُن سک جي اڳيان برهم آنند ٻه تڇ آهي. انريت مان ڪجهه وقت ايوڌيا ۾ رهي، ڀڳوان جون ٻال ليلائون ڏسي، پرڀوءَ جي چرڻن ۾ وندنا ڪري پنهنجي آشرم ۾ موٽي ايندو آهيان.



ڪاڪڀشنڊيءَ اڳين جنمن جو ورتانت ۽ ڪلجگ پرڀاءُ



ڪاڪڀشنڊي چوڻ لڳو:- هي پکين جا راجا گرڙ! مان توکي پنهنجي پهرين جنم جي ڪٿا ٻڌايانٿو. ستجگ، تريتا جگ، دواپور ڪلجگ، اهي چارئي جگ رٿ جي هڪ ڦيٿي وانگر ڦرندا رهنٿا اهڙي هڪ ڪلپ جي ڪلجگ ۾ مان ايوڌيانگريءَ ۾ هڪ شود جي گهر ۾ جنم ورتو هو. مان شنڪر جو ڀڳت هوس ۽ ٻين سڀني ديوتائن جي نندا ڪندو هوس. مان ڌن جي گهمنڊ ۾ مست، ٻڪوادي سدائين ترڪ ڪترڪ ۾ لڳو رهندو هوس. اُن گهور ڪلجگ ۾ سڀ نر ناري پاپن جي سمنڊ ۾ غلطان هوا. سچو ويدڪ ڌرم لوپ ٿي ويو هو ۽ پاکنڊي لوڪن پنهنجا ڪلپت نوان نوان مت متانتر پرگهٽ ڪيا هئا. ڪلجگ ۾ ورڻ ۽ آشرم موجب آچرڻ ڪرڻ وارو نٿو رهي. برهمڻ ويد (وديا) وڪڻن ٿا ۽ راجائون پرجا جا رکيڪ ٿيڻ بدلي ڀکيڪ ٿين ٿا. جيڪو ٻٽاڪون هڻي سوئي پنڊت آهي، جيڪو

نکي پنهنجو داس جاڻي ٻڌايو تہ توهان هيءَ ڪانگہ جو شرير لاءِ ڌارڻ ڪيو آهي؟ توهانکي ڀڳوان رام جي اٽل ڀڳتي ڪيئن پت ٿي؟ توهانجي آشرم ۾ اچڻ سان منهنجو موهہ ۽ ممتا مٽجي ويئي، اُنجو ڪهڙو سبب! هي پريو! ڪرپا ڪري اِهو سڀ مونکي ستار سان ٻڌايو.

اِهو ٻڌي ڪاڪڀشنڊي چوڻ لڳو:- هي گرڙ! هيءَ ڪانوَ جو شرير ئن انلاءِ ڌارڻ ڪيو آهي جو هن شرير ۾ مونکي شري رام جي ڀڳتي پراپت ٿي آهي، انلاءِ هن شرير ۾ منهنجي خاص ممتا آهي. جنهن کو سوارٿ هوندو آهي تنهنکي سڀڪو چاهيندو آهي. پنهنجي فائدي لاءِ نيچ سان بہ پريم ڪرڻو پوندو آهي، جيئن ريشم جي ڌاڳي لاءِ ماڻهو ريشم جي ڪيئڙن کي بہ (جو گندو آهي) سانڍي رکندا آهن. جيئُ جو سچو سوارٿ اهو آهي تہ من، وچن ۽ ڪرم سان شري رام جي چرڻن ۾ پريت هجي ۽ اُهوئي شرير پوتر ۽ سندر آهي جنهن سان رگهو ناٿ جو ڀڄن ڪجي. هن شرير سان منهنجي هردي ۾ رام ڀڳتي ا ٿي ۽ منهنجي سچي سوارٿ جي پورتي ٿي انلاءِ هيءَ نيچ ڻ بہ مونکي ڏاڍي پياري آهي.

هي گرڙ! شوجيءَ جي وردان ڪري منهنجو موت منهنجي اِڇا جي آڌين آهي، تہ بہ مان هيءُ شرير نٿو ڇڏيان، ڇا لاءِ جو بنا شرير جي ڀڄن نٿو ٿئي. مان انيڪ جنمن ۾ انيڪ پرڪارن جا جپ تپ جوڳ دان آدي ڪرم ڪيا آهن ۽ اُنهن جوڻين ۾ بار بار ڀٽڪي ڪيو آهيان. مونکي سڀني جوڻين جي يادگيري آهي ۽ مون سڀ قسم جا چڱا مدا ڪرم سڀني جوڻين ۾ ڪري ڏٺا آهن پر هن جوڻ وانگر مان ڪڏهن بہ اَچل شانتي ۽ سک کي پراپت نہ ڪيو آهي. ڇو تہ مونکي هن جوڻ ۾ رام ڀڳتي پراپت ٿي، انلاءِ مان هن شرير کي ڌارڻ ڪندو رهانٿو.

هي گرڙ! مونکي هيءَ ڪانوَ جي نيچ جوڻ انڪري بہ پياري آهي جو جڏهن جڏهن شري رامچندر منش اوتار ڌارڻ ڪندو آهي،

ڀڳوان کي وڌيڪ سٺو لڳندو آهي. انسانن ۾ به ويد شاسترن جا ڄاڻو ۽ اُن ڌرم موجب هلت ڪندڙ برهمڻ ۽ اُنهن ۾ به ويراڳي ۽ گياڳي ڀڳوان کي وڌيڪ پيارا آهن. ويراڳين کان وڌيڪ گياني گيانين کان وڌيڪ وگياني ۽ سڀني کان وڌيڪ پريوءَ کي پنهنجو داس ڀڳت ئي پيارا آهن. پوتر، سشيل، صاف ۽ سندر ٻڌيءَ وارو نوڪر سڀني کي وڻندو آهي. انڪري جيڪو منش پاڻکي پريوءَ جو داس سمجهي ٿو ۽ پنهنجو گهر بار ڪٽنب قبيلو ڌنڌو وديا آدي سڀ پدارٿ اُن مالڪ جي ملڪيت سمجهي اُنهن ۾ موهه نٿو رکي، سو پريوءَ کي سڀڪان وڌيڪ پيارو آهي. اهڙي داس جو سمورو بوجهو ڳڻتيون ۽ جوابداريون پريو پاڻ تي هموار ڪري ٿو.

هڪ پيءُ جا گهڻيئي پٽ جدا جدا قابليت، سڀاءُ ۽ چريتر وارا ٿيندا آهن. ڪو ودوان، ڪو تپسوي، ڪو گياني، ڪو سوروير ڪو ڌني ۽ ڪو داني. پتا جو پريم سڀني تي هڪ جهڙو ٿيندو آهي. جي ڪو مورک پٽ به من، وچن ۽ ڪرم سان پتا جو آگياڪاري ڀڳت ٿيندو آهي ته اُهو پيءُ کي سڀني کان وڌيڪ ۽ پراڻن سمان پيارو ٿيندو آهي. انڪري هن سنسار جي سڀني جيون تي مالڪ جي مهر آهي پر اِنهن ۾ به جيڪو اوچ يا نيچ جيوُ سچي هردي سان ڀڳوان کي سڀڪجهه ارپڻ ڪري ڀڳوان جي ڀڳتي ڪريٿو سو پرماتما کي سڀني کان وڌيڪ پيارو آهي. ڀڳوان جي ڪرپا کانسواءِ منش کي سپني ۾ به شانتي نه ملندي. اناٿ هي گرڙ! جي توکي سچو سک ۽ شانتي گهرجي ته ٻين سڀني جيون ۽ پدارٿن جي موهه ممتا ڇڏي ۽ دنيا جي پرپنچ کان منهن موڙي ڀڳوان شري رام جو ڀڄن ۽ سمرڻ ڪرا

ڪاڪڀشنڊيءَ جا سندر وچن ٻڌي گرڙ جي نيڻن ۾ پريم آنند جو جل ڀرجي آيو ۽ هو ڀشنڊيءَ جي چرڻن تي بار بار سر نوائي چوڻ لڳو:- هي ستگرو! توهانجي ڪرپا سان منهنجو سڀ شڪ شبها ۽ موهه ناس ٿيو. مان شري رام جي رهسيه کي ڄاڻو. هاڻي ڪرپا ڪري

موهه ۾ انڌو نه ٿيو هجي؟ جڳت ۾ اهڙو ڪير آهي جنهنکي ڪام نچايو نه هجي؟ ترشنا ڪنهنکي متوالو نه بڻايو آهي؟ ڪروڌ ڪنهن جي هردي کي جلايو ناهي؟ سنسار ۾ اهڙو ڪير آهي جنهنجي لوڀ مٽي پليت نه ڪئي هجي؟ دولت جي نشي ڪنهنکي ڏنگو ۽ ٻوڙو نه ڪيو آهي؟ سندر ۽ جوان استريءَ جي نيڻ-ٻاڻن سان ڪير گهايل نه ٿيو آهي؟

هي گرڙ! مايا جي اها پرچنڊ سگنا سڄي سنسار ۾ ڦهليل آهي. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار اُنجا سگناپتي آهن ۽ ڪوڙ ڪپٽ پاکنڊ آدي اُنجا انيڪ ديوتا آهن. اِها مايا شري رام جي داسي آهي. جا مايا سڄي سنسار کي نچائي رهي آهي سا پاڻ پڀوءَ جي اڳيان نچي رهي آهي. ويچار ڪري ڏسجي ته اُها مايا مٿيا ته آهي پر نه به شري رام جي ڪرپا بنا اُن مان ڇوٽڪارو نٿو ملي. شري رام سچدانند سروپ، اجنما، سرووياپڪ، سرو روپ، اکنڊ، اننت، نرگڻ، مهان، واڻيءَ ۽ بڌيءَ کان پري، نراڪار، آنند جو ڀنڊار، پرڪرتيءَ کان پري، سداءِ سڀني جي هردي ۾ وسڻ وارو، وڪار رهت، ابناشي برهم آهي. اُن ڀڳوان ڀڳتن جي رکيا ۽ ڌرم جي رکيا لاءِ راجا جو شرير ڌاري منش جهڙا انيڪ چرتر ڪيا. جيئن ڪوئي کيل ڪرڻ وارو نٽ انيڪ ويس ڌارڻ ڪري ناٽڪ ۾ اُنهن موجب ڪم ڪري ڏيکاريندو آهي؛ پر پاڻ اُنهن مان ڪوئي به نه هوندو آهي، تيئن شري رگهوناٿ ساڌارڻ منش کي سکيا ڏيڻ لاءِ اُنهن جهڙا چرتر ڪيا آهن. جنهنجي بڌيءَ تي مايا ممتا ۽ اگيان آديءَ جا انيڪ پڙدا چڙهيل آهن، اُهي مورکه پڀوءَ کي سڃاڻي نٿا سگهن.

هيءَ سڄو سنسار ڀڳوان جي سرشٽي آهي. اُن انيڪ پرڪار جا چرندڙ پرندڙ (آڪاش ۾ پرٿويءَ تي ۽ پرٿويءَ جي اندر) جيو آهن ۽ هڪ هنڌ بيٺل (وڻ ٽڻ وغيره) جيو به آهن اِهي سڀئي پڀوءَ جا پيارا آهن ڇو جو سڀيئي هنجا ئي پئدا ڪيل آهن. اِنهن سڀني ۾ انسان

مان ڪلاش کي موٽي آيس ۽ اچي سماڌيءَ ۾ مگن ٿيس.

هي گرجا! انريت مون ڪاڪڀشنڊيءَ جي واتان شري رام ڪٿا ٻڌي ۽ هاڻي ٻڌ ته گرڙ ڪاڪڀشنڊيءَ وٽ ڪيئن ويو. هڪ دفعي گرڙ کي اچي شنڪا ٿي ته جيڪو ڀڳوان وڪار رهت، سرووياپڪ، سرو شڪتيمان ۽ مايا موهه کان پري پرميشور آهي، سو هڪ منش ٿي استريءَ لاءِ بن ۾ ورلاپ ڪيئن ڪندو ۽ خسيس راڪشسن جي يڌ ۾ گهائل ۽ مورڇت ڪيئن ٿيندو! گرڙ پنهنجي من کي گهڻوئي سمجهايو پر هنجي من جو ڀرم نورت نه ٿيو. نيٺ هن نارد منيءَ وٽ وڃي پنهنجي شنڪا ٻڌائي، جنهن برهما وٽ موڪليس. برهما وري گرڙ کي مون وٽ موڪليو. مان پريوءَ جي مايا پربل ڄاڻي گرڙ کي چيو:- هي گرڙ! جڏهن گهڻو وقت سنتن جو سنگ ڪبو آهي تڏهن شنڪائن جو سماڌان ٿيندو آهي. سنتن جي سنگ ۾ هري ڪٿا ٻڌڻ جو موقعو ملندو آهي ۽ هري ڪٿا ٻڌڻ سان پريوءَ ۾ پريم ۽ شرڌا پيدا ٿيندي آهي. انلاءِ مان توکي اُتي موڪليان ٿو جتي هرروز ڪٿا ٿيندي آهي. تون نيلگري پربت تي وڃ گياني ڪاڪڀشنڊيءَ جي واتان هري ڪٿا ٻڌ ته تنهنجي من جو دک دور ٿيندو.

اهو ٻڌي گرڙ نيلگري پربت تي ويو ۽ تلاءُ مان سنان آچمن ڪري ٻڙ جي وڻ هيٺ آيو جتي ڪيترائي گياني ۽ ٻيا پکي ڪٿا ٻڌڻ لاءِ ويٺا هوا. پنهنجي راجا گرڙ کي آيل ڏسي سڀني پکين سندس آدرسٽڪار ڪيو ۽ گرڙ به ڪاڪڀشنڊيءَ کي پنهنجي اچڻ جو مطلب ٻڌايو. تڏهن ڪاڪڀشنڊيءَ ڏاڍي پريم ۽ اُتساهه سان گرڙ کي شري رام ڪٿا ٻڌائي. ڪاڪڀشنڊيءَ جي پرم پوتر آشرم ۾ رهي، سنتن جو سنگ ڪري ۽ هري ڪٿا ٻڌي گرڙ ڪرتارٿ ٿيو ۽ سندس ڀرم ۽ شنڪا مٽجي ويئي. ڪٿا جي سماپت ٿيڻ تي ڪاڪڀشنڊي گرڙ کي چوڻ لڳو:- هي پکيراج! توهان پنهنجي ڀرم ۽ موهه جي ڳالهه ڪئي، سو پريوءَ جي مايا ڏاڍي پربل آهي. برهما، نارد، شنڪر ۽ ٻيا انيڪ ديوتائون ۽ گياني مهاتمائون ۽ رشي مني، اُنهن ۾ اهڙو ڪير آهي جو مايا جي

سندر ڪٿا ٻڌائي جا ڪاڪڀشنڊيءَ گرڙ کي ٻڌائي هئي، پر رامچندر
جا گڻ، ڪرم ۽ سڀاو بي انت آهن جنهنجو ورڻن هزار جيڀن وارو شيش
۽ شاردا به نٿا ڪري سگهن. سمندر جي پاڻيءَ جا ڦڙا يا پرٿويءَ جي
واريءَ جا ڪڻا ڀلي ڳڻي سگهجن پر شري رام جا چرتر پوريءَ طرح ورڻن
ڪري نٿا سگهجن. هي ڀواني! هاڻي ٻڌاءِ ته توکي وڌيڪ ڇا ٻڌايان؟

پاروتي ڪومل واڻيءَ سان چوڻ لڳي:- هي ناٿ! شري
رامچندر جي ڪلياڻڪاري ڪٿا ٻڌي مان ڌنيه ٿيس ۽ اپار سک پاتم.
منهنجو موهه ۽ سڀ شنڪائون نورت ٿي ويون. هاڻي باقي اِهو
ٻڌايوم ته ڪاڪڀشنڊي ڪانوَ کي اهڙي ڀڳتي، ويراڳ، گيان ۽
وگيان ڪيئن پراپت ٿيو جو پکين جي راجا گرڙ کي، جيڪو پاڻ وڏو
گياني ۽ ڀڳوان جو واهن (سواري) آهي، تنهنکي به پريوءَ جي اِها
ڪٿا ٻڌايائين ۽ گيان اُپديش ڏنائين. توهان به اها ڪٿا ڪاڪڀشنڊيءَ
کان ڪيئن ٻڌي سو به ڪرپا ڪري ٻڌايوم.

شنڪر چوڻ لڳو:- هي پياري! تو اڳين جنم ۾ جڏهن پنهنجي
پتا جي يگيه ۾ پنهنجي ديهه ڀسم ڪري ڇڏي، تڏهن مان تنهنجي
ويوگ ۾ اهڙو وياڪل ٿيس جو ڪجهه به نٿي سمجهيوءِ نڪي سماڌي ٿي
لڳي. مان شوڪ ۽ وئراڳ ۾ جي بن، پربت، نديون، سرور ۽
ٻيا نظارا ڏسندو گهمندو ڦرندو رهيس، پر مونکي ڪٿي به شانتي
نه ملي. نيٺ سميرو پربت جي هڪ نيل چوٽيءَ جي رمڻيڪ
سندرتا مونکي ڏاڍي وڻي، جو اُن چوٽيءَ تي هڪ نرمل تلا
هو، جنهن ۾ رنگ برنگي ڪمل ٽڙيل هوا. اُن تلاءَ جي ڪناري ٻڙ
هڪ وڏو وڻ آهي جنهنجي هيٺان ويهي اُهو ڪاڪڀشنڊي ڪانگه پري
جي ڌيان ۽ جپ ۾ مگن رهندو آهي. هريءَ جي ڀڄن ڪانسواءِ هن
ٻيو ڪو ڪم ڪونهي ۽ انيڪ پکي اُن وڻ جي هيٺان ويهي ڪانو
هري ڪٿا ٻڌندا آهن. مان اِهو درشيه ڏسي آنند ۾ ڀرجي ويس
پاڻ به هڪ هنس جو روپ ڌاري ڪاڪڀشنڊيءَ کان شري رام
اِها ڪٿا ٻڌم. اها ڪٿا ٻڌي منهنجي من ۾ شانتي ۽ سک آيو ۽

ڪي پرڻام ڪيو ۽ سندس اچڻ جو سبب پڇيو. دروا سا چيو:- مهاراج!
مون هڪ هزار ورهيه اُپواس رکي تپسيا ڪئي آهي ۽ اڄ توهان وٽ
پوڄن ڪري اُهو ورت سماپت ڪندس.

رامچندر مها تيجسوي دروا سا کي پوڄن ڪري ترپت ڪيو
۽ دروا سا به کيس آسيس ڪندو هليو ويو. پوءِ شري رام چنتا ۾
مگن چپ چاپ ويٺو رهيو. اِهو ڏسي لڪشمڻ کيس چوڻ لڳو:-
مهاراج! توهان مونلاءِ ڪو ڏک نه ڪريو ۽ منهنجو گهات ڪري پنهنجي
پرتگيا پوري ڪريو.

اِهو ٻڌي رامچندر هڪ وڏي مونجهاري ۾ پئجي ويو ۽ ڪجهه
سمجهه ۾ نٿي آيس ته هو ڇا ڪري! جنهن پراڻ پياري ڀاءُ پنهنجي
استري ۽ آرام جو تياڳ ڪري به ساڻس بنواس جا ڪشٽ ڀوڳيا هئا
تنهنکي ري گناهه سزا ڪيئن ڏي! هن پنهنجن منترين ۽ گرن کي
سموري حقيقت ٻڌائي صلاح پڇي. اُنوقت ٻيا سڀيئي ته ماٺ ۾
اچي ويا پر گورو وسشٽ چيو:- مهاراج! راجا کي ڪڏهن به پنهنجي
پرتگيا ڀڃڻ ڪين گهرجي. انڪري توهان ڌرم جي رکيا لاءِ
لڪشمڻ جو تياڳ ڪريو ڇو ته چڱي ماڻهوءَ جو تياڳ ڪرڻ يا وڌ
ڪرڻ هڪ برابر آهي.

تڏهن رامچندر اکين ۾ پاڻي آڻي لڪشمڻ کي چيو:- پيارا
سا لڪشمڻ مان ڌرم جي رکيا لاءِ تنهنجو تياڳ ٿو ڪريان.

اهو ٻڌي لڪشمڻ جي اکين مان به آنسو وهڻ لڳا ۽ هو رامچندر
کي پرڻام ڪري سڌو سرجو نديءَ جي ڪناري تي ويو. هن نديءَ
جي ڪناري تي ويهي پنهنجا پراڻ برهم رنڌر ۾ چاڙهيا ۽ پنهنجي
شرير سميت پرم ڌام پڌاريو. هو وشنو ڀڳوان جو چوٿون انس هو.

لڪشمڻ جي پرم ڌام پڌارڻ جو ٻڌي رامچندر کي ڏاڍو ڏک
ٿيو. هو پنهنجي گديءَ تي ڀرت کي ويهاري پاڻ لڪشمڻ جي پوئتان
وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. هنجو اهو درڍ نشچيه ڄاڻي سڀئي پرجا روئڻ لڳي
۽ ڀرت گديءَ تي وهڻ لاءِ تيار نه ٿيو. ڀرت جي چوڻ موجب رامچند

جو ويس ڌاري شري رام وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو:- هي! مهاراج! مونکي توهان سان ڪا ڳجهه ڳالهه ڪرڻي آهي، پر مان اُها ڳالهه تڏهن ٻڌائيندس، جڏهن توهان اِها پرتگيا ڪندا ته جي ڪو ٻيون ماڻهو اسانجي وچ ۾ اچي ويو ته توهان اُنجو وڌ ڪندا.

رامچندر اُن منيءَ جي اِها ڳالهه سويڪار ڪئي ۽ لڪشمڻ کي گهرائي سموري ڳالهه ٻڌائي ۽ هنکي پاڻ دروازي تي پهرو ڏيڻ جي آگيا ڪيائين. تنهنکانپوءِ ايڪانت ۾ ڪال ديوتا شري رام کي چوڻ لڳو:- هي پربهو! توهان ته ساکيات وشڻو ڀڳوان آهيو ۽ پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ ۽ ڌرم جي رکيا لاءِ اوتار ڌارڻ ڪيو اٿو. هاڻي توهانجو اُهو ڪارج پورو ٿي چڪو آهي سو جي توهانجي مرضي هجي ته پنهنجي پرم ڌام پڌاريو.

اهو ٻڌي رامچندر چيو:- مان جتان آيو هوس، جلد اُتي واپس ويندس.

جڏهن هي ٻئي ڳالهيون ڪري رهيا هوا ته دروازي تي رشي درواسا اچي سهڙيو. ۽ لڪشمڻ کي چيائين ته هو کيس جلد رامچندر سان ملائي. لڪشمڻ ڏاڍيءَ نمرتا سان هٿ جوڙي درواسا کي چيو:- ڀڳوان! هن وقت مهاراج رامچندر هڪ ضروري ڪم ۾ رڌل آهن. توهان ٿورو ترسو يا ته توهانجي جيڪا آگيا هجي سا مونکي ٻڌايو ته مان پوري ڪريان.

درواسا اُنوقت ٻڪ جي ڪري ڏاڍي ڪروڌ ۾ هو سو چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! جي تون يڪدم وڃي رامچندر کي منهنجي اچڻ جي سڌ نه ڏيندين ته مان سراپ ڏيئي سمورو رگهوونس ۽ ايوڌيا واسين کي ڀسم ڪري ڇڏيندس.

لڪشمڻ سمجهيو ٿي ته جي هو اُنوقت رامچندر وٽ ويندو ته ضرور ناس ٿيندو، پر سڄي ونس ۽ ايوڌيا واسين جي رکيا لاءِ هن پنهنجو ناس ٿيڻ چڱو سمجهيو. اِهو سوچي هن اندر وڃي شري رام کي درواسا رشيءَ جي اچڻ جي سڌ ڏني. رامچندر ٻاهر اچي درواسا

آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي. ٿوريءَ دير ڪانپوءِ هو تڙڦي چوڻ لڳو:- اڄ
منهنجي اکين اڳيان منهنجي لڪشمي پرٿويءَ ۾ الوپ ٿي وئي.
جنهن مونلاءِ سڀ سک تياڳي بن جا ڪشٽ به مٺا ڪري ڀوڳيا؛
سائي اڄ مونکي ڇڏي وئي. هي ماتا پرٿوي! يا ته مونکي سيتا
موٽائي ڏي يا ته مونکي به پنهنجي گود ۾ جڳهه ڏي. مان سيتا
کانسواءِ ڪڏهن به سکي رهي نه سگهندس.

رامچندر جا دل ڏاريندڙ ورلاپ ٻڌي سڀني جي نيڻن مان
نيرُ نهڻ لڳو. انوقت مهرشي والميڪ ۽ ٻين رامچندرکي سمجهائي ڏيرج
ڏنو. پوءِ سڀيئي لوڪش کي وٺي يڳيه جي گهوڙي سميت ايوڌيا
موٽي آيا. رامچندر جو اشوميڌ يڳيه سک سان پورو ٿيو. پر سيتا
کانسواءِ هنکي سڄو سنسار سڃو ٿي لڳو.

## رامچندر جو لڪشمڻ کي تياڳڻ ۽ پاڻ به وشنو ڀڳوان جي تيج ۾ سمائجڻ.

رامچندر پرٿويءَ تان اڻياچار جو نالو ئي ڪڍيو جو چوطرف
پرجا ۾ سک شانتي سندرتا ڇائنجي وئي. سنڌو نديءَ جي ملڪ ۾
گنڌرون ظلم ٻاري ڏنو هو، تنکي رامچندر جي آگيا موجب ڀرت
جي ٻن پٽن وڃي دٻايو ۽ اُتي آريه سڌانتن موجب راڄ ڪرڻ لڳا.
ڀرت جي وڏي پٽ تکيه جي راجڌاني تکيه شلا ٿي ۽ ننڍي پٽ
پشڪل گنڌار (قنڌار) ديش ۾ پشڪلاوت نالي شهر وسائي اُنکي
پنهنجي راجڌاني بڻايو.

رامچندر لڪشمڻ جي ٻن پٽن انگد ۽ چندرڪيتوکي ڪاروپٿ
۽ ملهه ديسن جو راڄ ڏنو. شترگهن جي ٻن پٽن سباهو ۽ شترگهاتيءَ
کي اگهير مٿرديش جو راڄ وراهي ڏنو ويو هو. انريت رامچندر
پنهنجن ڀائرن جي پٽن کي جڏهن ديش وراهي ڏنا تڏهن پنهنجي
ليلا سميٽڻ جو نشچيه ڪيائين. اِهو ڄاڻي ڌرمراج مهاڪال هڪ منيءَ




آڇرڻ واري آهي ۽ سپني ۾ به ڪو پاپ ڪرم نہ ڪيو اٿس. ٽوهانجي ٽياڳہ ڪان پوءِ هيءَ منهنجي آشرم ۾ رهي ٽپسيا ڪندي رهي آهي. اهڙي مها ستيءَ سيتا کي ٽوهان پاڻ بہ نردوش ڄاڻو ٿا ۽ رگھو لوڪ جي نندا جي ڊپ کان هنجو ٽياڳہ ڪيو اٿو.

والميڪ جا وچن ٻڌي جڏهن سڀنيءَ سڀا ۾ اِها خبر پئجي ويئي تہ اِهي ٻئي سورويرَ ٻالڪ اسانجا ئي راج ڪنور آهن، تڏهن سڀيئي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ جئہ جئڪار ڪري شرنايون ۽ ناد وڄائڻ لڳا. پنهنجن پٽرن کي ڏسي رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو، پر پنهنجي سچي ساڌوي نردوش استريءَ کي ٽپسونيءَ جي ويس ۾، هٿ جوڙي ۽ لڙڪ وهائيندو ڏسي، سندس دل دکہ ۾ ٻرجي ويئي ۽ اکين مان بہ آنسن جي ڌارا وهڻ لڳس. ڪجھہ وقت کانپوءِ پنهنجي دل کي ڌڏ ڏيئي رامچندر چيو:- هي پوڄنيہ مهرشي! توهان جيڪي چئو ٿا سو بلڪل ٺيڪ آهي. اڳہ بہ جانڪيءَ اگني پريکيا ڏيئي پنهنجي پوٽرتا ثابت ڪئي آهي، تنهن هوندي بہ چوطرف لوڪ نندا ٿيڻ لڳي، انڪري مونکي لاچار ٿي هنجو ٽياڳہ ڪرڻو پيو. هاڻي بہ جانڪي پنهنجي پتورتپڻي جي ثابتي ڏئي تہ مان کيس انگيڪار ڪندس.

انوقت سيتا هٿ جوڙي چوڻ لڳي:- ”مان رگھو ناٿ کانسواءِ ٻئي ڪنهن پرش جو پنهنجي من ۾ خيال بہ نہ ڪيو آهي، جي اهو سچ آهي تہ پرٿوي ماتا پنهنجي گود ۾ مونکي جڳھہ ڏي. جانڪيءَ جي ائين چوندي ئي پرٿوي اُمالڪ ڦاٽي پيئي ۽ ان مان هڪ دويہ سنگهاسن نڪتو جنهن تي پرٿوي ديوي ويٺي هئي. هن پنهنجي ٻنهي ٻانهن سان سيتا کي کڻي پنهنجي گود ۾ وهاريو ۽ پوءِ اُنهن ٻنهي سميت اُهو سنگهاسن زمين ۾ پئجي ويو ۽ زمين زمين جهڙي ٿي ويئي. اهو ڏسي اُتي حاضر سڀيئي آدمي وسمئہ ۾ پئجي ويا ۽ ماتا سيتا جي جئہ جئڪار پڪارڻ لڳا.

پنهنجي پراڻ پياري ستي ساڌوي استريءَ کي پرٿويءَ ۾ پرويش ڪندو ڏسي رامچندر جو من ڏاڍو وياڪل ٿيو. هن جي اکين مان

## سيتا جو پرٿويءَ ۾ پرويش ڪرڻ

رات پوڻ ڪري هوڏانهن لوَ ۽ ڪش لڙائيءَ جو انت ٿيل سمجهي ۽ ماتا سيتا کي ڪنيا ۾ آيا ۽ ماتا سيتا کي پنهنجي ونئي جو سينگاريل گهوڙو وٺي پنهنجي ڪنيا ۾ آيا ۽ ماتا سيتا کي يڳيه جو سينگاريل گهوڙو ڏيکاريائون. سيتا جڏهن اُن چي يڌ جي حقيقت ٻڌائي اُهو گهوڙو ڏيکاريائون. سيتا جڏهن اُن گهوڙي تي پنهنجي سواميءَ ۽ پراڻنات جي پتريڪا ڏٺي تڏهن وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پئي. اهو ڏسي لوَ ۽ ڪش ٻنا ۽ ماتا کي هوش ۾ آڻي سندس اِن دشا جو ڪارڻ پڇڻ لڳا. تڏهن سيتا چيئن:- هي پترو! توهان پنهنجي پتا جي يڳيه جو گهوڙو آندو آهي ۽ جن سان جنگ جوٽي آٿو.

چاچن کي نمرتا سان پرڻام ڪرڻ گهرجيو ٿن سان جنگ جوٽي آٿو. اِهو ٻڌي ٻئي بالڪ ڏاڍا ششدر ٿيا ۽ مهرشي والميڪ وٽ وڃي پنهنجي غلطيءَ جي سموري حقيقت ٻڌايائون. صبوح ٿيندي ئي مهرشي والميڪ لوَ ڪش ۽ سيتا کي وٺي اُن استان تي آيو جتي ڪالهه يڌ ڪرڻ لاءِ آيل هو. انوقت لڳي هئي ۽ هاڻي راجا رامچندر پاڻ يڌ ڪرڻ لاءِ آيل هو. انوقت پرت، لڪشمڻ ۽ شترگهن به سڀاڳيه ٿيل هوا ۽ اُسپيئي ٻنهي رشي ڪمارن جي پراڪرم جي ساراهه ڪري رهيا هوا. سيني جي وسميه جي حد نه رهي جڏهن ڏٺائون ته اُهي ٻئي رشي ڪمار هٿ جوڙي يڳيه جي گهوڙي، مهرشي والميڪ ۽ گيرو رنگ وسترن ۾ هڪ تپسوي استريءَ سميت، ڏاڍي نمرتا سان اچي رهيا آهن!

جڏهن مهرشي والميڪ کي رامچندر ۽ پين ڏنڊوت پرڻام ڪيو تڏهن مهرشيءَ چيو:- هي رگهوڪل شرومڻي شري رام! هي ٻئي بالڪ جيڪي توهان اڳيان هٿ جوڙي بيٺا آهن سي توهانجا ئي پٽر لوَ ۽ ڪش آهن، جن کي پتورتا سيتا منهنجي آشرم ۾ جنم ڏنو آهي. توهانجي اِنهن ٻنهي ڪمارن کي سندن ماتا ۽ مان سيکاريو آهي. توهانجي اِنهن ٻنهي ڪمارن کي سندن ماتا ۽ مان سين ودياءُن ۾ نپڻ ڪيو آهي. هنن ٻنهي بالڪن اڻڄاڻائيءَ سبب توهان گهوڙو جهليو ۽ پنهنجن پوڄنيه چاچن سان يڌ جوٽي، انلاءِ هي ٻئي پڇتائي رهيا آهن. هيءَ آهي توهانجي ڌرم پتني سيتا جا پوترا

اسانکي موٽائي ڏيو ۽ وڃي گهر خوش ٿيو.

اهو ٻڌي ڪمار لَوَ وراڻيو:- هي آريہ! توهان اسان تي ديا نہ ڪريو ڇو تہ اسان ڄاڻي واڻي دگوجئہ جو گهوڙو جهليو آهي. توهان سمجهو ٿا تہ توهان ڪانسواءِ پرٿوي جوڌن کان خالي آهي، انلاءِ هاڻي مڙس ٿي اچي گهوڙو وٺو. يڌ ڪرڻ ڪانسواءِ توهانکي گهوڙو ڪين ملندو.

اهو ٻڌي شترگهن انهن ٻالڪن سان يڌ ڪرڻ شروع ڪئي، پر لو ۽ ڪش اهڙا تہ پراڪرمي هوا جو تيرن جي ورکا ڪري ڪيتري سئنا ماري ڇڏيائون ۽ خود شترگهن کي مورڇت ڪري ڇڏيائون. تڏهن لشڪر مان بچيل ڪن سپاهين وڃي رامچندر کي سچي حقيقت ٻڌائي. رامچندر ڀرت ۽ لڪشمڻ کي وڏي سئنا سان يڌ جي ميدان تي موڪليو. ڀرت ۽ لڪشمڻ جڏهن اچي انهن ٻنهي رشي ڪمارن کي ڏٺو ۽ سندن اديت پراڪرم ڏٺو تڏهن هو ٻئي وسمہ ۾ پئجي ويا. هو ڪين چوڻ لڳا:- اڙي ٻالڪو! توهانکي شايد هن ٻالڪ اوستا ۾ ڪي ڪال جي ڪوپ ٿي آهي. پر اسين توهانکي ماريون تنهن کان اڳ پنهنجي ماتا پتا جو نالو تہ ٻڌايو.

اهو ٻڌي لَوَ ڪمار وراڻيو:- هي آريہ پرشو! توهانکي بہ پنهنجي ڀاءُ وانگر پنهنجي ٻل جو ڏاڍو ايمان آهي ۽ واڪ يڌ ۾ ڏاڍا چتر ٿا ڏسجو. پر زبان سان جنگ زالون ڪنديون آهن نہ ڪ کتري ويرپرش. اسانجو خيال نہ ڪريو ۽ اچي يڌ ڪريو. اسانکي پنهنجي پتا جي نالي جي خبر نہ آهي ۽ اسانجي ماتا ۽ رشي اسانجي پالنا ڪندا آهن.

ائين چئي لَوَ ۽ ڪش ڀرت ۽ لڪشمڻ جي سئنا تي تيرن جي ورکا ڪرڻ شروع ڪئي ۽ گهڻي لڙائيءَ کانپوءِ سڄيءَ سئنا کي گهايل ڪري ڀرت ۽ لڪشمڻ کي بہ مورڇت ڪري ڇڏيائون. تڏهن وري بہ باقي بچيل سئنڪن وڃي رامچندر کي سچي حقيقت ٻڌائي. ٻن رشي ڪمارن جي اهڙي اديت پراڪرم جي وارتا ٻڌي ۽ پنهنجي ڀائرن جي مورڇت اوستا جو ٻڌي رامچندر وسمہ ۽ چنتا ۾ پئجي وڏي سئنا وٺي پاڻ يڌ ڀوميءَ ڏانهن روانو ٿيو.



والمیک رشی جو لو اور کش کو سنگیت سکھا رہا۔

... طرحين اُن کي پرشنا ڪري پوڄا جي گهوڙي
... ويو. يگيه جي گهوڙي کي يگيه جو تلڪ ڏنو ويو ۽
... ين جا آڀوشڻ ڀرايا ويا. پوءِ گهوڙي جي ايوڌيا نريش
... پتريڪا لکي اُن تي لڳائي ويئي ته ”هيءُ رگهوونشي
... چندر جي اشوميڌ يگيه جو گهوڙو آهي جو دگوجيه لاءِ ڇڏيو ويو
... . جيڪڏهن ڪو به مخالفت ڪرڻ چاهي، سو گهوڙي جي واڳ
... ي ۽ يڌ ڪري.“ پرٿوي گهمڻ لاءِ ڇڏيو ويو
انريت يگيه جي گهوڙي کي سڄي پرٿوي گهمڻ لاءِ ڇڏيو ويو ... اُن يگيه جي گهوڙي جي
... شترگهن کي هڪ وڏيءَ سينا سميت اُن يگيه جي گهوڙي جي
... ڪيا لاءِ روانو ڪيو ويو. هيڏانهن يگيه جي ڪارروائي سڄو سال
... هلندي رهي جنهن ۾ ايترو ته دان ڪيو ويو جو سڀ گهرجائو ڌنوان
... ٿي پيا. جيستائين انهن ”بس“ ”بس“ نٿي ڪئي، تيستائين انهن
... کي سون، چاندي، اَن، وستر، ڳايون، گهوڙا وغيره سڀڪجهه ڏنو ٿي
ويو. سڀني بزرگن ائين ٿي چيو ته اهڙو مها يگيه نه اڳ ڪڏهن ٿيو
آهي ۽ نه ٻڌو آهي. اُن يگيه ۾ پنڊاريءَ جو ڪم سگريو ڪيو ۽ ڀپسوي
رشين منين ۽ راجائن جي شيوا ۽ آدرستڪار جو ڪم راڪشسراج
وڀيشڻ تي سونپيل هو، جنهن چڱيءَ طرح نباهيو.
هوڏانهن شترگهن سڄي پرٿويءَ تان يگيه جو گهوڙو ڪاميابيءَ
سان گهمائي واپس ايوڌيا جي ويجهو گنگا جي ڪناري اچي پهتو.
اُتي مهرشي والميڪ جو آشرم هئو جتي سيتا جا ٻئي بالڪ لوُ ۽ ڪش
وڏا جوڌا ساماٿا هئا. اُنهن بالڪن کي سندن ماتا ۽ مهرشي والميڪ
سڀ پرڪار جي ويد وديا ۽ ڌنروديا سيکاري هئي. هو مهاپراڪرمي،
تيجسوي ۽ استرشستروديا ۾ پڙهوا ۽ بن ۾ رهندي شينهن سان پيا
رانديون ڪندا هوا. انهن جڏهن هڪ سينگاريل گهوڙو ڏٺو ۽ مٿس لکيل
للڪار جي چٺي پڙهيائون تڏهن گهوڙو جهلي هڪ وڻ سان ٻڌائون.
جڏهن شترگهن ڏٺو ته بن رشي ڪمارن يگيه جي گهوڙي کي جهليو آهي
۽ يڌ لاءِ تيار ٿيا بيٺا آهن، تڏهن اُنهن کي گهڻي قدر سمجهايائين
ته هي گهوڙو راند لاءِ نه آهي پر دگوجيه لاءِ آهي. انلاءِ هيءُ گهوڙو ...



## لو ۽ ڪش جو پراڪرم

هڪ ڏهاڙي رامچندر جي مرضي ٿي ته * راجسوئه يگيه ڪجي ۽ انهيءَ لاءِ هن لڇمڻ ۽ ڀرت کان صلاح پڇي. ڌرماتما ڀرت چيو ته "مهاراج! سڄيءَ پرٿويءَ جا راجائون توهانکي ڀيٽا سمان پيش ڪن ٿا ۽ آگيا مڃين ٿا. انهيءَ ڪري اسانکي اهڙو يگيه ڪرڻ نه گهرجي جنهن ۾ پرٿويءَ جي ٻين راجونسين جي گهٽتائي ٿئي يا اسانجي هٿان انهنجي ناس ٿيڻ جو ڪو سبب بڻجي. تنهنڪري منهنجي صلاح آهي ته اشوميڌ يگيه ڪرڻ گهرجي.

رامچندر ۽ لڇمڻ کي ڀرت جي ڳالهه پسند آئي ۽ ان موجب اشوميڌ يگيه جون تياريون ٿيڻ لڳيون. سريو نديءَ جي ڪناري يگيه لاءِ هڪ عاليشان منڊپ ٺاهيو ويو ۽ مهمانن لاءِ جدا جدا تنبو هڻيا ويا. سگريو، وڀيشڻ، راجا جنڪ ۽ ٻين متر راجائن ۽ وڏن وڏن مهرشين ۽ ڌرماچارين ڏانهن قاصد موڪليا ويا. جڏهن سڀيئي ڏاڍيءَ ڌوم ڌام سان اچي پهتا، تڏهن طرحين طرحين جا ساز، شرنايون، نا دنديون وڄڻ لڳيون. وير پاٺي براهمڻ جون ٽولين جون ٽوليون سام ويد جو گاين ڪرڻ لڳيون.

جڏهن گرو وسشٽ جي هدايتن موجب يگيه جو آرنڀ ٿيو تڏهن دستور موجب يگيه ڪندڙ جي استريءَ جو هجڻ ضروري سمجهيو ويو. مريادا پرشوتم رامچندر ته ايڪ پتني ورت ڌاري هو، انهيءَ ڪري هن ٻيو وواهه ڪرڻ نه قبوليو. تڏهن سيتا جي هڪ سوني جي پرتما (پتلي) ٺهرائي ويئي، جنهنکي وستر آدي پهرائي سيتا جي استان تي استاپت

---

* راجسوئه يگيه ۾ ٻيا راجائون يگيه ڪندڙ مهاراجا کي ڏن ڏيئي پاڻ کي سندس زيردست اقرار ڪندا آهن، پر اشوميڌ يگيه ۾ جيڪو راجا پاڻ کي يگيه ڪندڙ مهاراجا کان وڌيڪ پراڪرمي سمجهي اُن سان مخالفت ڪرڻ چاهي سو سندس گهوڙو جهلي بند ڪري.

اُڇلائڻ لڳو، پر ويرشترگھن پنھنجن ٻاڻن سان اُھي وڻ ويو ڪٽيندو.
لوڻاسر جو بدن پٿر سمان سخت ھو جو شترگھن جي ٻاڻن جو اُن تي
ڪو بہ اثر نہ ٿي ٿيو. لوڻاسر ھڪ وڏو وڻ شترگھن جي مٿي تي ھنيو
نہ اُن مان رت ريلا ڪري وھڻ لڳو ۽ ھو مورڇت ٿي ڪري پيو.
لوڻاسر سمجھيو تہ شترگھن مري ويو ۽ پنھنجا وڪريل جانور گڏ
ڪرڻ لڳو- پر ٿوريءَ ويرم ڪانپوءِ شترگھن کي جڏھن ھوش آيو،
تڏھن ھو جوش ۾ ڀرجي اُٿي کڙو ٿيو ۽ راڪشس کي يڌ لاءِ للڪارڻ
لڳو. لوڻاسر ھڪ وڏي ڇپ کڻي ڪاھي آيو تہ شترگھن انوقت
شري رام جو ڏنل اموگھہ ٻاڻ اُن راڪشس کي ھنيو. اُھو ٻاڻ وڄ وانگر
تجلو ڪري وڃي لوڻاسر تي ڪڙڪيو ۽ سندس ڇاتي ڏري پيئي ۽
ھو زمين تي ڪري مري ويو.

لوڻاسر جي موت ڪري سڄيءَ پرجا ۾ خوشي ڇانئجي ويئي ۽
ماڻھن وري اچي پنھنجا گھر ۽ دڪان وسايا. ويران ٿيل شھر وري
ماڻھن سان ڀريل ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا ۽ سڀيئي شترگھن جي پراڪرم
جي ساراھہ ڪرڻ لڳا. جڏھن اُن ديش جي راڄ جو انتظام چڱيءَ طرح
ھلڻ لڳو تڏھن شترگھن ايوڌيا موٽي آيو. ايوڌيا ۾ سندس ڏاڍي
آجيان ٿي ۽ سندس مرضي نہ ھوندي بہ کيس مٿرا ديش جو راڄتلڪ
ڏنو ويو. شترگھن رامچندر کي ھٿ جوڙي چيو:- ھي پرڀو! مون
توھانجي آگيا موجب لوڻاسر کي ماري مٿرا ديش وسايو، پر مونھہ
توھانکان جدا رھڻ جي سمرٿي ڪانھي. مونکي توھان پنھنجي شيوا
۾ ھتي رھڻ جي آگيا ڏيو.

رامچندر چيو:- ھي پيارا! تون وقت بہ وقت مونسان ملڻ لاءِ
ايوڌيا ايندو رھج. تون تہ مونکي پراڻن کان بہ وڌيڪ پيارو آھين،
پر پرجا جي رکيا ۽ ديش ۾ انتظام رکڻ راجا جو پھريون ڌرم آھي.
شترگھن کي رامچندر جا اِھي ڌرم انوسار وچن قبول ڪرڻا پيا. ھو
ڪجھہ وقت ايوڌيا ۾ رھي پنھنجي راجڌانيءَ مٿرا ڏانھن موٽي ويو.



شترو گهن پنهنجي سئنا ڪي
گڏي روانو ڪيو ۽ پاڻ واٽ
تي مهرشي والميڪ جي آشرم ۾
ترسي پيو. اتفاق سان انوقت سيتا
کي ٻه جاڙا پٽ ڄاوا. مهرشيءَ
انهن مان وڏي جو نالو لوُ ۽
ننڍي جو نالو ڪش رکيو. اِهو
ٻڌي شترو گهن ڏاڍو پرسن
ٿيو ۽ ماتا سيتا کي پرڻام
ڪري ۽ سندس آشيرواد وٺي
مٿرا ديش ڏانهن روانو ٿيو.
شترو گهن جمنا ندي پار ڪري وڃي مٿرا شهر جــي ڦاٽڪ وٽ
پهتو. انوقت لوڻاسر پنهنجي ڪاڄ لاءِ جهنگل مان سوين جانور گڏ
ڪري پنهنجي نگر ۾ موٽي رهيو هو ته هڪ هٿيار بند سورمي کي
سامهون ڏٺائين. شترو گهن کيس چيو:- هي راڪشس! مان مهاراج
رامچندر جي آگيا انوسار توکي مارڻ لاءِ هتي آيو آهيان، جو تو ڏاڍا
ظلم ڪيا آهن. هاڻي اچي مونسان مقابلو ڪر.
اهو ٻڌي اُهو هيبت ناڪ دئيت چوڻ لڳو:- اڙي ڇوڪرا! راجا
ته توکي منهنجي ڀوڄن لاءِ موڪليو آهي. مون ته تو جهڙن گهڻن ئي
کي ڪڪ پن مثل مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. هاڻي ترس ته مان
پنهنجو ترشول کڻي اچان.
شترو گهن چيس :- سامهون آيل دشمن کي ڇڏي ڏيڻ بهادرن
ماڻهوءَ جو ڪم ناهي. جيڪو دشمن کي وجهه ۽ سهوليت ڏئي ٿو، سو
مورکه پنهنجي مشڪلات وڌائي ٿو. انلاءِ تون جلدي جم لوڪ وڃڻ
لاءِ تيار ٿيءُ.
اهو ٻڌي لوڻاسر ڏاڍو ٽپي ويو ۽ هو وڃي پنهنجي شترو گهن تـــي

ڪندو. استريءَ جي تياڳ جو سبب هيءَ آهي تہ اڳئين زماني ۾
ديوتائن ۽ دئيتن جي جنگ ۾ هڪ دفعي دئيتن کي ڀرڀو رشيءَ جي
استريءَ شرڻ ڏيئي رکيا ڪئي هئي. انوقت ڀڳوان وشڻوءَ پنهنجي
سدرشن چڪر سان ڀرڀوءَ جي استريءَ جو سر ڪٽي ڇڏيو هو. مهرشي
ڀرڀوءَ کي جو ڀڳوان وشڻوءَ ڪري استريءَ جو ويوڳ سهڻو پيو هو،
انلاءِ هاڻي ڀڳوان وشڻوءَ کي بہ استريءَ جي ويوڳ جو ڏک سهڻو پوندو.
سيتا جي گرڀ مان رامچندر کي بہ پٽ پيدا ٿيندا. انلاءِ سيتا جي
تياڳ ڪري توهان وياڪل نہ ٿيو. ڀڳوان کان وٺي ڪٺايءَ تائين
سڀني کي پنهنجو ڪرم ڀوڳ ڀوڳڻو پوي ٿو. اِنڪري جا ڳالهہ اوس ٿيڻي
آهي انلاءِ سوچ ڪرڻ نہ گهرجي ۽ سداءِ شڀ ڪرمن ۾ لڳو رهجي.

اهڙيون ڳالهيون ڪندا، هو ٻئي ڏينهن اچي ايوڌيا پهتا. لڪشمڻ
محلات ۾ اچي ڏٺو تہ رامچندر شوڪ ۾ ٻڏل ۽ اُداس ويٺو آهي.
لڪشمڻ اچي کيس پرڻام ڪيو ۽ سيتا جو نياپو ڏئي کيس ڌيرج ڏنو.
ڇٽن ڏينهن کان رامچندر راڄ جو ڪو بہ ڪمڪار ڪين ڪيو هو،
پر هاڻي پنهنجي دل کي ڌير ڏيئي راجائي ڪاروبار ۾ لڳو. پر سيتا
جي تياڳ جي ڳالهہ ٻڌي مائن جي دل کي اهڙو صدمو رسيو جو
ڪوشليا، ڪيڪئي ۽ سمترا جلدئي پرلوڪ پڌاريون.

ڪجهہ وقت کانپوءِ، جمنا جي ڪناري رهندڙ ڪيترا رشي مني
رامچندر جي درٻار ۾ آيا ۽ لوڻاسر نالي دئيت جي اتياچار جي اچي
دانهن ڏنائون. اِهو لوڻاسر راوڻ جي ماسات ڪنڀينسيءَ ۽ مڌو دئيت
جو پٽ هو ۽ هن مدرا (متُرا) ديش کي پنهنجي ظلمن سان ويران ڪري
ڇڏيو هو. اِهو ڀيانڪ دئيت تپسوين جو ماس کائي رت پيئندو هو.
هن کي شنڪر ڀڳوان جو ڏنل هڪ اهڙو اموگهہ ترشول هو جنهن ڪري
هن کي ڪو بہ جيتي نٿي سگهيو.

رامچندر آيل رشين کي آٿت ڏيئي لوڻاسر جي مارڻ جي
پرتگيا ڪئي. شترگهن جي مرضي ڏسي رامچندر کيس اموگهہ
استر شستر ۽ هڪ وڏي سئنا ڏيئي لوڻاسر جي مارڻ لاءِ روانو ڪيو.




تياڳ تو ڪريان ۽ لڪشمڻ سڀاڻي ئي سيتا کي والميڪ رشيءَ جي آشرم ٻاهران ڇڏي اچي.

انريت پرجا کي پرسن ڪرڻ لاءِ رامچندر ايڏو وڏو تياڳ پنهنجي جيوت ۾ ڪيو. انوقت نر اپراڌ ۽ ستي ساڌوي سيتا کي تياڳڻ ۾ سندس اکين مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي. سندس ڏنهي پاڻن به انهيءَ ڪم جو وروڌ ڪيو پر تہ بہ هو پنهنجي نشچيہ تي دري رهيو ۽ راجائي مريادا کي نباهڻ لاءِ پنهنجي شخصي پريم ۽ سک کي قربان ڪري ڇڏيائين. ٻئي ڏينهن لڪشمڻ سيتا کي بن ۾ ڇڏي اچڻ لاءِ رٿ تيار ڪري سيتا وٽ آيو. جانڪي ڏاڍو خوش ٿي ۽ رشين جي استرين لاءِ گهڻيئي ڪپڙا ۽ مٽيا کڻي اچي رٿ تي ويٺي، پر جلدئي کيس اپسوڻ ڏسڻ ۾ آيا ۽ هوءَ گهٻرائجي چوڻ لڳي:- هي لڪشمڻ! منهنجي ڏائي اک ڦڙڪي رهي آهي ۽ جڻ تہ سڄ ئي سڄ تي نظر اچي. شل تنهنجو ڀاءُ خوش رهي ۽ پرجا سکي رهي.

اهو ٻڌي به لڪشمڻ کي ڪين ڪڇيو جو هن جو من به ڏاڍ اُداس هو. ٻنهي اُها رات گومتي نديءَ جي ڪناري گذاري ۽ ٻئي ڏينهن رٿ تي چڙهي ڪڇ. وقت ڪانپوءَ اچي گنگا ڪناري پهتا. جڏهن هو ٻيڙئ تي چڙهي گنگا جي ٻيءَ پر والميڪ رشي جي آشرم اڳيان اچي پهتا، تڏهن لڪشمڻ پاڻ جهلي ڪين سگهيو ۽ اچي روئڻ ۾ چنڪيو. پنهنجي ڏير کي روئندو ڏسي سيتا گهٻرائجي وئي ۽ عجب ۾ پرجي سندس ڏک جو سبب پڇڻ لڳي. تڏهن لڪشمڻ چيو:- هي ستي ساڌوي ديوي! راجا مونکي اهڙو ڪم سونپيو آهي، جنهن ڪرڻ کان بهتر تہ مان جيڪر مري وڃان. ديشواسين کي توهان تي ڪلنڪ هڻندو ڏسي، رامچندر رگهوڪل جي آبرو بچائڻ لاءِ ۽ لوڪن جي استرين جي نيتيءَ جي رکيا لاءِ توهانجو تياڳ ڪيو آهي. مان راجا جي آگيا انوسار ۽ توهانجي بہ اهڙي اِڇا ڄاڻي، توهانکي هتي ڇڏڻ آيو آهيان. هي ويجهو مهرشي والميڪ جو آشرم آهي ۽ هو پتا سمان توهانجي پالنا ڪندو.

وڃي؛ ڪڏهن ڀدر نالي جاسوس همٿ جوڙي چيو:- مهاراج! جئين
جئين ماڻهو ڳڻ ٿين ٿا ڪٿي ڪٿي اهڙيون ڳالهيون پيا ڪن جو ٻڌي
من دکي ٿئي ٿو. هو توهانجي پراڪرم جي ساراهه ته ڪن ٿا ته جنهن
راوڻ کي مارڻ ديوتائن لاءِ به اسنڀو هو، تنهن کي اسانجي راجا ماري
ڇڏيو، پر هو انهيءَ توهانجي نندا به ڪري رهيا آهن ته جنهن سيتا
کي راوڻ پاپي زوريءَ کڻي ويو ۽ وڃي گهڻو وقت گهر رکيائين، تنهن
ڪلنڪ واريءَ سيتا جي سندرتا ڪري رامچندر کيس راڻي بڻائي
ويٺو آهي. ڪام جي وس ٿي راجا رامچندر نيتيءَ مريادا جو خيال
نٿو رکي. انهيءَ جي ڪري ٻيون استريون به پرائي مرد وٽ رهنديون ته
سندن مردن کي به لاچار ڪن ٿار ڪرڻي پوندي. راجا پرجا جي ريت
تي هلندي ۽ اُنهن استرين کي ڪو ڊپ نه رهندو ۽ هو ڇڙواڳ ٿي
پونديون ۽ سداچار جي هاڃي ٿيندي.

ڀدر جي ڳالهه ٻڌي رامچندر کي ڏاڍو ارمان ٿيو ۽ هن اُن
بابت پنهنجن مترن ۽ منترين کان به جاچ ڪئي ته معلوم ٿيس ته
برابر عام ماڻهو اهڙي چهه پچهه ڪري رهيا آهن. انوقت دکيءَ دل
سان پنهنجو ڪرتويه نشچيه ڪري شري رام پنهنجن ٽنهي ڀائرن
کي پاڻوٽ گهرايو. جڏهن ٽنهي راجڪمارن اچي رامچندر جو
ڪومايل ڪمل سمان چهرو ڏٺو تڏهن اُنهن کي به ڏاڍي ڳڻتي ويڙهي
وئي. رامچندر کين چيو:- سيتا کي جو مون سويڪار ڪيو آهي،
انهيءَ لوڪن ۾ منهنجي نندا ٿي پئي آهي. مونکي پڪ آهي ته سيتا پوتر
۽ شڌ آهي ۽ لنڪا ۾ هن جي اگني پريکيا به ٿي هئي، جنهن ۾ به
هوءَ نردوش ثابت ٿي چڪي آهي، پر ته به راجائي ڪل جي عزت
آبرو ۽ پرجا جي مت جو مان رکڻ منهنجو پهريون ڪرتويه آهي.
راجا ۽ پرجا جو سهڪار ۽ هڪ مت هئڻ ديش جي اُنتي ۽ سک شانتيءَ
لاءِ ضروري آهي. پرجا جي ڀلائي مونکي پنهنجي جيوت کان به
وڌيڪ پياري آهي. پرجا سمجهي ٿي ته سيتا کي انگيڪار ڪرڻ
ڪري نيتيءَ جي هاڃي ٿي رهي، انهيءَ مان پراڻ پياري سيتا جو




توهانجي اُپديش ۾ آچرڻ ڪرڻ سان اسانجو پرم ڪلياڻ ٿيندو. هي
دين وتسل دين بنڌو ڀڳوان! اسان توهانجي شرڻ آهيون.
انريت پريم ۽ شردا سان ڀرت لڪشمڻ شترگهن ۽ هنومان آدي
ڀڳتن ڀڳوان رامچندر کان گيان جي پراپتي ڪئي.

—:ــ:—

## رامچندر جو سيتا کي بن موڪلڻ.

سيتا سدائي پتيءَ جي
شوڀيا جي ڪاڻ، شيل ۽ نمرتا واري
مرضيءَ موجب هلندي هئي. گهر ۾ انيڪ نوڪرن چاڪرن هوندي
به سيتا پنهنجي پتيءَ جي شيوا پاڻ ڪندي هئي. هوءَ راڻي هوندي
به سسن جي شيوا ڪندي هئي جو هن کي هٿ يا وڏائي ته پتيءَ
کين هو. ڪجهه سمي ڪانپوءِ سيتا کي گرڀ ٿيو، جنهن ڪري سندس
سسون ۽ رامچندر ڏاڍو خوش ٿيا. شري رام ڏاڍي پيار مان جانڪيءَ
کي چيو:- هي پراڻ پياري! تنهنجي جيڪا به اِڇا هجي سا مونکي ٻڌاءِ
ته مان تنڪال پوري ڪريان.
سيتا مشڪي چيو:- هي ناٿ! منهنجي اِها اِڇا آهي ته مان
گنگا ڪناري وڃي رشين منين جي شانت آشرمن ۾ ڪجهه وقت
رهان. اڳي جڏهن اسان بنواس ۾ هئي پوڳيو ڏڏهن اُجو مان تپسوي
استرين سان ڌرم چرچا ۽ سندن ساڌنا بابت وارتا لاپ ڪندي هئس
ته منهنجو من ڏاڍي آنند ۽ شانتيءَ ۾ رهندو هو. هاڻي اُنهيءَ سماڪم
ڪانسواءِ محلاتن ۾ به مان اُباڻکي پيئي رهان.
جانڪيءَ جي اهڙي اِڇا ڏسي رامچندر سندس منورٿ
پوري ڪرڻ جو وچن ڏنو. اُن ڏينهن اهڙو اچي سنجوڳ بڻيو جو
جڏهن شري رام پنهنجي دستور موجب پنهنجن دوتن کان پرجا جو
احوال پڇڻ لڳو ته عام ماڻهو منهنجي لاءِ يا منهنجي عملدارن لاءِ
ڪهڙي چڱي مٺي ڳالهه ٻولهه ڪري رهيا آهن ته اُن ڳالهه کي سڌارڻ

بدلي زهر وڌن ٿا. هيءَ اوناشي (ناس نہ ٿيندڙ) جيوُ چوراسي لکہ جوڻين ۾ ڀٽڪندو رهيٿو ۽ ڪرپاندان ڀڳوان جي ديا سان اُنکي منش جو چولو بہ مليٿو. هيءَ منش جو شرير اِن ڀؤ (جمڻ مرڻ) ساگرمان ترڻ لاءِ هڪ جهاز مثل آهي. ستگرو ان جهاز جو ملاح آهي. جيڪو جيوُ اِهي ساڌن پراپت ڪري بہ ڀؤ ساگر تري پار نٿو پوي، اُهو ڪرتگهن موڪہ ڇڻ ته آتم هتيا ڪري ٿو.

هي ڀراتا! جي ڪو منش هن لوڪ ۾ ۽ پرلوڪ ۾ سکہ چاهي تہ ڀڳتي مارگہ ئي هلي. اِهو مارگہ سڌو سنواٿو ۽ سکدائي آهي. گيان مارگہ ڏکيو آهي ۽ ان رستي ۾ گهڻيئي وگهن ٻاڌائون آهن جو اُنہ من جي ٽڪاڻڻ لاءِ ڪو آڌار ناهي. اهڙي سکدائي ڀڳتي سنتن جي سنگہ کان سواءِ پراپت نٿي ٿئي ۽ سنتن جو سنگہ پڻ ڪرڻ کان سواءِ نٿو ملي. اِنلاءِ سداءِ شڀ ڪرم ۽ پر اُپڪار ڪري پڇ ڪمائيندو رهجي.

جيڪو پاڻ کي ڀڳت سمجهي ٻئي ڪنهن منش جي آشا يا ڀروسو رکيٿو، تنهنجي ڀڳوان ۾ آستا گهٽ سمجهڻ گهرجي. جيڪو نہ ڪنهن سان وير رکي، نہ لڙائي جهڳڙو ڪري، نہ ڪنهن جي آس رکي ۽ نہ ڪنهن کان ڏکي، اُن لاءِ سڀ ڏسائون سداءِ سکدائي آهن. جيڪو ڪنهن ڦل جي چاهنا سان ڪوئي ڪم آرنڀ نٿو ڪري، جنهنجي گهر ۾ ممتا ناهي، جيڪو مان هيڻ، پاپ هيڻ ۽ ڪروڌ هيڻ آهي، جنهن لاءِ هن لوڪ ۽ سرڳہ لوڪ جا سکہ، ڪکہ پن مثل آهن، جيڪو ڀڳتي مارگہ کي نيڪ سمجهي ٿو ۽ ٻين مارگن يا مٿن جي کنڊن ڪرڻ جي موڪتا نٿوڪري ۽ سداءِ سرو وياپڪ برهم ستا جو انڀؤ ڪري ٿوسوئي پرم آنند کي پراپت ڪري ٿو.

شري رامچندرجا اِهي امرت سمان وچن ٻڌي سڀيئي اُنجا چرڻ پڪڙي چوڻ لڳا:- هي ڪرپاندان! توهان ئي اسانجا ماتا پتا گرو ڀائي ٻڌو ۽ سڀ پرڪار هتڪاري آهيو. سنسار جا ماتا پتا گرو ۽ مترسڀ سوارٿ جا ساٿي آهن ۽ توهان ئي رگهونسوارٿي آهيو




راڪشس ٿي آهن. هو ٻين وانگر ڪاڏي ڪاڻ ۽ ٻوڳ ڪرڻ ۾ ئي مگن رهندا آهن. ٻئي جي ساراهه ٻڌندا ته ٽپ چڙهي ويندن ۽ جي ٻئي کي مصيبت ۾ ڏسندا ته اهڙو خوش ٿيندا ڄڻ ڪا راجائي ملي اٿن. اُهي سوارٿي، ڪامي، لوڀي، ڪروڌي ماتا پتا گرو براهمڻ ڪنهن کي نه مڃيندا آهن. پاڻ ته ناس ٿيندا آهن پر پنهنجي سنگ ۾ ٻين کي به ناس ڪندا آهن. اُهي ويد شاسترن جا دروهي سنتن جي سنگ ۽ ڀڄن کان سداءِ ٻيمک رهي سندر سندر ڪپڙا پائي ويرت جي دنيوي شوقن ۾ لڳا رهندا آهن.

पर हित सरिस धर्म नहिं भाई। पर पीड़ा सम नहिं अधमाई॥
निर्नय सकल पुरान बेद कर। कहेउं तात जानहिं कोविद नर॥
नर सरीर धरि जे पर पीरा। करहिं ते सहहिं महा भव भीरा॥
करहिं मोह बस नर अघ नाना। स्वारथ रत परलोक नसाना॥

هي ڀراتا! ٻين جي ڀلائي سمان ڪوئي ڌرم ناهي ۽ ٻين کي پيڙا پهچائڻ سمان ڪائي نيچتا (پاپ) ناهي. سڀني پراڻن ۽ ويدن جو اِهو نرڻيه (نڪوسڌانت) مان تو کي ٻڌايو آهي، جو پنڊت لوڪ ڄاڻن ٿا. منش شرير ڌاري جيڪي لوڪ ٻين کي دک پهچائين ٿا، تن کي ڄمڻ مرڻ ۽ سنسار جا مها سنڪٽ ڀوڳڻا پون ٿا. منش موهه جي وس ٿي، سوارٿ ۾ ڀرجي انيڪ پاپ ڪري ٿو، انڪري اُنجو پرلوڪ ناس ٿئي ٿو.

وڏي ڀاڳ سان منش جو سرير مليٿو جو ديوتائن کي ملڻ به مشڪل آهي. هن شرير سان سڀ ساڌن ڪري سگهجن ٿا ۽ اِنلاءِ هيءُ موکيه جو دروازو آهي. اهڙو شرير پراپت ڪري به جيڪو منش پرلوڪ نٿو ٺاهي، سو پوءِ پنهنجو مٿو پٽي پڇتائي ٿو.

هي ڀراتا! هن شرير کي وشيه ڀوڳ ۾ وڃائڻ نه گهرجي. هن جڳت جي ڀوڳن جي ڳالهه ڪهڙي ڪجي، سرڳ جي ڀوڳن سان به من جي ترپتي نٿي ٿئي ۽ ڀوڳ اَنت ۾ دکدائي آهن. جيڪي جيوُ منش شرير پائي وشيه ڀوڳن ۾ من لڳائين ٿا، سي مورک امرت جي

سو ڪرپا ڪري

تنهن ڌرم جي ٽنڌو جا جاڻو آهيو، سو ڪرپا ڪري
...جهي تو پوي. توهان ڌرم جي ٽنڌو جا جاڻو آهيو، پر پهريائين سنتن
...انڪي سنڪيپ ۾ سمجهايو ته پاپ ۽ پڃ ڇا آهي؟

اسنتن جا لڇڻ ٻڌايو.

رامچندر چيو:- هي پيارا! سنت ۽ آسنت چندن ۽ ڪهاڙي
...تل آهن. ڪهاڙي جو سڀاءُ آهي چندن کي ڪٽڻ ۽ چندن جو سڀاءُ
آهي اُن ڪٽڻ واري ڪهاڙي کي به خوشبودار ڪرڻ. ان گڻ ڪري
چندن ديوتائن جي متي تي چڙهي ٿو ۽ ڪهاڙي کي اِها سزا ٿـي
ملي ته باهه ۾ گرم ڪري انڪي مترڪن سان چٽيو وڃيٿو. سنت
وشيه واسنائن کان پري رهندا آهن ۽ نمرتا ۽ سد گڻن جي کاڻ ٿيندا
آهن. هو پرائي دک ۾ دکي ۽ سک ۾ سکي رهندا آهن. هو سدائين
سڀني کي هڪ جهڙو برابر ڪري سمجهندا آهن ۽ اُنهن لاءِ نندا يا
اُستتي هڪ سمان آهي. اُنهن جو ڪو به دشمن ناهي. اُنهن جو چت
ڏايو ڪومل ٿيندو آهي. هو سداءِ غريبن ۽ نماڻن جي سيوا ڪندا
رهندا آهن. هو سڀني کـي مان ڏيندا آهن پر پاڻ مان پائڻ جـي
ضرورت نه رکندا آهن. هو شانتي، وئراڳه، سنتوش، نمرتا، پرسنتا،
سرلتا ۽ شيتلتا جا ڀنڊار ٿيندا آهن، سڀني سان مترتا رکندا آهن ۽
ڪڏهن به ڪو سخت ٻول نه ٻوليندا آهن. هي پيرت! اهڙا سنت
مونکي پراڻن کان به وڌيڪ پيارا آهن ۽ هو بـه سداءِ منهنجو ڀڄن
سمرڻ ڪندا رهندا آهن.

هاڻي آسنتن جا لڇڻ ٻڌ:- ڪڏهن ڀلجي ڪري به اُنهن جو سنگه
ڪرڻ نه گهرجي. هو ٻـرائي سمپتي سک ڏسي جلندا رهندا آهن ۽
ٻئي جـي نندا ٻڌي ڏايو پرسن ٿيندا آهـن. هو ڪام، ڪروڌ،
اهنڪار ۽ لوڀ ۾ قاتل، نردئي، ڪپٽي، چالاڪ ۽ پاپ جا گهر ٿيندا
آهن. هو سڀ ڪنهن سان ويرُ رکندا آهن. ڀلائي ڪندڙ سان به برائي
ڪندا آهن. هو اُٿندي ويهندي کائيندي پيئندي سداءِ ڪوڙ ڳالهائيندا
۽ ڪوڙ جي هامڪ هلندا آهن. هو ايرکالو، پرائي استري، پرائي ڌن
۽ پرائيءَ نندا ۾ لڳا رهندا آهن. اُهي پاپي جيو منش جي شرير

جو، ٻن جو، ڀوت پشاچ يا ديوتائن جو يا قدرتي (زلزلي، ٻوڏ، ڏڪار وغيره) ڪشٽ نہ ٿيندو هو. ڌرم پنهنجي چئني پيرن (سچ، صفائي، ديا ۽ تياڳ) سان سڄي جڳت ۾ ڦهليل هوندو هو ۽ ڪوئي سپني ۾ بہ پاپ نہ ڪندو هو.

شهر جي اُتر ۾ سرجو ندي وهندي هئي، جنهنجو جل اونهو ۽ نرمل هوندو هو. نديءَ جي ڪناري: سنگمرمر جا گهاٽ ۽ ڏاڪڻيون ٺهيل هيون. استرين جي سنان ۽ پاڻي ڀرڻ لاءِ جدا گهاٽ هوا، پرشن جي لاءِ جدا گهاٽ هوا. ڪناري تي انب، پپل ۽ ٻڙ جي وڏن ڇايادار وڻن جي هيٺان گياني مني ۽ سنياسي ويٺا جپ تپ ڪندا هوا. مطلب تہ ”يٿا راجا تٿا پرجا“ جي انوسار راجا کي ڏسي پرجا بہ پنهنجي ڌرم ڪرم ۽ فرض تي درڙ هئي. اِن سبب ايوڌيا ۾ چوطرف سک شانتيءَ جو واسو هو ۽ ديش ۾ اَنن سڌيون ۽ نو نڌيون هيون جو ڪنهن قسم جي اڻاٺ نہ هئي ۽ سڀ ڪجهہ جهجهو هئو.



## شري رامچندر جو اُپديش.

شري رام پراتهہ ڪال جو اُٿي، سنان سنڌيا آدي ڪري، دربار ۾ ويهي راڄ جو ڪاروبار هلائيندو هو ۽ ڀائرن سان صلاح مصلحت ڪري معاملن جا فيصلا ڪندو هو. هو گرو وسشٽ ۽ ٻين ڌرم آچارين ۽ تپسوين کان ڌرم اُپديش ٻڌندو هو ۽ ساڌن گيان گوشٽ ڪندو هو. هڪ ڏينهن رامچندر ڀائرن ۽ هنومان سان گڏ پنهنجي سندر باغ ۾ ويو جتي سهڻي تلاءُ جي ڪناري رتنن جڙيل سنگمرمر جي ٿلهن تي وڃي ويٺا. تلاءُ ۾ نيرن، ڳاڙهن، اڇن ڪنولن جا وڏا وڏا گل ٽڙيل هوا ۽ راڄ هنس شانتيءَ سان تري رهيا هوا. انوقت ڀرت هٿ جوڙي رامچندر کي چيو:- هي پرڀو پراڻا! ڌرم جي وياکيا ڏاڍي گنڀير آهي ۽ وڏا وڏا انيڪ شاستر پڙهي ساڌارڻ منش جو من

نه دکي هو ۽ نه مورکه هو. سڀيئي
ڪو روڳ. نه ڪو ڪنگال هو، پراُپڪاري، سخي
ٺري پرش چتر، گڻوان، ودوان بلوان، سداچاري، پرش به
ڌرماتما هوندا هوا. سڀيئي استريون پتورتائون هيون ۽ ڏڪار، ميئهن نه
ڪ پتني-ورتي ۽ اِندرين کي قابو رکندڙ هوا. جو ته نالو به نه هو.
ڙ يا گهٽو پوڻ، گهٽي گرمي يا گهٽيءَ سرديءَ گايون ميئهون به
رٿوي خوشيءَ سان گهٽو اَن پيدا ڪندي هئي ۽ گل ڏيندا
جهجهو کير ڏينديون هيون. سڀ وڻ به سٺا عمدا ڦل ۽ سمان آنند مئه
هوا. مطلب ته هيءَ پرٿوي ساکيات سرڳپوريءَ
ٿي وئي.
سڀني جي گهرن ۾ شاسترن ۽ پراڻن جون پوٿر ڪٿائون ٿينديون
هيون ۽ استريون ۽ پرش پڳتي ۽ گيان ۾ رتا رهندا هوا. ايوڌيا
نگريءَ جي شوڀيا ڏسي وئراڳ به پلجي ويندو هو. سوني ۽ رتنن
سان جڙيل ڪنهڙا هوا ۽ هينان فرش ۾ به ماڻڪ ۽ انيڪ رنگين
چمڪندڙ پٿر پيل هوندا هوا. اونچا اونچا محل جڻ ته آڪاش کي
چمي رهيا هئا ۽ انهن محلن مٿان رنگين رتنن سان جڙيل سوني
جا ڪلش (گولا) سورج يا چنڊ جي تجلي ۾ رنگه برنگي ڪرڻا
ڦهلائي هڪ عجيب اِندر ڌنش جي رونق ڪندا هوا. ايوڌيا جا
اِهي گهر ڏاڍا ڪشادا، سندر ۽ من پاوندڙ هوا. سنگمرمر جو فرش،
سوني ۾ ماڻڪ ۽ پنا اُڪريل چترن سان پٿيون ۽ طرحين طرحين
جي گلن جا بوٽا، رنگه برنگي پاليل پکين جي چهچهاٽ انهن محلن
جي شوڀيا کي وڌايو ٿي. گهرن مٿان مور پيا نچندا هوا ۽ سندر
تلاون ۾ هنس ورحمت سان ترندا هوا.
پلا لڪشمي پتي، جنهن ايوڌيا جو راجا تنهن جي سمپتي ۽ دولت
جي ڪهڙي ڪٿ؟ پربتن مان هيرا ماڻڪ رتن ۽ سمنڊ مان موتي
وغيره اڻ ميا پيا نڪرندا هوا. بزارين ۾ قيمتي مالن جا ڍيڳ لڳا پيا
هوندا هوا ۽ دڪاندار ڪبير سمان ڌنوان هوندا هوا. سڀيئي سکي،
سداچاري، سندر ۽ بلوان هوندا هوا. رام-راڄ ۾ ڪنهنکي به شرير

جو، من جو، پوت پشاچ يا ديوتائن جو يا قدرتي (زلزلي، پوڏ، ڏڪار وغيرھہ) ڪشٽ نہ ٿيندو ھو. ڌرم پنھنجي چئني پيرن (سچ، صفائي، ديا ۽ ٽياڳ) سان سڄي جڳت ۾ ڦھليل ھوندو ھو ۽ ڪوئي سپني ۾ بہ پاپ نہ ڪندو ھو.

شھر جي اُتر ۾ سرجو ندي وھندي ھئي، جنھنجو جل اونھو ۽ نرمل ھوندو ھو. نديءَ جي ڪناري: سنگمرمر جا گھاٽ ۽ ڏاڪڻيون ٺھيل ھيون. استرين جي سنان ۽ پاڻي ڀرڻ لاءِ جدا گھاٽ ھوا، پرشن جي لاءِ جدا گھاٽ ھوا. ڪناري تي انب، پپل ۽ بڙ جي وڻن ڇايادار وڻن جي ھيٺان گياني مني ۽ سنياسي وينا جپ تپ ڪندا ھوا. مطلب تہ "يٿا راجا تٿا پرجا" جي انوسار راجا کي ڏسي پرجا بہ پنھنجي ڌرم ڪرم ۽ فرض تي دريڙ ھئي. اِن سبب ايوڌيا ۾ چوطرف سک شانتيءَ جو واسو ھو ۽ ديش ۾ اَٺ سڌيون ۽ نوَ نڌيون ھيون جو ڪنھن قسم جي اڻاٺ نہ ھئي ۽ سڀ ڪجھہ جھجھو ھئو.



## شري رامچندر جو اُپديش.



شري رام پراتھہ ڪال جو اُٿي، سنان سنڌيا آدي ڪري، دربار ۾ ويھي راڄ جو ڪاروبار ھلائيندو ھو ۽ ڀائرن سان صلاح مصلحت ڪري معاملن جا فيصلا ڪندو ھو. ھو گرو وسشٽ ۽ ٻين ڌرم آچارين ۽ تپسوين کان ڌرم اُپديش ٻڌندو ھو ۽ ساڻن گيان گوشٽ ڪندو ھو. ھڪ ڏينھن رامچندر ٽنھي ڀائرن ۽ ھنومان سان گڏ پنھنجي سندر باغ ۾ ويو جتي سپيئي تلاءُ جي ڪناري رتنن جڙيل سنگمرمر جي تلھن تي وڃي وينا. تلاءُ ۾ نيرن، ڳاڙھن، اڇن ڪملن جا وڏا وڏا ڦل ٽڙيل ھوا ۽ راڄ ھنس شانتيءَ سان تري رھيا ھوا. انوقت ڀرت ھٿ جوڙي رامچندر کي چيو:- ھي پوجيہ ڀراتا! ڌرم جي وياکيا ڪندي گنڀير آھي ۽ وڏا وڏا انيڪ شاستر پڙھي سڌارڻ منش جو من

نه ڪو روڳي. نه ڪو ڪنگال هو، نه دکي هو ۽ نه ٻوڙو، انڌو، ٻاٻرو
استري پرش چتر، گڻوان، ودوان ٻلوان، سداچاري، پراُپڪاري، سخي
۽ ڌرماتما هوندا هوا. سڀيئي استريون پتورتائون هيون ۽ پرش به
ايڪ پتني-ورتي ۽ اِندرين کي قابو رکندڙ هوا. ڏڪار، مينهن نه
پوڻ يا گهٽو پوڻ، گهٽي گرمي يا گهٽيءَ سرديءَ جو ته نالو به نه هو.
پرٿوي خوشيءَ سان گهڻو اَن پيدا ڪندي هئي ۽ ڳايون مينهون به
جهجهو کير ڏينديون هيون. سڀ وڻ به سٺا عمدا ڦل ۽ گل ڏيندا
هوا. مطلب ته هيءَ پرٿوي ساکيات سرڳپوريءَ سمان آنند مئه
ٿي وئي. ۽ پراڻن جون پوٿر ڪٿائون ٻڌنديون
سڀني جي گهرن ۾ شاسترن ۽ پراڻن جون پوٿيون ٻڌنديون هيون ۽ استريون ۽ پرش پيڪتي ۽ گيان ۾ رتا رهندا هوا. ايوڌيا
نگريءَ جي شوڀيا ڏسي وئراڳيه به پلجي ويندو هو. سوني ۽ رتن
سان جڙيل ڪنهڙا هوا ۽ هيٺان فرش ۾ ٻه ماڻڪ ۽ انيڪ رنگين
چمڪندڙ پٿر پيل هوندا هوا. اونچا اونچا محل جڻ ته آڪاش کي
ڇهي رهيا هئا ۽ انهن محلن مٿان رنگين رتن سان جڙيل سوني
جا ڪلش (گولا) سورج يا چنڊ جي تجلي ۾ رنگ برنگي ڪرڻا
ڦهلائي هڪ عجيب اِندر ڌنش جي رونق ڪندا هوا. ايوڌيا جا
اِهي گهر ڏاڍا ڪشادا، سندر ۽ من ٻاوندڙ هوا. سنگمرمر جو فرش
سوني ۾ ماڻڪ ۽ پنا اُڪريل چٽرن سان پکيون ۽ طرحين طرحين
جي گلن جا ٻوٽا، رنگ برنگي پاليل پکين جي چهچهاٽ انهن محلن
جي شوڀيا کي وڌايو ٿي. گهرن مٿان مور پيا نچندا هوا ۽ سند
ٽلاون ۾ هنس ورحت سان ترندا هوا.
ڀلا لڪشمي پتيءَ جنهن ايوڌيا جو راجا تنهن جي سمپتي ۽ دولت
جي ڪهڙي ڪٿ؟ پرٻتن مان هيرا ماڻڪ رتن ۽ سمنڊ مان موتي
وغيره اڻ ميا پيا نڪرندا هوا. بزارين ۾ قيمتي مالن جا ڍير لڳا
هوندا هوا ۽ دڪاندار ڪبير سمان ڌنوان هوندا هوا. سڀيئي سک
سداچاري، سندر ۽ ٻلوان هوندا هوا. رام-راڄ ۾ ڪنهنکي به ش

جو، ڪِن جو، ڀوت پشاچ يا ديوتائن جو يا قدرتي (زلزلي، ٻوڏ، ڏڪار وغيره) ڪشٽ نہ ٿيندو هو. ڌرم پنهنجي چئني پيرن (سچ، صفائي، ديا ۽ تياڳ) سان سڄي جڳت ۾ ڦهليل هوندو هو ۽ ڪوئي سپني ۾ بہ پاپ نہ ڪندو هو.

شهر جي اتر ۾ سرجو ندي وهندي هئي، جنهنجو جل اونهو ۽ نرمل هوندو هو. نديءَ جي ڪناري: سنگمرمر جا گهاٽ ۽ ڏاڪڻيون ٺهيل هيون. استرين جي سنان ۽ پاڻي ڀرڻ لاءِ جدا گهاٽ هوا. پرشن جي لاءِ جدا گهاٽ هوا. ڪناري تي انب، پپل ۽ ٻڙ جي وڻن ڇايادار وڻن جي هيٺان گياني مني ۽ سنياسي ويٺا جپ تپ ڪندا هوا. مطلب تہ "يٿا راجا تٿا پرجا" جي انوسار راجا کي ڏسي پرجا بہ پنهنجي ڌرم ڪرم ۽ فرض تي دري هئي. اِن سبب ايوڌيا ۾ چوطرف سک شانتيءَ جو واسو هو ۽ ديش ۾ اٺ سڌيون ۽ نؤ نڌيون هيون جو ڪنهن قسم جي اڻاٺ نہ هئي ۽ سڀ ڪجهہ جهجهو هئو.



## شري رامچندر جو اُپديش.

شري رام پراڀات ڪال جو اُٿي، سنان سنڌيا آدي ڪري، دربار ۾ ويهي راڄ جو ڪاروبار هلائيندو هو ۽ ڀائرن سان صلاح مصلحت ڪري معاملن جا فيصلا ڪندو هو. هو گرو وسشٽ ۽ ٻين ڌرم آچارين ۽ تپسوين کان ڌرم اُپديش ٻڌندو هو ۽ ساڻن گيان گوشٽ ڪندو هو. هڪ ڏينهن رامچندر ڀائرن ۽ هنومان سان گڏ پنهنجي سندر باغ ۾ ويو جتي سپيئي تلاءَ جي ڪناري رتنن جڙيل سنگمرمر جي ٿلهن تي وڃي ويٺا. تلاءُ ۾ نيرن، ڳاڙهن، اڇن ڪملن جا وڏا وڏا گل ٽڙيل هوا ۽ راڄ هنس شانتيءَ سان تري رهيا هوا. انوقت ڀرت هٿ جوڙي رامچندر کي چيو:- هي پوڄيہ ڀراتا! ڌرم جي وياکيا ڏاڍي گنڀير آهي ۽ وڏا وڏا انيڪ شاستر پڙهي ساڌارڻ منش جو من

نه ڪو روڳ. نه ڪو ڪنگال هو، نه دکي هو ۽ نه مورک هو. سڀيئي
استري پرش چتر، گڻوان، ودوان، بلوان، سداچاري، پراُپڪاري، سخي
۽ ڌرماتما هوندا هوا. سڀيئي استريون پتورتائون هيون ۽ پرش به
ايڪ پتني-ورتي ۽ اِندرين کي قابو رکندڙ هوا. ڏڪار، ميئهن نه
پوڻ يا گهٽو پوڻ، گهٽي گرمي يا گهٽيءَ سرديءَ جو ته نالو به نه هو.
پرٿوي خوشيءَ سان گهڻو اَن پيدا ڪندي هئي ۽ گايون ميئهون به
جهجهو کير ڏينديون هيون. سڀ وڻ به سنا ءِ مدا ڦل ۽ گل ڏيندا
هوا. مطلب ته هيءَ پرٿوي ساکيات سرڳپوريءَ سمان آنند مئه
ٿي وئي.

سيتي جي گهرن ۾ شاسترن ۽ پراڻن جون پوٿر ڪٿائون ٿينديون
هيون ۽ استريون ۽ پرش ڀڳتي ۽ گيان ۾ رتا رهندا هوا. ايوڌيا
نگريءَ جي شوڀيا ڏسي وئراڳ به پلجي ويندو هو. سوني ۽ رتنن
سان جڙيل ڪنهڙا هوا ۽ هينان فرش ۾ بــه ماڻڪ ۽ انيڪ رنگين
چمڪندڙ پٿر پيل هوندا هوا. اونچا اونچا محل جڻ ته آڪاش کي
چمي رهيا هئا ۽ انهن محلن مٿان رنگين رتنن سان جڙيل سوني
جا ڪلش (گولا) سورج يا چنڊ جي تجلي ۾ رنگ برنگي ڪرڻا
ڦهلائي هڪ عجيب اِندر ڌنش جي رونق ڪندا هوا. ايوڌيا جا
اِهي گهر ڏاڍا ڪشادا، سندر ۽ من ڀاوندڙ هوا. سنگمرمر جو فرش،
سوني ۾ ماڻڪ ۽ پنا اُڪريل چترن سان پٽيون ۽ طرحين طرحين
جي گلن جا بوٽا، رنگ برنگي پاليل پکين جي چهچهاٽ انهن محلن
جي شوڀيا کي وڌايو ٿي. گهرن مٿان مور پيا نچندا هوا ۽ سندر
تلاون ۾ هنس درحت سان ترندا هوا.

١ ڀلا لڪشمي پتي، جنهن ايوڌيا جو راجا تنهن جي سمپتي ۽ دولت
جي ڪهڙي ڪٿ؟ پربتن مان هيرا ماڻڪ رتن ۽ سمنڊ مان موتي
وغيره اڻ ميا پيا نڪرندا هوا. بزارين ۾ قيمتي مالن جا ڍيڪ لڳا پيا
هوندا هوا ۽ دڪاندار ڪبير سمان ڌنوان هوندا هوا. سڀيئي سکي،
سداچاري، سندر ۽ بلوان هوندا هوا. رام-راڄ ۾ ڪنهنکي بـه شرير

انگري ڀرت کي يُوراج جي پدوي ملي ۽ رامچندر ڪانپوءِ راڄ جو حقدار هو ليکيو ويو. سگريو، وڀيشڻ ۽ ٻين کي ايوڌيا ۾ آئي ڇهه مهينا گذري ويا، پر هو اُتي اهڙي آنند ۾ رهيا پيا هوا جو ڪين پنهنجا گهر به وسري ويا. هڪ ڏينهن رامچندر سڀني مترن کي پاڻ وٽ گهرائي چيو:- هي مترو! توهان منهنجي ڏاڍي سهائتا ڪئي آهي ۽ مان توهانجي روبرو توهانجي وڏائي ڪيئن ڪريان! توهان مونلاءِ پنهنجا گهر ٻار، راڄ پاٽ ۽ آرام تياڳيو، پنهنجي جان جوکم ۾ وجهي منهنجو ڪارج ڪيو آهي. توهان مونکي ڀرت، ايوڌيا، جانڪيءَ ۽ پنهنجن پراڻن کان به وڌيڪ پيارا آهيو، پر تہ به هاڻي توهان پنهنجي پنهنجي گهر وڃو. جيئن مان سداءِ توهانکي ياد ڪندو رهندس، تيئن توهان به مونکي نہ وسارجو ۽ مونسان ملڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ايوڌيا اچجو.

رامچندر جا اِهي مڌر وچن سڀني کي ڏاڍو وڻيا پر هنن شري رام کان پري رهڻ نٿي چاهيو. نيٺ هو پنهنجا ڪرتويہ نباهڻ لاءِ پنهنجي راڄڌانيءَ وڃڻ لاءِ تيار ٿيا. تڏهن رامچندر انيڪ رنگين عمدا عمدا وستر ۽ قيمتي آڀوشڻ گهرايا ۽ پنهنجن هٿن سان سڀني متر کي پهرايا. هوڏانهن مهاراڻي سيتا به سڀني وانرن جي استرين کي قيمتي ڪپڙا گهڻا ۽ ٻيون انيڪ سوکڙيون ڏنيون. انريت رامچندر ڏاڍي پريم سڪ ۽ آدر سان پنهنجن مترن کي سندن گهرن ڏانهن راهي ڪيو، رگهو هنومان پنهنجي راجا سگريو کان موڪل وٺي، رامچندر جي سيوا لاءِ ايوڌيا ۾ رهڻ لڳو.

رامچندر جي راڄ ۾ سڀي پرجا پنهنجي ورڻ ۽ آشرم انوسار ڌرم ۾ تتپر رهڻ لڳي، جنهنڪري چوطرف سک ۽ شانتي ڇانئجي ويئي. ڪوئي ڪنهن سان وير يا دويش نہ رکندو هو ۽ نہ ڪنهن کي ڪو ڏک، شوڪ يا روڳ رهندو هو. سڀني جا شرير سندر ۽ نروڳ رهندا هوا ۽ سڀيئي هڪ ٻئي کي پريم ڪندا هئا ۽ نيتي مريادا موجب هلندا هوا. ننڍي اوستا ۾ نہ ڪنهن جي مرتيو ٿيندي هئي ۽

نغارا ۽ شرنايون وڄائڻ لڳا. گورو وسشٽ ڀرپايئين رامچندر کي
راڄتلڪ ڏنو ۽ هڪ راڄ مڪٽ جنهنسان سدائين اکيواکو ونس جي




راڄائن جو راڄتلڪ ٿيو هو، سو رامچندر جي مٿي تي رکيو. انوقت
چوطرف شنک ۽ ناد وڄڻ لڳا. اپسرائون نچڻ لڳيون ۽ ڀٽ ۽ چارڻ
اُستتي ڪرڻ لڳا. ڀرت، لڪشمڻ، شترگهن، وڀيشڻ، سگريو ۽
هنومان آدي رامچندر مٿان ڇٽ، چنور، پنکا، ڏنش، تلوار ۽ گدا
کڻي بيٺا. رامچندر جي راڄتلڪ جي اُتسو جي اِها انوپم سوڀيا ڏسڻ
لاءِ خود ديوتائون به اچي اُتي حاضر ٿيا. چوطرف آنند منگلاچار ٿيڻ
لڳا. رامچندر کي راڄگديءَ تي ويٺل ڏسي ڪوشليا، سمترا ۽
ڪيڪئي آدي مائائون ڏاڍو پرسن ٿيون ۽ گهورون گهورڻ لڳيون.
رامچندر به اُن موقعي تي ايترو دان ڪيو جو ايوڌيا ۾ ڪو به غريب
نه رهيو.

راڄ ابيشڪ وقت رامچندر سيتا کي هڪ هيرن جو هار ڏنو،
جيڪو هن وري هنومان کي ڏيئي ڇڏيو، ڇو ته ڏکن ويل هنومان
ئي اچي ڪيس آٿت ڏنو هو. شري رام لڪشمڻ کي چيو ته تون مونسان
گڏ تخت تي ويهي راڄ ڀوڳڻ ۾ شريڪ ٿيءُ پر لڪشمڻ اهو قبول نه
ڪيو ۽ چيو:- هي ڀراتا! انهيءَ اوچ پدويءَ جي يوگيه پيارو ڀاءُ ڀرت
مان ته توهانجو داس ٿي رهڻ وڌيڪ پسند ٿو ڪريان.



کي به اسنان ڪرائي راڄائي وستر پهرائي هار سينگار ڪرايا. تنهن
ڪانپوءِ سيتي رٿن تي سوار ٿي ايوڌيا نگريءَ ۾ پرويش ڪيو.
شري رام جي رٿ جي گهوڙن جون واڳون ڀرت جهليون، شترو گهن
ڇٽ، لڪشمڻ پکو ۽ ويڀيشڻ چنور جهولائڻ لڳو. انريت رامچندر
ڌوم ڌام سان چوطرف سينگاريل ايوڌيا ۾ پرويش ڪيو. ايوڌيا واسي
آنند ۾ ڀرجي رامچندر جي جئه جئڪار پڪارڻ لڳا ۽ ڪنهن ٿي
ڀي شوڀنيڪ استريون رامچندر جي سواريءَ مٿان گلن جي ورکا ڪرڻ
لڳيون. انوقت ايوڌيا ۾ چوطرف خوشيون ٿيڻ لڳيون ۽ جـتي
ڪٿي اپسرائن جا ناچ ۽ راڳ رنگ ٿيڻ لڳا.

رامچندر محلات ۾ پهچي، پهريائين ماتا ڪيڪئي جي محل
۾ وڃي سندس پيرن تي سيس نوايو. ڪيڪئي ڏاڍو شرمسار ٿي
رهي هئي پر رامچندر پرالبڌ تي ڏوهه رکي ڪيس مڌر وچنن سان
سمجهائي سکي ڪيو. ڀرت ۽ رام ميلاپ ۾ جيڪو الوڪڪ پريم هو
سو ڏسي ماتا ڪيڪئي کي پرم آنند ٿيو. هن محسوس ڪيو ته شري
رام جي چرڻن ۾ ڀرت کي جيڪو آنند مليو ۽ راڄائي تياڳڻ ۾
هنکي جيڪو گورو ۽ امت جس مليو سو راڄائي ڇٽ پهرڻ سان
ڪيس بنه ڪين ملي ها. تنهنڪانپوءِ رامچندر ۽ سيتا پنهنجي محل ۾
پرويش ڪيو ۽ رامچندر جي مترن يعني سگريو وڀيشڻ آدي جـي
رهڻ جو اُتم پربنڌ جدا محلاتن ۾ ڪيو ويو.



## رامچندر جو راڄتلڪ.

گرو وسشٽ ۽ برهمڻن شڀ مهورت ڏسي رامچندر ۽ سيتا
کي راڄ سنگهاسن تي وهاريو. رتنن ۽ هيرن سان جڙيل سوني جي
سنگهاسن تي جڏهن رامچندر ۽ سيتا ديه آڀوشڻ ۽ راڄائي وستر
پهري اچي ويٺا، تڏهن اُنهنجي شوڀيا ڏسي ڪروڙين ڪامديو به
لڄي ٿيڻ لڳا. برهمڻ ويد منتر اُچارڻ لڳا ۽ آڪاش ۾ ديوتائون

رامچندر ۽ ڀرت جو اهڙو ميلاپ ۽ پريم ڏسي وڀيشڻ، سگريو ۽ ٻين جي اکين مان آنسو وهڻ لڳا. چاريئي ڀائر جڏهن هڪ ٻئي سان ڳلي لڳي مليا تڏهن سندن گهڻي وقت جي وڇوڙي جي ڏک جو ناس ٿيو. رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا، سڀني مائن جي چرڻن ۾ سر نوائي کين مٺا وچن چيا. ڀرت ۽ شترگهن رامچندر جي مترن سگريو، جامونت، وڀيشڻ ۽ انگد آديءَ سان ٻہ ڳلي لڳي مليا ۽ سندن آدر ستڪار ۽ سواگت ڪيائون. سگريو، وڀيشڻ آدي سڀيئي گرو



وسشٽ کي پيرين پيا ۽ پوءِ ڪوشليا آدي مائن جي چرڻن ڪي ڪري آسيس ورتائون.

رامچندر ۽ ٻيا سڀيئي نندي‌گرام ۾ ڀرت جي آشرم ۾ آيا ۽ اُتي پهچي رامچندر پشپڪ ومان کي اُن جي اصلي مالڪ ڪبير ڏي موڪلي ڏنو. ڀرت شري رام کي چيو:- هي پوڄيہ ڀراتا! توهان هيءُ راڄ مونکي سنڀالڻ لاءِ ڏنو هو، سو هاڻي مان توهان کي واپس ٿو ڪريان. مان توهانجو آگياڪري سيوڪ آهيان ۽ هاڻي آگيا ڏيو تہ توهانجو راڄتلڪ ٿئي.

ڀرت جي چوڻ موجب رامچندر راڄا ٿيڻ سويڪار ڪيو. تنهن ڪانپوءِ رامچندر ڀرت جون جٽايون کوليون ۽ ٽئني ڀائرن پنهنجون ن ڪٽايون ۽ اسنان ڪري راڄائي وستر ڌارڻ ڪيا. مائن سيتا

الوڪڪ پريم جي ڳالهه ٻڌائي، تڏهن رامچندر وِمان تـي چڙهي ايوڌيا ڏانهن هليو.

ٻئي صبوح ڏينهن جـو ڀرت گرو وسشٽ، مائرن، منترين ۽ مکيه مکيه نگرواسين کي وٺي رامچندر جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ شهر کان ٻاهر نڪتو. ڀرت پنهنجي مٿي تي رامچندر جون چاکڙيون رکيون ۽ شتروگهن انهن مٿان چنور جهولائيندو هليو. پٽن ۽ چارڻ استوتر پڙهندا هليا ۽ چوطرف ناد ۽ توتارا وڄڻ لڳا. رامچندر وِمان مان سگريو آدي مترن کي پوڪر ۽ پياري ايوڌيا نگري ڏيکاري ۽ ڀرت ۽ نگرواسين کي اڳواڻيءَ لاءِ ايندو ڏسي رامچندر وِمان کي هيٺ لاٿو. وِمـان مـان هيٺ لهي رامچندر سڀني کـي نمسڪار ڪيو ۽ گرو وسشٽ ۽ ٻين براهمڻن جي چرڻن تي سيس نوايو. رامچندر کـي ڏسي سڀيئي آنند ۾ ٻڏجي ويا ۽ ڀرت ته هٿ جوڙي چپ چاپ ڪيس هڪ ٽڪ نهاريندو



رهيو. جڏهن ڀرت وڃي رامچندر جي چرڻن کي پڪڙيو ته رامچندر ڏاڍي پريم سان کڻي ڇاتيءَ لاتس. ٻنهي ڀائرن جي ڪمان سمان نيترن مان جل وهڻ لڳو ۽ گهڻي پريم ڪري روم روم ۾ آنند ڇانئجي ويو. شري رام ڀرت کان ڪشل منگل پڇڻ لڳو پر ڀرت جـي مکه مان ڪو وچن ئي نٿي نڪتو. ٻنهي جي ملڻ جو اُهو سک من ۽ وچن کان پري آهي، جنهن لاءِ ڪنهن ڪويءَ چيو آهي ته ”پنو پرٿوي جي ڪجي ۽ سمنڊ ڪجي مس، ته به پورو ٿئي نـه رس، انهيءَ ڀرت ميلاپ جو.“

شري رام جي بنواس جي مدي پوري ٿيڻ جو باقي هڪ ڏينهن وڃي رهيو هو. ايوڌيا واسي چنتا ۾ پرجي جتي ڪٿي اِهوئي سوچ ڪري رهيا هئا ته اڃا رامچندر جو ڪين آيو! رامچندر جي ويوگ ۾ سڀيئي ڏبرا ٿي ويا هوا ۽ ڀرت جي دشا جو ته ورڻن ئي نٿو ڪري سگهجي. هنجي مٿي تي جٽائون ٻڌجي ويون هيون. هو ايوڌيا کان ٻاهر بن ۾ ڪٽيا ٺاهي رهندو هو ۽ راجائي وستر تياڳي هرڻ جي کل اوڍيندو هو. هو ڦل ڦول کائي گذران ڪندو هو ۽ هڪ بنواسي جي نيم ۾ هلندو هو. ڀرت گويا ساڪيات ڌرم، تياڳ ۽ پراڻري پريم جو پتلو هو. جڏهن شري رام جي وڇوڙي جي سمنڊ ۾ ڀرت جو من ٻڏي رهيو هو، تڏهن هنومان اچي سهڙيو، جيئن ٻڏندڙ کي بچائڻ لاءِ ڪا ٻيڙي اچي پهچي.

ويوگ جي دک ۾ نربل ٿيل ڀرت کي رام رام جپيندو ۽ پريم جا لڙڪ ڳاڙيندو ڏسي، هنومان به پريم ۾ پرجي گدگد ٿيو ۽ رومانچ ڪڙا ٿي ويس. نيٺ هنومان ڀرت کي پرڻام ڪيو ۽ رامچندر جي اچڻ جو شڀ سماچار ستايو. پلا اِنکان وڌيڪ ڀرت لاءِ ٻي ڪهڙي خوشي ٿيندي! آنند جي جوش ۾ هن جو بدن ڌڪڻ لڳو ۽ مکم مان آوازئي نٿي نڪتس. هن هنومان کي گلي لڳايو ۽ آنند جا آنسو وهائيندي ڪائونس سمورو ورتانت پڇيو. هنومان به ڀرت کي رامچندر جي بنواس جو سمورو اِتهاس ٻڌايو. تڏهن ڀرت شترو گهن کي آگيا ڏني ته رامچندر جي موٽڻ جي خوشيءَ ۾ خوشيون ملايون وڃن ۽ شهر سينگاريو وڃي. ايوڌيا ۾ جڏهن اها خوشخبري ڦهلجي ويئي تڏهن گهر گهر ۾ واڌايون ورڻ لڳيون ۽ استريون منگليڪ گيت ڳائڻ لڳيون. سڄي نگر کي جهنڊين ۽ گلن سان سينگاريو ويو، گهنڊ گهڙيال وڄڻ لڳا ۽ ديوتائن جي پوڄا ٿيڻ لڳي. هنومان ڀرت کي چيو ته شري رامچندر ڀرت کي پراڻن کان به وڌيڪ پيار ڪندو آهي. نيٺ هنومان پيرين پئي ڀرت کان موڪلايو. هنومان گنگا ـــ پهچي جڏهن رامچندر کي ڀرت ۽ ايوڌيا واسين جي

एहि ते तब सेवक होत मुदा । मुनि त्यागत जोग भरोस सदा ॥४॥
गुन सील कृपा परमायतनं । प्रनमामि निरंतर श्रीरमनं ॥
रघुनंद निकंदय द्वंद्वघनं । महिपाल विलोकय दीन जनं ॥५॥
दोहा—बार बार बर मागउं हरषि देहु श्रीरंग ।
पद सरोज अनपायनी भगति सदा सतसंग ॥

هي رام! هي لڪشمي رمڻ! هي جنم مرڻ جي ڏک کي ناس ڪرڻ وارا! توهانجي جنهن ٽڪي، آواڳمن جي ڊپ کان وياڪل هن داس جي رکيا ڪريو. هي اوڌپتي! هي ديوتائن جا سوامي! هي رماپتي! هي وشو روپ پرڀو! مان توهانجي شرڻ آيل توهانکان اِهوئي ٿو گهران ته منهنجي رکيا ڪريو! (۱) ڪامديو روپي شڪاري منش روپي هرڻن جي ڏلين ۾ وشيه واسنائن روپي باڻ هڻي اُنهن کي ليٽائي رهيو آهي. هي ناٿ! اُن (شڪاريءَ) کي ماري، واسنائن جي ٻن ۾ ڦٿڪندڙ انهن پامر اناٿ جيون جي رکيا ڪريو! (۲) جن جي توهانجي چرڻ ڪملن ۾ پريت ناهي، اُهي سدائين ڏين، اپوتر ۽ ڏکي رهندا آهن؛ پر جن کي توهانجي سمرڻ جو آڌار آهي؛ اُنهن کي سنت ۽ ڀڳوان سدائين پيارا لڳندا آهن. (۳) توهانجي سيوڪن (ڀڳتن) کي نه آهي ڪا لاڳٽي (چاهنا)، نه لالچ، نه وڏائي، نه اهنڪار. اُنهن لاءِ سمپتي (سک) يا وپتي (ڏک) هڪ برابر آهي. انڪري مني لوڪ يوڳ ساڌن جو آسرو ڇڏي سدائين پرسن ٿي توهانجا سيوڪ ٿي رهندا آهن (توهانجوئي ڀڄن ڪندا آهن). (۴) توهان گڻن شيل ۽ ڪرپا جا پرم استان آهيو. هي لڪشمي پتي! مان توهانکي نت نرنتر پرڻام ڪريانٿو. هي رگهونندن! توهان منهنجي دوند (جنم-مرڻ، سک-ڏک، پريم-نفرت، وغيره ٻنهين ڀاونائون) کي ناس ڪريو. (۵) مان توهانکان وارنوار اِهوئي ور ٿو گهران ته مونکي توهان جي چرڻ ڪملن جي اچل پريت ۽ توهانجي ڀڳتن جو سَت سنگ سدائين ملي. هي لڪشمي پتي! مونکي پرسن ٿي اِهو ور ڏيو.

॥ ॐ ॥

# شري تلسي رامائڻ

## اتر ڪانڊ



### رامچندر ۽ ڀرت جو ميلاپ.

छंद—जय राम रमारमनं समनं। भव ताप भयाकुल पाहि जनं॥
अवधेस :सुरेस रमेस विभो। सरनागत मागत पाहि प्रभो॥१॥
मनजात किरात' निपात किए। मृग लोंग कुभोग सरेन हिए॥
हति नाथ अनाथनि पाहि हरे। बिषया बन पावॅर भूलि परे॥२॥
अति दीन मलीन दुखी नितहीं। जिन्ह कें पद पंकज प्रीति नहीं॥
अवलंब भवंत कथा जिन्ह कें। प्रिय संत अनंत सदा तिन्ह कें॥३॥
नहिं राग न लोभ न मान सदा। तिन्ह कें सम बैभव वा [illegible]दा॥




گنگا جيءَ جي پوڄا ڪئي. هو ڏانهن نشاد راج گهه رامچندر جي اچڻ جو
ٻڌو ته پريم وس ڊوڙندو آيو. رامچندر رهن جو اهڙو پريم ڏسي هنکي
ڇاتي سان لڳايو ۽ پرسان وهاري سندس سمورو احوال ورتو. تلسيداس
ٿو چوي ته اهڙو ڪرپالو ڀڳوان رامچندر جيڪو نيچ اوچ جو ڪجهه
فرق نٿو رکي ۽ سڀني لاءِ سکدام آهي، تنهن پرڀوءَ کي مان مورکه
وساري ويٺو آهيان. وڏ ڀاڳي آهن اُهي منش جيڪي شري رام جو
رات ڏينهن سمرڻ ڪن ٿا. سنسار ساگر پار ڪرڻ لاءِ رام نام هڪ پڪي
جهاز مثل آهي. شري رام جي هيءَ وجهه ڪٿا جيڪو پريم ۽ شرڌا سان
پڙهندو تنهن کي سداءِ وجهه، وويڪ ۽ ويروڳيءَ جي پراپتي ٿيندي.

यह कलिकाल मलायतन मन करि देखु बिचार।
श्री रघुनाथ नाम तजि नाहिन आन अधार॥

اڙي من! ويچار ڪري ڏس! هيءَ ڪلجگ پاپن جو گهر آهي
اُن ۾ شري رگهناٿ جي نام کي ڇڏي (پاپن کان ڇوٽڻ جو) ٻيو
ڪوئي اُپاءُ ڪونهي.



لنڪا ڪانڊ سماپت.



ڪونيون ۽ ايوان هوا ۽ پنهنجي انهيءَ انوسار ڪيڏانهن به هلائي سگهبو هو. اُن ومان تي چڙهڻ مهل شري رام جڏهن وڀيشڻ، سگريو ۽ ٻين مترن کان موڪلائڻ لڳو، تڏهن اُهي چوڻ لڳا:- هي سوامي! اسانجي ڏاڍي مرضي آهي ته توهان سان ايوڌيا هلون ۽ پوڄا جوڳ پرت ۽ ڪوشليا کي هلي پرڻام ڪريون. اسان توهانجو راجتلڪ ۽ راجڌاني ڏسي پوءِ پنهنجي پنهنجي گهر موٽون.

رامچندر کي به اِها ڳالهه ڏاڍي وڻي. وانرن، لنگورن ۽ رڇن جون سينائون پنهنجي پنهنجي گهر راهي ٿيون ۽ سگريو، انگد، جاموَنت، وڀيشڻ، هنومان، نل نيل ۽ ٻيا سردار شري رام سان گڏ پشپڪ وِمان تي ويهي ايوڌيا لاءِ روانا ٿيا. سمنڊ مٿان اُڏامي جڏهن اُهو وِمان راميشور وٽ آيو تڏهن رامچندر ۽ سيتا مهاديو جي مورتيءَ کي پرڻام ڪيو. جڏهن وِمان ڪشڪندا مٿان پهتو ته سيتا جي مرضيءَ موجب سگريو آدي وانرن جي استرين کي به وِمان ۾ چاڙهيو ويو. وِمان وٽي ويني رامچندر جانڪيءَ کي رشي موڪ پربت، شبريءَ جو آشرم، گوداوريءَ جي ڪنڌي تي پنهنجي ڪٽيا وغيره سڀ جڳهيون ڏيکاريندو ۽ ڳالهيون ٻڌائيندو اچي پرياگ راج جي تيرٿ استان تي پهتو. اُتي وِمان کي هيٺ لاٿو ويو ۽ سڀني شري گنگا جمنا ۽ سرسوتي جي پرم پوتر سنگم استان تي اسنان پوڄا ڪري برهمڻن کي دان پنيه ڪيا. رامچندر مهرشي ڀردواج سان به مليو ۽ ڪائونس ايوڌيا ۽ ڀرت جو حال احوال ورتائين. پوءِ رامچندر هنومان کي ايوڌيا روانو ڪري چيو:- هي مهاويرا! تون ايوڌيا ۾ پهچي پياري ڀاءُ ڀرت کي اسانجي اچڻ جو ۽ راوڻ جي موت جو سمورو احوال وڃي ٻڌاءِ. انوقت تون هن جي چهري کي چڱيءَ طرح جاچي ڏسج ڇو جو ته جي ڀرت کي راڄ ڪرڻ جي مرضي هجي ته مونکي راڄ ڪونه کپي.

انريت هنومان کي ايوڌيا موڪلي، شري رام مهرشي ڀاردواج کان موڪلائي ۽ سڀني ساٿين سميت وِمان تي چڙهي روانو ٿيو. گنگا جي ٻيءَ پر وِمان کي لاٿو ويو، جتي سيتا پنهنجي باس موجب

سيتني وانرن کي بہ خوشيءَ سان ورهائي ڏيو. هي ناٿ! مان سڀ
پرڪار سان توهانجو آگياڪاري داس آهيان. توهان ڪرپا ڪري
ڪجهہ ڏينهن لنڪا ۾ رهي آرام ڪريو تہ جيئن مان توهانجي ڪجهہ
سيوا ڪري سگهان.

شري رام چيو:- هي مترا! پتا جي آگيا موجب مان ڪنهن بہ
شهر ۾ رهي نٿو سگهان ۽ هاڻي چوڏهن ورهين جو مدو بہ اچي پورو
ٿيڻ تي آهي سو مونکي جلد ايوڌيا ورڻ گهرجي. پياري ڀاءُ ڀرت
جي پريت ياد ڪري هڪ هڪ پل مونکي ڪلپ وانگر ٿو ڀاسي.
تون ڀلي وماں تي چڙهي ڪپڙا ۽ مڻيا وانر سينا مٿان وساءِ ۽ اسانجي
ايوڌيا موٽڻ جو جلد ڪو پربنڌ ڪر.

رامچندر جي آگيا موجب وڀيشڻ هڪ ودي وماں ۾ انيڪ
پرڪارن جا وستر ۽ سوني هيرن جواهرن جا مڻيا ڀري اچي وانر سينا
مٿان ورکا ڪئي. وانرن کي جيڪي وڻيو سو کنيائون. هو ماڻڪن
کي کاڌي جي شيءِ سمجهي مک ۾ وجهڻ لڳا ۽ انيڪ طرح جا کهڙا



اُپتا سپتا پائڻ لڳا. اهو ڏسي شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا کلڻ لڳا.
انوقت رامچندر جي ايوڌيا موٽڻ لاءِ وڀيشڻ پشپڪ وماں آڻي آندو.
اُهو وماں ڏاڍو سندر، سون ۽ جواهرن سان جڙيل هو ۽ اُن ۾ انيڪ
اُن ۾ چتر چٽيل هوا. اُهو ڏاڍو ڪشادو هو جو اُن ۾ هيٺ مٿي کهٽيڪي

توهان سيوڪن کي آنند ڏيڻ وارا، شوڪ ۽ ڏپ کـــي ناس ڪ
وارا، سداءِ ڪروڌ رهت ۽ نتيه گيان سروپ آهيو. توهانجو. او
سريشٽ، اپار ديه گڻن وارو، پرٿويءَ کان بار لاهڻ وارو ۽ گيان جي
بادلن جو ميڙ آهي. (٢) هي گڻ ۽ گيان جا ڀنڊار! هي مان رهت
جي اڄنما، وياپڪ ۽ مايا جي وڪارن کان رهت شري رام! مان
سداءِ توهانکي نمسڪار ڪريانٿو. توهانجي ٻانهن جـــو پرتاپ ۽ ٻل
پرچنڊ آهي. دشٽن جي ٽولن کي ناس ڪرڻ ۾ توهان ڏاڍا ڪشل
آهيو. (٣) هي دين ديال! هاڻي ديـا ڪريو ۽ منهنجي ڀيد ڪندڙ
ٻڌيءَ کي دور ڪريو، جنهنجي ڪري مـــان اُبتا ڪـــم ڪريانٿو ۽
جيڪي دکم آهي تنهن کي سکم مڃي آنند ۾ رهانٿو. (٤) توهان دشٽن
کي کنڊن ڪندڙ، پرٿويءَ جا منوهر پوشڻ آهيو. شو پارٻتي ٻـــ
توهانجا چرن پوڄين ٿا. هي راجائن جا مهاراج! مونکي اهو وردان ڏيو
ته توهانجي ڪلياڻ دائڪ چرڻ ڪملن ۾ سداءِ منهنجي پريت رهي."
ديوراج اِندر چوڻ لڳو:- هي رگهوناٿ! توهان مها ٻلي راڪشس راوڻ
ڪي ماري هڪ وڏي بلا ٽاري آهي ۽ اسان سڀني ديوتائن کي نرڀئه
ڪيو آهي. هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايو تـــ مان توهانجي ڪهڙي
سيوا ڪريان؟

رامچندر وراڻيو:- هي ديوراج! جن وانرن منهنجي يڌ ۾
ڻ ڏنا آهن، تن سڀني کي جيئرو ڪريو ۽ جن جا ڪي به عضوا
ي پيا آهن تن کي به نوبنو ڪريو.

اهو ٻڌي اِندر ديو وانرن تي امرت جي ورکا ڪئي تـــه مئل
ائين اُٿي ويٺا جيئن ڪو گهريءَ ننڊ مان اُٿندو آهي ۽ پين
جا پگل انگ به ٺيڪ ٿي ويا. تنهن ڪانپوءِ ديوراج اِندر پنهنجي
ماتليءَ سميت پنهنجي لوڪ پڌاريو. تنهن ڪانپوءِ وڀيشڻ هـــٿ
رامچندر کي وينتي ڪري چوڻ لڳو:- هي ناٿ! هن داس
کي هلي پوتر ڪريو، سنان آدي ڪري راجائي وستر ڌارڻ
هلي لنڪا جو خزانو مال ملڪيت ڏسو ۽




هئي. هاڻي هوءَ سڀني اڳيان نشڪلنڪ ثابت ٿي، ۽ انلاءِ جيئن توهان
مونکي چيو آهي تيئن مان جانڪيءَ کي انگيڪار ڪريان ٿو.
ائين چئي رامچندر ڏاڍي آدرسان سيتا کي پنهنجي ڀر ۾ ويهاريو.
اگني ديوتا به انترڌان ٿي ويو. انوقت شيام سندر رامچندر جي کٻي
پاسي ويٺل سيتا ائين شوڀايمان ٿي رهي هئي جيئن نيري ڪمل جي
ڀرسان ڪا سوني ڪمل جي ڪلي ٽڙيل هجي.

## اندر جو مئل وانرن کي جيئرو ڪرڻ ۽ رامچندر جو ايوڌيا موٽڻ.

پنهنجي دشمن راوڻ جي موت ڪري ديوتائون ڏاڍا پرسن ٿيا ۽
رامچندر روپ اچي سندس اُستتي ڪرڻ لڳا. برهما جي پريم ۾ گد گد
ٿي هنريت اُستتي ڪرڻ لڳو:-

जय राम सदा सुख धाम हरे। रघुनायक सायक चाप धरे॥
भव बारन दारन सिंह प्रभो। गुन सागर नागर नाथ बिभो ॥१॥
जन रंजन भंजन सोक भयं। गतक्रोध सदा प्रभु बोधमयं॥
अवतार उदार अपार गुनं। महि भार बिभंजन ग्यानघनं ॥२॥
गुन ग्यान विधान अमान अजं। नित राम नमामि बिभुं बिरजं॥
भुज दंड प्रचंड प्रताप बलं। खल बृंद निकंद महा कुसलं ॥३॥
अब दीनदयाल दया करिए। मति मोरि बिभेदकरी हरिऐ॥
जेहिं ते बिपरीत क्रिया करिए। दुख सो सुख मानि सुखी चरिऐ ॥४॥
खल खंडन मंडन रम्य छमा। पर पंकज सेवित संभु उमा॥
नृप नायक दे बरदानमिदं। चरनांबुज प्रेमु सदा सुभदं ॥५॥

هي سدائين سک جا ڌام ۽ (ڏکه ڪٽڻ وارا) هري! هي ڌنش ٻاڻ
ڌارڻ ڪندڙ رگهوناٿ! توهانجي جئه ٿئي. هي پرڀو! توهان ڀؤ (جنم
مرڻ) روپي هاٿيءَ کي چيرڻ لاءِ شينهن سمان آهيو. هي ناٿ! هي
سرو وياپڪ! توهان گڻن جا سمندر ۽ ڏاڍا چتر آهيو. (۱) هي پرڀو

ڪئي ۽ ائين چوندي اگنيءَ ۾ پرويش ڪيو ته:- جيڪڏهن منهنجو هردو سداءِ رگهوناٿ ۾ لڳل آهي ته سڀ جو ساکي اگني ديوتا منهنجي رکيا ڪري! جي مون من، وچن ۽ ڪرم سان پنهنجي پتيءَ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهنجو ڌيان نه ڪيو آهي ته اگني ديوتا منهنجي رکيا ڪري! جي مان پتورتا ۽ نشڪلنڪ آهيان ته اگني ديوتا منهنجي رکيا ڪري!



ائين چئي اگني ديوتا کي هٿ جوڙي، جڏهن سيتا اُن اگنيءَ جي پنيٽ ۾ گهڙي ويئي ته اُتي بيٺل وانرن ۽ راڪشسن ۾ هاهاڪار مچي ويو. پر سڀني جي اچرج جي حد نه رهي جڏهن اُن اگنيءَ مان ساکيات پاڻ اگني ديوتا سيتا کي صحيح سلامت وٺي ٻاهر نڪتو ۽ چوڻ لڳو:- هي رگهوير! جانڪي بلڪل نردوش ۽ نشڪلنڪ آهي. راوڻ هن کي انيڪ لالچون ۽ ڌمڪيون ڏنيون، پر هن سٽيءَ جو من ڪڏهن به وچلت نه ٿيو ۽ هوءَ سداءِ توهانجي پريم ۽ ڀڳتيءَ ۾ درڍ رهي. هيءَ نشپاپ آهي ۽ هن کي سويڪار ڪريو.

اگني ديوتا جا وچن ٻڌي چوڌاري خوشي ڇانئجي ويئي ۽ شري رام به پرسن ٿيو. هو چوڻ لڳو:- اگني ديوتا! مونکي چڱيءَ طرح سڌ آهي ته جانڪيءَ جو من سداءِ مونپر لڳل آهي، پر راوڻ جي گهر رهڻ ڪري، لوڪن جي درشٽيءَ ۾ سندس پريکيا ٿيڻ ضروري

ڪندس ته عام پرجا لاءِ اِهو خراب مثال ٿيندو. انلاءِ هن سيتا کي چيو:- ڪلياڻي! سنگرام ۾ شتروءَ کــي جيتي مون توکي هن جي چنبي مان ڇڏايو ۽ پنهنجي اپمان جو بدلو چڪايو. مون جــو هيڏو ڪشالو ڪري هنن مترن جي پراڪرم ڪري يش ۾ سوڀ پاتي، سو رڳو توکي موٽائي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪين ڪيم، پر سداچار ۽ نيتيءَ جي رکيا لاءِ، اتياچاريءَ کي ڏنڊ ڏيڻ لاءِ ۽ پنهنجي اوچ ڪل جو منهن مٿي ڪرڻ لاءِ ڪيم. تون پرائي مرد وٽ رهي آهين ۽ تنهنجو هن سان سپرش ٿيو هوندو. انلاءِ هاڻي توکي جتي وڻي تتي وڃي رهه ۽ منهنجو توسان ڪوبه پريوجن ڪونهي.

ايترن ماڻهن جي اڳيان پتيءَ جي مک مان اهڙا ڪٺور وچن ٻڌي سيتا جي اکين مان جل جي ڌارا وهڻ لڳي. جنهن سيتا پتيءَ جي پريم ڪري ڪيترا سنڪٽ سٺا هوا ۽ اَچل ايڪنشٺا ڌاري پتيءَ جي تپسيا ڪئي هئي، تنهنکي اُهو پتي اڄ چيندڙ وچن چئي رهيو هو! انوقت هن سورميءَ جو تيج ظاهر ٿيو ۽ هوءَ چوڻ لڳي:- هي پراڻناٿ! توهان منهنجي سيل، سٽ ۽ پريم کي ڄاڻندي بـه اهڙا ڪٺور ۽ اَڻ سهائيندڙ وچن چئي رهيا آهيو! راوڻ مونکي زوريءَ کڻي ويو، انوقت جو هن جي سرير سان منهنجي سرير جو سپرش ٿيو، تنهن ۾ منهنجو ته ڪو وس ڪونه هئو. منهنجو وس ته پنهنجي من تي آهي جو سداءِ توهانجي ڏيان ۾ لڳل آهي. ان هوندي بـه جو توهان منهنجي سداچار ۾ سنديهه ڪريو ٿا تـه منهنجي جيئڻ مان ڪهڙو سود! هي لڪشمڻ! تون منهنجي لاءِ چکيا تيار ڪر تـه مان اگنيءَ ۾ پرويش ڪري هن شرير کي ڀسم ڪري ڇڏيان.

لڪشمڻ سيتا جو اپمان سهي نٿي سگهيو، پر اُنوقت رامچندر جو تيج ساکيات يمراج سمان هو جــو هن کي ڪجهه چوڻ جـــي ڪنهنکي بـه همت نه ٿي. سيتا جا وچن ٻڌي لڪشمڻ رامچندر ڏانهن نهاريو ۽ اشاري مان سندس مطلب سمجهي هن وڏي چکيا تيار ڪري اُن ۾ اگني لڳائي. سيتا هٿ جوڙي رامچندر جي پرڪرما

ويٺو رهيو ۽ پوءِ
ٺايو. رامچندر ڪجهه وقت مؤن ڌاري ويچار ۾ سيتا کي سنان
ڌو ساهه کڻي وڀيشڻ ۽ انگد کي آگيا ڪيائين تہ
ڪرائي ۽ راڄائي ڪپڙا ۽ گهه پارائي وٺي اچو. جيتوڻيڪ جانڪيءَ جي
مرضي هئي تہ هوءَ سنان ڪانسواءِ ميرن ڪپڙن ۾ ئي پتيءَ وٽ وڃي،
پر تہ بہ هن پتيءَ جي آگيا موجب سنان ڪيو ۽ راڄائي وستر پهريا
تہ هنجي ڪومايل سرير ۾ اُسائيل منهن ۾ پاڻي آيو. پوءِ هنکي هڪ
سينگاريل پالڪيءَ تي چاڙهيائون، جنهنجي چوگرد سوني جون
ڄٽيون کڻي دربان هلڻ لڳا. جڏهن اُها پالڪي وانر سئنا مان لنگهي،
تہ جنهن سيتا لاءِ هيڏو سنگرام لڳو هو تنهن جو درشن ڪرڻ لاءِ، وانرن
جا حشام اچي مڙيا ۽ هڪ ٻئي کي ڌڪا ڏيڻ لڳا. تڏهن سگريو ۽
وڀيشڻ سپني کي چيڀيڻ ۽ پالڪيءَ کان پري ڪرڻ لڳا. اهو ڏسي
رامچندر چيو:- هنن وانرن کي ڇو ٿا پري ڪريو؟ هي سڀ منهنجا
مائٽ ۽ پيارا آهن. جانڪيءَ کي چئو تہ پالڪيءَ مان لهي پيدل اچي
تہ جيئن سڀيئي کيس ڏسي سگهن.

رامچندر جا اِهي گنڀير وچن ٻڌي لڪشمڻ، وڀيشڻ ۽ سگريو کي
ڏاڍو ڏک ٿيو پر هو ڪجهه ڪڇي ڪين سگهيا. سيتا لڄ ۾ ٻڏجي
پيدل وانرن جي سئنا مان لنگهي پنهنجي پراڻناٿ وٽ آئي. هنجي
من ۾ پتيءَ سان ملڻ جي جا اُڪير هئي تنهن جو تہ ورڻن ڪري
نٿو سگهجي. هن وسميہ، آنند ۽ پريم ڀريل نيڻن سان رامچندر جو
منوهر منهن ڏٺو تہ هن جي گهڻي وقت جي من جي پيڙا دور ٿي.
انوقت جانڪيءَ جو مکہ پرسن ٿي نرمل چندرمان سمان ڀاسڻ لڳو.

پنهنجي اڳيان جانڪيءَ کي نمرتا سان بيٺل ڏسي رامچندر
کيس ڪجهه وقت تہ نهاريندو رهيو. ڪارن گهنگهرال وارن واريءَ
سندر ڪمل نيڻيءَ پياريءَ پتنيءَ کي گهڻي عرصي کانپوءِ ڏسي هنجي
هردي ۾ پريم ٻرجي آيو، پر لوڪ مريادا جي رکيا لاءِ هن پنهنجي
پريم کي بہ دٻي ڇڏيو. هن سوچيو تہ پرائي مرد جي گهر رهيل استريءَ
کي نردوش سڏ ڪرڻ کانسواءِ، جي مان پريم جي وس ٿي سويڪار

## سيتا جي اگني پريکيا.



شري رامچندر هنومان کي چيو ته هو، وڀيشڻ کان آگيا وٺي سيتا کي وڃي سموري حقيقت ٻڌائي ۽ سندس نياپو وٺي اچي. هن پيري هنومان لنڪا ۾ ويو ته راڪشسن سندس آدرستڪار ڪيو ۽ هو لنڪا نريش وڀيشڻ کان موڪل وٺي اشوڪ واٽڪا ۾ آيو. اُتي اچي هنومان ماتا سيتا کي پرڻام ڪيو ۽ راوڻ جي موت ۽ رامچندر جي ڪشل منگل جو پريه سماچار سڻايو. اِهو ٻڌي سيتا کي گهڻي خوشي ڪري ڪجهه اُجهيوئي نٿي، پر جڏهن سامت ۾ آئي، تڏهن چيائين:- هي مهاوير! مونکي تو جيڪو سماچار سڻايو آهي تنهن جي بدلي توکي ڏيڻ لائق مونکي ڪا يوگيه وستو ڏسڻ ۾ نٿي اچي! ٽنهي لوڪن جو راڄ به اِنجي بدلي تڇ آهي.

هنومان چيو:- هي ديوي! اوهانجي الوڪڪ پتورت ڌرم ڪريئي رامچندر جي جيت ٿي آهي. توهان جهڙي ستي ۽ جوء پريو رامچندر جو درشن مونلاءِ سڄي پرٿوي جي راڄ کان به وڌيڪ آهي. هاڻي توهان مونکي آگيا ڏيو ته مان هنن نردئي پهريدار راڪشسياڻين کي ماري ڇڏيان جو هي ۽ توهانکي ڌمڪائينديون ۽ ستائينديون هيون.

اِهو ٻڌي سيتل سڀاءَ واري ۽ سيتا ورندي ڏني:- نه، نه، هرگز نه! هنن ويچارين جو ڪوبه ڏوهه ڪونهي. هي ۽ ته ويچاريون فقط حڪم جون ٻانديون هيون ۽ راوڻ جي حڪم موجب هلنديون هيون. مونکي جيڪو ڏک پراپت ٿيو سو منهنجي پرالبڌ ۾ لکيل هو، ڏک ڏيندڙ ته هڪ وسيلو آهي، انلاءِ اُن تي ڪروڌ ڪرڻ نه گهرجي: پيو ته اپراڌ سڀ کان پيا ٿين، تنهن ڪري اپراڌي ۽ سان به ڀلائي ۽ عيوض ڀلائي ڪرڻ گهرجي. هاڻي تون جلد منهنجي سوامي ۽ وٽ موٽي وڃ جو مان سندس درشن جي پياسي آهيان.

هنومان سيتا کان موڪلائي شري رام کي اچي سندس نياپو

لڳيون. راوڻ جون راڻيون، جن کي ڏسڻ به درلڀ هو، سي اڄ وار ڇوڙي، ڇاتي پٽي، اوڇنگارون ڏيئي رودن ڪري رهيون هيون. منڊوڊري چوڻ لڳي:- هي سوامي! ورڻ ڪبير ۽ اِندر آدي ديوتائن کي به توهان جيتيو هو، پر توهانکي هڪ بنواسي منش ڪيئن ماري سگهيو؟ نشچيه سان شري رام وشڻو ڀڳوان آهي ۽



ستي سيتا لڪشمي آهي. اُنهنجو اپمان ڪري؛ توهان هي ڦل پاتو ۽ مونکي وڌوا ٿيڻو پيو. ميه داتو منهنجو پتا، راوڻ منهنجو پتي ۽ اِندرجيت منهنجو پٽ، اُنهن تي مونکي ڪيترو نه گيرب هو! پر هاءِ؛ زمانو ساڳيو نٿو رهي. مان اڀاڳڻ توهان لاءِ رڙان پئي ۽ توهانجون پيون پياريون راڻيون به اناٿ ٿي ورلاپ ڪري رهيون آهن. هي ناٿ! هنن کي ته اُٿي ڏيرج ڏيو. توهان سوني جي پلنگن تي سمهڻ وارا اڄ ڌوڙ ۾ ڪيئن پيا آهيو!

پنهنجي گهر جي استرين کي رودن ڪندو ڏسي، وڀيشڻ جي من ۾ به ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هو به روئڻ لڳو. تڏهن رامچندر جي آڳيا موجب لڪشمڻ وڀيشڻ کي گهڻي قدر سمجهائي ڏيرج ڏنو. راڻين جا ورلاپ ٻڌي وڀيشڻ کي ڏک ته ٿيو پر ته به هن اتياچاري پاپي جو اگني سنسڪار ڪرڻ واجب نٿي سمجهيو. انوقت رامچندر کيس چيو:- هي وڀيشڻ! دشمني جيئندي جيئه تائين ٿيندي آهي ۽

لڳو ۽ اُن کي ڏاري ڇڏيائين. اُهو ٻاڻ راوڻ جا پراڻ ڪڍي وري



اچي رامچندر جي ترڪش ۾ پيو.

راوڻ جي مرڻ تي چوطرف رامچندر جي جئه جئه ڪار ٿيڻ لڳي ۽ ديوتائون پشپن جي ورکا ڪرڻ لڳا. شترو ۽ کي ماري ۽ پنهنجي پرتگيا پوري ڪري شري رام ٻه ڏاڍو پرسن ٿي مشڪل لڳو. ان وقت هنجي وچتر ڇٻي ٻه ڏاڍي منوهر هئي. جٽائون مٿي لسي، هٿن ۾ ڌنش ٻاڻ، شيام سندر بدن تي رت جون بوندون ۽ سندس پرسن مک ڇٻي ۽ مان ويرِ رس ٽپڪي رهيو هو. انوقت وانرن جي سٽنا ۾ هڙ الين شوڀي رهيو هو، جيئن ديوتائن جي وچ ۾ اِندر.

—:⁂:—

## راوڻ جو اگني سنسڪار ۽ ويڀشڻ جو راجتلڪ.

راوڻ جي مرڻ ۽ جو ٻڌي سندس راڻيون مندودري وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پئي. سندس ٻيون راڻيون ڪيس اُتاري ۽ ورلاپ ڪنديون ڏڪ ڀومي ۽ ۾ روئي آيون. اُهي راڻيون پنهنجي پرتاپ شالي پياري پتي ۽ جي ڪتيل ديهه کي ڏوڙ ۾ ڳڙن ۽ ڳجهن جي وچ ۾ پيل ڏسي نيترن مان جل وهائڻ ۽ ورلاپ ڪرڻ لڳيون. هو راوڻ جي چوگرد ويهي هنجي گڻن ۽ بل جو ورڻن ڪري اوسارڻ




ڪيو جو راوڻ جي هٿن مان ڌنش ڇاڻ ڪري پيو ۽ هو ڊانواڊول ٿي. رٿ ۾ ڪري پيو. اهو ڏسي راوڻ جو سارٿي ڊپ ۾ ڀرجي راوڻ جو رٿ يڌ ڀومي ڪان ٻاهر هڪلي ويو. راوڻ جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن ڀاڻڪي يڌ ڀوميءَ کان ٻاهر ڏسي پنهنجي سارٿيءَ تي ڏاڍو ڏمريو. راوڻ جي مٿان ته ڪال سوار هو ۽ سندس وويڪ شڪتي ناس ٿي ويئي هئي. هو سارٿيءَ کي چوڻ لڳو:- اڙي مورک! تو مونکي ڪيڏي سمجهي يڌ ڀوميءَ مان هيڏي آڻي منهنجي عمر ڀر جو جس ۽ ڪيرتي ٻوڙي ڇڏي. هينئر سيگهه مان واپس ور، جو ائين نه ٿئي ته مٿان منهنجو شترو ڀڄي وڃي.

سارٿيءَ وراڻيو:- مهاراج! مان توهانجو هت-چنتڪ آهيان ۽ شتروءَ جو وڌيل پراڪرم ۽ تيج ڏسي توهانکي بچائڻ لاءِ هيڏي ڀري وٺي آيو آهيان. هاڻي توهانجي آگيا موجب يڌ ڀوميءَ تي وري هلائنو.

انريت جوش ۾ ڀرجي راوڻ جڏهن ڀيهر يڌ ڀوميءَ تي آيو ته ڀينڪر استرن شسترن جي ورکا ڪرڻ لڳو. رامچندر اُنهن هٿيارن کي ڪٽڻ لاءِ ٻيا استر هلائڻ لڳو ۽ اُهي استر شستر پاڻ ۾ ٽڪرجي اهڙو ڀينڪر آواز ڪرڻ لڳا جڻ ته بارود سان ڪو پهاڙ ڏري رهيو هجي. راوڻ ڀانت ڀانت جا هٿيار، گدا، چڪر، ڀالا، ترشول آدي هلائيندو رهيو جي رامچندر ڪاٽي پنهنجن تکن تيرن سان راوڻ جا سر، ٻانهون ۽ ٻيا انگ ڪاٽڻ لڳو. راوڻ جا اهي سر يا انگ ڪٽجي وري به نوان ٿي پيا، جو ڏسي رامچندر چنتا ۾ پئجي ويو ته هيءَ شترو ته مرڻ سان به نٿو مري. انوقت ماتليءَ کيس صلاح ڏني ته برهم استر جو پريوگ ڪريو.

ماتليءَ جي ياد ڏيارڻ تي رامچندر اگست منيءَ جو برهم استر ڪڍيو. اُهو اموگهه استر سپني ٽنون جي سار تيج مان ٺهيو ويو هو ۽ پرليه ڪال جي اگنيءَ سمان تيجسوي ۽ ڀسم ڪندڙ هو. شري رام انهيءَ استر کي وڏيءَ ڀوروڪ ڌنش تي چاڙهي راوڻ کي هنيو. اُهو ٻاڻ وچ سمان ڀينڪر ڪڙڪاٽ ڪندو راوڻ جي ڇاتيءَ تي وڃي



گدا يڌ ڪرڻ لڳو. جنهن
اهو ڏسي وڀيشڻ گدا کڻي وڃي راوڻ سان يڌ ڪرڻ لڳو. جنهن
وڀيشڻ کي راوڻ اڳيان اکيون مٿي کڻڻ جي جرئت ڪين ٿيندي
هئي، سوئي وڀيشڻ اڄ رامچندر جي پرتاپ ڪري راوڻ سان ڏبدٻو
گدا يڌ ڪرڻ لڳو. وڀيشڻ راوڻ جي ڇاتيءَ ۾ اهڙي زور سان گدا
هنئين ته راوڻ جي ڏهن ئي مکن مان رت جون اُلٽيون ٿيڻ لڳيون.
راوڻ اُنجي ڪجهه پرواهه نه ڪري وڀيشڻ سان ڏاڍي ڪروڌ ۾
وڙهڻ لڳو جو وڀيشڻ جاڏئي ساڻو ٿي پيو. تڏهن هنومان
پرجي وڙهڻ لڳو جو وڀيشڻ جادئي ساڻو ٿي پيو. تڏهن هنومان
وڃي راوڻ جي سامهون ٿيو ۽ پيا وانر به راڪشس سئنا سان لڙڻ
لڳا. وري به اچي مها سنگرام مڇو. تڏهن راوڻ هڪ مايا رچي ۽
هڪ اهڙو استر هلايو جو چوطرف اُچو گهاٽو دونهون ڦهلجي ويو جو
سيبڻي هڪ ٻئي کي ڏسي نٿي سگهيا. پوءِ جڏهن اُهو دونهون دور
ٿيو ته چوطرف لکين ڪروڙين راوڻ ڏسڻ ۾ آيا جيڪي وانرن سان
وڙهڻ ۽ گرجڻ لڳا. تڏهن وانر ڏاڍو دکي ٿيا ۽ چوڻ لڳا ته هاڻي
جيت جي آشا رکڻ اجائي آهي جو هڪ راوڻ کي جيتڻ ئي مشڪل
هئو سو اِنهن بيشمار راوڻن کي ڪيئن ماري سگهبو!
انوقت رامچندر سرجيت ٿيو ۽ پنهنجي سئنا کي وياڪل ڏسي
راوڻ جي سڄيءَ مايا جو ناس ڪيائين جو رڳو هڪ راوڻ وڃي بچيو
پوءِ رامچندر راوڻ تي اهڙي زور سان آستر شسترن جو ٻريو

رامچندر جا وچن ٻڌي راوڻ ٿهڪ ڏيئي کلڻ لڳو ۽ ٻوءِ ڪروڌ ۾
ڀرجي رامچندر مٿان هڪ ساهيءَ ايترا تہ تير هلايائين جو بادلن ۾ سورج
وانگر، رامچندر تيرن ۾ ڍڪجي ويو. تڏهن رامچندر هڪ ئي اگني
ٻاڻ هلائي سڀني تيرن کي ڪن پل ۾ ناس ڪري ڇڏيو. راوڻ هڪڙو
استر اهڙو هلايو جو اُن مان سورج سمان انيڪ تيز چڪر پرگهٽ ٿي
رامچندر کي ناس ڪرڻ لاءِ آيا، پر رامچندر وايويہ استر هلائي اُن
استر ۽ چڪرن کي ناس ڪري ڇڏيو. رامچندر راوڻ جي گنڌروَ
استر جو جواب گنڌروَ استر سان ڏنو ۽ جڏهن راوڻ ناڳہ استر جو
پريوگہ ڪري اسنکيہ زهريلا ناڳہ پيدا ڪيا تہ رامچندر گرڙ استر هلايو
جنهن سان سڀ ناڳہ ڪاجي ويا. پنهنجن دئوي استرن کي بيڪار
ٿيندو ڏسي راوڻ پنهنجن لکن تيرن سان رامچندر جي گهوڙن کي
زخمي ۽ سارٿيءَ کي مورڇت ڪري ڇڏيو.

رامچندر پنهنجي سارٿيءَ کي سرجيت ڪيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي
راوڻ تي اهڙي زور سان تير هنيا جو هن جو رٿ پرزا پرزا ٿي پيو ۽
گهوڙا مري ويا. راوڻ اُمالڪ وڃي ٻئي رٿ تي چڙهيو ۽ هڪ مهاڀاري
ترشول رگهوناٿ مٿان اُڇلايائين. رامچندر اِندر جي ڏنل شڪتي
سان اُن ترشول کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. رامچندر راوڻ جي
ڏهن ئي سرن ۾ ڏهہ تير هنيا جنهنڪري راوڻ جي سسين مان رت لاٿون
ڪري وهڻ لڳو. راوڻ رامچندر تي بہ اسنکيہ ٻاڻ هلايا پر رامچندر
اُنهن ٻاڻن کي ڪاٽيندو، پربت سمان اَچل ۽ اَڏول بيٺو رهيو. سڀيئي
وانر ۽ وڀيشڻ آدي راڪشس رام راوڻ جي اِها وچتر يڌ ڏسي اَچرج
۾ ڀرجي ويا. اُنوقت راوڻ هڪ مها ڀينڪر اموگهہ شڪتي وڀيشڻ تي
هلائي. اُن شڪتيءَ کي مهاڪال جي ڏنبي سمان وڀيشڻ جا پراڻ وٺڻ
لاءِ ايندو ڏسي شرڻاگت وتسل پڀو رامچندر وڀيشڻ کي پنيان
ڪري ٻاڻ تي اُن شڪتيءَ جو وار تيڻ ڏنو. انلاءِ شري رام توريءَ دي
لاءِ مورڇت ٿي ڪري پيو.

ٿي آيو.
ٿي، تڏهن هو هڪ اُلم رٿ تي سوار ٿي ٻيهر ٻڌ ڀومي ۾ ٿي آيو.
وقت اِندر رامچندر کي پئدل ڏسي سوچيو ته اهو برابر جو مقابلو
چئبو ۽ انلاءِ هن پنهنجو تيجسوي رٿ ۽ سارٿي رامچندر ڏي
مو ڪليو. جڏهن اِندر جو
سارٿي ماتلي، اِندر جا ڏنل استر
شستر ۽ شڪتيون رٿ ۾ رکي
آڻي رامچندر اڳيان حاضر ٿيو،
تڏهن رامچندر ديوراج اِندر
جو احسان مڃي، اُن رٿ تي
سوار ٿي راوڻ سان يڌ ڪرڻ
لڳو. هن پنهنجي سچي ۾ سڌنا
ڪي چيو:- هي سورويرو!
هاڻي توهان ٽڪا هوندا، انلاءِ
هاڻي توهان وڌيڪ يڌ نه
ڪريو ۽ منهنجي ۽ راوڻ
جي لڙائي ڏسو.



راوڻ رامچندر جي سامهون اچي چوڻ لڳو:- اڙي تپسوي!
ياد رک، تون هيل تائين جن جوڌن کي ماريو آهي، مان اُنهن جهڙو نه
آهيان. مان ٽنهي لوڪن ۾ پرسڌ راوڻ آهيان ۽ منهنجي ئي قيد خاني
۾ وڏا وڏا راجائون ۽ لوڪپال بند آهن. منهنجو نالو ٻڌندي ئي
وڏا وڏا شورويرَ ٿر ٿر ڪنبندا آهن ۽ اڄ جي تون يڌ ڀومي ۾ تان ڀڄي
نه وئين ته مان توکان اڳلو بدلو چڪائي ضرور توهنجا پراڻ ڪيندس.
تون ها ڪال راوڻ جي هٿ چڙهيو آهين.
راوڻ جا درچن ٻڌي رامچندر کيس کلي جواب ڏنو:- تو
جيڪا پنهنجي وڏائي ڪئي سا بلکل سچ آهي. پر هن وقت ڀاڻ نه
پڌاءِ پر پنهنجو بل ڏيکار!




”هاءِ رام! رکيا ڪريو“ پڪاري هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا. تڏهن
رامچندر اگني استر هلايو جنهنڪري آڪاش ۾ سورج جهڙو پرڪاش
ٿي ويو جنهن ۾ اُهي سڀ ماياوي جيو گم ٿي ويا.

انڌڪار ناس ٿيو ته وانرن همت ٻڌي راڪشس سينا تي زور
سان حملو ڪيو. ٻنهي پاسن ۾ گهور يڌ مچي ويو. ڪرپاڻن ۽ ٽلوارون
ائين چمڪڻ لڳيون ڄڻ ڏهن ئي ڏسائن ۾ وڄ ڪنوي رهي آهي
هاٿين، گهوڙن ۽ سانڍن جي اهڙي چيڪار ٿيڻ لڳي جو ڄڻ انيڪ
بادل گرجي رهيا آهن. رامچندر ۽ ٻين شوروير جي تکن تيرن
سان سر ڌڙن کان ڌار ٿي برف جي ڳڙن وانگر وسڻ لڳا. ڀاڻن
ٽلوارن ۽ کهاڙن جي لڳڻ ڪري شريرن مان رت ائين وهڻ لڳ
جيئن چشمن مان جل وهندو آهي. ڪاٽڻن کي ڏڪائڻ واري رت
جي ڀيانڪر ندي وهڻ لڳي، جنهن ۾ هاٿي، گهوڙا، گڏهه جل جي
جيون وانگر وهڻ لڳا. وڏا وڏا جوڌا جنگ ۾ ڪٽجي ائين ڪرڻ
لڳا، جيئن اُن نديءَ جي ڪناري بيٺل وڏا وڏا وڻ ڍهي پوندا
آهن. انهي جي چربي اُن نديءَ ۾ جل جي ڦيڻ وانگر ٿي لڳي. ڀوت
پشاچ ۽ ٻيتال اُن ڀيانڪر نديءَ ۾ سنان ڪري ٿهڪ ڏيڻ لڳا. ڪانو
۽ سرڻيون اُن نديءَ ۾ وهندڙ هٿ، ٻانهون وغيره عضوا ڪڍي اُڏامڻ
لڳيون ۽ هڪ ٻئي کان ڇني کائڻ لڳيون. ڀوتڻيون ۽ پشاچڻيون
کوپرين ۾ ڀري ڀري رت ۽ چربي پي ديءُ ڪري، کوپرين جا جهانجهه
وڄائي، نچڻ ۽ ٽهڪ ڏيندي ڀيانڪر گيت ڳائڻ لڳيون. چوطرف
هاءِ هاءِ ۽ مارو ڪاٽو جي گرجنا ۾ راڪشسن ۽ وانرن جي اُها مها ڀيانڪر
يڌ گهڻو وقت هلندي رهي.



## راوڻ جو موت.

---

راوڻ جو رٿ، سارٿي ۽ گهوڙا رامچندر هٿان ناس ٿي چڪ
هئا ۽ هن ڇڏهن ڏٺو ته سندس سڀني سردارن جو انت ٿي چڪ





ته هڪ خسيس جيءُ آهي.

رامچندر جا اهي ڌرمن وچن ٻڌي، وڀيشڻ سندس چرڻن تي ڪري پيو. انوقت ٻنهي سئنائن ۾ مها سنگرام شروع ٿي ويو. ٻنهي پاسن جا جوڌا متوالا ٿي هڪ ٻئي کي ڪٽڻ ۽ مارڻ لڳا. راڪشس پنهنجن ڀيانڪر هٿيارن سان وانرن کي ڪٽڻ لڳا ۽ وانر اُنهن کي هيٺ ڏسي پنهنجن ننهن سان پيٽ چيري آنڊا اوجهريون ڪڍي ۽ پائي گرجڻ لڳا. سگريو راوڻ جي سئناپتي وروپاڪيه جي هاٿي جي، مٿي تي ڏاڍي زور سان هڪ پٿر جي چوٽ هنئين جو اُهو هاٿي ڀوڳني پيڇي راڪشسن جي سئنا کي ئي لتاڙڻ لڳو. وروپاڪيه ٽپ ڏيئي هاٿيءَ تان هيٺ لٿو ۽ سگريو تي تلوار جو وار ڪيائين. سگريو جو رت وهڻ لڳو ته به هن گدا جي هڪ ڀرپور ڌڪ سان وروپاڪيه جو مٿو ڏاري ڇڏيو ۽ هو مري ويو. وروپاڪيه کي مئل ڏسي مهودر نالي وڏي پيٽ واري مها بلوان راڪشس سگريو تي حملو ڪيو، پر نيٺ سگريو تلوار سان سندس سر ڪپي ڇڏيو. پوءِ مها پارشو ۽ انگد جي پاڻ ۾ گدا يڌ ٿي جنهن ۾ مها پارشو مارجي ويو.

پنهنجن ٽنهي سئناپتين جي مارجڻ تي راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي هڪ تامس نالي اهڙو استر هلايو جو وانر سئنا ۾ چوطرف باهه جا مچ ٻرڻ لڳا ۽ وانر اُن ۾ جلڻ ۽ ڪيڪون ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. انوقت رامچندر ورڻ استر هلايو جنهنڪري اُها اگني شانت ٿي وئي ۽ چوطرف ٿڌي هير لڳڻ لڳي. راوڻ رامچندر تي زهريلن باڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو، پر شري رام اُنهن کي وچ ۾ ئي ڪٽيندو ٿي ويو. ٻنهي طرفن کان ايترا ته باڻ هليا جو آڪاش باڻن سان ڀرجي ويو ۽ اونده ٿي وئي. پر جڏهن سورج استت ٿيو تڏهن ته چوطرف گهاٽو انڌڪار ٿي ويو ته به ٻنهي سينائن جي وچ ۾ لڙائي وڌيڪ ڀيانڪر ٿيندي وئي. انوقت راوڻ اهڙي مايا پکيڙي جو بيشمار شينهن، چيتا، بگهڙ، اجگر ۽ واسينگ نانگ اچي پيدا ٿيا. پوءِ ته چوطرف هلچل مچي ويو ۽ وانر ڏاڍا وياڪل ٿي "هاءِ رام! رکيا ڪريو."




پنهنجو جوش ۽ ڪروڌ هلي رام مٿان لاهيو ته پوءِ جانڪي ٻه
توهانجي ٿيندي.

انريت منتر جي سمجهائڻ تي راوڻ هٿيو ۽ رام لڪشمڻ ڪان ئي
ميگهناد جي موت جو بدلو وٺڻ لاءِ يڌ ڪرڻ جو سانباهو ڪيائين.
هو زره بختر پائي ۽ پنهنجا پينڪر استر شستر کڻي هڪ آٺن گهوڙن
واري رٿ تي سوار ٿيو. سندس باقي بچيل ٽي سئناپتي مهاپارشور،
مهودر ۽ وروپاڪيه ٻه پنهنجون وديون سئنائون تيار ڪري لنڪا
کان ٻاهر نڪتا. مها ٻلوان راڪشس هٿن ۾ ڌنش ٻاڻ، تلوارون،
گدائون، ڪنڊيدار ڏنڊا، ڀالا، برڇيون ۽ ڪهاڙا آدي هٿيار کڻي،
انيڪ قسمن جي سوارين يعني هاٿين، رٿن، گهوڙن، ڏيگن، اُٺن
وغيره تي سوار ٿي ڏاڍي گجنا ڪندا، جنگ جي ميدان تي آيا.

انوقت ڍول، نغارا ۽ توتارا ائين وڄي رهيا هئا جو ڄڻ ته پرليه ڪال
جا بادل گجي رهيا آهن.

راوڻ کي سئنا سميت ڏسي وانر جوڌا ٻه جوش ۾ ورجي مقابلي
لاءِ تيار ٿيا. انوقت راوڻ کي رٿ تي ۽ رامچندر کي پيدل ڏسي
وڀيشڻ کي گهڻي ويڙهي وئي ته انريت مها ٻلوان راوڻ کي ڪيئن
جيتي سگهبو. وڀيشڻ جي اها گهڻي ڏسي رامچندر کيس چيو:- ه
منتر! جنهن رٿ سان جيت ٿيندي آهي سو رٿ ڪو ٻيو آهي
سورويرتا ۽ ڌيرج اُن رٿ جا ڦيٿا آهن؛ سچ ۽ سداچار آهي اُن
ڏوري ۽ جهنڊو، ٻل، وويڪ، پراُپڪار ۽ دم (اندرين کي وس ڪر
اِهي چار آهن اُنجا گهوڙا، جيڪي ڪميا، ديا ۽ سمتا جي لغام
ايشور سمرڻ روپي سارٿي هلائي رهيو آهي. ويراڳ آهي ڍال، سن
آهي تلوار، دان ڪهاڙو ۽ ٻڌي پرچنڊ شڪتي آهي. نرمل ۽ اس
آهي ترڪش، شم (من کي وس ڪرڻ)، يم (اهنسا آدي)
(پوترتا آدي) روپي انيڪ ٻاڻ آهن سنت ڪرم ۽ وڏن جي
آهي ڪوچ جي رکيا. هي منتر! جنهن وٽ اِهو ڌرم روپي
رٿ آهي، سو سنسار روپي مهان شترو کي جيتي سگهيٿو

ٻاڻ لڪشمڻ کي هنيائين. اهو ڏسي لڪشمڻ به ڦڙتيءَ سان ساڳئي قسم جو پينڪر ٻاڻ هنيو جو اُهي ٻئي ٻاڻ پاڻ ۾ ٽڪريا، جنهن مان بجليءَ جهڙو ڪڙڪاٽ ۽ باهه جا شعلا پيدا ٿيا. پوءِ ميگهناد اگني استر ڇوڙيو، جنهنکي لڪشمڻ سوريه استر سان شانت ڪري ڇڏيو. لڪشمڻ وارڻ استر جو وار ڪيو پر ميگهناد رودر استر سان اُنکي ٽڏو ڪري ڇڏيو. انريت گهڻوئي وقت انهن جي وچ ۾ موتمار جنگ ٿيندي رهي پر نيٺ مهاپراڪرمي لڪشمڻ اِندر استر هڻي ميگهناد جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو.

انريت مها پرتاپشالي اندرجيت، ميگهناد، جنهنجي ٻل ڪري راوڻ به نرڀئه رهندو هو ۽ جنهن پنهنجي پراڪرم سان چوڏهن لوڪن کي جيتي وڏو ناموس پاتو هو، تنهن کي مئل ڏسي رشي مني ۽ ديوتائون ڏاڍو خوش ٿيا ۽ لڪشمڻ مٿان گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا. وانر ۽ رڇ وغيره لڪشمڻ جي چوڌاري اچي نچڻ ۽ سندس جئه جئڪار مناڻ لڳا. انوقت هنومان ميگهناد جو لاش کڻي لنڪا جي ڦاٽڪ ٻاهران رکي آيو.



## راوڻ جو شوڪ ۽ رام راوڻ جي پينڪر يڌ.



راوڻ جڏهن پنهنجي پياري ۽ پراڪرمي مربي پٽ يوراج ميگهناد جي موت جو ٻڌو ته شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي زمين تي ڪري پيو. مندودري ۽ ميگهناد جي استري سلوچنا پنهنجن ڇاتين تي ڌڪ هڻي اوچنگارون ڏيئي ورلاپ ڪرڻ لڳيون. سڄي لنڪا نگريءَ ۾ ڏپ ۽ شوڪ ڇانئيل هو ۽ هرهڪ گهر ۾ استريون پنهنجي مڙسن، پٽن ۽ ڀائرن وغيره کي اوساري ورلاپ ڪري رهيون هيون. راوڻ سامت ۾ اچي محلات جي سڀني استرين کي گيان اُپديش ڏيئي چوڻ لڳو ته هن قسم جي روڄ راڙي مان ڪهڙو لاڀ؟ جڳت ۾ جيڪي ڪجهه به ڏسڻ ۾ اچيندو

وڀيشڻ وراڻيو:- هي اڀماني ڇوڪرا! تون ڪال جي ڦاسي ۾ ڦاٿل اِها بڪواس ڪري رهيو آهين. جيتو ٽيڪ مان راڪشس جاتيءَ جو آهيان ته به اڀاچار ۽ اڌرم مونکي نٿو وڻي. تنهنجو پيءُ نردوش رشين منين کي قتل ڪريٿو، ديوتائن سان وير رکيٿو ۽ سيني جيون کي ستائي ٿو. جيڪو پاپي پرائو ڌن ۽ پرائي استري چورائي ٿو، تنهنکان نانگ وانگر پري ڀڄڻ گهرجي. انلاءِ مون تنهنجي پيءُ جو تياگ ڪيو ۽ ديش ۽ جاتيءَ سان ڌروهه نه ڪيو آهي. هاڻي تون بڪواس ڇڏي پراڪرمي لڪشمڻ سان يڌ ڪر.

اهو ٻڌي اندرجيت لڪشمڻ تي ٻاڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو جي لڪشمڻ ويو ڪٽيندو. لڪشمڻ پنهنجن تکن تيرن سان ميگهناد جي سوني جي زره ڀڃي ڇڏي ۽ هن کي زخمي ڪري ڇڏيو. اندرجيت به لڪشمڻ جو ڪوچ ٽوڙي هنجي شرير ۾ گهڻيئي گهاو ڪيا. ٻنهي جي شرير مان رت جون لاٽون وهڻ لڳيون ته به اُنهي ڪجهه پرواهه نه ڪري ٻئي ڀينڪر يڌ ڪندا رهيا. لڪشمڻ ميگهناد جي سارٿيءَ کي ماري ڇڏيو ته ميگهناد پاڻ گهوڙا به ٻئي هڪليا ته ڌنش مان ٻاڻ به ٻئي ڇوڙيا. هن جي اهڙي هوشياري ڏسي سڀ وسمه ۾ پئجي هن جي واهه! واهه! ڪرڻ لڳا. پر جلد ئي چار سوروير وانر سندس چئني گهوڙن تي وڃي ڪڙڪيا ۽ انهن کي ماري رٿ کي ڀڃي ڀوري ڇڏيائون.

رٿ جي ڀڄڻ تي اندرجيت به لڪشمڻ وانگر زمين تي بيهي هٿيار هلائڻ لڳو. انوقت هو اوندهه ۽ لڙائيءَ جي گهمسان جو وجهه وٺي لنڪا ۾ هليو ويو ۽ هڪ نئين اُتم رٿ تي سوار ٿي اچي لڪشمڻ جي سامهون ٿيو. اچڻ سان هن هزارين وانرن کي ماري ڇڏيو ۽ چوطرف هاهاڪار مچائي ڏنو. هن وڀيشڻ کي مارڻ لاءِ هڪ مها ڀينڪر شڪتي هلائي جا لڪشمڻ پنهنجن تيرن سان آڪاس ۾ ئي ڏهه ٽڪر ڪري ڇڏي. وڀيشڻ پنهنجي گدا سان ميگهناد جي رٿ جي گهوڙن کي ماري ڇڏيو ته ميگهناد ٽپ ڏيئي رٿ تان هيٺ لٿو ۽ هڪ مها ڪال سمان

آدي بلوان وانرن کي ٽڪا ٽڪا ٽير ھڻي وياڪل ڪري ڇڏيو. ٽنھن
ڪانپوءِ ميگھناد اھڙي ته مايا پکيڙي جو آسمان مان زھريلن نانگن جو
مينھن وسڻ لڳو ۽ وانرن جي سينا ۾ نانگ ئي نانگ ڦھلجي ويا.
انريت وانرن جي سينا کي وياڪل ڪري ميگھناد آخر ظاھر ٿي
بيٺو ۽ وانرن کي گاريون ڏيڻ لڳو. اُنوقت جاموِنت جوش ۾ ڀرجي وڃي
کيس گردن کان جھليو. ميگھناد جاموِنت تي ترشول ھلايو پر
جاموِنت اُھوئي ترشول کسي ميگھناد جي ڇاتيءَ ۾ نوڪي ھڻيو
جو ھو زمين تي ڪري پيو. پوءِ جاموِنت کيس پيرن کان پڪڙي
گھمائي گھمائي زمين تي ڦھڪايو پر ميگھناد وردان جي پرتاپ ڪري
نه مئو. تڏھن جاموِنت ھن کي ڪٽي زور سان لنڪا ۾ اندر ڦٽو ڪيو.
ھيڏانھن ديوتائن وانرن جي سينا کي نانگن کان وياڪل ڏسي
گرڙ کي موڪليو جنھن سڀني نانگن کي کائي ڇڏيو. شري رام جي
پرتاپ سان وانرن جي سينا ۾ وري اُتساھ وڌڻ لڳو. ھوڏانھن لنڪا
۾ جڏھن ميگھناد مورڇا مان سجاڳ ٿيو تڏھن ھن پنھنجي پتا کي
ڳٽنيءَ ۾ ٻڌل ڏٺو.
راڪشسن جي طرف جا وڏا وڏا جوڌا مارجي چڪا ھئا ۽ جيئن
پنھنجي مک سان چوڻ ڪري ڪيل پڇن جو ڦل گھٽجي ويندو
آھي، تيئن راڪشس سينا به گھٽجي ويئي ھئي. اِنلاءِ رامچندر
جي ڪرپا سان وانر سينا جو زور ڏاڍو وڌي ويو ھو. ميگھناد
ھڪ وڏي تجويز سٽي ۽ پنھنجي رٿ ۾ ھڪ مايا وي سيتا
ويھاري، ھو لنڪا جي قلعي کان ٻاھر نڪتو. اُن استريءَ جا وار
ڇڙيل ھئا ۽ بدن تي ميرا ڪپڙا ھوس ۽ ھوءَ شوڪ ۾ ڀريل، اُداس
۽ زبان سان "ھاءِ رام! ھاءِ رام!" پڪاري رھي ھئي. ميگھناد ھن
کي وارن کان ڇڪي تلوار سان مارڻ لاءِ تيار ھو. اِھو ڏسي ھنومان
چيس:- ھي دراتما! تون برھمڻن جي اُتم ڪل ۾ پيدا ٿي ھڪ
نراپراڌ ابلا کي نردئتا سان ماري رھيو آھين؟ انجو ڦل توکي اوس
ڀوڳڻو پوندو.




[...]جي مهندار جو موت ڏسي راڪشس ۾ اچي اٽاڪوڙو پيو ۽ هو ٻپ
[...]لاپ ڪندا لنڪا ڏي ڀڄي ويا. هيڏانهن چوطرف لکشمڻ جي
[...]جئڪار ٿيڻ لڳي.

## لکشمڻ ۽ ميگهناد جي يڌ ۽ ميگهناد جو موت.

راوڻ جڏهن پنهنجي پراڪرمي پٽن جي موت جو ٻڌو،
[...]ڏهن سندس اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا. راوڻ جي محلات ۾
سندس نهر ۽ ٻيون استريون پنهنجي مٿن هٿين لاءِ دل ڏاريندڙ
ورلاپ ڪرڻ لڳيون. اهو ڏسي راوڻ ڏاڍو وياڪل ۽ نراس ٿيو.
انوقت ميگهناد اچي کيس دلداري ڏني ۽ چيو:- هي پتاجي! ڌوهان
چنتا نه ڪريو. سڀاڻي منهنجو پراڪرم ڏسجو. آءٌ پنهنجي مک سان
پنهنجي وڏائي ڇا ڪريان.
انريت پٽاڪون هٽي ميگهناد پنهنجي پيءُ کي دلجاءِ ڏني. صبوح
ٿيندي کي وانرن جي سٽنا گجگور ڪندي چوطرف لنڪا کي وڪوڙي
ويئي ۽ قلعي کي ڊاهڻ لڳي. ميگهناد به سهي سنيري پنهنجي سٽنا کي
وٺي يڌ ڪرڻ لاءِ نڪتو. هو طلسمي يڌ ڪرڻ ۾ ڏاڍو ڀرويڻ هو. ٻيا
راڪشس يوڌا به پنهنجا اموگهه استر شستر کڻي وانرن سان يڌ ڪرڻ
لڳا. ميگهناد پنهنجي غائب ٿيندڙ وِمان کي چڙهي آڪاش ۾ ٽهڪ
ڏيئي گرجڻ لڳو جو ٻڌي وانرن جي سٽنا ۾ ڏپ ڇانئجي ويو. پوءِ
ته هو وِمان مان ڀالا، تير، کهاڙا، ڪرپاڻ آدي هٿيارن جو ۽ وجر
آدي گولن جو اهڙو ته وسڪارو ڪرڻ لڳو جو جڻ ته ساوڻ جو مينهن
وسي رهيو آهي. چوطرف ”پڪڙيو، پڪڙيو، ماريو، ماريو“ جا
لفظ وانرن کي ٻڌڻ ۾ ٿي آيا پر اهي ڪير ٿو چوي ۽ ڪير ٿو هٿيارن
جو وسڪارو ڪري سو ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿي آيو. وڏا وڏا سورو[...]
[...]ن جون ڇپون ۽ وڻ کڻي آڪاش ۾ ڏوڙيا پر ڪنهن کي نه ڏس[...]
[...]ورتي آيا. ميگهناد، هنومان، انگد، نل، نيل، سگريو ۽ جامون[...]

اسين هاٿي وچي وانر سينا جو ناس ٿا ڪريون.

ائين چئي اُهي راڄڪمار پنهنجي پتا جي آڳيا وٺي سهي سنپيري يڌ ڀومي ۾ ڏانهن هليا. اُهي سڀيئي آستر شستر وديا جا ڌرندر جوڌا ۽ مها ٻلوان هئا. اُهي پاڻ سان راڪشسن جو وڏو ڪٽڪ وٺي نڪتا ۽ وانرن سان سخت جنگ جوٽيائون. راوڻ جي پٽن نرانتڪ ۽ ديوانتڪ ۽ ترشرا ڏاڍي برجستائيءَ سان لڙيا، پر انگد ۽ هنومان اديت پراڪرم ڏيکاري انهن ٽنهي کي ماري ڇڏيو. ڪنڀڪرڻ جي پٽ ڪنڀ کي سگريو ماريو. تڏهن ڪنڀ جو ڀاءُ نڪنڀ جوش ۾ ڀرجي ٽلوار کڻي سگريو تي ڪاهي ويو. انوقت هنومان جي وچ ۾ پوڻ تي اُها ٽلوار هنومان کي لڳي، پر هنومان پنهنجي وهندڙ خون جي پرواهه نه ڪري وچي نڪنڀ جــي مٿان پيو ۽ کيس زمين تي ڪيرائي سندس ڇاتيءَ تي چڙهي گلو مروڙي ساهه ڪڍي ڇڏيائينس.

راوڻ جــو پٽ اتيڪايه پربت جي قد جو ۽ ڏاڍو ٻلوان هو سو پنهنجي ڀائرن ۽ سوٽن جو موت ڏسي ڪوپ ۾ ڀرجي ويو ۽ لڳو وانر سينا جو سنهار ڪرڻ. وانر سينا ۾ چوطرف هاهاڪار مچي ويو ۽ ڪنڀڪرڻ جهڙي ٻئي دئيت سان نہ پڄي وانر رامچندر کي رکيا لاءِ پڪارڻ لڳا. انوقت رامچندر ڪان آڳيا وٺــي لڪشمڻ وچــي اتيڪايه جي سامهون ٿيو. هن کي ڏسي اتيڪايه چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! تون اڃا ٻالڪ آهين تہ بہ توکي مان جهڙي مهاڪال سان لڙڻ جي جرئت ڪيئن ٿي ٿئي؟

لڪشمڻ چيس:- "مان ننڍو آهيان يا وڏو، پر تنهنجو ڪال آهيان." ائين چئي لڪشمڻ هن تي تيرن جي ورکا ڪرڻ لڳو، پر اُهي تير اتيڪايه جي فولادي زرهه سان ٽڪري زمين تي ڪرڻ لڳا. اتيڪايه بہ آستر شستر هلايا سي لڪشمڻ پنهنجن باڻن سان نسڦل ڪرڻ لڳو. ٻئي ويــر هڪ ٻئي جي مٽ هئا ۽ انهن جــي اِها جنگ اَٺ ڏينهن هلندي رهــي ۽ نيٺ لڪشمڻ برهم آستر هلائي اتيڪايه جو مڪٽ سان سينگاريل مستڪ جسي کان ڌار ڪري ڇڏيو.

سريرکي ڏوڙي به نه سگهيو. تڏهن هنومان پنهنجو وڄ جهڙو ٺونشو
راوڻ کي ڇاتيءَ ۾ هنيو جو هن جي اکين، ڪنن ۽ وات مان رت
وهڻ لڳو. هنومان پوءِ لڪشمڻ کي کڻي رامچندر وٽ آيو.

لڪشمڻ وري به سنجيوڻي ٻوٽيءَ سان هوش ۾ آيو ۽ پنهنجي
وشڻو ڀڳوان جي انس هجڻ جو ڌيان ڪيائين، ته اُها برهم شڪتي
ڪيس ڇڏي واپس راوڻ وٽ هلي وئي ۽ لڪشمڻ نوبنو ٿي پيو.
پوءِ رامچندر يڌ لاءِ نڪري نروار ٿيو. هن جي اموگهه تيرن سان راوڻ
جو رٿ، گهوڙا ۽ سارٿي پرزا پرزا ٿي ويا ۽ هن جو سونهري مڪٽ
به اڏ ٿي ڪري پيو. شري رام جو هڪ طوفان جهڙو ٻاڻ راوڻ جي
ڇاتيءَ ۾ اهڙو وڃي لڳو جو هن جي هٿن مان ڌنش ٻاڻ ڪري پيو ۽ هو
ڏاڍو ساڻو، وياڪل ۽ زخمي ڪري پيو. انوقت رامچندر ٻاڻ هڻڻ
بند ڪيا ۽ راوڻ کي گنڀير واڻيءَ ۾ چيائين:- هي راوڻ! تو ڪيترا
اُگر ڪيرتي وارا چڱا ڪم به ڪيا آهن ۽ هاڻي به منهنجا مکيه سينا پتي
توکان هارائجي يڌ ڀومي ۾ پيا آهن. پر تون هن وقت ٿڪل آهين،
انهيءَ ڪري مان هاڻي توکي يمپوريءَ نه موڪليندس. تون هاڻي وڃي آرام
ڪر ۽ پوءِ جڏهن تازو توانو ٿي ڀيهر ايندين، تڏهن مان توکي
پنهنجو بل ڏيکاريندس.

شنڪر ٿو چوي:- هي گرجا! راوڻ جيڪو مهانيچ پاپي هو ۽
رامچندر جو وڏو اپراڌ ڪيو هئائين تنهن کي به ڪرپانڌان ايڏي
ديا ڪئي! انهيءَ ڪري مٺش نشچيه ڪي مند ٻڌي وارا آهن جي اهڙي
دين ديال ڪرپانڌان پربوءَ جو ڀڄن نٿا ڪن.

رامچندر جو ٻاڻ کي قياس ڏسي راوڻ ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ لنڪا
ڏانهن موٽي ويو. اهڙي مها پرتاپي راوڻ جو اهڙو اپمان ٿيو ته هن جي
همٿ هارجي ويئي ۽ هو دٻ ۾ پئجي هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو.
انوقت هن جا ۽ ڪنڀڪرڻ جا پراڪرمي نوجوان پٽ اچي آسپاس
ڪٺا ٿيا ۽ کيس دلاسا ڏيئي چوڻ لڳا:- هي پتاجي! توهان ڪجهه
شڪ نه ڪريو. اسين يڌ ۾ شترو تي ضرور سوڀ پائينداسين.





ٻوءِ ڪنڀڪرڻ پنهنجو منهن کولي رامچندر کي ڳرڪائڻ جي ڪئي
ءِ رامچندر هڪ ساهيءَ سوين ٻاڻن سان سندس منهن ڀري ڇڏيو.
ٿنهن ڪانپوءِ ٿري رام هڪ اگني ٻاڻ اهڙي زور سان هنيو جو هن جو سر
ڌڙ کان جدا ٿي وڃي لنڪا ۾ ڪريو. اُن پربت جيڏي سر هيٺان
ڪيترا مڪان ڀڄي پيا ۽ لنڪا ۾ ٻپ جي لهر ڇانئجي وئي. سر
جي ڪٽجڻ ڪانپوءِ ڪنڀڪرڻ جو ڌڙ ڀوڙڻ لڳو، تڏهن رامچندر
تير هڻي اُن کي به ٻه اڌ ڪري ڇڏيو. اُهي ٻه اڌ ائين ڪريا جو جڻ
آڪاس مان ٻه پربت ڪريا هجن، جنهن هيٺان ڪيترا وانر ۽ راڪشس
دٻجي مري ويا. انريت ڪنڀڪرڻ جو انت ٿيو. اهڙي ڀيانڪ
شتروءَ جي موت تي ديوتائون، رشي مني ۽ وانر خوش ٿي شنک ۽
ترهيون وڄائي رامچندر جي جئڪار منائڻ لڳا.



## رام-راوڻ يڌ ۾، راوڻ جي هار ۽ سندس پٽن جو موت.



راوڻ کي جڏهن پنهنجي پراڪرمي ڀاءُ جي موت جي خبر
پيئي تڏهن هو شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پيو.
ڪنڀڪرڻ ۽ راوڻ جي محل جون استريون اوچنگارون ڏيئي
روئڻ لڳيون، جو ٻڌي راوڻ هوش ۾ آيو ۽ ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ
لڳو:- هاڻي مان پاڻ يڌ ڀوميءَ ۾ وڃي پنهنجي ڀاءُ جي مرتيوءَ جو
بدلو ٿو چڪايان؛ ۽ پنهنجن ٻاڻن جي اگنيءَ ۾ رام لڪشمڻ ۽ وانر سئنا
کي وڃي ٿو ڀسم ڪريان.
ائين چئي هن پنهنجي جوڌن کي ڪوچ ڪرڻ جي آگيا
ڏني. راوڻ کي جنگ تي چڙهندو ڏسي چارڻ اُستتي ڪرڻ لڳا ۽
راڪشسن جا وڏا وڏا وير ڪي هاٿين تي، ڪي گهوڙن تي ۽ ڪي
رٿن تي سوار ٿي وڏا وڏا هٿيار کڻي لنڪا جي قلعي کان ٻاه
نڪتا. راوڻ هڪ اُتم رٿ تي سوار هو ۽ هن کي جي جنگي زره پوش






جهلي ائين ڳرڪائڻ لڳو جو ڄڻ مڪڙن جو ڪٽڪ هن جي مک روپي غفا ۾ داخل ٿيندو هجي. هو هزارين وانرن کي پيرن هيٺان لتاڙي مارڻ لڳو. وانر سردارن مان هڪڙي ڪوبه روڪي نه ٿي سگهيو. سموري وانر سئنا ۾ هاهاڪار مچي ويو ۽ راڪشسن جي سئنا ڪنڀڪرڻ جي پراڪرم ڪري وڌي زور پوندي.

جڏهن رامچندر ڏٺو ته ڪنڀڪرڻ وانر سئنا کي نهوڙي ڇڏيو آهي، تڏهن هٿ ۾ ڌنش باڻ ۽ ڪمر ۾ ترڪش ٻڌي اچي ڪنڀڪرڻ جي سامهون ٿيو. ايندي شرط رامچندر ڌنش جي ٽنڪار ڪئي، جنهنجي ٻڌندي دشمن جون دليون ڏهلجي ويون. انوقت ڪنڀڪرڻ رامچندر کي چوڻ لڳو:- هي رام! تون مونکي ڪبنڌ يا کردوشڻ نه سمجهه. مان ڪنڀ ڪرڻ آهيان ۽ انيڪ دفعا ديوتائن ۽ دانون کي شڪست ڏني اٿم. مونتي پهريائين تون وار ڪر ته مان تنهنجو پراڪرم ڏسي پوءِ توکي ماري کاوان، ڇو جو هڪ تنهنجي مرڻ تي هيءَ سڄي وانر سئنا هارايل ۽ مئل سمجهبي.

اهو ٻڌي رامچندر ڪنڀڪرڻ تي ٻاڻن جي ورکا ڪرڻ لڳو ۽ هو اهڙي طرح پنهنجي گدا کي ڦيرائڻ لڳو جو ڪيس هڪ به ٻاڻ نٿي لڳو. تڏهن رامچندر وايويه نالي استر هنئي هن ؛ جي سڄي ٻانهن ڪپي ڇڏي. گدا سميت اُن ٻانهن جي ڪرڻ تي ڪيترا راڪشس ۽ وانر اُنجي هيٺان چيپاٺجي مري ويا. رامچندر جا تکا تير هن جي شرير ۾ ائين پرويش ڪرڻ لڳا، جيئن وڄ بادلن ۾ گهڙندي آهي. هن جي ڪاري وڏي شرير مان رت ائين وهڻ لڳو، جيئن ڪنهن سرمي جي جبل تي ڳاڙهي گيروءَ جون ڪسيون وهنديون هجن. تڏهن ڪنڀڪرڻ شينهن جهڙي گجڪار ڪري ٻئي هٿ ۾ هڪ وڻ پٽي رامچندر کي هڻڻ لڳو ته شري رام سندس ٻئي ٻانهن به ڪٽي ڇڏي.

جڏهن پوءِ به ڪنڀڪرڻ رامچندر ڏانهن ڏوڪيندو آيو، تڏهن شري رام اڌ چنڊ جهڙا ٻه ٻاڻ هڻي سندس پير ڪپي ڇڏيا

وڏا وڏا پٿر ۽ وڻ هڻڻ لڳا. اُهي پٿر ۽ وڻ ڪنڀڪرڻ کي ڪکن
پنن مثل ائين ٿي لڳا، جيئن ڪنهن هاٿيءَ تي گلن ڦلن جي ورکا
ٿيندي هجي. هو ڪيترن وانرن کي پري سمنڊ ۾ اُڇلائڻ لڳو ته
ڪن کي پيرن هيٺان چيپاٽي مارڻ لڳو. وانرن جي دردشا ٿيندي
ڏسي هنومان ڪنڀڪرڻ کي هڪ لفتي اهڙي زور سان هنئين جو
هو زمين تي ڪري سر ڌوڻڻ لڳو. پر هو وري جلدي اُٿيو ۽ هنومان
کي اهڙو زور سان ڌڪ هنيائين جو هو ساڌو ٿي وڃي پري پئجي
رهيو. پوءِ ڪنڀڪرڻ انگد نل نيل آدي ڪيترن ئي جوڌن
کي ڌڪ هڻي بيهوش ڪري وڌو. اهو ڏسي سگريو هڪ پهاڙ کڻي
ڪنڀڪرڻ جي ڇاتيءَ تي هنيو، پر ڪنڀڪرڻ جو شرير هو رک
جهڙو سو پهاڙ اُن سان لڳي ڀڄي پري ڪري پيو. ڪنڀڪرڻ
پنهنجو ڀالو سگريو تي اُڇليو، پر هنومان ٽپ ڏيئي اُهو ڀالو جهلي
ورتو ۽ گوڏن تي رکي ڀڃي ڇڏيو. تڏهن ڪنڀڪرڻ زور سان
ڌڪ هڻي سگريو کي بي سرتيو ڪري ڇڏيو ۽ هنڪي ڪڇ ۾ کڻي
اڳتي هليو ته ڪيس راوڻ کي سوکڙيءَ طور ڏئي. پنهنجي راجا کي
آپدا ۾ آيل ڏسي وانر ڪيڪون ڪندا ٽڙي پکڙجي ويا ۽ راڪشس
جوش ۾ ڀرجي ڪنڀڪرڻ جي جئه جئڪار پڪارڻ لڳا.

اِنهيءَ گوڙ گهمسان ۾ سگريو کي هوش آيو ته هن پنهنجن نکن
ننهن ۽ ڏندن سان ڪنڀڪرڻ جي ڪڇ جو پاسو چيري وڌو ۽ ٽپ
ڏيئي هنجو نڪ ۽ ڪن ٻــ ڦاڙي ڇڏيائين جيئن ڪو ماڻهو چڪ
پائيندڙ ڏينيوءَ کي پري ڪندو آهي تئين ڪنڀڪرڻ به سگريو کي
جهلي پٽ تي اُڇلايو. هن چاهيو ته سگريو کي ڌرتيءَ تي پيرن ۽
لتن هيٺ چيپاٽي پورو ڪريان، پر سگريو ڦڙتيءَ سان اُڇانگ ڏيئي
ڀڄي ويو. ڪنڀڪرڻ جي شڪل ته اڳ ئي ڀوائتي هئي ۽ وري جو
نڪ ۽ ڪن وڃڻ ڪري رت سان منهن ٿڦجي پيس ته هيڪاري
هيبتناڪ ٿي پيو، جنهن کي ڏٺي ئي وانر ڀڄڻ لڳا. پر هو ڪروڌ
۽ جوش ۾ ڀرجي مهاڪال وانگر وانر سئنا ۾ ڪاهي پيو ۽ وانرن کي

ته لوهانجي دشمن جو خاتمو ٿي چڪو آهي. هن دنيا ۾ ڪير آهي جو مونسان مقابلو ڪري سگهي؟

اِئين چئي ڪنڀ ڪرڻ وري ڇهه گهڙيون ماس کائي ۽ مدرا پي ڏاڍو مست ٿيو ۽ هڪ سوني جي زره پهري ۽ وڏو ترسول کڻي يڌ ڪرڻ هليو. هو قلعي جي ديوار کي اورانگهي ٻاهر نڪتو ۽ بجلي جي ڪڙڪاٽ جهڙي گرجنا ڪيائين. هنجو پربت جيڏو ڏيل ۽ هيبتناڪ دهشت ڏسي وانر ٻپ ۾ پرجي هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا.



انوقت ويڀشڻ پنهنجي وڏي ڀاءُ کي يڌ جي مئدان ۾ آيل ڏسي وڃي سندس پيرن تي ڪريو ته ڪنڀڪرڻ به پريم سان کڻي ڇاتيءَ لاتس. ويڀشڻ چيس:- دادا! مون راوڻ کي هتڪاري وچن چيا ۽ پنهنجو ويچار ٻڌايو ته هن منهنجو اپمان ڪري ديش نيڪالي ڏني. جنهن ڪان پوءِ مون وڃي شري رامچندر جي شرڻ ورتي آهي.

ڪنڀڪرڻ چيس:- هي پيارا! راوڻ جي سر تي ڪال نچي اٿاءِ هن کي چڱي صلاح به خراب پئي لڳي. تون ڌنيه آهين جو تون راڪشس ڪل کي روشن ڪندين ۽ ٻنهي ڪل کي تاريندين. هي ڀاءُ! هاڻي تون وڃ، ڇو جو مان به ڪال جي وس ٿي ويو آهيان ۽ مونکي به پنهنجو پرائو نٿو سجهي.

ڀاءُ جي ڳالهه ٻڌي ويڀشڻ موٽي رامچندر وٽ آيو. انوقت يوراج انگد ۽ هنومان پنهنجي پنهنجي سينا کي روڪيو ۽ شرمايو، ... ني ملي ڪري اتساهه سان دشمن تي حملو ڪيو ۽ ڪيس

هو. هن جو سواس ئي اهڙو هوندو هو جنهن ۾ گهاٽي ڪيترا جيو هـن جـي نڪ ۾ ڇڪجي ويندا هئا. تنهن مان اُٿندو هو تـه اينري بـڪـ لـڳندي هئس جو ساريءَ دنيا کي ٻـڪـ ڪري وڃي. راوڻ جي ڊوتن ڪنڀڪرڻ کي جاڳائڻ لاءِ ڍهل وڄايا، شنـڪـ ڦوڪيا ۽ گدائون هنيون ۽ ڪليون ڇپايون تـه بـه هو سانت ۾ سمهيو رهيو. پوءِ جڏهن هنجي ڪنن ۾ پاڻيءَ جا ڍلا وڌائون ۽ هن جي مٿان مست هاٿي ڊوڙايائون تڏهن مس مس هن اکيون پٽيون ۽ اُٻاسيون ڏيئي جاڳيو.

ڪنڀ ڪرڻ تنهن مان سڄاڳـ ٿـي انيڪ هـرڻ، ميڙهون ۽ اَن جـا ڍڳهـ کائي مٿان رت، چربيءَ ۽ شراب جـا ڍلا ۽ مٽ پي پنهنجي بڪـ ۽ اُڃ لاٿي. پوءِ هو راوڻ جي نياپي تي دربار ۾ آيو جتي راوڻ پنهنجي سنـگهاسن تان اُٿي ڪيس گلي لڳايو ۽ آدرستڪار ڪري ڪيس پنهنجي پـر ۾ وهاري چيو:- هـي پيارا! مونـکي اڄ تنهنجي سهائتا جو ڪـم پيو آهي، جنهن لاءِ مون توکي ننڊ مان اُٿاريو آهي. ديوتائن، گنڌرون ۽ دئيتن ڪان بـه جيڪي ٿي نـه سگهيو سو پراڪرم هڪ منش رام ڏيکاري چڪو آهي. منهنجا مـکيہ مکيہ سردار مري چڪا آهن، وانر سئنا لنڪا کي ويڙهي وئي آهي ۽ قلعي جي مورچي بندي ڀڃي رهيا آهن. تون هن وقت اسانجي رکيا ڪر ۽ منهنجي شترن جو ناس ڪر.

راوڻ جڏهن ڪنڀ ڪرڻ کي لنڪا جي مٿان آيل آپدا جو وستار سان ورڻـن ڪري ٻڌايو، تڏهن هن ڪيس چيو:- توهان جيڪو ڪـڪرم ڪيو آهـي تنهنجوئي ڦل ڀوڳي رهيا آهيو. تنڌي پاڻ وڀيشڻ توهانـکي سهڻي صلاح ڏني، جا توهان نـه مڃي. پرهاڻي اُهي ڳالهيون ڪرڻ ويرٿ آهن جيڪي ٿيو سو ٿيو. سچو مترـ يـا ماڻٽ تـه اُهو آهي جيڪو اوکي ويل ڪم اچـي ۽ پنهنجي مورکتا ڪري مصيبت ۾ پيل متر يا ماڻٽ کي اوڙاهه مان ڪڍي. مان اڄ ئي وڃي رام کي سئنا سميت ناس ڪو ڪريان. توهان پڪ سمجهو

سئنا سان ڏاڍي
ي ڪان ٻاهر نڪتو ۽ هنجي مها ٻلوان نيل جي
ر يد لڳي. اها لڙائي اهڙي ته جوش سان لڳي جو يڌ ڀومي ۾ تي
ت جون نهرون وهڻ لڳيون. جيئن ڌرتي ۾ جي زلزلي ڪري
ڪنهن ٻيلي جا سمورا وڻ ڪري پوندا آهن. تئن سمورو لڙائي ۾ جو
ميدان لاشن جي ڍيرن سان ڍڪجي ويو. پرهست ۽ نيل جي وچه
ڪيترو وقت ڀينڪر لڙائي هلندي رهي. نيٺ پرهست لوهه جي
هڪ گُرزي گدا کڻي نيل تي ڪاهي ويو، پر نيل ڦڙتيءَ سان هڪڙي
وڏي ڇپ سان پرهست جو مٿو ڏاري وڌو ۽ هو ڍيري ٿي ڪري
پيو ۽ مري ويو. جامونت ۽ ٻين ٻلوان جوڌن به پرهست جي مکيه
سردارن کي ماري ڇڏيو، جنهنڪاپوءِ باقي بچيل راڪشس ڀڄي ويا.
انوقت مها پراڪرمي نيل ۽ جامونت جي جئه جئڪار ٿيڻ لڳي.



## ڪنڀ ڪرڻ جي يڌ ۽ رامچندر هٿان موت.



جنهن راوڻ کي اهو گهمنڊ هو ته باندرن ۽ منشن سان وڙهڻ
۾ پنهنجي گهٽتائي آهي جو هو ته ٻلوان راڪشسن جو کاڄ آهن؛ ۽
هڪ ئي راڪشس جي گجگوڙ ٻڌي وانر ڀؤ ۾ ڀرجي ڀڄي ويندا آهن،
۽ وانر آهن ٻي هنر ڀسون جنکي يڌ وديا يا هٿيارن جي ڪا ڄاڻ
ڪانهي، تنهن راوڻ جڏهن پنهنجي مکيه سئناپتي پرهست جي موت
جو ٻڌو تڏهن هو دپ ۽ مونجهاري ۾ پئجي ويو. هو سوچڻ لڳو
ته جنهن مها پراڪرمي پرهست ديوراج اندر، ڪبير ۽ ديوتائن جي
سموريءَ سئنا کي شڪست ڏني هئي، تنهنکي وانرن ڪنهنجي
شڪتيءَ سان ماري ڇڏيو؟ ضرور وانرن کي ادبت ايشوري شڪتي
ملي رهي آهي. اهو سوچي هن دپ ۾ ڀرجي پنهنجي ڀاءُ ڪنڀڪرڻ
کان مدد وٺڻ جو نشچيه ڪيو. هن ڪنڀڪرڻ کي جاڳائي وٺي اچڻ
لاءِ ڪيترن راڪشسن کي موڪليو. جيئن هڪ ڏونگر ليٽيو پيو هجي
ڪنڀڪرڻ ...بيٺن جا ...هينا ...ٿ پير ڍگها ڪيو ننڊ ۾ پيو هوندو




جي وچ ۾ گھمسان لڙائي مچي ويئي ۽ ڏاڍو ڪوس ٿيو. ڪمل، نل،
نيل ۽ منيل آدي ٻلوان وانر جوش ۾ ڀرجي راڪشسن جو سنهار ڪرڻ
لڳا، پر اڪمپن پنهنجن زهريلي ٻاڻن سان اُنهن کي گھايل ڪري
سڄي وانر سئنا ۾ ٿاڪوڙو وجهي ڇڏيو. اهو ڏسي هنومان هڪ وڏو
پهاڙ ڪٽي اڪمپن ڏي ڏوڪيندو آيو، پر اڪمپن هڪ ئي ٻاڻ سان
ان پهاڙ کي پرزا پرزا ڪري رکيو. تڏهن هنومان هڪ وڏو وڻ ڪٽي
زور سان گھمائڻ لڳو ۽ اُن سان هن انيڪ گھوڙيسوار ۽ رٿ وارن
راڪشسن کي ليٽائي وڌو. انوقت هنومان ساڪيات ڪال ٿي لڳو ۽
اُهو وڻ اهڙي ته زور سان اڪمپن جي سر تي ٺهڪائي ڏنائين جو هو
ڪري پيو ۽ مري ويو. پوءِ ته ٻيا راڪشس لڙاڪا به هنومان ۽ ٻين
وانرن جي جوش اڳيان بيهي نه سگھيا ۽ اُٿي ڀڳا. تڏهن وانر سئنا
مهاوير هنومان جي چوڌاري بيهي سندس جئه جئڪار منائڻ لڳا.

اڪمپن جي موت جو ٻڌي راوڻ ڪي قدر گھٻرائجي و
پر پوءِ هن دل جھلي پنهنجي مکيه سئناپتي پرهست کي گھرائ
چيو:- هي سورویر! اڪمپن آدي ٻلوان سردار مري ويا ۽ هاڻي
رگھو چار جڻا ٻچيا آهيون جي ڪم پورو ڪري سگھون. مان، تو
ڪنڀ ڪرڻ ۽ اندرجيت. سو تون وڏي سئنا وٺي وڃ ۽ مون
پڪ آهي ته تنهنجي ضرور سوڀ ٿيندي.

پرهست چيو:- مهاراج! جيتوڻيڪ مون توهانکي اڳ ئي
هو ته سيتا کي موٽائي ڏيڻ گھرجي، ڇو جو پرائي استري زو
ڪڍڻ اڌرم ۽ انيتي آهي ۽ ڌرم جي سداءِ جئه ٿيندي آهي؛ پر
توهانجا مونتي احسان آهن جو توهان سداءِ انعام اڪرام مال مل
۽ آدرستڪار ڏيئي مونکي سکي ڪيو آهي. پوءِ ڀلا مان توه
آگيا مڃڻ کان نابري ڪيئن وارينديس؟ اڄ مان پنهنجي
پٽرن جو موه تياڳي پنهنجا پراڻ جنگ ۾ هوم ڪنديس ت
توهانجو ڪارج سڌ ٿئي.

ائين چئي پراڪرمي پرهست هڪ وڏو ڪٽڪ وٺي لن





هي پاروتي! شري رامچندر
ڏاڍا وياڪل ٿيا. شنڪر ٿو چوي :- هي پاروتي! شري رامچندر
اڌ وڪيل ۽ اکنڊ برهم، سک دک ۽ موهه کان پري آهي. اهوئي
ڳت وتسل ڀڳوان منش ليلا جو ناٽڪ ڪري ڏيکاري رهيو آهي ته
ڀاڳن جو ڀاڳ ڪهڙو پريم هتڻ گهرجي.
انوقت هنومان به بوٽين واري پربت سميت اڳي اچي پهتو.
جنهنڪي ڏسي سڀيئي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ رامچندر سندس اپڪار
مڃي ڪيس ڇاتيءَ سان لڳايو. سشيڻ وئد گهربل سنجيوڻي بوٽيءَ
سان لڪشمڻ جو علاج ڪيو، جنهنڪان لڪشمڻ چڱو ڀلو ٿي اٿي ويٺو.
رامچندر لڪشمڻ کي هردي سان لڳايو ۽ سڀ وانر خوشيءَ ۾ ڀرجي
جتم جتڪار ڪرڻ لڳا. پوءِ هنومان وئد کي اهڙيءَ ريت لنڪا ۾
پهچائي آيو جهڙيءَ ريت ڪيس ڪڍي آيو هو. پوءِ ته وانر سڀئي اتساهه
۾ ڀرجي لڙائيءَ لاءِ راڪشسن کي للڪارڻ لڳي.
هوڏانهن لنڪا ۾ جڏهن راوڻ وانرن جي گرجنا ۽ خوشيءَ جا
آواز ٻڌا تڏهن سندس عجب جي حد ڪين رهي. ايتري ۾ سندس
جاسوسن اچي ڪيس سموري احوال کان واقف ڪيو جو ٻڌي راوڻ
جي سڀ خوشي دور ٿي ويئي ۽ هن ڏومراکيه نالي هڪ مهاٻلوان
سٽناپتيءَ سان ڏو ڪتڪ چاڙهي موڪليو. گهور يڌ ڪانپوءِ هنومان
هڪ ڇپ ڪڍي ڏومراکيه کي ماري ڇڏيو ۽ ٻين وانر بهادرن به راڪشس
سٽنا جو انت آندو. ڏومراکيه ڪانپوءِ راوڻ وجردنشٽ نالي وڏن
ڏندن واري راڪشس کي يڌ ۾ موڪليو. ورکا رتوءَ ۾ وڄ سان گڏ
گجندڙ ڪارن بادلن سمان راڪشسن جي ڀيانڪر سٽنا لنڪا
جي ڏاکڻي ڦاٽڪ کان نڪري انگد جي سٽنا مٿان اچي ڪڙڪي.
ٻئي لشڪر اچي پاڻ ۾ سوڙها ٿيا ۽ بهادري ڏيکارڻ ۾ گهٽايائون ڪين،
پر نيٺ انگد پنهنجي تلوار سان وجردنشٽ جو سر ڪٽي ڇڏيو،
جو ڏسي باقي بچيل راڪشس ڀڄ ۾ اٿي پيا.
انڪانپوءِ اڪمپن نالي هڪ پراڪرمي راڪشس سردار انيڪ
راڪشس جوڌن کي وٺي لنڪا کان ٻاهر نڪتو. پوءِ ته ٻنهي سٽنائن





ذڪ ته تون

هي ڀرانا! تون ته ڪومل سڀاءَ جو آهين ۽ منهنجو
سي به نه سگهندو آهين! اُهو تنهنجو پريم اڄ ڪٿي آهي! دس! مان
ڪيئن نه وياڪل ٿي روئي رهيو آهيان ۽ تون اڃا به نٿو اُٿين؟
جي مونکي سڌ هجي ها ته تنهنجو هيئن وڇوڙو ٿيندو ته مان جيڪر
پتا جو وچن به نه پاليان ها. هي ڀاءُ! جيئن ڪنهن ڪانسواءِ پکي، مٽي
بنا ناڳ ۽ سونڊ کانسواءِ هاٿي دين (نماڻو) ٿيندو آهي، تيئن تو بنا
منهنجو حال آهي. هاءِ! استريءَ لاءِ پنهنجو پيارو ڀاءُ وڃائي مان ڪهڙو
منهن کڻي ايوڌيا ويندس؟ استريءَ وڃائڻ جو اپجس مان ڀلي ئي
سهي سگهان ها پر هاڻي ته هيءُ ڪنور هردو ٻئي اپجس سهي رهيو
آهي. تون پنهنجي ماءُ جو سڪيلڌو پٽ ۽ هن جي پراڻن جو آڌار
آهين. هن منهنجي سک ۽ ڀلائيءَ لاءِ تنهنجي ٻانهن مونکي سونپي
هئي، سو هاڻي مان هن کي ڪهڙو منهن وجهي ڏيکاريندس! ماتا
ڪوشليا ۽ ڪيڪئي به جڏهن مونکان تولاءِ پڇنديون تڏهن مان
اُنهن کي ڪهڙو جواب ڏيندس! هي پيارا! مان جڏهن به بن ۾ اُداس
هوندو هوس ته تون مونکي دلداري ڏيندو هئين، سو هاڻي به اُٿي
مونکي ڏيرج ڏي.



ڏک ۾ پنهنجن شري رام انريتا ورلاپ ڪرڻ لڳو ۽ هنجي ڪمل
سمان نيترن مان جل جي ڌارا وهڻ لڳي. اهو ڏسي سڀ جيو




ٻوٽي لڀندي ڪنهن جو سب ڏس پتو هنومان کي ٻڌايو. اهو ٻڌي
هنومان ڏاڍي ويگ سان اُن پربت ڏانهن راهي ٿيو. هوڏانهن راوڻ
جڏهن اهو سمورو احوال هڪ جاسوس جي واتان ٻڌو تڏهن هن
ڪالنيمي راڪشس کي هنومان جي مارگ ۾ رنڊڪ وجهڻ لاءِ موڪليو.
جيتوڻيڪ ڪالنيميءَ سمجهيو ٿي ته هنومان جي سامهون وڃڻ ڪسي
سندس پراڻن جو خطرو ڪونهي، پر ته به هو راوڻ جي دٻپ کان ويو.
هن هنومان جي رستي تي مايا جي رچنا ڪري ڪيس روڪڻ جي
گهڻيئي ڪوشش ڪئي، پر هنومان کي اِن ڪپٽ جار جي تيت
پتجي وئي ۽ هن هڪ لحظي ۾ ڪالنيميءَ کي يملوڪ پهچايو ۽ وري
ٻه تيزيءَ سان اُڏامي اُن پربت ڏانهن راهي ٿيو. هنومان جڏهن اُن
پربت تي پهچي اُها خاص ٻوٽي سڃاڻي نه سگهيو، تڏهن اُن پربت
جي چوٽي پٽي ڪنيائين ۽ وري به ڏاڍي چوهه سان لنڪا ڏي
واپس وريو.



## رامچندر جا ورلاپ ۽ هنومان جي آندل سنجوڻي ٻوٽيءَ سان لڪشمڻ جو ڏوبنو ٿيڻ.

هوڏانهن رات ۾ ٻڌل لڪشمڻ کي بيهوش ڏسي شري رام [illegible]
هن کي هردي سان لڳائي ساڌارڻ منش سمان ورلاپ ڪري چوڻ
لڳو:- اڌ رات گذري چڪي ۽ هنومان اڃا نه آيو. پراڻ پيارو لڪشمڻ
مري ويو ته منهنجي جيئڻ مان ڪهڙو لاڀ؟ مونکي جي پڻ ۾ وڃ [illegible]
ٻه ملي ته به اُها جيت ڪهڙي ڪم جي؟ جيئن لڪشمڻ ماتا پتا
گهر ٻار ڇڏي منهنجي پوئتان بن ۾ آيو، تئن مان ٻه سندس پنيا [illegible]
يملوڪ ويندس. هرهڪ ديس ۾ واهه يوڳيه استريون، پٽ، ڌن [illegible]
گهر ۽ ڪٽنب ملي سگهن ٿا، پر جڳت ۾ ابي اهڙ ڀاءُ [illegible]
نٿو سگهي.




6

لڪشمڻ کي خون پنهنجي پياري ڀاءُ جڏهن هن آيو، هن جڏهن پنهنجي پياري ڀاءُ لڪشمڻ کي خون
ڪانپوءِ هوش ۾ آيو، هن جڏهن ورلاپ ڪرڻ لڳو. ايتري ۾ هنومان
۾ تڙ بيهوش ڏٺو، تڏهن ورلاپ ڪرڻ لڳو. ايتري ۾ هنومان
سشيڻ وئد جاڳي پلنگ سميت ئي اُٿي کڻي آيو. سشيڻ وئد جاڳي
سشيڻ وئد کي پلنگ سميت ئي اُٿي کڻي آيو. ڏٺو تڏهن انهن جي
جڏهن پاڻ کي شري رام ۽ وڀيشڻ جي اڳيان ڏٺو تڏهن انهن جي
چرڻن ۾ مٿو نمايائين ۽ جڏهن وڀيشڻ هنڪي لڪشمڻ جو علاج ڪرڻ
لاءِ چيو تڏهن هو رامچندر کي چوڻ لڳو:- هي ڌرماتما رگهوير!
مان راوڻ جي گهر جو وئد آهيان ۽ جيڪڏهن مان سندس دشمن جو
علاج ڪندس ته انهيءَ ۾ هن جو وڏو نقصان ٿيندو. توهان ڌرماتما
آهيو سو مونکي ٻڌايو ته مان پنهنجي راجا جي ورود ۾ نمڪ حرامي
ڪري توهانجو ڪم ڪيئن ڪريان؟

رامچندر وراڻيو:- هي وئد راج! توهان برابر راوڻ ۽ وڀيشڻ جي
راجگهراڻي جو وئد آهين ۽ هاڻي به توکي لنڪا نريش وڀيشڻ گهرايو
آهي. هرهڪ منش جو ساڌارڻ (انسانيت) ڌرم ۽ وشيش (خاص)
ڌرم ٿيندو آهي جو سوچي ڪم ڪرڻ گهرجي. جنهن ڌرم لاءِ مان
ماتا پتا کان جدا ٿي بنواس قبوليو، پياريءَ سيتا کي آپدا پئي ۽
پراڻن کان پياري ڀاءُ جي هيءَ دشا ٿي آهي، تنهن ڌرم جي هيٺ،
جي منهنجا يا لڪشمڻ جا پراڻ به ويا ته به مان ڌرم کي نه ڇڏيندس.
شري رام جا اِهي ڌرم ۽ نيتيءَ جا وچن ٻڌي سشيڻ وئد گد گد
ٿي هن جي چرڻن تي ڪري چوڻ لڳو:- هي ناٿ مان وئد آهيان
۽ بيمارن کي نروگ ڪرڻ منهنجو پهريون ڌرم آهي اهو جيڪي مون
چيو سو رگهو ڌرم تي وارتالاپ ٿي ڪيو جنهن لاءِ مونکي ڪميا ڪندا.
لڪشمڻ کي سخت چوٽ لڳل آهي جنهنجي دوا آهي تازي سنجوڻي
ٻوٽي. پر اِها ٻوٽي آهي تمام پري هڪ پربت تي ۽ لڪشمڻ جي نازڪ
حالت ڏسي گهرجي به جلد. اُن ٻوٽيءَ آڻڻ جو جلد کو تدارڪ ڪريو ڇاڪا
ته سنجيوني ٻوٽيءَ کانسواءِ لڪشمڻ جي بچڻ جو ٻيو ڪو چارو ڪونهي
اِهو مها مشڪل ڪم هنومان کي سمرٿ سمجهي سونپيو و
سشيڻ وئد سنجوڻيءَ ٻوٽيءَ جون نشانيون ۽ جنهن پربت تي

۽ وڏي واڪي چوڻ لڳو:- ڏسو! ڪر ۽ دوشڻ جو وڌ ڪرڻ
وارن ٻنهي ڀائرن کي مون ماري ڇڏ يا ۔
اِهو ڏسي ۽ ٻڌي راڪشس سڀئي خوشيءَ جي لهر ڇانئجي وئي
۽ هو شري رام ۽ لڪشمڻ کي مئل سمجهي شنک ۽ نوبتون وڄائيندا،
ميگهناد جي جئڪار جا نعرا هڻندا لنڪا ۾ موٽي ويا. اندرجيت
دربار ۾ وڃي پنهنجي پتا کي هٿ جوڙي پرڻام ڪيو ۽ رام لڪشمڻ
جي مرڻ جو سماچار ٻڌايو. دشمن جي مرڻ جو پورو سماچار ٻڌي
راوڻ خوشيءَ ۾ پُٽ کي ڳلي لڳايو ۽ سموريءَ گهٽنا جو پورو
پورو احوال پڇڻ لڳو. اندرجيت ڪيس سموري حقيقت وستار سان
ڪري ٻڌائي. اِهو ٻڌي راوڻ ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ پٽ کي ڏاڍو ساراهڻ
۽ وڌائي ڏيڻ لڳو.
هوڏانهن رامچندر ۽ لڪشمڻ کي مورڇت اوستا ۾ مٿان واندر
پرٿويءَ تي پيل ڏسي واندر سڀني ۾ هاهاڪار مچي ويو. سگريو به ٻڏي
ويو ۽ روئڻ لڳو. اهو ڏسي وڀيشڻ ڪيس چيو:- هي سگريو! هيءُ
وقت روئڻ ۽ ٻڏڻ جو ناهي. پڻ ۾ ته اِهي لاهيون چاڙهيون ٿينديون
آهن. ڏکئي وقت ۾ گهٻرائجي وڃڻ سان ڪم خراب ٿيندو آهي.
سڀني جي اتساهه جو به ڪجهه خيال ڪر. هي ٻئي ڀائر اجا جيئرا آهن
۽ جيستائين هوش ۾ اچن تيستائين هنن جي سرير جي رکيا ڪريو.
سجاڳ ٿيڻ تي هي ٻئي اسانجو سڀ ڀؤ ۽ چنتا دور ڪندا. هن
وقت اُدم ڪرڻ گهرجي. لنڪا ۾ سشيڻ نالي هڪ ڏاڍو هوشيار وئد
رهندو آهي. ڪوئي وڃي هن کي وٺي اچي ته اُنجي علاج سان هيءُ
ٻئي ڀائر نوبنا ٿي پوندا.
انوقت اچي رات پئي. رڇن جي راجا جاموَنت چيو ته اِهو
ڪم هنومان چڱيءَ طرح ڪري سگهندو. وڀيشڻ هنومان کي سشيڻ
وئد جي گهر جو ڏس پتو ڏيئي روانو ڪيو. انوقت جيتوڻيڪ شري
شرير ۾ زهريلي تيرن جا انيڪ زخم هئا ۽ اُنهن مان خون
هيو هو ته به هو پنهنجي سڀاوڪ شڪتيءَ ڪري ٿوريءَ دير




پتاجي! توهان ڪجهه چنتا نه ڪريو. مان اجهو وڃي ٻنهي ٽپسوي ڀائرن کي ماري ٿو اچان.

ائين چئي اندرجيت ميگهناد پنهنجي لشڪر کي وٺي ڀيانڪر گرجنا ڪندو اُن ڪال راتريءَ ۾ اچي وانر سينا جي مٿان ڪڙڪيو. هو هڪ ئي وقت هزارين تير هلائي وانرن کي مارڻ لڳو. اُن وقت مها پراڪرمي لڪشمڻ وڃي هن جي سامهون ٿيو ۽ هن جا سڀ باڻ نڪما ڪرڻ لڳو. اهو ڏسي ميگهناد ماياوي يڌ شروع ڪئي. هو پاڻ انتردان ٿي ويو ۽ اهڙي نه ڪري مايا پکيڙيائين جو آڪاش مان باهه جا مينهن ۽ تانڊا ڪرڻ لڳا، جنهنڪري وانر سينا ۾ هاهاڪار مچي ويو. تڏهن لڪشمڻ جل استر هلايو ته زمين مان ۽ آڪاش مان جل وهڻ شروع ٿيو جنهنڪري ميگهناد جي اِها مايا به نسڦل ٿي. انريت ميگهناد جيڪا به مايا رچيندو ٿي ويو سا لڪشمڻ ڪاٽيندو ٿي ويو. جڏهن ميگهناد ڏٺو ته ماياوي يڌ ۾ به لڪشمڻ اڳيان منهنجي دال نٿي ڳري، تڏهن پرگهٽ ٿي لڪشمڻ سان يڌ ڪرڻ لڳو. ان وقت ٻيا سڀيئي انهن ٻنهي يوڌن جي اُها مهاپرليه سمان گهور يڌ ڏسڻ لڳا. انريت وڙهندي وڙهندي جڏهن ميگهناد ڏٺو ته ايتري وقت جي سنگرام ڪانپوءِ به هو لڪشمڻ سان پورو پئجي نٿو سگهي تڏهن هن برهم استر ڇوڙڻ جو خيال ڪيو. اُهو استر نه اهڙو هو جو پرليه ڪرڻ لاءِ ڇڏجي ته هوند سڄي دنيا به ناس ڪري ڇڏي. جڏهن اهڙو اموگهه برهم استر ميگهناد لڪشمڻ جي ڇاتيءَ ۾ هنيو، تڏهن اُنجي لڳندي ئي دهن ئي دشائن ۾ وڄ جهڙي ڪڙڪاٽ ٿيڻ لڳي، پرٿوي ڪنبڻ لڳي ۽ لڪشمڻ مورڇت ٿي ڪري پيو.

لڪشمڻ کي پرٿويءَ تي ڪرندو ڏسي شري رامچندر اچي ڪيس هنج ۾ ڪنيو. انوقت ميگهناد زهريلي ناڳن جا انيڪ تير رامچندر تي هنيا جنهنڪري هن جي سرير ۾ زهر ڦهلجي ويو ۽ ايترو نه خون وهڻ لڳو جو ڄڻ نه خون ۾ سنان ٿي ڪيائين ۽ هو به بيهوش ٿي ڪري پيو. اِهو ڏسي اندرجيت خوشيءَ وچان گرجنا ڪرڻ لڳو

ر ستنا کي مات ڪري رهيو هو ته سگريو ڦڙتيءَ سان هڪ وڻ
ٽي ڪيس ماري ڇڏيو. وروپاڪيه ۽ ٻين ڪيترن ٻلوان راڪشسن کي
نهنجن ڏکن تيرن سان ناس ڪري ڇڏيو.

انريت وانر ۽ راڪشس سئنائن ۾ مها ڀينڪر سنگرام ويو زور
ونندو ۽ مٿان اچي رات پئجي ته به لڙائي هلندي رهي. يڏ پوءِ
متوالن هاٿين، مٿان گهوڙن، راڪشسن، وانرن، لنگورن، رڇن،
ڀڳلن رٿن سان ڏاڍي ڀيانڪ ٿي لڳي. چوطرف هاهاڪار جا آواز
اچي رهيا هئا ۽ جتي ڪٿي رت جون ڪسيون وهي رهيون هيون.
انڌڪار گهاٽو ٿي ويو جو هڪ ٻئي کي سڃاڻي نٿي سگهيا ۽ "تون وانر
آهين؟" ۽ "تون راڪشس آهين" ائين پڇي وانر ۽ راڪشس هڪ ٻئي
کي مارڻ لڳا.

رات جو راڪشسن جو بل وڌي ويندو آهي. اُن انڌڪار ۾
راوڻ جا ڇهه مهابلوان سئناپتي ويوهه رچنا ڪري ٻاڻن جي ورشا
ڪندا شري رام جي مارڻ لاءِ مٿس چڙهي آيا. اُنهن جي لشڪر جي
گرجنا پرليه ڪال جي سمنڊ جي گجگار مثل ٿي لڳي. اُن وقت
رامچندر اک ڇنڀ ۾ اگنيءَ سمان اوگهه ٻاڻن سان ڇهن ئي راڪشس
سئناپتين کي ماري ڇڏيو ۽ راڪشسن جي سئنا جو سنهار ڪرڻ لڳو.
جيڪي به راڪشس شري رام روپي اگنيءَ جي سامهون ٿيا سي پتنگن
مثل جلي مري ويا. انريت رامچندر راڪشسن جي لشڪر ۾ ٽاڪوڙو
وجهي ڇڏيو ۽ هو وياڪل ٿي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ رڻ ۾ پوئيءَ
مان ڀڄڻ لڳا.



## ميگهناد هٿان لڪشمڻ جو مورڇت ٿيڻ.

راوڻ کي جڏهن خبر پئي ته سندس لشڪر هار کائي پٺ
ڀڄيو آهي تنهن مهل هو چنتا ۾ پئجي پنهنجي چوگرد نهارڻ لڳ
سندس پراڪرمي پٽ ميگهناد هٿ جوڙي چوڻ لڳو




ٿو، بلوان سردارو! پنهنجي سئنا کي وٺي وڃي واندرن جو ناس ڪريو.
اُتا اڄ گهر ويٺي اسانکي پوڄڻ موڪليو آهي.
اندريت راڪشسن جي ڏلين مان ٻڀ ڪڍي ۽ اُنهن کي اُتساهه
ڏياري راوڻ راڪشس سئنا کي يڌ ڀوميءَ تي موڪليو. راڪشسن اچڻ
سان هڪ خوفناڪ گرجنا ڪئي، جنهنجي جواب ۾ واندرن بہ ڀيانڪ
گرجنا ڪئي، سڄي مليا چل پربت ۽ اُنجي غفائن مان هڪ گجندڙ
پڙاڏو اُٿيو. بس پوءِ تہ واندرن ۽ راڪشسن جو اهڙو سنگرام مچي
ويو، جهڙو پراچين ڪال ۾ ديوتائن ۽ دئيتن جي وچ ۾ لڳو هو. لڙائيءَ
جي واڄن، نغارن، شنکن ۽ توتارن جو اهڙو تہ ڀيانڪر آواز ٿيڻ لڳو،
جو ٻڌندي ئي ڪانئرن جا هينئان ٿي ڦاٿا. هڪ پاسي "رامچندر
جي جئہ" ۽ ٻئي پاسي "راوڻ جي جئہ" منائيندي ٻئي سئنائون
سرتان آهو لاهي وڙهڻ لڳيون. واندرن جي هٿن ۾ وڻ ۽ ڇپون، ۽
راڪشسن وٽ هٿيا تير ڪمان، ترارون، ڀالا، ڪاتيون ۽ ڪهاڙا. راڪشسن
جي ٻاڻن جي جواب ۾ واندرن پٿرن جي ورکا ٿي ڪئي.
ڪي راڪشس قلعي جي ڀت تي بيهي هيٺ بيٺل واندرن کي ڀالا
۽ برڇا هڻي ڇيرڻ لڳا، جنهن تي واندر جوش ۾ ڀرجي اُنهن راڪشسن
کي پيرن کان جهلي هيٺ ڪيرائڻ لڳا ۽ پاڻ بہ ٽپ ٽپ ڪندي
اچي مٿان ٿي پيا ۽ پنهنجن ڏندن نهن سان اُنهن کي چيري ڦاڙي
ٿي ڇڏيائون. ٻنهي پاسن کان تيرن جو اهڙو وسڪارو ٿيڻ لڳو جو
چڻ تہ ساوڻ جو مينهن ٿو وسي. چوطرف اهڙي تہ ڀيانڪر مارڪٽ
مچي ويئي جو اُتي رت ۽ ماس جي گپ ٿي ويئي.
وڏا وڏا وير هڪ ٻئي سان دوبدو لڙڻ لڳا. ميگهناد انگد تي
گدا جو وار ڪيو، پر انگد ڦڙتيءَ سان پاسي ٿي ويو ۽ ڪائونس گدا
کسي اُن سان ميگهناد جو سونو رٿ ۽ گهوڙا ڀڃي ڀوري ڇڏيائين.
پرتپن نالي راڪشس ڏکن تيرن سان نل کي زخمي ڇڏيو، پر نل بہ
جوش ۾ ڀرجي وڃي مٿانس ڪڙڪيو ۽ پنهنجن ڏکن نهن سان
هنجون اکيون ئي ٻاهر ڪڍي ڇڏيائين. هڪ ٻيو پرگهس نالي راڪشس






هي. تون ڪو فڪر نہ ڪر. مان اِنهن ٻنهي تپسوي ڀائرن کي سولائيءَ
سان ماري ڇڏيندس.

انريت راوڻ پنهنجي استري کي پيار ڪري آٿت ڏنو. هوڏانهن
جڏهن انگد سموري وارتا اچي رامچندر کي ٻڌائي تڏهن رامچندر
سگريو ۽ ٻين منترين جي صلاح موجب لنڪا تي ڪاهہ ڪرڻ جي آگيا
ڏني. وانر سئنا جا چارئي ڀاڱا لنڪا جي چئني ڦاٽڪن تي وڃي
ڪڙڪيا ۽ لنڪا کي چوطرف وڪوڙي ويا. وانر ڏرمائما رامچندر
لاءِ پنهنجا پراڻ نڇاور ڪرڻ لاءِ بہ تيار هئا. سيني ۾ اُتساهہ ڀريل
هو ۽ هو نچندا ٽپندا، ٻڌر ۽ وڻ هٿن ۾ کڻي، رامچندر ۽ سگريو جي
جئہ جئڪار جي ناد سان اُڀ ڦاڙيندا وڃي لنڪا جا برج ۽ دروازا
پيهڻ لڳا. قلعي جي چوگرد جيڪا ڀاڻيءَ جي کاهي هئي، تنهن ۾
مٿي، ڪاٺ ۽ ٻڌر وجهي اُن کي ڏٽي ڇڏيائون. پوءِ هو ٽپ ڏيندا
ڪوٽ جي ڪنگرن تي چڙهي ويا ۽ راڪشسن راڪن کي ماري



ڇڏيائون. وانرن مان ڪي قلعي جي ديوار ڀيڇڻ لڳا تہ ڪي ور
شهر ۾ داخل ٿي مها اُتپات ڪرڻ لڳا.

اِهو ڏسي ۽ وانرن جي مها گجڪار ٻڌي لنڪا ۾ ڪوهرام م
ويو. اهنڪاري راوڻ ٺهڪ ڏيئي چوڻ لڳو:- باندر ۽ لنگور تہ راڪش
آهن ۽ اِهي ڪال جي وس ٿي پاڻ اسان وٽ آيا آهن.

ناٿ! ڪرپا ڪري رام سان جنگ نہ ڪريو. هو ساڌارڻ منش نہ آهي پر رشين منين جي تپسيا ۽ پرارٿنا ڪري ساڪيات وشنو ڀڳوان منش ديهہ ڌاري آيو آهي. انلاءِ هي سوامي! توهان سيتا هن کي موٽائي موڪليو ۽ هن سان صلح ڪريو. جي توهان هن کي ڀڳوان جو روپ نٿا سمجهو تہ بہ مها پراڪرمي منش سمجهي هن سان صلح ڪريو. راجا جنڪ جي سڀا ۾ جيڪو مهاڀاري ڌنش توهان چوري بہ نہ سگهيا، سوئي ڌنش رامچندر سولائيءَ سان ڪٽي ڀڃي ڇڏيو. جنهن شري رام



اڪيلي سر دنڊڪ بن ۾ کر دوشڻ ۽ چوڏهن هزار بلوان راڪشسن کي ناس ڪري ڇڏيو، جنهن هڪ ئي باڻ سان مها بلوان باليءَ جو انت آندو، اهڙو مها تيجسوي رام سان توهان وير نہ رکو. سڀني رشين منين جي ڪيل تپسيا ۽ آشيرواد هنجي طرف آهي ۽ هو ڌرم تي بہ آهي. انلاءِ مان توهانکي هٿ ٻَڌي وينتي ٿي ڪريان تہ توهان رامچندر سان جنگ نہ ڪريو جو مٿان منهنجو سهاڳ نہ هليو وڃي.

مندوديءَ جا اِهي وچن جيتوڻيڪ راوڻ لاءِ ڏاڍا هتڪاري هئا پر هنجي من ۾ نہ ٽڪيا، جيئن اونڌي دلي تي پاڻي نہ ٽڪندو آهي. جنهن کي ڪال پيو سڏ ڪندو آهي تنهن کي ڪو بہ پربوڌ اثر نہ ڪندو آهي. هن پنهنجي پياريءَ استريءَ کي اُٿاري هردي سان لڳايو ۽ چيو:- هي مرگهلوچني! تو اجائي ڊپ ۾ پنهنجو جيءُ خراب ڪيو

...م سريو، تڏهن لڄ ۾ ٻڏجي منهن هيٺ ڪري پنهنجين جڳهين تي وڃي



ويٺا. اِهو ڏسي جوش ۾ ٻڏجي راوڻ پاڻ انگد جو پير هٽائڻ لاءِ اُٿيو؛
پر هنجي ڇهڻ کان اڳڀرئي. انگد پنهنجو پير ڪڍي ورتو ۽ چوڻ
لڳو:- اي اٽياچاري! منهنجي پيرن ڇهڻ مان ڇا ورندءِ؟ وڃي اُنهي
رگهوءَ رامچندر جي پوتر چرڻن جو سپرش ڪر ته ڪو نيتارو ٿيئي.
انگد جا اِهي وچن ٻڌي راوڻ نڪي ڪڇيو نڪي پڇيو، رڳو
اندر ۾ پچي لڇيو ۽ شرم روپي سمنڊ ۾ ٻڏي ڏيندو وڃي پنهنجي
تخت تي ويٺو. تنهنڪانپوءِ به انگد راوڻ کي گهڻوئي ڪي سمجهايو
پر ڪڏهن تي گلاب هاريندي حيف ٿيو. جڏهن انگد ڏٺو ته ايماني...
راوڻ سزا کانسواءِ سڌو نه ٿيندو تڏهن کيس يڌ جي تياريءَ لاءِ چئي اُٿي...
روانو ٿيو ۽ موٽي اچي شري رام کي سموري حقيقت سڻايائين.

## يڌ جي شروعات ۽ رامچندر جو پراڪرم.

راوڻ جي پتورتا استريءَ مندودريءَ جڏهن انگد جو ٻ...
نرڀئتا پورڻ وچن ٻڌا ۽ ڏٺائين ته جتي ڪٿي اپسوڻ ٿي رهيا...
تڏهن هوءَ ڏپ ۾ ٻڏجي ويئي. راوڻ ڪچهريءَ مان موٽيو ته مندو...
سندس چرڻن تي ڪري، اکين مان لڙڪ ڳاڙيندي چوڻ لڳي:

ڪير جو اسانجي سامهون ٿي ٻڌ ڪري؟ جنهن رام کي تون هيڏو ڀڏائين ٿو سو پنهنجي استريءَ جي چنتا ۾ چڪنا چور آهي ۽ سندس ننڍو ڀاءُ هن جي دک ۾ دکي آهي. سگريو نه آهي رڳو ڏسڻ جو ٻڍل ۽ منهنجو ڀاءُ وڀيشڻ آهي ٻڄڙو. جامونت نه ويچارو ٻڍو ٿي ويو آهي ۽ نل نيل آهن ڪاريگر! اڙي بکوادي باندر! ٻڌاءِ ته سهين ته اسان سان وڙهندو ڪير؟

انگد جواب ڏنو:- هي راوڻ! ٻڌاءِ ته ڀلا راوڻ سنسار ۾ آهن گهڻا؟ رڳو تون هڪ آهين ڪين ٻيا به ڪي آهن؟ هڪ راوڻ ته مون ٻڌو ته راجا بليءَ کي پاتال ۾ جيتڻ ويو ته اُتي ڪن ڇوڪرن ڪٽي ڪيس گهوڙن جي ڪڙهه ۾ ٻڌو هو. ٻيو راوڻ اُهو هو جنهن کي سهسر باهوءَ وڃي پاڻ وٽ قيد ڪيو هو ۽ پلستيه منيءَ ڪيس ڇڏايو هو. ٽيون راوڻ منهنجي پتا باليءَ ڪڇن ۾ جهليو هو. هاڻي ٻڌاءِ ته تون اُنهن مان ڪهڙو راوڻ آهين؟ هي اڀماني راوڻ! پريو رامچندر جي اڳيان تنهنجو اهو ڪوڙو ٻل يا مت مائٽ ڪنهن به ڪم نه ايندا. وانر سئنا ڪي هوند توسان مقابلي ڪرڻ جي ضرورت ئي نه پوي، مان اڪيلوئي جيڪر توکي يملوڪ پهچائي، راڪشسن کي ماري، ماتا سيتا کي پريو رامچندر وٽ وٺي وڃان پر تنهنجي رت جا پياسي شري رامچندر جا ٻاڻ آهن. مان ته اُنجو ٽيچ ۾ ٽيچ داس آهيان ۽ جي تون پنهنجن راڪشسن ۽ وانرن جو ٻل ڏسڻ ٿو چاهين ته ڏس! آهي ڪو تو وٽ اهڙو جوڌو جو منهنجو هيءَ ڌرتيءَ تي کوڙيل پير ڪجهه ذرو به هٽائي سگهي؟ جيڪڏهن ڪو اُن کي ذرو به هٽائي سگهيو ته هيءَ لڙائي هرگز نه ٿيندي ۽ شري رامچندر سيتا کانسواءِ سئنا سميت موٽي ويندا.

ائين چئي انگد شري رامچندر جو سمرڻ ڪري پنهنجو پير زمين تي ڄمايو. انوقت ميگهناد ۽ ٻيا انيڪ جوڌا لڙائي ڪرڻ جو اِهو سولو اُپاءُ سمجهي ڏاڍو خوش ٿي اُٿيا ۽ انگد جي پير کي هٽائڻ ۾ لڳي ويا. گهڻيئي زور لڳايائون ۽ جهٽڪا ڏنائون پر انگد جو پير

توهانکان ٻچي مونکي صاحب لاءِ نہ موڪليو آهي. هڪڙي ٻڪري کي
مارڻ ۾ جيئن شينهن لاءِ ڪا وڏائيءَ جي ڳالھہ ناهي، تيئن توکي
مارڻ ۾ به هن لاءِ هڪ خسيس ڪم آهي.

راوڻ چيو:- اي باندر! سچ پچ باندرن جو اهو گڻ آهي تہ
جنهن جو کائين تنهن جو ڳائين. جيڏانهن ملين ڀيري تيڏانهن پائين
ڦيري. مان گڻ گراهي آهيان، انلاءِ تنهنجي اهڙين ڳالهين تي ڪروڌ
نٿو ڪريان. ٻيو تہ توکي دوت سمجهي ڌرم ۽ نيتي انوسار ڇڏي
ٿو ڏيان. توکي منهنجي پراڪرم جي سڌ ناهي انلاءِ تون ائين
ڳالهائي رهيو آهين.

انگد چيو:- واهہ توهانجو ڌرم ۽ نيتي! پرائي استري چورائي
بيشڪ توهان پنهنجي ڌرم ۽ نيتيءَ جو مثال ڏنو آهي! هڪ اٻلا کي
اڪيلو ڏسي اُن کي زوريءَ آڻي پنهنجو پراڪرم ڏيکاريو اٿو! باقي
رهي گڻ گراهڪتا جي ڳالھہ، سو جيتوڻيڪ هنومان توهانجو سڄو
نگر جلائي خاڪ ڪيو ۽ توهانجو هڪ پٽ بہ ماري ڇڏيو تنهن هوندي
به توهان کيس ڇڏي ڏنو! اهو ڏيکاري ٿو تہ توهانکي نہ آهي لڄ ۽
نہ سؤمان! اجايو پيا پنهنجي شرم کي پرچايو. انلاءِ توهانجي چڱائي
انہ آهي تہ اها اجائي هوڏ ڇڏي وڃي پريو رامچندر جي شرڻ پئو.

راوڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي چيو:- اڙي بڪوادي باندر! توکي منهنجي
ٻانهن جي ٻل جي سڌ نہ آهي سو وڃي ڪئلاس پربت کان پڇ تہ
مان کيئن نہ کيس پنهنجن ٻرين تي کنيو. منهنجو پراڪرم وڃي
ڏنهي لوڪن جي دگپالن، ديوتائن ۽ گنڌروَن جي راجائن کان پڇ
جي منهنجو نالو ٻڌي ٿر ٿر ڪنبن ٿا. ٽنهي لوڪن ۾ اهڙو ڪو
ڪونهي جو منهنجو مقابلو ڪري سگهي. اهڙو مان پاڻ! وري
ڪنڀڪرڻ جهڙو مها پراڪرمي منهنجو ڀاءُ! اِندرجيت جهڙو جڳت
وڪيات منهنجو پٽ! تنهن سواءِ جڳہ جيتيندر مها ٻاوان راڪشسن جي
استرن شسترن سان تيار منهنجي سئنا!!! سو انسان هڪ ساڌارڻ
... ڏکي ويندا سين؟ اِهو تہ ٻڌاءِ تہ توهانجي سئنا ۾ آهي




ڪڇهريءَ ٻاهران اچي پهتو ۽ جڏهن درٻان راوڻ کان آگيا وٺي آيا
جڏهن انگد راوڻ جي دربار ۾ آيو. هو راوڻ کي هٿ جوڙي چوڻ
لڳو:- هي مهاراج! مان ٻاليءَ جو پٽ انگد پريو رامچندر جو دوت
ٿي توهان وٽ آيو آهيان جو توهانجي منهنجي پتا سان مترتا هئي،
انڪري مان توهانجي ڀلائيءَ واسطي هتي آيو آهيان. توهان مهرشي پلستيه
جا پوٽا، ويد شاسترن جا ڄاڻو آهيو ۽ گهور تپسيا ڪري ڀڳوان شنڪر ۽
برهما کان اموگهه ور پراپت ڪيا اٿو. ان هوندي به جو توهان گهمنڊ
۾ پرجي رشين منين تي اتياچار ڪري رهيا آهيو ۽ شري رامچندر
جي استريءَ کي چورائي آندو اٿو سو ڏاڍو خراب ڪم ڪيو اٿو. پريو
رامچندر ڌرماتما، مها تيجسوي ۽ مها سمرٿوان آهي ۽ تنهي لوڪن
۾ اهڙو ڪو به ڪونهي جو هنجي مٽ پڄجي سگهي. توهانجو ڪلياڻ
انهيءَ ۾ آهي ته توهان سيتا ماتا کي واپس ڪريو ۽ وات ۾ گاهه ۽
ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي شري رامچندر کان هلي پنهنجا اپراڌ بخشايو.
هو دين ديال اوس توهانجا اپراڌ ڪميا ڪندو.

انگد شري رامچندر جو سنديش به راوڻ کي ٻڌايو،
اهين چئي چپ ٿي ويو. راوڻ ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ هو چوڻ لڳو:- اڙي نيچ
جو ٻڌي راوڻ کي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ هو چوڻ لڳو:- اڙي نيچ
باندر! مونکي اُپديش نه ڪر! توکي خبر نه آهي ته مان آهيان
ڪير! جي تنهنجو مالڪ رام اهڙو شوروير آهي ته پوءِ ٻجي ڪري
توکي صلح لاءِ ڇو موڪليو اٿس؟ مونکي عجب ته توکي ٿو اچي
ته تون اُتم ڪل ۾ جنم وٺي، ٻن ٻن رلندڙ تپسوين جو وڃي دوت
ٿيو آهين! وري پنهنجي پتا جي هتياري جي تون ٽوچاڪري ڪرين
پر شايد اهو سماچار ڪوڙو هوندو، هاڻي ٻڌاءِ ته تنهنجو پتا ٻالي ته
چڱو ڀلو آهي؟

انگد وراڻيو:- راڄن! مونکان اهو پڇڻ جو توهان کي ضرور
ڪونهي جو توهان پاڻ جلد پرلوڪ پهچي روبرو وڃي ڪائونس حال
احوال پڇندا ته هو توهانکي ٻڌائيندو ته شري رام سان وير رکڻ جو
ڪهڙو نتيجو نڪرندو آهي. باقي رهي صلح جي ڳالهه سو پريو رامچندر




…ن منهنجي دشمن جي وڏائي ڪري هنجي بل ۽ پراڪرم جي واکاڻ
…ڪري رهي آهين.

پٽيءَ جون ڳالهيون ٻڌي مندودريءَ جي من ۾ نشچيه ٿي ويو
…ـه سندس پٽيءَ جي سر تي ڪال سوار آهي جو ٻڌي ئي ڦري
…پٽي اٿس. جيئن ٽيڪ ٻادل گهڻوئي جل وسائين ته به ڪاني ۾ گل پيدا
…ٿو ٿئي، تيئن برهما جهڙو گرو ملڻ تي به مورک جي من ۾ سمجهه
پيدا نٿي ٿئي.



## انگد جو راوڻ وٽ دوت ٿي وڃڻ.



رامچندر ۽ سندس ساٿي اُها رات سُويل پهاڙ تي ڪاٽي. صبح
جو جبل تي بيهي هنن لنڪا جو نظارو ڏٺو. ترڪوٽ پربت جي
چوٽيءَ تي ٺهيل سوني جي لنڪا اهڙي سندر پئي لڳي جڻڪ
ديوتائن جي راڄڌاني الڪاپوري آڪاش ۾ لٽڪي رهي هئي. پرسڌ
ميه ڌانوَ دواران ٺاهيل لنڪا جي شاندار محلن، عاليشان بناوت ۽
سمپتي ڏسي شري رام لڪشمڻ کي چيو:- لڪشمڻ! هن نگريءَ جي
شوڀيا ڏس! هڪ منش جي پاپ ڪري هن ساري سمپتي ۽ راڪشس
جاتيءَ جو ناس ٿيندو. هيءَ پاپي راوڻ پنهنجي گهمنڊ ۽ واسنا جي
وس ٿي پنهنجن هٿن سان پنهنجي پرجا مٿان آپدا آڻي رهيو آهي!
هاڻي اسانکي پنهنجو خيال پنهنجي ڪاريه ۾ لڳائي لڙائيءَ ۾ سوڀ
پائڻ گهرجي. يڌ هلندي وڏو گهمسان مچندو ۽ اُن ۾ راڪشس طرحين
طرحين جا روپ ٺاهي اسانکي گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.
اِنڪري لڙائي وقت وانر پنهنجي اصلي روپ ۾ هجن ڇو جو راڪشس
وانرن جو روپ ڌارڻ ۾ پنهنجي گهٽتائي سمجهندا. انهه اسانکي
پنهنجي ۽ پرائي جو پتو پئجي سگهندو.

اُنوقت وانر ساٿا لنڪا جي قلعي جون ڊگهيون ڊگهيون ديوارون
۽ اُنجي چوگرد اونهيون کاهيون، لنڪا جي برجن تي رکيل پٿرن

اچي ورئي ويل ۽ اُهو ٽير
ت ۽ مکت ڪنهجي زمين تي ڪري پيا ۽ ويمل سڀ
رامچندر جي ٽرڪش ۾ پيو. هوڏانهن راوڻ جي محفل ۾ ٻه طوفان لڳو پوءِ
جي ويا ۽ چوڻ لڳا ته ٽڪا ڏرتي ڏذي ۽ ته ٽڏهن
چت ۽ مکت ڪيئن ڪريا! هو اِنکي اَپسوڻ سمجهڻ لڳا.
راوڻ ڳالهه تاهي سيتي کي سمجهائي گهر موڪليو.
راوڻ جو چت ۽ مکت ڪريل ڏسي سندس استري مندودري
ٽيرس ۾ پرجي ڪيس هٿ جوڙي چوڻ لڳي:- هي پريتم! توهان
رامچندر سان دشمني نه ڪريو. توهان سيتا کي ڏوليءَ ۾ چاڙهي
شري رام ڏي موٽائي موڪليو ۽ توهان به وڃي سندس شرڻ پئو.
هو نشچيه سان توهانجو ڪيل پاپ توهانکي ڪميا ڪندو. توهان
هن کي منش سمجهي من ۾ هٺ نه ڪريو. سڀيئي وڏا وڏا رشي
مني چئي رهيا آهن ته هو وشو روپ وشنو ڀڳوان جو ساڪيات
اوتار آهي. جنهن واراهه ۽ نرسنگهه روپ ڌاري مهان شوروير هرڻاڪيه
۽ هرڻ ڪشپ جو ناس ڪيو؛ جنهن وامن روپ ڌاري راجا باليءَ کي
ٻڌو ۽ پرشرام روپ ڌاري، سهسر باهو آدي ظالمي راجائن جو اَنت
آندو، اُهوئي ڀڳوان پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ هاڻي رام جي روپ
۾ پرگهٽ ٿيو آهي. انلاءِ هي سوامي! توهان هن سان ورود نه ڪريو.
ڪال، ڪرم ۽ جيون جي ڏور آهي، تنهن رام جي
جنهن جي هٿ ۾
وڃي شرڻ پئو.
راوڻ پنهنجي ڌرماتما استري
سوپاؤ ڪان ئي بي پئو ۽ گهمنڊي
جا اِهي وچن ٻڌي کلي چوڻ لڳو:- هي پياري! تو ته اجايو ڪٽ
پنهنجو جيءُ ڊپ ۾ خراب ڪيو آهي. ٻڌاءِ ته مون جهڙو بلوان ه
وقت سنسار ۾ پيو ڪير آهي؟ مون ئي پنهنجي ٻانهن جي بل س
سڀني ديوتائن ۽ دانون کي جيتي قبضي ڪيو آهي- پوءِ به خبر ناه
ته توکي ڇاجو ڊپ لڳي؟ ڏون منهنجي پريم وس اجايو ب
نه ڪر! سڄي ٽرلوڪي منهنجي وس ۾ آهي. هي مرگهلوچن
لهين جي چترائي ۽ رهسيه مونکي هاڻي سمجهه ۾ آي




تون منهنجي دشمن جي وڏائي ڪري هنجي ٻل ۽ پراڪرم جي واکاڻ ڪري رهي آهين.

پٽيءَ جون ڳالهيون ٻڌي مندوديءَ جي من ۾ نشچيه ٿي ويو تہ سندس پتيءَ جي سر تي ڪال سوار آهي جو ٻڌي ئي ڦري ويٺي اٿس. جيئن ٽيڪ بادل گهٽوئي جل وسائين تہ بہ ڪاڻي ۾ گل پيدا نٿو ٿئي، تيئن برهما جهڙو گرو ملڻ تي بہ مورک جي من ۾ سمجهہ پيدا نٿي ٿئي.



## انگد جو راوڻ وٽ دوت ٿي وڃڻ.

رامچندر ۽ سندس سنگتا اُها رات سُويل پهاڙ تي ڪاٽي. صبح جو جبل تي بيهي هنن لنڪا جو نظارو ڏٺو. ترڪوٽ پربت جي چوٽيءَ تي ٺهيل سوني جي لنڪا اهڙي سندر پئي لڳي جڻڪ ديوتائن جي راڄڌاني الڪاپوري آڪاش ۾ لٽڪي رهي هجي. پرسڌ ميہ دانو دواران ٺاهيل لنڪا جي شاندار محلن، عاليشان بناوت ۽ سمپتي ڏسي شري رام لڪشمڻ کي چيو:- لڪشمڻ! هن نگريءَ جي شوڀيا ڏس! هڪ منش جي پاپ ڪري هن ساري سمپتي ۽ راڪشس جاتيءَ جو ناس ٿيندو. هيءُ پاپي راوڻ پنهنجي گهمنڊ ۽ واسنا جي وس ٿي پنهنجن هٿن سان پنهنجي پرجا مٿان آپدا آڻي رهيو آهي! هاڻي اسانکي پنهنجو خيال پنهنجي ڪاريہ ۾ لڳائي لڙائيءَ ۾ سوڀ پائڻ گهرجي. پڌ هلندي وڏو گهمسان مچندو ۽ اُن ۾ راڪشس طرحين طرحين جا روپ ٺاهي اسانکي گمراهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. انڪري لڙائي وقت وانر پنهنجي اصلي روپ ۾ هجن ڇو جو راڪشس وانرن جو روپ ڌارڻ ۾ پنهنجي گهٽتائي سمجهندا. انہ اسانکي پنهنجي ۽ پرائي جو پتو پئجي سگهندو.

اُنوقت وانر سنگتا لنڪا جي قلعي جون ٿلهيون ٿلهيون ديوارون ۽ اُنجي چوگرد اونهيون کاهيون، لنڪا جي برجن تي رکيل پٿرن

چِت ۽ مکت کنهن زمين تي ڪري پيا ۽ اُهو تير وري اچي رامچندر جي ترڪش ۾ پيو. هوڏانهن راوڻ جي محفل ۾ ويٺل سڀ ڏسي رهيا ۽ چوڻ لڳا ته نڪا ٽرڻي ڏڏي ۽ نه طوفان لڳو پوءِ به چِت ۽ مکت ڪيئن ڪريا! هو اِنکي اَپسوڻ سمجهڻ لڳا. تڏهن راوڻ ڳالهه ٽاهي سڀني کي سمجهائي گهر موڪليو.

راوڻ جو چِت ۽ مکت ڪريل ڏسي سندس استري مندودري تپرس ۾ پرڄي ڪيس هٿ جوڙي چوڻ لڳي:- هي پريتم! توهان رامچندر سان دشمني نه ڪريو. توهان سيتا کي ڏوليءَ ۾ چاڙهي شري رام ڏي موٽائي موڪليو ۽ توهان به وڃي سندس شرڻ پئو. هو نشچيه سان توهانجو ڪيل پاپ توهانکي ڪميا ڪندو. توهان هن کي منش سمجهي من ۾ هٺ نه ڪريو. سڀيئي وڏا وڏا رشي مني چئي رهيا آهن ته هو وشو روپ وشڻو ڀڳوان جو ساکيات اوتار آهي. جنهن واراه ۽ نرسنگهه روپ ڌاري مهان شوروير هرڻاڪيه ۽ هرڻ ڪشپ جو ناس ڪيو، جنهن وامن روپ ڌاري راجا بليءَ کي ٻڌو ۽ پرشرام روپ ڌاري، سهسر باهو آدي ظلمي راجائن جو انت آندو، اُهوئي ڀڳوان پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ هاڻي رام جي روپ ۾ پرگهٽ ٿيو آهي. انلاءِ هي سوامي! توهان هن سان ورود نه ڪريو. جنهن جي هٿ ۾ ڪال، ڪرم ۽ جيون جي ڏور آهي، تنهن رام جي وڃي شرڻ پئو.

سوپاوُ ڪان ئي بي پئو ۽ گهمنڊي راوڻ پنهنجي ڌرماتما استريءَ جا اِهي وچن ٻڌي کلي چوڻ لڳو:- هي پياري! تو ته اجايو ڪٽي پنهنجوجيءَ ڊپ ۾ خراب ڪيو آهي. ٻڌاءِ ته مون جهڙو ٻلوان هن وقت سنسار ۾ پيو ڪير آهي؟ مون ئي پنهنجي ٻانهن جي ٻل سان سڀني ديوتائن ۽ دانون کي جيتي قبضي ڪيو آهي. پوءِ به خبر ناهي ته توکي ڇاجو تو ڊپ لڳي؟ تون منهنجي پريم وس اجايو ڊپ نه ڪر! سڄي ترلوڪي منهنجي وس ۾ آهي. هي مرگهلوچني! تنهنجي ڳالهين جي چترائي ۽ رهسيه مونکي هاڻي سمجهه ۾ آيو جو




ماليوان جي سڀني صلاح ڪين آئڙي. هو ڪاوڙجي چوڻ لڳو:- ”تون شترو جو طرف وٺي منهنجي گهٽتائي ڪري رهيو آهين! مان آهيان بلوان راڪشسن جو راجا جنهن کان وڏا وڏا لوڪپال به ٿرٿر ڪنبن ٿا. مان اهڙو پرتاپي هوندي به بن بن ڀٽڪندڙ رام جي ڊپ کان ساڪيات لڪشمي سمان سيتا موٽائي ڏيان؟ هرگز نه! مان جلد رام، لڪشمڻ، سگريو ۽ ٻين وانرن کي ماري ڇڏيندس.“

ماليوان راوڻ کي ناراض ڏسي وڌيڪ ڪين ڪڇيو ۽ کيس آسيس ڏيندو پنهنجي گهر هليو ويو. تنهن کانپوءِ راوڻ سڱناپتين سان صلاح ڪري لنڪا جي رکيا جو پربنڌ ڪيو. هن سڀني کي جدا جدا ڪم سونپيا ۽ اندرجيت ۽ ٻين بلوان راڪشسن کي لنڪا جي چئن ڦاٽڪن جي رکيا لاءِ مقرر ڪري پنهنجي راڄ محل ۾ هليو ويو.

راڪشسن جي دلين مان ڊپ ڪيڻ لاءِ ۽ اهو ڏيکارڻ لاءِ ته رامچندر جهڙو پربل شترو سر تي سوار هوندي به کيس ذرو به چنتا نه آهي، راوڻ هميشه وانگر پنهنجي پياريءَ استريءَ مندودريءَ سان گڏجي پنهنجي راڳ رنگ واري سڀا ۾ آيو. اهو آڪاڙو سندس محل جي سڀڪان مٿينءَ ڇت تي هو ۽ راوڻ جي اچڻ تي اُتي ڪنر ۽ گنڌرو سندس اُستتي ڪرڻ لڳا ۽ اپسرائون ناچ ڪرڻ لڳيون. طرحين طرحين جا ساز مردنگ ۽ واڄا وڄڻ لڳا ۽ سنگيت جي محفل مچي ويئي. راوڻ جو دٻدٻو ته ديوتائن جي راجا اندر کان به ڪئين دفعا وڌيڪ هو، سو هو اُن آڪاڙي ۾ سک ڀوڳڻ لڳو.

هوڏانهن رامچندر هڪ مرگ ڇالا تي ليٽيو پيو هو ته ڏکڻ ڏسا ۾ بادلن جي گجگور جو عجب آواز ۽ وچ جي ڪنوڻ ڏسي اچرج ۾ پيو. انوقت وڀيشڻ چيو:- ”هي سوامي! اهي بادل يا وڄ ناهن پر راوڻ پنهنجي محل جي ڇت تي جا سنگيت سڀا لڳايو ويٺو آهي تنهن ۾ مردنگ جو وڄڻ آهي جڻ بادلن جي گجگوڙ ۽ راوڻ جي ڇٽ ۽ مڪٽ جا هيرا ماڻڪ وڄ سمان چمڪي رهيا آهن.“

اهو ٻڌي رامچندر مشڪي هڪ تير اهڙو هلايو جو راوڻ جو

ڪانئرن جهڙيون ڳالهيون ڪري رهيا آهيو. مون ڪئين دفعا ديوتائن ۽ دانون سان جنگيون جوتي ڪين شڪستون ڏنيون آهن، سو رام ڪهڙي شيءِ آهي جو مون سان رڻ ۾ پوءِ ۾ مت پوندو! مان ڪنهن به ڊپ ڪري لڪشميءَ سمان سندر سيتا کي هٿان ڪين ڇڏيندس.

ائين چئي راوڻ شڪ ۽ سارڻ کي وٺي پنهنجي محلات جي چوٽ تي چڙهيو جتان سمنڊ تائين سڄي ڌرتوي دسڻ ۾ ٿي آئي. اُتي ٻهي راوڻ ڏٺو ته سڄي زمين، بن ۽ پربت اسنکيه وانر سئنا سان ڀرجي ويا آهن. شڪ ۽ سارڻ راوڻ کي وانر سئنا جي سورين جوڙجڪ ۽ ويوهه رچنا سمجهائي ۽ اها سئنا جنهن ريت جدا جدا مهندارن هيٺ وراهيل هئي سو به سڀ ٻڌايو! اهو ٻڌي ۽ ڏسي راوڻ جي من ۾ ٿورو مونجهارو ته ٿيو، پر جلدئي همت ڪري هن يڌ سيا ڪٺي ڪرڻ جي آگيا ڏني.

وانر سئنا جي شنڪن ۽ ترهن جو ڪولاهل جڏهن لنڪا ۾ راڪشسن ٻڌو تڏهن اُنهنجو اُتساهه گهٽجڻ لڳو ۽ يڌ سڀا ۾ هوهڪ ٻئي جا منهن تڪڻ لڳا. راوڻ سيني کي اُتساهه ڏيارڻ لڳو، پر سندس نانو ماليوان ڏاڍو سياڻو هو. تنهن چيس:- راجن! نيتيءَ ۾ چيل آهي ته جي دشمن جي طاقت پاڻ جهڙي هجي ته اُن سان صلح ڪرڻ گهرجي. سيتا سندر ته آهي، پر اُهو سون ئي گهوريو جو ڪن چيني. هن وقت سڀ ديوتائون، رشي ۽ گنڌروَ رامچندر جي جيت لاءِ پرارٿنا ڪري رهيا آهن ۽ هو ڌرم تي به آهي. اسانجو اڌرم روپي نانگ ئي اسانکي ڏنگيندو. جيئن اگر ڪوسا ته هٿ ساڙين ۽ جي ٿڌا ته هٿ ڪارا ڪن، تيئن اڌرم جي ڪم مان ڪڏهن به چڱائي ڪين ٿيندي. اَپسوڻ به ڏاڍا پيا ڏسجن. توهان جيڪو ور پراپت ڪيو آهي سو ديوتائن، دانون ۽ گنڌرون کان توهانجو بچاءُ ڪندو، پر هئي ته منش، باندر ۽ رڇ گرجي رهيا آهن. هو ڏاڍا ٻلوان ۽ پراڪرمي به آهن. انلاءِ اسانکي رامچندر سان صلح ڪرڻ گهرجي.

دشٽ راوڻ ڪال جي وس ٿي رهيو هو، انڪري هن ڪـــي

راڪشس ٿي ملين ته انجو نڪ ۽ ڪن ڪپي لنڪا ڏي ٿي موڪليائون.
انهن راڪشسن کي ڏسي ۽ وانر سينا کي لنڪا جي چوطرف ڏسي
لنڪا نگريءَ ۾ ڪولاهل مچي ويو. رامچندر جي نيمن پٽاندر
سينا کي جدا جدا حصن ۾ ورهائي، سگريو، انگد، جامونت ۽ گند مادن
آدي سينا پتين جي رکيا ۾ سونپيو. وانر وڏيون وڏيون پٿر جون
چٽون ۽ وڻ کڻي لنڪا جي ناس ڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيٺا.

رامچندر جي ساگر پار ڪرڻ جو ٻڌي، راوڻ پنهنجن ٻن جاسوسن
شڪ ۽ سارڻ کي موڪليو ته وانر سينا جي سنکيا ۽ شڪتيءَ جو پتو
لڳائي اچن. اهي آگيا ٻڌي شڪ ۽ سارڻ باندرن جو روپ ڌاري
وانر سينا ۾ گهڙي پيا ۽ سڀ جوڙجڪ جاچي جوچي ڏسڻ لڳا.
وانر سينا ايڏي وڏي هئي جو هو اُن جو ڳاڻاٽو ڪري ڪين سگهيا.
اُنوقت وڀيشڻ ٻنهي راڪشسن کي باندرن جي روپ ۾ سڃاڻي ورتو
۽ ڪين پڪڙي آڻي رامچندر جي اڳيان حاضر ڪيو پر دیالو رامچندر
چيو:- جيتوڻيڪ هيءَ ٻئي جاسوس اسانجي سينا جو ڀيد لهڻ آيا
آهن ته به هنن کي آزاد ڪريو ته ڀل جيڪي ڏٺو اٿائون سو وڃي
راوڻ کي ٻڌائين. هي دوتو! توهين راوڻ کي اهو به چئجو ته جنهن
ٻل جي ڀروسي تو منهنجي سيتا چورائي آهي، سو ٻل يڌ جي مئدان
۾ اچي ڏيکارج. سڀاڻي ڪان وٺي لنڪا ۽ راڪشسن کي منهنجي ٻاڻن
سان ناس ٿيندو ڏسندا.

شڪ ۽ سارڻ لنڪا ۾ اچي راوڻ کي سموري حقيقت ۽ رامچندر
جو سنديش سڻايو. هو راوڻ کي چوڻ لڳا:- هي مهاراج! رامچندر
جو تيج ۽ گنڀيرتا، استر شستر ۽ پراڪرم ڏسي اسان سمجهونٿا ته
هو اڪيلوئي لنڪا کي ناس ڪرڻ ۾ سمرٿ آهي. هن جو ڀاءُ لڪشمڻ
به اُن جهڙوئي پراڪرمي آهي. وانر سينا جا مهندار به ڏاڍا سوروير
آهن ۽ سندن من ۾ يڌ جو ڏاڍو چاهه آهي. انلاءِ توهين رامچندر
سان صلح ڪريو ۽ سيتا واپس ڪريو.
راوڻ چيو:- توهانکي وانرن شايد ڊنگم ڪيو ٿو ڏسجي جو




پيڻ ڪي ٻه ... ٻري ۽ پيڻ ڪي ٻه
... ۽ پيڻ ڪي ٻه ٻوڙين سي جو جهاز وانگر پاڻ ٺري ۽ نه پٿرن جو ڳڻ آهي
... ي رهيا آهن، سا نڪي سمنڊ جي مهما آهي ۽ نه پٿرن جو ڳڻ آهي
... ڪي نل نيل جي ڪرامات آهي. شري رامچندر جي پرتاپ سان ئي
... ترڻ لڳا. اهڙي شري رام کي ڇڏي جيڪو منش ٻئي ڪنهن مالڪ
... و ڀڄن ڪريٿو سو پڪ سان منڌٻڌي (ڪم عقل) وارو آهي."
... و ڀڄن ڪريٿو سو پڪ سان منڌٻڌي رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو
... وانرن جي اِها سندر رچنا ڏسي شري رامچندر ڏاڍو پرسن ٿيو
... ۽ اُن منوهر ۽ رمڻيڪ استان تي پنهنجي اشٽ ديوتا شنڪر ڀڳوان
... جي مورتي استاپنا ڪرڻ جو نشچيه ڪيائين. هن دوت موڪلي
... گهٽيئي سريشٽ رشي مني گهرايا ۽ ويدن جي وڌيءَ موجب اُتي
... شنڪر جي مورتيءَ جي استاپنا ڪري اُنجو نالو راميشور (رام جو
... ايشور) رکيائون. اُنوقت شري رام چيو:- مونکي شنڪر سڀ کان
... وڏيڪ پيارو آهي. جيڪو منش شنڪر سان دروهه ۽ وشڻوءَ جي
... ڀڳتي، يا وشڻوءَ سان دروهه ۽ شنڪر جي ڀڳتي ڪريٿو، سو مورکه
... نرڪ ڳامي ٿيندو؛ پر جيڪو ٻنهي کي هڪ سمجهي، نشڪام ڪرم
... ڪندو رهيٿو سو جنم مرڻ جي دکه کان ڇٽي موکش پائيندو. جيڪو
منش راميشور جو درشن ڪندو ۽ اُن تي گنگا جل چاڙهيندو سو پرم
پد کي پراپت ڪندو.

راميشور جي استاپنا ڪري، رامچندر رشين منين جو آد...
ستڪار ڪري ڪين رخصت ڏني. اُنوقت اسنڪيه وانر خوشي منائ...
رهيا هئا ۽ اُنهن جي آنند جي اُتساهه ۾ سمنڊ جي گجگور به لي...
تي ويئي. تڏهن رامچندر نل نيل جي ٺهيل مضبوط پل ٽان وا...
سئنا کي پرينءَ پر هاڻ جو حڪم ڏنو. اها سئنا اهڙي نه وڏي ه...
جو اُنجو بيان ڪري نٿو سگهجي. ڪي وانر آڪاش مارگ ما...
ڳپتا پل ٽان ۽ ڪي پل جي پرسان پاڻيءَ ۾ ٽرندا هليا. هنومان رامچ...
کي پنهنجن ڪلهن تي چاڙهيو ۽ انگد لڪشمڻ کي. اِنريت س...
وانر نچندا ٽپندا گجندا ۽ جئه جئڪار ڪندا اچي لنڪا جي پيٽ ۾...
لنڪا جي پيٽ تي پهچي وانر ڦل ڦول کائڻ لڳا ۽ جٽي جٽي...

اجيت، نرگڻ، نروڪار، مايا کان پري، ديوتائن جو سوامي، دشمن
جي ناس ڪرڻ ۾ لڳل، براهمڻن جو ديوتا (رکيڪ)، جل ڀريل بادل
سمان سانوري رنگ وارو، ڪمل سمان نيڻن وارو آهي تنهن راجا
جي روپ ۾ پرم ديو شري رام جي مان وندنا ڪريان ٿو.

سمنڊ ديوتا جي وچنن موجب رامچندر نل ۽ نيل نالي
ڪاريگرن کي گهرائي سمنڊ
تي پل ٺاهڻ جي آگيا ڏني.
پوءِ ته لکين وانر ڪم کي
جنبي ويا. باوان وانر پهاڙن
تي چڙهي ويا ۽ وڏا وڏا وڻ
ڪاٽي ۽ پٿر گهليندا سمنڊ جي
ڪناري تي ڪٺي آيا. نل ۽
نيل وڻن کي هڪ ٻئي ۾
ڳنڍي ڪن کي پٿرن جي
هيٺان ۽ ڪن کي مٿان رکي
پختي پيڙه ٺاهيندا ٿي ويا.
وڏا وڏا پٿر ڪلن ذريعي آڻي
سمنڊ ۾ وڌا ٿي ويا ۽ ڪي



وڻن مٿان رکيا ٿي ويا. نل نيل جي نظر هيٺ] کي وانر ڏکيون
ڏکيون ڏوريون جهلي بيٺا ۽ ميزان سان ماپڻ لڳا. پيڙه جي پاين
جي مٿان وڏا وڏا بند رکي ۽ اُنهن مٿان گاهه ۽ ڏاڙيون رکي سمنڊ مٿان
پل کي سنئون سڌو بڻايو ويو. انريت اسڪيم وانرن پنجن
ڏينهن سخت پورهيو ڪري هڪ سؤ يوجن ڏگهي پل ٺاهي
تيار ڪئي.

مهاديو چيو:- هي پاروتي! شري رگهوناٿ جي اِها ريت آهي
ته هو شرڻاگت تي سدائين پريت رکندو آهي. شري رام جي ڪرپا
سان پل ٻڌڻ ۾ نل نيل جو جس ڳائجڻ لڳو. ڀلا! جي پٿر پاڻ

|| ॐ ||

# شري تلسي رامائڻ



## لنڪا ڪانڊ





سمنڊ تي پل ٻڌي جڏهن ۽ رامچندر جو سيتا سميت لنڪا پهچڻ.



रामं कामारिसेव्यं भवभयहरणं कालमत्तेभसिंहं,
योगीन्द्रं ज्ञानगम्यं गुणनिधिमजितं निर्गुणं निर्विकारम्
मायातीतं सुरेशं खलवधनिरतं ब्रह्मवृन्दैकदेवं
वन्दे कन्दावदातं सरसिजनयनं देवमुर्वीशरूपम् ॥

جنهن شري رام جي، ڪامديو جو شترو شنڪر بہ پوڄا ٿو ڪري،
جيڪو جنم مرڻ جي ڀؤ کي ناس ڪرڻ وارو، ڪال روپي هاٿيءَ لاءِ
شينهن سمان، يوگيشور، گيان دوارا جنهن کي ڄاڻجي، گڻن جو ڀنڊار،

پوءِ اُنکي سڪائي ڇڏيو سگهان. جي مان پاڻ مان توهانکي رستو ڪيئي ڏيندس ته توهانجي سرشٽيءَ جو قانون ڀڄي پوندو. پر توهان وٽ نل ۽ نيل نالي وانر وشو ڪرما جا پٽ آهن، جي منهنجي مٿان ٻيل ٻڌي سگهندا، پوءِ توهان وانر سڀئي سولو لنگهي پار پئجو. انريت پل ٻڌڻ سان توهانجو جس به ڳائبو. مونتي ڪرپا ڪريو ۽ مونکي وڌيڪ نه جلايو.

سمندر ديوتا جي اها صلاح رامچندر کي پسند آئي ۽ هن اگني استر هلائڻ بند ڪيو. سمندر ديوتا به رامچندر جو پراڪرم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس انيڪ پرڪارن جون پيٽائون ڏيئي پنهنجي گهر هليو ويو. تلسيداس چوي ٿو ته شري رگهوناٿ جو گڻ گان سڀ ڪلياڻ ڪندڙ آهي. جو اهو پريم پوروڪ ٻڌندو سو بنا ڪنهن جهاز (يعني ساڌن) جي ڀؤ ساگر تري پار پوندو.

सकल सुमंगल दायक रघुनायक गुन गान।
सादर सुनहिं ते तरहिं भव सिन्धु बिना जल जान॥

—:※:—

سندر ڪانڊ سماپت.



استر سان سمنڊ کي سڪائي ڇڏيان. مونکي نمرتا سان پريل ڏسي سمنڊ مونکي اسمرٿ ٿو سمجهي. چيل آهي ته:-

सठ सन बिनय कुटिल सन प्रीती। सहज कृपन सन सुंदर नीती॥
ममता रत सन ग्यान कहानी। अति लोभी सन बिरति बखानी॥
क्रोधिहि सम कामिहि हरि कथा। ऊसर बीज बएं फल जथा॥

مورک سان نيزاري، دوکيباز سان پريت، ڪنجوس کي اُدارتا جو اُپديش، ممتا ۾ ڦاٿل کي گيان جي ڪٿا، لوڀيءَ سان وئراڳ جو وڙڻ، ڪروڌيءَ کي شانتيءَ جي ڳالھ ۽ ڪاميءَ کي ڀڳوان جي ڪٿا ٻڌائڻ جو اھڙوئي ڦل ٿيندو آهي جھڙو ڪلراٺي زمين ۾ ٻج پوکڻ جو ٿيندو آهي يعنيٰ اهو سڀ اجايو ٿيندو آهي. انلاءِ اڄ مان هن اڀماني سمندر جو هوش ڏڪائي آڇيندس. مان اگنيءَ استر سان هن مهاساگر کي سڪائي ڇڏيندس، هن ۾ جيڪي به جيو جنتو آهن سي ناس ٿيندا ۽ جل جي جاءِ تي واريءَ جا ڍير هوندا، جو وانر پنڌل هلي ٻئي ڪناري پهچندا.

ائين چئي مهاتيجسوي رامچندر برهم ڏنڊ سمان هڪ آديت استر ڌنش تي چاڙهيو. جيئن ئي هن استر هلائڻ شروع ڪيو ته اهڙو ته ڀيانڪ آواز ٿيو جو جڻ آڪاش ۽ پرٿوي ڦاٽڻ لڳا ۽ پربت ٿرڪڻ لڳا. چوطرف ڪولاهل مچي ويو ۽ آڪاش ۾ تارا هڪ ٻئي سان ٽڪرجڻ لڳا ۽ وڄر جھڙا مها شبد ٿيڻ لڳا. سمنڊ به پرليه ڪال وانگر مهاگهور گجڪار ڪري هڪ هڪ يوجن هيڏانهن هوڏانهن ڦهلجي ويو. سمنڊ اندر رولوڙو پئجي ويو ۽ اُن اندر جيڪي به ڪڇ جيو هئا سي جلي مرڻ لڳا ۽ ٽيهت جي پيڙا کان وياڪل ٿي سمورو جل ٽهڪڻ لڳو. سمنڊ ديوتا وڏيڪ سهي نه سگھيو ۽ هڪ سندر روپ ڌارڻ ڪري پرگھٽ ٿيو ۽ شري رام وٽ اچي چوڻ لڳو:- هي ناٿ! مونتي ڪرپا ڪريو. سرشٽيءَ جي آد کان وٺي پرٿوي، وايو، آڪاش، جل ۽ تيج پنهنجي قدرتي سڀاو کي نٿا ڇڏين ۽ سرشٽيءَ جي نيمن آڏين آهن. پرڪرتيءَ جي اِنهن اٽل نيمن موجب ئي هن جڳت جو سلسلو روءِ سوءِ هلندو. انريت مونکي به اٿاهه ۽ اونهي جل سان پريل ٿيڻوئي

راوڻ جي آڳيا موجب شڪ اچي سگريو سان ڳجهه ڳوهه ۾ مليو ۽ هنکي چيائين:- هي ڪشڪندا نريش! مونکي لنڪا پتي راوڻ توهان وٽ موڪليو آهي، ڇاڪاڻ جو هنکي توهان لاءِ وڏي عزت ۽ پريم آهي. توهان به راجا آهيو ۽ هو به راجا آهي. پر هيءَ جعو توهان هڪ لاوارث راجڪمار جو طرف ڪٽي، هڪ مها ٻلي راجا جي مقابلي لاءِ تيار ٿي پنهنجي راڄ کي جوکي ۾ وجهي رهيا آهيو سو سمجهه نٿو اچي. اسانجو راجا جي رامچندر جي استري کڻي آيو آهي ته ۾ انهه توهانجو ته ڪو نقصان ڪو نه ٿيو آهي؟ توهان پنهنجي سئنا کي ڪشڪندا واپس موٽائي وڃو ته جڳ جيئيندڙ مهاراج راوڻ سدائين توهانجو متر ٿي رهندو.

اِهو ٻڌي سگريو کي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ هو قاصد شڪ کي جهلي مڪون هڻڻ لڳو. اُنوقت اُهو راڪشس شري رام کي پڪارڻ لڳو. هن جون دانهون ٻڌي رامچندر سگريو کي روڪي چيو ته دوت کي مارڻو ناهي. تڏهن سگريو شڪ کي ڇڏي ڏنو ۽ چيو:- هي دوت! تون راوڻ کي چئج ته تون منهنجو متر ناهين. تون رامچندر جو شترو آهين، انڪري منهنجو به شترو آهين. اسين لنڪا ۾ اچي توکي ڪٽنب سميت ناس ڪنداسين!

دوت شڪ وڃي راوڻ کي سگريو جو نياپو ڏنو ۽ سمورو احوال ٻڌايو. جو ٻڌي راوڻ وڏيڪ اُدم سان يڌ جون تياريون ڪرڻ لڳو. هوڏانهن رامچندر ۽ سندس صلاحڪار سمنڊ پار ڪرڻ جو ڪو اُپاءُ سوچڻ لڳا. اُنوقت وڀيشڻ صلاح ڏني ته سمنڊ ديوتا کي پرارٿنا ڪرڻ گهرجي ته هو ضرور ڪو وسيلو ڏسيندو. رامچندر ته هٺوئي ڌرماتما، تنهنکي به اِها ڳالهه پسند آئي ۽ هو انڪري سمنڊ جي ڪناري تي ٻين جو آسن وڇائي سمنڊ جي اُستتي ڪرڻ لڳو. پر جڏهن ٽي ڏينهن ٽي راتيون اُپاسنا ڪرڻ ڪانپوءِ به سمنڊ پرگهٽ نه ٿيو تڏهن رامچندر لڪشمڻ کي چيو:- هي لڪشمڻ! بنا ڏپ جي پريت نه ٿيندي آهي. هاڻي منهنجو ڌنش ٻاڻ کڻي اچ ته اگني

ائين چئي ويڀيشڻ وري به پريو رامچندر جي چرڻن ۾ وارنوار نمسڪار ڪرڻ لڳو. شري رام ڪيس آٿت ڏنو ۽ پريم ۽ آدر پوروڪ سگريو ۽ ٻين سان سندس مترتا ڳنڍي. تنهنڪانپوءِ ويڀيشڻ راوڻ، ڪنڀ ڪرڻ، ميگهناد، پرهست آدي سڀني راڪشس يوڌن جي پراڪرم ۽ لنڪا جي قلعي آديءَ جو سربستو احوال ڪري ٻڌايو. اهو ٻڌي رگهنات چيو:- هي ويڀيشڻ! راوڻ ۽ سندس ساٿين جو ڪيترو به پراڪرم هجي ته به تون پڪ ڄاڻ ته مان اُنهن کي ماري توکي لنڪا جو راجا بڻائيندس. راوڻ پاتال ۾، رساتل ۾ يا خود برهما وٽ وڃي لڪي ته به مان ڪيس جيئرو ڪين ڇڏيندس.

ويڀيشڻ چيو:- هي پريو! راڪشسن جي موت ۽ لنڪا جي وجئه لاءِ مان پنهنجا پراڻ ڏيئي به توهانجي سهائتا ڪندس. لڙائيءَ مهل مان خود راوڻ سان به لڙندس.

اِهو ٻڌي رامچندر اڻينت پرسن ٿي ويڀيشڻ کي گلي لڳايو ۽ لڪشمڻ کي چيو:- لڪشمڻ! مان ويڀيشڻ تي ڏاڍو پرسن آهيان ۽ هن کي لنڪا جو راجا ٿاڦيان ٿو. تون سمندر جو جل آڻي ويڀيشڻ کي راڄتلڪ ڏي.

رامچندرجي آگيا موجب لڪشمڻ ويڀيشڻ کي راڄتلڪ ڏنو ۽ رامچندر جي اهڙي ديالتا ڏسي سڀئي وانر جئه جئڪار ڪرڻ لڳا. انوقت راوڻ جن جاسوسن کي ويڀيشڻ جي پوئتان موڪليو هو، تن راوڻ کي وڃي سچي حقيقت ٻڌائي ۽ اسنڪيه وانرسئنا جو ورڻن ڪري، اُن ۾ ڦوٽ وجهڻ جي صلاح ڏني. اها صلاح راوڻ کي پسند آئي ۽ هن شڪ نالي راڪشس کي گهرائي چيو:- هي دوت! تون جلد وڃي سگريو کي مڌر وچنن ۾ سمجهائي چئه ته تون منهنجو ڀاءُ سمان متر آهين. مان جي رام جي استري کڻي آيو آهيان ته اُنسِي تنهنجي ته ڪا هاڃي نه ٿي آهي جو تون پنهنجا ماڻهو مارائڻ لاءِ تيار ٿيو آهين! انڪري تون ڪشڪنڌا موٽي وڃ ته مان سدائين لاءِ رهندس.

نراڌار ٿي توهانجي شرڻ آيو آهيان. مان توهانجو داس آهيان ۽ مونتي ڪرپا ڪري پنهنجو اڀو ڏيو. اِها ڳالهه پرسڌ آهي ته توهان دکين جو دکه دور ڪرڻ وارا ۽ شرڻاگت کي سکه ڏيڻ وارا آهيو. اِهو جاڻي مان توهانجي شرڻ آيو آهيان. جيتوڻيڪ منهنجي جيوت راکشسن جي سنگه ۾ ئي گذري آهي ۽ منهنجي تامسي شرير کي پاپ ۽ اتياچار ڪرڻ سڀاوَ کان ئي پيارا آهن پر توهان دیا جا ساگر ۽ نراڌارن جا آڌار آهيو، سو هي پربو! منهنجي رکيا ڪريو! رکيا ڪريو!

وڀيشڻ اِهي دين وچن چئي شري رام جي چرڻن ۾ ڪري پيو ته ڀڳوان هنکي اُٿاري پنهنجي هردي سان لڳايو ۽ پنهنجي پر ۾ ويهاري چوڻ لڳو:- هي لنڪاپتي! تنهنجي ڪٽنب ۾ ته سڀ خوش آهن؟ توُن رات ڏينهن دشٽن جي صحبت ۾ رهين ٿو، تنهن ڪري تنهنجي بڌي ڌرم ۽ نيتي ۾ دري آهي. هي پيارا! نرڪ ۾ رهڻ چڱو پر وڌاتا شل نه ڪنهن دشٽ جو سنگه ڏي! پر مان ڏسانٿو ته جيتن گهپ مان پئدا ٿيندي به ڪمل گل نرمل آهي تيئن توُن به راکشسن جي سڀاوڪ نردئتا ۽ پاپ کان پري آهين. جيڪو منش ماتا پتا ڀائر پٽ. استري شرير ڌن گهر مترن ۽ پروار جي ممتا روپي ڌاڳن جي هڪ نوڙي وٽي اُن سان پنهنجي من کي ڀڳوان جي چرڻن ۾ ٻڌي ٿو، جيڪو چڱي ۽ مدي لاءِ سمدرشي آهي، جنهنجو من وشيه واسنائن کان پري آهي ۽ جنهنجي من ۾ هرش، شوڪ ۽ ڀپ ناهي؛ اُهو سنت ڀڳوان کي ڏاڍو پيارو آهي. هي پيارا! تو ۾ اِهي سڀيئي گڻ آهن ۽ توُن نيتيءَ ۽ ڌرم تي قائم آهين ۽ پراُپڪار ۾ تنهنجي من جي ورتي آهي، انلاءِ توُن مونکي پيارو آهين.

وڀيشڻ چوڻ لڳو:- هي ناٿ! ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪار ۽ ايرکا روپي ڌاڪو تيستائين من ۾ رهن ٿا جيستائين ڌنش باڻ ڌارڻ ڪيل توهان هردي ۾ نٿا رهو. مونکي مهرشي پلستيه مان معلوم ٿيو آهي ته توهان ئي ساري جڳت جا ڪرتار وشڻو ڀڳوان آهيو. توهان ئي ست چت آنند پرماتما آهيو ۽ اڄ توهانجو ساکيات درشن ڪري منهنجو جنم سڦلو ٿيو. اڄ منهنجا سڀ دک ۽ ڀيه دور ٿيا.

اهي ڳالهيون ٻڌي رامچندر چيو:- توهان سڀني جيڪي چيو سو منهنجي ڀلائيءَ لاءِ ئي آهي، پر هاڻي منهنجي راءِ به ٻڌو. سمبه جي ڦيري ٿي مترءِ مانت به دشمن ٿي بيهندا آهن. انهوجب راوڻ جو به درياڳيه اڇي چڪو آهي ۽ راڪشسن جي پاڻ ۾ ڦوٽ پئي ٿي ڏسجي ۽ وڀيشڻ راج ماڻ جي مطلب لاءِ اسانوٽ آيو آهي. هي سگريو! ڀرت سمان سڀ ڀائر ناهن. مون سمان سڀ پتا جا پتر ناهن ۽ تو سمان سڀ متر به نه ٿيندا آهن. ٻيو ته وڀيشڻ هن وقت منهنجي شرڻ آيو آهي ۽ منهنجو اهو نيم آهي ته مان شرڻاگت کي سداءِ اڀيه دان ڏيندو آهيان. جي خود راوڻ به شرڻ اچي ته اُنکي به مان نراس نه ڪندس. وڀيشڻ ته منهنجو ڪو اپراڌ ڪونه ڪيو آهي، تنهنڪي مان شرڻ ڪيئن نه ڏيندس؟

شري رام جا اِهي وچن ٻڌي سگريو گد گد ٿي چيو:- هي ڌرماتمن! توهان راجائن ۾ شرومڻي، سمرٿ ۽ ست مارگ ٿي آهيو. وڀيشڻ هاڻي ڀلي اچي اسانجي مترتا پراپت ڪري.



تنهنڪانپوءِ وڀيشڻ اُتي آيو ۽ شري رامچندر جي چرڻن ۾ ڪري هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- هي ديا ساگر! مان لنڪاپتي راوڻ جو ننڍو ڀاءُ وڀيشڻ توهانجي شرڻ آيو آهيان. مون ٻنهنجي ڀاءُ کي گهڻوئي سمجهايو ته هو ادرم ۽ پاپ کان باز اچي ۽ ماتا سيتا کي موٽائي موڪلي، پر هنکي منهنجي نصيحت ٿي لڳي ۽ الٽاءِ هن مونکي ديش نيڪالي ڏني. مان هن وقت




## شري رام کي منهنجي اچڻ جو سماچار ٻڌايو.



وڀيشڻ جا واڪ ٻڌي وانرن اِها ڳالهه وڃي اُتي ٻڌائي جتي شري رام، سگريوءَ ٻيا ويٺا هوا. وڀيشڻ جي ڳالهه تي سگريو انگد ۽ جامونت کي وشواس ڪين آيو. هو چوڻ لڳا :- شترو جي پاءُ تي ڪهڙو وشواس! هو راوڻ جي چئي ڀناندر هتي آيو هوندو ۽ موقع ڏسي اسانکي ماري ڇڏيندو. پر جي ائين نه به هجي ته جيڪو ماڻهو آپدا محل پنهنجي سڳي ڀاءُ کي ڇڏي سگهيتو سو اسان سان ڪيئن سچو رهندو.

تڏهن رامچندر هنومان کان سندس راءِ پڇي، ته هن چيو:- هي پربو! توهان پاڻ سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا پوءِ به هن داس جو مان رکڻ لاءِ صلاح پڇو ٿا. اُنهه ڪهڙو اچرج آهي ته وڀيشڻ ۽ راوڻ جو پاڻهه ڦيٽارو پيو هجي. وڀيشڻ کي راوڻ جي اڌرم ڪري ...هارجي ۽ توهانجي پراڪرم ڪري توهانجي سوڀ جي پڪ ٿي آهي. ...مان سمجهانٿو ته هو راوڻ جو انت سمي ويجهو ڏسي سچيءَ دل ...سان توهانجي شرڻ آيو آهي. هنکي خبر آهي ته توهان ٻاليءَ جو ...ات ڪري سندس راج سگريو کي ڏنو، انريت هو به لنڪا جي ...ج ملڻ لاءِ ۽ پاڻکي راوڻ سان گڏ ناس ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ توهانجي ...ڻ آيو آهي. انلاءِ هو پاڻ پڪيءَ طرح اسان سان وفادار رهندو.




## وپيشڻ جو رامچندر جي شرڻ اچڻ.

-:-

دنيا ۾ جڏهن ڪو ماڻهو ڌرم جو ڪم ڪندو آهي ته هن جي مائٽن ۽ مترن لاءِ مونجهارو پيدا ٿيندو آهي. ڪي مٽي مائٽيءَ ۽ وفاداريءَ جو لحاظ ڪري ۽ اڳ ٿيل مهربانين جي بوجهه هيٺ، اڌرميءَ سان سهڪار ڪرڻ لاءِ لاچار ٿيندا آهن. ٻيا اُهي آهن جي ڪنهن به اوسٿا ۾ ڌرم جي مارڳ جو تياڳ ڪري پاپيءَ کي سهائتا نه ڪندا آهن. ماڻهو جي ائين سمجهڻ ته اڌرم جي ڪم ۾ هنن کي پنهنجي ماءُ پيءُ يا پريمين جي سهانيوتي نه ملندي ۽ سڀئي هنجو تياڳ ڪندا ته جيڪر هو سنئين واٽ تي هلن ۽ پنهنجي واسنا کي دٻائي سگهن. راوڻ کي به اهڙن ئي ٻن قسمن جا ڀائر هئا. هڪ ڪنڀ ڪرڻ چيس ته "تو اڌرم جو ڪم ته ڪيو آهي پر تون منهنجو ڀاءُ آهين تنهن لاءِ مان تنهنجي همراهي ڪندس." ٻئي ڀاءُ وپيشڻ چيس "تو پاپ ڪيو آهي، پر اڃا به پشچاتاپ ڪري ۽ ڪيل پل سڌاري بربادي‌ءَ کان بچي سگهجيتو.

پر راوڻ ڪام واسنا ڪري انڌو ٿيل هو ۽ پنهنجي ڌن ۽ بل جو گهمنڊ به ڏاڍو هوس، انڪري هو اڌرم جي مارڳ تان هٽڻ لاءِ تيار ڪونه هو. انڪري هن پنهنجي ڌرماتما ڀاءُ وپيشڻ کي ديش نيڪالي ڏني. اُنڪانپوءِ وپيشڻ آڪاش مارڳ مان اُڏامندو سمنڊ جي ٻئي پر اچي وانر سئنا ۾ پهتو. وپيشڻ کي پنهنجن چئن سردارن سميت ڏسي ڪيترا وانر يوڌا هٿن ۾ وڻ ۽ پٿرن جون چٽون کڻي هنکي مارڻ آيا. اُنوقت وپيشڻ چيو:- هي مترو! مان پاپي راجا راوڻ جو ڀاءُ وپيشڻ آهيان. مان پنهنجي ڀاءُ کي سمجهائي پاپ ڪرم کان باز آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن مونکي بي عزتو ڪري ديش نيڪالي ڏني. هاڻي مان پنهنجو ڌن، دولت ۽ استري ۽ پريو رامچندر جي شرڻ آيو آهيان. توهان ڪرپا ڪري

شري رام کي منهنجي اچڻ جو سماچار سڻايو.



وڀيشڻ جا واڪ ٻڌي وانرن اِها ڳالهه وڃي اُتي ٻڌائي جتي شري رام، سگريو ۽ ٻيا ويٺا هوا. وڀيشڻ جي ڳالهه تي سگريو انگد ۽ جامونت کي وشواس ڪين آيو. هو چوڻ لڳا:- شترو ۽ جي ڀاءُ تي ڪهڙو وشواس! هو راوڻ جي چئي پٺاندر هتي آيو هوندو ۽ موقع ڏسي اسانکي ماري ڇڏيندو. پر جي ائين نه به هجي ته جيڪو ماڻهو آپدا محل پنهنجي سڳي ڀاءُ کي ڇڏي سگهيٿو سو اسان سان ڪيئن سچو رهندو.

تڏهن رامچندر هنومان کان سندس راءِ پڇي، ته هن چيو:- هي پربهو! توهان پاڻ سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا پوءِ به هن داس جو مان رکڻ لاءِ صلاح پڇو ٿا. اُنهي کهڙو اچرج آهي ته وڀيشڻ ۽ راوڻ جو پاڻ ۾ ڦيڻارو پيو هجي. وڀيشڻ کي راوڻ جي اڌرم ڪري سندس هار جي ۽ توهانجي پراڪرم ڪري توهانجي سوڀ جي پڪ ٿي آهي. مان سمجهانٿو ته هو راوڻ جو انت سمي ويجهو ڏسي سچي ۽ دل سان توهانجي شرڻ آيو آهي. هنکي خبر آهي ته توهان ٻاليءَ جو گهات ڪري سندس راڄ سگريو کي ڏنو. انريت هو به لنڪا جي راڄ ملڻ لاءِ ۽ پاڻکي راوڻ سان گڏ ناس ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ توهانجي شرڻ آيو آهي. انلاءِ هو پاڻ پڪيءَ طرح اسان سان وفادار رهندو.

## وڀيشڻ جو رامچندر جي شرڻ اچڻ.

-:-----:-

دنيا ۾ جڏهن ڪو ماڻهو ڌرم جو ڪم ڪندو آهي تہ هنجي
مائٽن ۽ مترن لاءِ مونجهارو پيدا ٿيندو آهي. ڪي مٿـي مائٽيءَ
وفاداريءَ جو لحاظ ڪري ۽ اڳہ ٿيل مهربانين جي بوجهہ هيٺ
اڌرميءَ سان سهڪار ڪرڻ لاءِ لاچار ٿيندا آهن. ٻيا اُهي آهن جي
ڪنهن بہ اوستا ۾ ڌرم جي مارگہ جو تياڳہ ڪري پاپيءَ ڪي سهائتا
نہ ڪندا آهن. ماڻهو جي ائين سمجهن تہ اڌرم جي ڪم ۾ هننڪي
پنهنجي ماءُ پيءُ يا پريمين جي سهانيوتي نہ ملندي ۽ سپيئي هنجو
ڏ ٻائي سگهن. راوڻ ڪي بہ اهڙن ئي ٻن قسمن جا ڀائر هئا. هڪ
ڪنڀ ڪرڻ چيس تہ "تو اڌرم جو ڪم تہ ڪيو آهي پر تون
منهنجو ڀاءُ آهين تنهن لاءِ مان تنهنجي همراهي ڪندس." ٻئي ڀاءُ
وڀيشڻ چيس "تو پاپ ڪيو آهي، پو اڃا بہ پشچاتاپ ڪري ۽
ڪيل ڀل سڌاري بربادي‌ءَ ڪان بچي سگهجيتو.

پر راوڻ ڪام واسنا ڪري انڌو ٿيل هو ۽ پنهنجي ڌن ۽ ٻل
جو گهمنڊ بہ ڏاڍو هوس، انڪري هو اڌرم جي مارگہ تان هٽڻ لاءِ
تيار ڪونہ هو. انڪري هن پنهنجي ڌرماتما ڀاءُ وڀيشڻ کي ديش
نيڪالي ڏني. اُنڪانپوءِ وڀيشڻ آڪاش مارگہ مان اُڏامندو سمنڊ جي
ٻيءَ پر اچي وانر سئنا ۾ پهتو. وڀيشڻ کي پنهنجن چئـن سردارن
سميت ڏسي ڪيترا وانر يوڌا هٿن ۾ وڻ ۽ پٿرن جون چيون ڪٺي
هنڪي مارڻ آيا. اُنوقت وڀيشڻ چيو:- هي مترو! مان پاپي راجا
راوڻ جو ڀاءُ وڀيشڻ آهيان. مان پنهنجي ڀاءُ کي سمجهائي پاپ
ڪرم ڪان باز آڻڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن مونکي بي عزتو ڪري
ديش نيڪالي ڏني. هاڻي مان پنهنجو ڌن، دولت ۽ استري ۽
ار ڇڏي پربو رامچندر جي شرڻ آيو آهيان. توهان ڪرپا ڪري

ڪنڌ ڄائو آهين، جو ڏکي ڪري دشمنن جي وڏائي ڪري رهيو آهين! ويرڀومي لنڪا ۾ تو جهڙي ڳيديءَ جو رهڻ نٿو سونهين؛ انلاءِ تون هتان نڪري وڃ! زهريلي نانگ سان ته رهي سگهجيٿو پر مترُ ڇوائيندڙ شتروءَ جي حمائتي سان نباهڻ ممڪن ناهي. پيو ته براد رئي وارا سداءِ پنهنجي پاڻ جي اُنتي ڏسي پوسرندا آهن ۽ متس آپدا پوڻ مهل خوش ٿيندا آهن. تون به منهنجي وڏائي ۽ سمپدا ڏسي ايرکا ۾ جلي رهيو آهين. سڄو سنسار منهنجي پراڪرم ڪري منهنجو سنمان ڪريٿو، جا ڳالهه توکي نٿي وڻي. تون پنهنجن سان وير ۽ پراون سان مير ڪري رهيو آهين. اڙي ڪل ڪلنڪ! جيڪڏهن پيو ڪو اهڙيون ڳالهيون ڪري ها ته اُنجي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيان ها. تون راجدروهي ۽ ديش دروهي آهين ۽ موت جي سزا لائق آهين پر ڇاڪاڻ ته منهنجو ڀاءُ آهين، انلاءِ توکي رڳو ديش نيڪالي ٿو ڏيان.

ايتريءَ بي عزتي ٿيڻ ڪانپوءِ وڀيشڻ اُٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو:- هي راجن! هن وقت توهانجي بڌيءَ تي پڙدو چڙهيل آهي جو متر کي شترو ۽ شتروءَ کي متر سمجهي رهيا آهيو. مٺيون ڳالهيون ڪندڙ خوشامندڙ يا ته گهڻيئي ملندا، پر اڻوڻندڙ ۽ هتڪاري ڳالهيون چوندڙ ۽ ٻڌندڙ ورلي ليندا. مون سمجهيو هو ته هن گهرج جي وقت مان توهانجي شيوا ڪريان، ۽ اِنڪري مون توهانجي ڀلي لاءِ صلاح ڏني ۽ توهان مونکي انلاءِ ديش نيڪالي ڏني! چڱو هاڻي مان رامچندر جي شرڻ وڃانٿو.

ائين چئي وڀيشڻ راوڻ ۽ سڀاسد مترن ۽ مائٽن کي يٿا يوڳ پرڻام ڪري موڪليو ۽ پنهنجن چئن پوڏلڳ سردارن سميت سڀا ڇڏي هليو ويو.

—:—

اپسوڻ ۽ اپسوڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جوتشي به ڊرپاڳيا جون اڳڪٿيون ڪري رهيا آهن. سيتا کي آڻي توهان پنهنجي قوم لاءِ موت کي سڏي آيا آهيو. راجا جو ڀريون فرض اِهو آهي ته پنهنجي واسنا ۽ چاهنا کي وساري اُهو ڪي ڪري جنهن سندس پرجا جي ڀلائي ۽ بچاءُ ٿئي. توهانکي گهرجي ته توهان سيتا رام کي موٽائي موڪليو ۽ اجائي لڙائي ٿيڻ نه ڏيو. تڏهن ميگهناد چيو:- چاچا! توهان ڪانئرن جهڙيون ڳالهيون ڪري اسانکي ڇو ڏڪائي رهيا آهيو؟ تنهي لوڪن جي سوامي اِندر کي به جيئي مون قيد ڪيو. اِندر جي مها ٻلوان هاٿيءَ ايراوت کي زمين تي ڪيرائي، سندس ڏند پاڙون پٽي، مون ديوتائن کي ڏهڪائي ڇڏيو! پوءِ ڀلا هنن ٻن پيدل ۽ سادن-هين، راجا جي ڇوڪرن کي ڇو ڪين ماري سگهبو. اڄ سڄو سنسار اسانکان ڪنبي رهيو آهي ۽ هنن ٻن منشن کان ڊڄڻ جو ڪو سبب ڪونهي.

وڀيشڻ جواب ڏنو:- هي پيارا! شاسترن ۾ چيل آهي ته سمتي ۽ ڪمتي هرهڪ منش ۾ آهن پر جتي سمتيءَ جو انش واڌاري هوندو تتي رڌي سڌي لڪشمي ۽ سڀ سکه اچي واسو ڪندا ۽ جتي ڪمتي وڌيڪ هوندي تتي دکه، دردرتا ۽ مصيبت اچي پوندي. هن وقت تو ۾ ڪمتيءَ جو انش وڌيڪ آهي ۽ ٻيو ته تون اڃا بالڪ آهين ۽ تو ۾ ڪابه دوراند يشي ناهي. تون پٽ تي ڪري به پتا کي شترو ۽ سمان صلاحون ڏيئي رهيو آهين. اي منتريو! توهانجو ڌرم آهي ته راجا کي نيڪ صلاح ڏيو. پر توهان ڦڙٻاتون هڻي ۽ خوشامد ڪري راجا کي دردشا جي راهه ڏانهن نئين رهيا آهيو! هي لنڪاڌيش! اسانجي ڀلائي اِنهي ۾ آهي ته پراڪرمي رامچندر کي پنهنجو شترو نه ٻڻايون، هنجي سيتا هنکي موٽائي موڪليون ۽ ڪائو نس پنهنجي ڀل بخشايون.

اهو ٻڌي راوڻ ڏاڍو تپي ويو ۽ چوڻ لڳو:- وڀيشڻ! مون ڄاتيو هو ته تون منهنجو ڀاءُ تي منهنجو ڀلو چاهيندين، پر تون آنڌي ۾ ٽاندو آهين! تون پراڪرمي راڪشسن جي ڪل ۾ شينهن ۾ هڪ

وشڻو ڀڳوان شري رام جي روپ ۾، گنگو براهمڻ ۽ رشين منين جي رکيا لاءِ، منش ديهه ڌارڻ ڪئي آهي، ان لاءِ هن سان وير رکڻ سان ڇڱو نتيجو نه نڪرندو. جنهن رام اڪيلي سر کر دوشڻ ۽ چوڏهن هزار بلوان راڪشسن کي ۽ ڪبنڌ ۽ بالي جهڙن ڀيانڪ جوڌن کي سولائيءَ سان ماري ڇڏيو، تنهن کي سادارڻ منش سمجهڻ وڏي ڀل آهي. رامچندر جي وڄ سمان تيرن جي جن کي خبر ناهي سي قربانيون هئي توهانکي ڪوڙيون صلاحون ڏيئي رهيا آهن. سچو منتري اهو آهي جيڪو شتروءَ جي طاقت جي پوري تڪ تور ڪري مالڪ کي نيڪ صلاح ڏي. رامچندر توهانجي ڪا هاڃي ڪين ڪئي هئي جو توهان سندس استريءَ کي زوريءَ کڻي آيا! ڏنڊڪ بن ۾ جڏهن کر دوشن هن کي مارڻ لاءِ سنيري ڪاهي ويا تڏهن هن پنهنجي بچاءَ ۾ اُنهن کي ماريو هو. رامچندر ڌرماتما ۽ پراڪرمي آهي، اُن سان وير رکڻ نه جڳائي. توهان سندس استري موٽائي موڪليو نه ته اسان سڀني مٿان وڏي آپدا اچي پوندي.

ماليونت نالي هڪ سياڻي ۽ آزمودگار منتريءَ به وڀيشڻ جي ڳالهه کي ٽيڪو ڏيئي چيو:- هي راڄن! توهانجو ڀاءُ راجنيتيءَ جو وڏو آهي. هن جا وچن بيشڪ امرت سمان هتڪاري آهن.

وڀيشڻ ۽ ماليونت جا وچن جيتوڻيڪ راوڻ لاءِ هتڪاري هوا، پر ڪسي مرچ ٿي لڳا. هن ڪروڌ ۾ ڀرجي چيو:- هيءُ ٻئي مورک منهنجو اَن کائي ۽ منهنجي ڇايا هيٺ رهي، منهنجي دشمن جي ساراهه ڪري رهيا آهن! انهن کي منهنجي منهن تان دور ڪريو.

راوڻ جا اهي لفظ ٻڌي ماليونت ته پنهنجي گهر هليو ويو پر وڀيشڻ وري به هٿ جوڙي ونيه پوروڪ ڀاءُ کي سمجهائي چوڻ لڳو:- هي راڄن! منهنجي صلاح توهانکي سٺي نٿي لڳي انلاءِ ڪرپا ڪري ڪميا ڪجو. منهنجي اِهائي چاهنا آهي ته مان توهانجي ڀلائي ڪريان ۽ نه لنڊي خوشامد. توهانکي اهڙو قدم کڻڻ نه گهرجي جنهن ۾ اسان سڀيئي برباد ٿي وڃون. لنڪا ۾ سيتا جي اچڻ ڪاڻ پوءِ

راجن! اسان وٽ انيڪ ڀينڪر استر شستر آهن ۽ جنگي سکيا ۾ آزمودگار
ٻلوان سٽنا موجود آهي، پوءِ اسان چنتا ڇا لاءِ ڪريون؟ ديوتائون
۽ دانؤ مها ٻلوان آهن ۽ اُنهن کي ور ٻه مليل آهن، جڏهن اسان اُنهن
کي ٻه انيڪ دفعا شڪست ڏني آهي ته پوءِ هيءُ خسيس رام ۽ وڻن
تي ٽپندڙ باندر اسانکي ڇا ڪري سگهندا؟ اُنهن لاءِ ته اڪيلو
اندرجيت ئي ڪافي آهي.

ڪنڀڪرڻ چيو:- سيتا کي کڻي اچڻ کان اڳ توهانکي اسان سان
صلاح ڪرڻ گهربي هئي. توهانکي گهربو هو ته سيتا کي کڻي اچڻ کان اڳ
توهان رام لڪشمڻ کي دوبدو لڙائيءَ ۾ شڪست ڏيئي ماريو ها. پوءِ جيڪر
سيتا جي من ۾ توهانجي پراڪرم ڪري آدر ٿئي ها ۽ هوءَ توهان
جي قبضي ۾ اچي ها. پر هاڻي جيڪي ٿيو سو ٿيو. توهان پرائيءَ
استريءَ کي آڻي ڪم ته ڪونه ڪيو آهي، پر ته ٻه توهان اسانجا
راجا ۽ پيئر آهيو ۽ توهان جي ڀلائيءَ جو ڪم ڪرڻ اسانجو فرض
آهي. مان توهانجي دشمن کي ناس ڪندس. توهان ڪنهن قسم
جي چنتا نه ڪريو.

ڪنڀڪرڻ جو پٽ نڪنڀ ۽ ٻيا ٻلوان راڪشس چوڻ لڳا ته
هو اڪيلائي رام ۽ اُن جي سٽنا کي ناس ڪرڻ ۾ سمرٿ آهن.
هڪ هڪ ٻلوان راڪشس سردار اُٿيو ٿي ۽ پنهنجي سورهيائي جي
وڏائي ڪري راوڻ کي تسليا ۽ آٿت ٿي ڏنائين. پوءِ سڀني
سردارن اُٿي ڪري، پنهنجا هٿيار مٿي ڪيا ۽ گرجنا ڪرڻ لڳا. اهي
ٻالهيون وڀيشڻ کي ڪين آئڙيون، ڇاڪاڻ ته جيتوڻيڪ هو راڪشس
هو ته ٻه سندس من سداچار ۽ ڌرم ڏي مائل هو. جڏهن راوڻ هن
کان صلاح پڇي تڏهن هو چوڻ لڳو:- هي ڀراتا! جيڪو منش پنهنجو
ڪلياڻ، ڪيرتي، سڀڏي ۽ سک چاهي، سو پرائيءَ استريءَ کي زهر
سمجهي ڇڏي ڏي. ڪام، ڪروڌ، اهنڪار ۽ لوڀ، اهي سڀ نرڪ
جا دروازا آهن، جن کي ڇڏي ڀڳوان جو ڀڄن ڪرڻ گهرجي. هي
پلستيہ پنهنجي چيلي هٿان چوائي موڪليو آهي ته

وشنوءَ ڀڳوان شري رام جي روپ ۾، گئون براهمڻ ۽ رشين منين جي رکيا لاءِ، منش ديهه ڌارڻ ڪئي آهي، ان لاءِ هن سان ويڙ رکڻ سان ڇڱو نتيجو نہ نڪرندو. جنهن رام اڪيلي سر کر دوشڻ ۽ چوڏهن هزار ٻلوان راڪشسن کي ۽ ڪبنڌ ۽ ٻاليءَ جهڙن ڀهشتناڪ جوڌن کي سولائيءَ سان ماري ڇڏيو، تنهن کي سادارڻ منش سمجهڻ وڏي ڀل آهي. رامچندر جي وڄ سمان تيرن جي جن کي خبر ناهي سي قربانيون هٿي توهانکي کوٽيون صلاحون ڏيئي رهيا آهن. سچو منتري اهو آهي جيڪو شتروءَ جي طاقت جي پوري تڪ تور ڪري مالڪ کي نيڪ صلاح ڏي. رامچندر توهانجي ڪا هاڃي ڪين ڪئي هئي جو توهان سندس استريءَ کي زوريءَ کڻي آيا! ڊنڊڪ بن ۾ جڏهن کرڊوشن هن کي مارڻ لاءِ سنيري ڪاهي ويا تڏهن هن پنهنجي بچاءَ ۾ انهن کي ماريو هو. رامچندر ڌرماتما ۽ پراڪرمي آهي، ان سان ويڙ رکڻ نہ جڳائي. توهان سندس استري موٽائي موڪليو تہ اسان سڀني مٿان وڏي آپدا اچي پوندي.

ماليونت نالي هڪ سياڻي ۽ آزمودگار منتريءَ بہ وڀيشڻ جي ڳالهہ کي ٽيڪو ڏيئي چيو:- هي راجن! توهانجو ڀاءُ راجنيتيءَ جو وڏو آهي. هن جا وچن بيشڪ امرت سمان هتڪاري آهن.

وڀيشڻ ۽ ماليونت جا وچن جيتوڻيڪ راوڻ لاءِ هتڪاري هوا، پر ڪسي مرچ ٽي لڳا. هن ڪروڌ ۾ ڀرجي چيو:- هي ٻئي مورک منهنجو ان کائي ۽ منهنجي ڇايا هيٺ رهي، منهنجي دشمن جي ساراهہ ڪري رهيا آهن! انهن کي منهنجي منهن ٽان دور ڪريو.

راوڻ جا اهي لفظ ٻڌي ماليونت تہ پنهنجي گهر هليو ويو پر وڀيشڻ وري بہ هٿ جوڙي ونيہ پوروڪ ڀاءُ کي سمجهائي چوڻ لڳو:- هي راجن! منهنجي صلاح توهانکي سٺي نٿي لڳي انلاءِ ڪرپا ڪري ڪميا ڪجو. منهنجي اِهائي چاهنا آهي تہ مان توهانجي ڀلائي ڪريان ۽ نہ لنڊي خوشامد. توهانکي اهڙو قدم کڻڻ نہ گهرجي جنهن اسان سڀني برباد ٿي وڃون. لنڪا ۾ سيتا جي اچڻ ڪانپوءِ

راجن! اسان وٽ انيڪ پينڪر استر شستر آهن ۽ جنگي سکيا ۾ آزمودگار بلوان سينا موجود آهي، پوءِ اسان چنتا ڇا لاءِ ڪريون؟ ديوتائون ۽ دانوَ مها بلوان آهن ۽ اُنهن کي ور به مليل آهن، جڏهن اسان اُنهن کي به انيڪ دفعا شڪست ڏني آهي ته پوءِ هيءُ خسيس رام ۽ وڻن تي ٽپندڙ باندر اسانکي ڇا ڪري سگهندا؟ اُنهن لاءِ ته اڪيلو اندرجيت ئي ڪافي آهي.

ڪنڀڪرڻ چيو:- سيتا کي کڻي اچڻ کان اڳ توهانکي اسان سان صلاح ڪرڻ گهربي هئي. توهانکي گهربو هو ته سيتا کي کڻي اچڻ کان اڳ توهان رام لڪشمڻ کي دوبدو لڙائيءَ ۾ شڪست ڏيئي ماريو ها. پوءِ جيڪر سيتا جي من ۾ توهانجي پراڪرم ڪري آدر ٿئي ها ۽ هوءَ توهان جي قبضي ۾ اچي ها. پر هاڻي جيڪي ٿيو سو ٿيو. توهان پرائيءَ استريءَ کي آڻي ڪم ته ڪونه ڪيو آهي، پر ته به توهان اسانجا راجا ۽ پيارا آهيو ۽ توهان جي ڀلائيءَ جو ڪم ڪرڻ اسانجو فرض آهي. مان توهانجي دشمنن کي ناس ڪندس. توهان ڪنهن قسم جي چنتا نه ڪريو.

ڪنڀڪرڻ جو پٽ نڪنڀ ۽ بيا بلوان راڪشس چوڻ لڳا ته هو اڪيلائي رام ۽ اُن جي سينا کي ناس ڪرڻ ۾ سمرٿ آهن. هڪ هڪ بلوان راڪشس سردار اُٿيو ٿي ۽ پنهنجي سورهيائي جي وڏائي ڪري راوڻ کي تسليا ۽ آٿت ٿي ڏنائين. پوءِ سيئي سردارن اُٿي ڪري، پنهنجا هٿيار مٿي ڪيا ۽ گرجنا ڪرڻ لڳا. اهي ڳالهيون وڀيشڻ کي ڪين آئڙيون، ڇاڪاڻ ته جيتوڻيڪ هو راڪشس هو ته به سندس من سداچار ۽ ڌرم ڏي مائل هو. جڏهن راوڻ هن کان صلاح پڇي تڏهن هو چوڻ لڳو:- هي پراتا! جيڪو منش پنهنجو ڪلياڻ، ڪيرتي، سڀڏي ۽ سک چاهي، سو پرائيءَ استريءَ کي زهر سمجهي ڇڏي ڏي. ڪام، ڪروڌ، اهنڪار ۽ لوڀ، اهي سڀ نرڪ جا دروازا آهن، جن کي ڇڏي ڀڳوان جو ڀڄن ڪرڻ گهرجي. هي ناٿ! مهرشي پلستيه پنهنجي چيلي هٿان چوائي موڪليو آهي ته

آواز ٿي رهيو هجي تنهن سمنڊ جي گجگوڙ کي به جهڪو ڪري ڇڏيو. سڄيءَ سينا کي سمنڊ جي ڪناري واري ٻيلي ۾ ڇانوڻي هڻي آرام ڪرڻ جي آگيا ڏني ويئي. اگاڌ سمنڊ جو انت ڏسڻ ۾ نٿي آيو ۽ اُن جون اُٿاهيون ڇوليون اهڙيءَ گجگوڙ سان هيٺ مٿي ٿي ٿيون جو ٻيڙين جو سمنڊ ۾ سلامتيءَ سان هلڻ ممڪن نه هو. انوقت شري رام، لڪشمڻ، سگريو ۽ ٻيا وانر سيناپتي سمنڊ کي پار ڪرڻ جي تجويز لاءِ پاڻ ۾ صلاحون ڪرڻ لڳا.

-:⁂:-

## وڀيشڻ جو راوڻ کي سمجهائڻ ۽ راوڻ جو ڪيس ڪڍي ڇڏڻ.

هوڏانهن لنڪا ۾ جو هنومان اهڙي خوفناڪ ليلا ڪري ويو هو انڪري لنڪا جي گهر گهر ۾ ڌڪاءُ پئجي ويو. سڀڪو ائين چوڻ لڳو ته جڏهن رڳو هڪ باندر شهر کي ايڏو نقصان پهچائي سگهيو، تڏهن جڏهن سڄي باندر سينا چڙهائي ڪري ايندي ته لنڪا جو ۽ راڪشسن جو خير ڪونهي. جڏهن راوڻ جي راڻيءَ مندودريءَ، پنهنجين داسين ۽ ساهيڙين جي واتان، شهر ۾ هلندڙ اهي ڳالهيون ٻڌيون تڏهن هوءَ ڏاڍيءَ چنتا ۾ پئجي راوڻ کي سمجهائڻ لڳي. راوڻ چيس:- پياري! ڪهڙي نه عجب جي ڳالهه آهي ته وڏا وڏا لوڪپال به جنهن جي ڊپ کان ٿرٿر ڪنبن ٿا، اُن جي استري خسيس وانرن کان ٿي ڏڪي! سچ آهي ته استرين جو سڀاوُ ئي ڊڄڻو ٿيندو آهي. اڙي ڀاڄڻي! جي وانرن جي سينا ايندي ته راڪشس اُنهن کي کائي پنهنجو پيٽ ڀريندا.

ائين چئي راوڻ کلي ڪري مندودريءَ کي آٿت ڏنو ۽ پوءِ هو ڪچهريءَ ۾ آيو. اُتي اچڻ سان خبر پيس ته شترو سينا سمنڊ جي ٻئي پر پهچي ويئي آهي. تڏهن هو پنهنجن منترين ۽ مائٽن سان اها صلاح ڪرڻ لڳو ته هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي. راڪشسن کي شتروءَ جي بل جي ته ڪا ڄاڻ هئي ڪانه، سو هو چوڻ لڳا:- هي

هنومان چيو:- هي ناٿ! لنڪا جو قلعو پربت تي ٻڌل آهي ۽ اُن جي چوطرف گهاٽو ٻيلو آهي. قلعي کي چار مضبوط ڦاٽڪ آهن جن جي مٿان لوهه جون سوين توبون ۽ اُبل يندر (هڪ وقت ئي هزارين وڏا پٿر زور سان دشمن تي اُڇلائڻ جون ڪلون) رکيل آهن. قلعي جي ٿلهي ۽ مضبوط ديوار جي چوطرف اونهي ۽ جل سان ڀريل کاهي آهي جنهن ۾ مگرمڇ واگهو ۽ ٻيا خونخوار جل جاجيو آهن. انهي کاهي مٿان قلعي جي دروازن تائين پهچڻ لاءِ چار هيٺ مٿي ٿيندڙ پليون آهن جي گهل ۽ شترو جي سئنا پل تي هجڻ وقت اونهي کاهي ۾ ڪيرائي سگهبيون آهن. قلع جي برجن تي هرسمي انيڪ بلوان راڪشس پهري سجاڳ رهن ٿا. مون جيتوڻيڪ لنڪا کي جلايو آهي، تہ بہ اُن ۾ لکين سوربير راڪشس آهن. پر اسان جا جودا انهن کان وڌيڪ طاقتور آهن. اسان رڳو ڪنهن طريقي سمنڊ پار ڪريون تہ پوءِ لنڪا کي نابود ٿيل سمجهو. هاڻي ڪرپا ڪري جلد ڪوچ ڪرڻ جي آگيا ڏيو.

شري رام چيو:- مهاوير! تو جنهن درگم لنڪا پوريءَ جو ورڻن ڪيو آهي تنهن کي راوڻ سميت مان جلدئي ناس ڪندس. سگريوا! هن وقت ئي سئنا کي رواني ٿيڻ جو حڪم ڏي. لشڪر کي واٽ ۾ ساوڌاني سان هلڻ گهرجي تہ جيئن دشت راڪشس اسانجي کاڌي ۽ پاڻيءَ ۾ زهر ملائڻ جي ڪوشش نہ ڪن. سئنا جي چئني طرف نگهباني ۽ رکيا جو پربنڌ ڪري جلد ڪوچ ڪريو. سپنني کي چتاءُ ڪريو تہ رستي ۾ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڪنهن قسم جو نقصان نہ ڪن.

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي سگريو سينني وانرن ۽ رڇن کي ڪدم ڏکڻ طرف ڪوچ ڪرڻ جي آگيا ڏني. اُنوقت اها اسنکيہ سئنا امنگ ۾ ڀرجي، هڪ مها ساگر مثل، مها ڪرڪٽ شبد ڪندي، اُن ۾ ورڪش ۽ ٽڪرن جا ٽڪر کڻي ڏکڻ ڏسا ڏانهن هلڻ لڳي. رستي تي ايڪ نديون ۽ جهنگل لتاڙيندا ۽ رات ڏينهن هلندا هو سمنڊ جي ڪناري پهتا. اُها وشال سئنا هڪ ٻئي سمنڊ لڳي جو اُنجي هاڻ چالڻ ۽ ٻگالهائڻ ڪري جيڪو گهوسان

توهانجو پڇڻ سمرٿ نہ ٿئي، ماتا سيتا تہ رات ڏينهن توهانجي چرڻ ڪملن جي ڌيان ۾ مگن آهي. توهانجو سمرڻ ۽ ڌيان ئي هن جي رکيا ڪري رهيو آهي. موڪلائڻ وقت هن مونکي چيو تہ تون منهنجي سواميءَ جي چرڻن تي هٿ رکي چئج تہ هي ديِنا ناٿ! توهان هن اڌ ين کي ڇو وساري ويٺا آهيو؟ جڏهن جينت هڪ ڪانءَ جي روپ ۾ مونکي ڇهڻ هنئين هئي تڏهن توهان هنکي جوڳي سزا ڏني هئي، سو پاپي راوڻ جو مهان اپراڌ ڪيئن وساري ويٺا آهيو! اِهو پڻ چيائين تہ لڪشمڻ کي چئج تہ هي ٿاٿ! مون جو توکي بنا اپراڌ ڪنور وچن چيا سو ڪرپا ڪري ڪميا ڪجِ. هي ڪروڻانِڌان! سيتا جو هڪ هڪ پل هڪ هڪ ڪلپ سمان گذري رهيو آهي، انلاءِ هي ناٿ! جلد هلو ۽ دشٽن کي سزا ڏيئي ماتا سيتا کي آزاد ڪريو.

رامچندر چيو:- هي هنومان! تو مونتي وڏو اُپڪار ڪيو آهي. تنهنجي ان اُپڪار جي بدلي مان توکي ڪجهہ ڏيئي نٿو سگهان ۽ تنهنجو اِهو وڏو قرض چڪائي نٿو سگهان. ائين چئي شري رام هنومان کي پريم ڀريل نگاهن سان ڏسڻ لڳو ۽ پڇيائينس:- هي ويرا تو لنڪا جهڙي مضبوط قلعي کي جيڪو وڏن بهادرن سان ڀريل آهي، تنهن کي ڪيئن جلايو؟

تڏهن هنومان پريم ۾ ڀرجي پريو رامچندر جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو:- هي ناٿ! مون جو سمنڊ اورانگهي راڪشسن کي ماري لنڪا کي جلايو سو سڀ توهانجوئي پرتاپ آهي. هي پريو! توهان جنهن تي پرسن ٿيو ٿا تنهن لاءِ ڪجهہ بہ ڪٺن ناهي. اُنلاءِ ناممڪن بہ سولو ٿيو پوي. هي ناٿ! مونکي پنهنجي ڪرپا ۽ ڀڳتيءَ جو دان ڏيو.

شري رام هنومان جي مٿي تي هٿ رکي چيو "ايوم استو" (ائين ئي ٿيندو)؛ ۽ پوءِ سگريو کي چيائين:- هي مترا مان سيتا جو سماچار ٻڌي هڪ گهڙي بہ هتي رهي نٿو سگهان. اسانکي هاڻي جلد لنڪا تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ ڪوچ ڪرڻ گهرجي. هي هنومان! هاڻي تون اسانکي لنڪا جي قلعي جو سمورو احوال ٻڌاءِ.

کي پرڻام ڪيو. پوءِ هنومان شري رام کي چيو :- هي سوامي! مار



ماتا سيتا جو درشن ڪري آيو آهيان. هوءَ لنڪا جي اشوڪ واٽڪا
۾ ڏکيا ڏينهن ڪاٽي رهي آهي . هنجو من رات ڏينهن توهانجي ڌيان
۾ئي مگن آهي. هن نشانيءَ طور هيءُ چوڙي ڦول توهان لاءِ ڏنو آهي.

ائين چئي هنومان جانڪيءَ جي ڏنل چوڙامڻي رامچندر کي ڏني
۽ سمپاتيءَ سان ملاقات کان وٺي پڇاڙيءَ جو لنڪا جي جاڻ ۽ سيتا
کي سلامت ڏسڻ تائين سڀ وارتا وستار سان رامچندر کي ڪري
ٻڌائي. رامچندر هنومان جي پريم ڀريل سيوا ڪري ڪيس ڏاڍي
سنيهه سان هردي سان لڳايو ۽ پوءِ ڪائونس سيتا جو چوٽيءَ ڦول
ورتو. اُها چوڙامڻي ڏسي شري رام جي اکين مان آنسن جي ڌارا
وهڻ لڳي ۽ هو شوڪ ۾ وياڪل ٿي چوڻ لڳو :- هاءِ! سيتا ڪانسواءِ
هيءُ مڻي ڏسي منهنجو هردو ڳري رهيو آهي. ڪومل شرير واري
سيتا ڀيانڪ راڪشسياڻين جي وچ ۾ ڪيئن رهندي هوندي ۽ اُنهجون
ڏمڪيون سهندي هوندي! هنومان! تون وري به مونکي سيتا جون
ڳالهيون ٻڌاءِ تہ جيئن روڳي دوا جي زور تي جيئندو آهي تيئن
ان به سيتا جون وارتائون ٻڌي جيئندو رهان. هاءِ! منهنجي سيتا
ن آپدا ۾ ڪيئن گذاريندي هوندي!

هنومان چيو :- هي ناٿ! سچي آپدا تہ تڏهن آه

توهانجو پڇڻ سمرڻ نه ٿئي. ماتا سيتا ته رات ڏينهن توهانجي چرڻ ڪملن جي ڌيان ۾ مگن آهي. توهانجو سمرڻ ۽ ڌيان ئي هن جي رکيا ڪري رهيو آهي. موڪلائڻ وقت هن مونکي چيو ته تون منهنجي سواميءَ جي چرڻن تي هٿ رکي چئج ته هي ديناناٿ! توهان هن اڌين کي ڇو وساري ويٺا آهيو؟ جڏهن جينت هڪ ڪانو جي روپ ۾ مونکي چهنب هنئين هئي تڏهن توهان هنکي جوڳي سزا ڏني هئي، سو پاپي راوڻ جو مهان اپراڌ ڪيئن وساري ويٺا آهيو! اِهو پڻ چيائين ته لڪشمڻ کي چئج ته هي ڀاءُ! مون جو توکي بنا اپراڌ ڪئور وچن چيا سو ڪرپا ڪري ڪميا ڪج. هي ڪروڻانڌان! سيتا جو هڪ هڪ پل هڪ هڪ ڪلپ سمان گذري رهيو آهي، انڪري هي ناٿ! جلد هلو ۽ دشٽن کي سزا ڏيئي ماتا سيتا کي آزاد ڪريو.

رامچندر چيو:- هي هنومان! تو مونتي وڏو اُپڪار ڪيو آهي. تنهنجي ان اُپڪار جي بدلي مان توکي ڪجهه ڏيئي نٿو سگهان ۽ تنهنجو اِهو وڏو قرض چڪائي نٿو سگهان. ائين چئي شري رام هنومان کي پريم ڀريل نگاهن سان ڏسڻ لڳو ۽ پڇيائينس:- هي ويرا! تو لنڪا جهڙي مضبوط قلعي کي جيڪو وڏن بهادرن سان ڀريل آهي، تنهن کي ڪيئن جلايو؟

تڏهن هنومان پريم ۾ ڀرجي پريو رامچندر جي چرڻن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو:- هي ناٿ! مون جو سمنڊ اورانگهي راڪشسن کي ماري لنڪا کي جلايو سو سڀ توهانجوئي پرتاپ آهي. هي پريو! توهان جنهن تي پرسن ٿيو ٿا تنهن لاءِ ڪجهه به ڪٺن ناهي. اُنلاءِ ناممڪن به سولو ٿيو پوي. هي ناٿ! مونکي پنهنجي ڪرپا ۽ ڀڳتيءَ جو دان ڏيو.

شري رام هنومان جي مٿي تي هٿ رکي چيو "ايوم استو" (ائين ئي ٿيندو)؛ ۽ پوءِ سگريو کي چيائين:- هي مترا! مان سيتا جو سماچار ٻڌي هڪ گهڙي به هتي رهي نٿو سگهان. اسانکي هاڻي جلد لنڪا تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ ڪوچ ڪرڻ گهرجي. هي هنومان! هاڻي تون اسانکي لنڪا جي قلعي جو سمورو احوال ٻڌاءِ.

ڪي پرڻام ڪيو. پوءِ هنومان شري رام کي چيو:- هي سوامي! مان



ماتا سيتا جو درشن ڪري آيو آهيان. هوءَ لنڪا جي اشوڪ واٽڪا
ر ڏکيا ڏينهن ڪاٽي رهي آهي. هنجو من رات ڏينهن توهانجي ڌيان
ئي مگن آهي. هن نشانيءَ طور هيءُ چوٽي ڦول توهان لاءِ ڏنو آهي.
ائين چئي هنومان جانڪيءَ جي ڏنل چوڙامڻي رامچندر کي ڏني
سمپاتيءَ سان ملاقات ڪان وٺي پڇاڙيءَ جو لنڪا جي جاڻ ۽ سيتا
ب سلامت ڏسڻ تائين، سڀ وارتا وستار سان رامچندر کي ڪري
ائي. رامچندر هنومان جيا پريم پريل سيوا ڪري کيس ڏاڍي
يهه سان هردي سان لڳايو ۽ پوءِ ڪائونس سيتا جو چوٽيءَ ڦول
ڏو. اُها چوڙامڻي ڏسي شري رام جي اکين مان آنسن جي ڌارا
ڻ لڳي ۽ هو شوڪ ۾ وياڪل ٿي چوڻ لڳو:- هاءِ! سيتا ڪانسواءِ
ڻي ڏسي منهنجو هردو ڳري رهيو آهي. ڪومل شرير واري
ا ڀيانڪ راڪشياڻين جي وچ ۾ ڪيئن رهندي هوندي ۽ اُنهنجون
ڪيون سهندي هوندي! هنومان! تون وري به مونکي سيتا جون
ون ٻڌاءِ تہ جيئن روڳي دوا جي زور تي جيئندو آهي تيئن
بہ سيتا جون وارتائون ٻڌي جيئندو رهان. هاءِ! منهنجي سيتا
پدا ۾ ڪيئن گذاريندي هوندي!
هنومان چيو:- هي ناٿ! سچي آپدا تہ تڏهن آهي جو ڏ...

سي ڪا لهس به نه آئي. اُنوقت سڄيءَ لنڪا کي جلندو ڏسي،
هنومان کي اچي چنتا لڳي ته متان سيتا ماتا به انهيءَ اگنيءَ ۾ جلي
نه وئي هجي. تڏهن هو وري اشوڪ واٽڪا ۾ آيو ۽ وڻ هيٺان جانڪيءَ
کي سلامت ويٺو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. هنومان هٿ جوڙي سيتا
کان موڪلايو، جنهن کيس آشيرواد ڏني ۽ وري به رامچندر جي جلد
اچڻ جي تاڪيد ڪئي. هنومان جانڪيءَ جي دل کي آٿت ڏيئي،
سمنڊ جي ڪناري اچي هڪ پهاڙ تي چڙهي ويو. هو ڇلانگ ڏيئي
وري به آڪاس ۾ اُڏامڻ لڳو ۽ ڪڏهن بادلن جي اندر تي اُڏاڻو ته
ڪڏهن بادلن جي ٻاهر تي نڪتو. اهڙ رستي تي وري به مئناڪ
پربت تي هٿ رکيائين ۽ نيٺ اچي ٻئي ڪناري تي پهتو.

هنومان کي واپس آيل ڏسي سڀيئي وانر ڏاڍو خوش ٿيا ۽ هن
کي چوطرف ويڙهي ويا. هنومان انگد ۽ جاموَنت کي پرڻام ڪيو ۽
سڀني وانرن کي لنڪا جي سموري حقيقت ٻڌائي ته هن ڪيئن سمنڊ
پار ڪيو ۽ لنڪا ۾ جيڪي به ڪجهه وهيو واهيو هو سو سمورو سماچار
هنومان سڀني کي ٻڌايو. سڀني سيتا جي مهان پتورتپڻي جو ورڻن
ڪري هنومان جي سرير ۾ رومانچ ٿيڻ لڳو. پوءِ سڀيئي وانر تيزيءَ
سان ڪشڪندا ڏانهن راهي ٿيا ۽ واٽ تي سگريو جي مڌو بن مان
خوب ميوا پٽي کاڌائون ۽ ماکي پيتائون. جڏهن باغ جي راکن وانرن
کي روڪيو تڏهن هو راکن کي مڪون اُلارڻ ۽ مارڻ لڳا. اُهي راکا
دانهن ڏيڻ لاءِ ڊوڙي اُتي آيا جتي سگريو، رامچندر ۽ لڪشمڻ ويٺا
هوا. راکن جي دانهن ٻڌي سگريو چيو:- انهن وانرن پڪ سان پريو
رامچندر جو ڪم پورو ڪيو آهي نه ته اُنهن کي ايتري جرئت نه
ٿئي ها جو منهنجو پيارو بن ناس ڪن ها. انلاءِ توهان جلد وڃي
انهن وانرن کي هيڏانهن موڪليو.

جڏهن مڌو بن جي راکن سگريو جي آگيا وانرن کي اچي ٻڌائي
ته سڀيئي وانر خوشيءَ جي گرجنا ڪندا جلدئي پرورشڻ پربت تي
اچي پهتا. اُنهن هنومان کي اڳيان ڪري شري رام لڪشمڻ ۽ سگريو

اُنوقت پوَن ديوتا به مدد ڪئي جو زبردست واءُ اچي لڳو ۽ ساري لنڪا ۾ اڳڻي ڦهلجي وئي. اِئين پئي ڀانيو ته آڪاس مان ڪا اڳڻيءَ




جي ندي وهي رهي آهي. ڪاٺ جا گهر مشعالن وانگر جلڻ لڳا ۽ سوني چانديءَ جا در ديون پگهرجي پاڻيءَ وانگر وهڻ لڳا. ستـ اٺ منزلا مڪان ذو ذو ڪندا اچـي هيٺ ڪـي ڪريا. سڄي لنڪا ۾ هاهاڪار مچي ويو ۽ سڀڪو پنهنجن ٻارن ۽ مالن کي بچائڻ ۾ لڳي ويو. چوطرف باهہ جا ڀنڀٽ ئي ڏسڻ ۾ آيا ۽ باهہ جـي دونهي ڪري انڌڪار ڇانئجي ويو. گهوڙا، هاٿي، خچر، ڳائيون ۽ ميهون چينگهاٽ ڪندا هيڏانهن هوڏانهن ڀڄي ماڻهن کـي چيٿارڻ لـڳا. بيڊو سامان ڪپڙا پلنگ آدي ٻيا مال متاع اِئين جلڻ لـڳا جڻن هون جو ٽو ٻرندا آهن. انريت بجرنگ بلي هنومان لنڪا کـي جلائي نجي سوپيا چٽ ڪري ڇڏي.

-:::-

هنومان جو واپس اچي رامچندر کي سيتا جو سماچار ٻڌائڻ.

---

لنڪا کي آگ لڳائي، هنومان جلدي وڃي سمنڊ جي جـل ۾ پنهنجي پڇ جي باهہ وسائي. سيتا جي آسيس سان هنومان جي پڇ

ڪٽي آيا ۽ اُنهنڪي پڇ جي چوگرد ويڙهي مٿان تيل ڇٽڪڻ لڳا.



پوءِ ڍهل دماما وڄائيندا، هنومان کي نوڙين سان ٻڌي هنڪي لنڪا ۾ گهمائڻ لڳا. ساڻ ساڻ هو هنومان جي گناهن جو ڍنڍورو به گهمائيندا ٿي ويا ته لنڪا واسي هنٽي چٿرون ڪري چيڙائڻ لڳا. هنومان سوچيو ته اهو به چڱو ٿيو جو ڏينهن ڏٺي جو دشمن جي قلعي جاچڻ جو موقعو مليو ۽ هاڻي هنن راڪشسن ۾ وڏيڪ ڏهڪاءُ وجهڻ گهرجي. اُنوقت راڪشسن هنومان جي پڇ کي باهه ڏني ۽ تيل سان ٻڌل ڪپڙا پنبيٽ وانگر ٻرڻ لڳا. تڏهن هنومان پنهنجو سرير اُمالڪ ننڍو بڻائي اُنهن نوڙين جي بند مان نڪري آيو. هن گرجنا ڪري پنهنجو آڪار وڏو ڪري ڇڏيو ۽ هڪ مڪان مان هڪ لوهه جو ٿنڀو پٽي ڪڍيائين. پوءِ هن اُهو ٿنڀو ڦيرائي ڦيرائي ڪيترن راڪشسن تي ڦهڪائي هنيو ۽ اُنهنڪي چٽي ماري ڇڏيائين.

اُنوقت هنومان جي پڇ ۾ باهه جو پنبيٽ ٻري رهيو هو. هو ٽپ ڏيئي هڪ اونچي مڪان تي چڙهي ويو. پوءِ هو هڪ محل کان ٻئي محل تي ٽپندو ڪڏندو اُنهنکي باهه لڳائيندو ويو. هو پنهنجي پڇ کي چوگرد ڦيرائي ڇنڊڻ لڳو ته اُنمان ٽانڊن ۽ باهه جي مچن جي ورکا ٿيڻ لڳي. انريت لنڪا جي وڏن وڏن محلن ۽ ماڙين کي باهه وچڙي وئي ۽ چوطرف باهه جا پنبيٽ ئي پنبيٽ ٿي ڏنا.

سگهي، سو هو جڏهن سگريو جي سئنا سميت لنڪا تي چڙهائي ڪندو ته توهان ٻنهه بچي نه سگهندءِ. هاڻي توهانجي ڀلائي انهه آهي ته توهان سيتا جي ٻانهن سري رام کي موٽائي ڏيو ۽ پنهنجي ڪيل گناهه جي معافي وٺو.

هنومان اِهي سياٽپ جا وچن نريئتا ۽ بلند آواز سان چيا پر راوڻ اِهو چتاءُ ٻڌي ڪروڌ ۾ ٻرجي ويو ۽ هنجون اکيون ڳاڙهيون لعل ٿي پيون. اِهو ڏسي هنومان وري چيو:- سچ چيل آهي ته جڏهن ماڻهو ناس ٿيڻ تي هوندو آهي ته विनाश काले विपरीत बुद्धि: هنجي مت مارجي ويندي آهي. ڳوهه کي ڪتي ڪٽندي آهي ته شڪارين جا گهر ڳوليندي آهي.

اِهو ٻڌي راوڻ آڳي باڦي جلي ويو ۽ يڪدم آگيا ڏنائين ته هن وانر کي ماري ڇڏيو. اُنوقت سندس ڀاءُ ۽ منتريءَ وڀيشڻ چيو:- هي راجن! راجنيتيءَ جي نيمن انوسار دوتن ۽ قاصدن کي ماري نٿو سگهجي ڇو جو ته هو پنهنجي آگيا انوسار ڪم ڪري رهيا آهن. پر هن جيڪو بيو گناهه ڪيو آهي انڪاءِ هنکي سزا ڏئي سگهجيٿي پر هنکي مارڻ واجب ناهي.

جيتوڻيڪ راوڻ ڪروڌ ۾ ٻريل هو ته به وڀيشڻ جي نيتيءَ جي ڳالهه سان شامل راءِ ٿيو. هن چيو:- وڀيشڻ تنهنجو چوڻ بلڪل ٺيڪ آهي. هنکي پوري پوري سزا ملڻ گهرجي. باندر پنهنجي پڇ کي هڪ گهڻي مثل سمجهندا آهن، انڪاءِ هنجي پڇ کي باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو. لنڊي پڇ ڪري هنکي مٿن مائٽن ۽ دوستن اڳيان شرمسار ٿيڻو پوندو. نگرواسين تي هن پنهنجي ٻل جي دهشت ٻه وهاري آهي سو هنکي بي عزتو ڪري لنڪا جي! رستن تان به گهمايو ته جئن لنڪاواسي هنجي دردشا جو تماشو به ڏسن.

راجا جي آگيا موجب راڪشسن هنومان! جي پڇ کي اگڙيون ٽڪڙيون آڻي ٻڌڻ لڳا. اُنوقت: مهاوير پنهنجو پڇ ڪري وڏيڪ ڊگهو ڪيو. جئن پڇ وڌندو ويو تئن راڪشس وڌيڪ ڀراٽا ڪپڙا

ڪي ڇو ماريو سو به سڄ سڄ ٻڌاءِ.

هنومان چيو:- مان ديوتا نه آهيان ۽ جنم ڪان ئي وانر آهيان منهنجو نالو هنومان آهي ۽ مان توهان وٽ شري رامچندر جي دوت جي حيثيت ۾ آيو آهيان. مان سيتا کي ڳولڻ لاءِ لنڪا ۾ آيس ۽ ساڻس مليو آهيان. مون ڪاڏي لاءِ اشوڪ واٽڪا مان ميوا پٽيا ۽ پنهنجي بچاءَ ۾ راڪشسن کي ماريو آهي. مونکي توهانجي چوٽڪاري جي ڪا پرواهه ناهي ڇو جو ته مان هاڻي ئي ڇڏل آهيان. مون رڳو پاڻکي ٻڌل انلاءِ ڏيکاريو آهي ته جئن راڪشسن جي پرسڌ راجا راوڻ وٽ اچي ڪجهه ڳالهائي سگهان. انلاءِ هي راجن منهنجا وچن ڌيان ڏيئي ٻڌو.

پوءِ هنومان راوڻ ڏانهن سنئون سڌو نهاري چيو:- توهان مهرشي پلستيه جي اوچ ڪل ۾ جنم ورتو آهي ۽ سڀني ويد شاسترن جا ڄاڻو آهيو. توهان ڌرم مريادا کي به چڱيءَ طرح سمجهو ٿا ۽ اِن هوندي به جو پرائي استريءَ کي چورائي ڪڍي آيا آهيو سو اڌرم ۽ ڪانئرتا جو ڪم ڪيو اٿو. اِنجو توهانکي خراب نتيجو ڀوڳڻو پوندو. توهانکي شايد شري رامچندر جي شڪتيءَ جي پوري ڄاڻ ناهي. تنهي لوڪن ۾ اهڙو ڪو به ناهي جو رامچندر سان برابري ڪري سگهي. تنهن ڪانسواءِ منهنجو راجا سگريو به رامچندر جي آڱيا آڌين سيوا ۾ آهي. مان اڪيلوئي لنڪا کي ناس ڪري سگهان ٿو ۽ مونکان به وڌيڪ بلوان انيڪ وانر سگريو جي سئنا ۾ آهن. توهان گهور تپسيا ڪري پنهنجي شرير کي سداءِ جوان ۽ بلوان رکڻ جي شڪتي پراپت ڪئي آهي. اهڙي شرير کي ناس ڪرڻ واجب نه اٿو. جنهن کي توهان سيتا سمجهيو آهي سا حقيقت ۾ توهان لاءِ ڪال جي ڦاسي آهي ۽ توهانجي سموري ڪٽنب قبيلي ۽ پوئلڳن جو انت آڻيندي. اِهي آهن رڪ جا ڇٽا جي آندا ڇيرين. توهان پنهنجي هيڏي وڏي راڄ ۽ سمپدا کي نشٽ نه ڪريو. اڪيلي شري رامچندر ۾ ايتري سمرٿي آهي جو ٽنهي لوڪن جو سنهار ڪري

۽ راڪشسن هنڪي آڻي راوڻ جي دربار ۾ اُنجي سامهون بيهاريو. راوڻ جي دربار جو ديدبو ۽ شان ڏسي هنومان وسمئه ۾ پئجي



ويو. ساري دربار، سوني چانديءَ ۽ عاج ۾ جڙيل چمڪندڙ هيرن جواهرن سان ٻهڪي رهي هئي. راوڻ کي سونهري رنگه جا نيلم ۽ ماڻڪ جڙيل ريشمي وستر پيل هئا ۽ هنجي راجائي مڪٽ ۾ املهه جواهرات چلڪا ڏئي رهي هئي. هو پنهنجي شاندار سنگهاسن تي اهڙي نيج ۽ حشمت سان ويٺو هو جو ڏانهنس نهاريندي اکيون ئي جهرنجهارجي ٿي ويون. هنجي اڳيان ڪيترائي ديوتائون ۽ راجائون صفون ڪيو با ادب بيٺا هئا. هنومان سوچيو ته راوڻ پنهنجي پراڪرم ڪري ديوتائن جي رکيڪ ٿيڻ جي بيشڪ لائق آهي پر هن پاپ جي واٽ ورتي آهي. پنهنجي تپو بل ڪري وردان وٺي هن سيني کي آزارڻ ۽ هيسائڻ ۾ ئي شڪتي لڳائي آهي.

هنومان کي بندي حالت ۾ ڏسي راوڻ جي مکيه منتريءَ پرهست کائونس پڇيو:- اي بلوان وانر! سچ ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين ۽ توکي ڪنهن لنڪا ۾ موڪليو آهي؟ تنهنجو پراڪرم ته وانرن جهڙو ناهي ۽ تون ضرور ڪو ديوتا ٿو ڏسجين. هنريت روپ بدلائي لنڪا ۾ اچڻ جو تنهنجو ڪهڙو پريوجن آهي. سو سچ ٻڌائيندين ته ڇوٽڪارو ٿيندو. تو اشوڪ واٽڪا ڇو برباد ڪئي ۽ راڪشسن

انيڪ استر شستر کڻي هنومان سان لڙڻ هليو. ميگهناد اهڙو دهشتناڪ هو جو هن جو نالو ٻڌي ڪري ئي ديوتائون ۽ گندرو ڏڪندا هئا. ميگهناد ڪارن ڪڪرن جيان ڀينڪر گجگوڙ ڪندو هنومان مٿان وڃ وانگر اچي ڪڙڪيو. ٻوءِ ته ٻنهي جوڌن جي وچ ڀينڪر لڙائي شروع ٿي ويئي. هنومان ميگهناد ٿي ڪيترائي وڻ پٽي هنيا، لوهه جا ٿنڀا هنيا ۽ پٿرن جون وڏيون وڏيون ڇپون هنيون، جي ميگهناد پنهنجن تيرن سان آڪاس ۾ ئي ڪٽيندو ويو. هن وري هنومان کي گهٽيئي تکا تير هنيا، جنهنڪري هنومان کي گهاوَ ته ٿيا پر هنجي شڪتي ڪيڻ نه ٿي ۽ هو جوش سان وڙهندو ئي رهيو. اُنوقت ميگهناد ايڪا گر ٿي ڏيان ڪيو ته معلوم ٿيس ته هنومان امر آهي ۽ هنڪي استر شستر سان ماري نه سگهبو. تڏهن هن برهم ڦاس اُڇلائي هنومان کي ٻڌي ڇڏيو.

هنومان پاڻکي ٻڌل ڏسي سوچڻ لڳو ته هن بند ۾ به مونلاءِ چڱائي آهي جو هاڻي هيءُ مونکي راوڻ وٽ نيندا ته اُن سان ڳالهائڻ جو موقعو ملندم. اِهو سوچي هنومان سرجيت هوندي به چپ ماري ٻيوس ۽ ڦاٿل پيو رهيو. اُنوقت ڪيترائي راڪشس، جيڪي ڊپ وچان پريان بيٺا هئا، سي هنڪي وڪوڙي ويا ۽ هنڪي گهٽ وڌ ڳالهائي ميگهناد جي جئه جئڪار ڪرڻ لڳا. اُنهن مان ڪن کي اچي ڊپ لڳو ته هي صرف ڍونگ ڪري پيو آهي ۽ اچانڪ اُٿي اسانکي مارڻ شروع ڪندو، سي سڻيءَ جا وڏا رسا کڻي آيا ۽ هنومان کي اچي سوگهو ڪري ٻڌائون. اِهو ڏسي ميگهناد سوچيو ته هاءِ! هنن مورکه راڪشسن منهنجو ڪيو ڪرتيو لوڙهي ڇڏيو. هنڪي اِها ڄاڻ ئي ڪانهي ته هنن نوڙن ۽ رسن سان ٻڌڻ ڪري برهم استر جي شڪتي ئي نه رهي. استر سان گڏ جسماني ٻل لڳندو آهي ته منتر جو ٻل نه رهندو آهي. اِنهن سڻيءَ جي رسين کي ته هيءُ ٻلوان وانر ڪن پل ۾ ڇنيي سگهيٿو.

اِن هوندي به هنومان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪا به ڪوشش نه ڪئي




تڏهن هنومان وري گرجنا ڪندو هنڌين ائين وچي ڪڙڪيو جڻ ڪو شڪاري بـاز لامارو ڏيڻي وچي تتر ڪـي جهليندو آهـي. هنومان اکيہ ڪمار کي پيرن کان جهلي مٿي ڪٽي چوگرد گهمائڻ لڳو ۽ پوءِ اهڙي تہ زور سان اکيہ ڪمار کي هڪ پٿر جي چپ تي ٺهڪائي هنيائين جو هنجي ڇاتي ڇڄي پئي ۽ اکيون ٻاهر نڪري آيـس. هنجو نوجوان سندر شرير ڇنڊجي ماس جي هڪ بي ڊولائتي لوٿ بڻجي پيو. پنهنجي راجڪمار جي اهڙي پڙائتي مرتيو ڏسي ۽ هنومان جو دهشت ناڪ پراڪرم ۽ ڳاڙهو روپ ڏسي باقي سڀنا ۾ اچي ٽاڪورو پيو. اُنهن ڀڄي ڪري جان بچائي ۽ راوڻ کي وڃي اِهـا دکدائي خبر ٻڌائي.

## ميگهناد جي برهم ڦاس ۾ ٻڌجي هنومان جو راوڻ جي دربار ۾ اچڻ.

پنهنجي پياري نوجوان پٽ اکيہ ڪمار جي موت جو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجي ويو. هنجون ٻئي اکيون شولن جيان ٻرڻ لڳيون ۽ اُنهمان گرم گرم ڳوڙها ائين ڳرڻ لڳا جڻ ڪو ٽهڪندڙ تيل هجي. هن پنهنجي وڏي پٽ اندرجيت ميگهناد کـي چيو:- هـي جگہ جيتيندر ويرا تو ڪيترين دفعا لڙائين ۾ ديوتائن، اسرن ۽ گنڌرون کي جيتيو آهي. تو پنهنجي تپو بل سان برهما کي پرسن ڪري هنکان انيڪ اموگهہ استر شستر پراپت ڪيا آهن. دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ ڪونهي جو توسان برابري ڪري سگهي. تـون هاڻي وڃـي هن وانر کـان پنهنجي پياري ڀاءُ اکيہ جي موت جو بدلو چڪاءِ. تنهنجا دويہ استر شستر هـاڻي ڪم ايندا. تون هن وانر کي پڪڙي وٺي اچ يا کيس ماري ڇڏ!

پنهنجي پتا ۽ راجا جي اِهـا آگيا ٻڌي مهاپراڪرمي ميگهناد

اَنيڪ استر شستر ڪٺي هنومان سان لڙڻ هليو. ميگهناد اهڙو دهشتناڪ هو جو هنجو نالو ٻڌي ڪري ئي ديوتائون ۽ گنڌرو ڏڪندا هئا. ميگهناد ڪارن ڪڪرن جيان ڀينڪر گجگوڙ ڪندو هنومان مٿان وڄ وانگر اچي ڪڙڪيو. ٻنهي جوڌن جي وچ ۾ ڀينڪر لڙائي شروع ٿي ويئي. هنومان ميگهناد تي ڪيترائي وڻ پٽي هنيا، لوهه جا ٿنڀا هنيا ۽ پٿرن جون وڏيون وڏيون ڇپون هنيون، جي ميگهناد پنهنجن تيرن سان آڪاس ۾ ئي ڪٽيندو ويو. هن وري هنومان کي گهٽيئي تکا تير هنيا، جنهنڪري هنومان کي گهاوَ ته ٿيا پر هنجي شڪتي کيڻ نه ٿي ۽ هو جوش سان وڙهندو ئي رهيو. اُنوقت ميگهناد ايڪاگر ٿي ڌيان ڪيو ته معلوم ٿيس ته هنومان امر آهي ۽ هنکي استر شستر سان ماري نه سگهبو. تڏهن هن برهم ڦاس اُڇلائي هنومان کي ٻڌي ڇڏيو.

هنومان پاڻکي ٻڌل ڏسي سوچڻ لڳو ته هن بند ۾ برهما جي مونلاءِ چڱائي آهي جو هاڻي هيءُ مونکي راوڻ وٽ نيندا ته اُن سان ڳالهائڻ جو موقعو ملندم. اِهو سوچي هنومان سرجيت هوندي به چپ ماري بيوس ۽ ڦاٿل پيو رهيو. اُنوقت ڪيترائي راڪشس، جيڪي ٻاپ وچان ٻريان ٻيٺا هئا، سي هنکي وڪوڙي ويا ۽ هنکي گهٽ وڌ ڳالهائي ميگهناد جي جئه جئڪار ڪرڻ لڳا. اُنهن مان ڪن کي اچي ٻاپ لڳو ته هي صرف ٻڌو ٻڌنگ ڪري پيو آهي ۽ اچانڪ اُٿي اسانکي مارڻ شروع ڪندو، سي سڻيءَ جا وڏا رسا ڪٺي آيا ۽ هنومان کي اچي سوگهو ڪري ٻڌائون. اِهو ڏسي ميگهناد سوچيو ته هاءِ! هنن مورک راڪشسن منهنجو ڪيو ڪرتيو لوڙهي ڇڏيو. هنکي اِها ڄاڻ ئي ڪانهي ته هنن نوڙن ۽ رسن سان ٻڌڻ ڪري برهم استر جي شڪتي ئي نه رهي. استر سان گڏ جسماني ٻل لڳندو آهي ته منتر جو ٻل نه رهندو آهي. اِنهن سڻيءَ جي رسين کي نه هيءُ ٻلوان وانر ڪن پل ۾ ڇڄي سگهيٿو.

اِن هوندي به هنومان پاڻ ڇڏائڻ جي ڪابه ڪوشش نه ڪئي

تڏهن هنومان وري گرجنا ڪندو هنتي ائين وچي ڪڙڪيو جڻ ڪو شڪاري باز لامارو ڏيئي وچي ٽتر کي جهليندو آهي. هنومان اکيه ڪمار کي پيرن کان جهلي مٿي ڪڍي چوگرد گهمائڻ لڳو ۽ پوءِ اهڙي ته زور سان اکيه ڪمار کي هڪ پٿر جي چپ تي ٺهڪائي هنيائين جو هنجي ڇاتي ڇڄي پئي ۽ اکيون ٻاهر نڪري آيس. هنجو نوجوان سندر شرير چٿجي ماس جي هڪ ٻي ڊولائتي لوٿ بڻجي پيو. پنهنجي راجڪمار جي اهڙي ڀوائتي مرتيو ڏسي ۽ هنومان جو دهشت ناڪ پراڪرم ۽ ڳاڙهو روپ ڏسي باقي سئنا ۾ اچي ٽاڪورو پيو. اُهن ڀڄي ڪري جان بچائي ۽ راوڻ کي وڃي اِها دکدائي خبر ٻڌائي.



## ميگهناد جي برهم ڦاس ۾ ڦٿجي هنومان جو راوڻ جي دربار ۾ اچڻ.



پنهنجي پياري نوجوان پٽ اکيه ڪمار جي موت جو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ ٻرجي ويو. هنجون ٻئي اکيون شولن جيان ٻرڻ لڳيون ۽ اُنهمان گرم گرم ڳوڙها ائين ڳرڻ لڳا جڻ ڪو ٽهڪندڙ تيل هجي. هن پنهنجي وڏي پٽ اندرجيت ميگهناد کي چيو:- هي جڳه جيتيندر وير! تو ڪئين دفعا لڙائن ۾ ديوتائن، اسرن ۽ گنڌرون کي جيتيو آهي. تو پنهنجي تپو بل سان برهما کي پرسن ڪري هنکان انيڪ اموگهه استر شستر پراپت ڪيا آهن. دنيا ۾ اهڙو ڪوبه ڪونهي جو توسان برابري ڪري سگهي. تون هاڻي وڃي هن وانر کان پنهنجي پياري ڀاءُ اکيه جي موت جو بدلو چڪاءِ. تنهنجا ديـ استر شستر هاڻي ڪم ايندا. تون هن وانر کي پڪڙي وٺي اچ يا کيس ماري ڇڏ!

پنهنجي پتا ۽ راجا جي اِها آگيا ٻڌي مهاپراڪرمي ميگهنا



چڙهي ويو ۽ جيڪي به سامهون ٿي آيس سو ويو پچندو پيو ريندو. هو وڏي واڪي رامچندر جي جيہ جيڪار پڪارڻ لڳو. هو چوڻ لڳو: ”مان رامچندر جو داس هنومان آهيان. مان لنڪا ۾ سيتا سان مليو آهيان. اڙي راڪشسو! توهانجي پاپ جو دلو ڀرجي چڪو آهي. توهانجو انت ويلو اچي پهتو آهي. منهنجي راجا سگريو جي سٽنا ۾ مونکان به وڌيڪ ٻلوان وانر آهن. توهان راڪشسن مان ڪنهنکي به جي منهنجي سامهون ٿيڻ جي جريت هجي سو نڪري نروار ٿئي.“ اهو ٻڌي ڪيترائي گهمنڊي ٻلوان راڪشس جوڌا هڪ ٻئي پٺيان مهاوير هنومان سان وڙهڻ لاءِ آيا، پر هنومان سڀني کي ماري ڇڏيو. هنومان جي گرجنا ۽ مار ڪٽ ڪري لنڪا نگريءَ ۾ وڏو گهمسان مچي ويو ۽ راڪشسن جا هردا ڪنبڻ لڳا.

راوڻ کي جڏهن انهن ڳالهين جي خبر پئي ۽ هن پنهنجن سورويرن جي موت بابت ٻڌو، تڏهن هن سمجهو ته هيءُ وانر ڪو رواجي باندر ڪونهي پر منهنجن پراڻن دشمن ديوتائن منهنجي هيسائڻ لاءِ ڪو نئون شڪتي شالي پراڻي پيدا ڪيو آهي. انوقت هن پنهنجي نوجوان پٽ اکيہ ڪمار ڏانهن نهاريو. اکيہ ڪمار مها ٻلوان ۽ جنگ جوٽڻ جو شوقين هئو. هن سمجهيو ته ڪيس ناماچار ڪيڻ جو سٺو وجهه مليو آهي. هو پنهنجي سٽنا وٺي ۽ پاڻ هڪ دويہ رٿ تي سوار ٿي اچي هنومان جي سامهون ٿيو. اکيہ ڪمار جو اهو رٿ آڪاس ۾ به هلي سگهندو هو. انوقت هنومان ۽ اکيہ ڪمار جي وچ ۾ گهور سنگرام مچي ويو. هنومان هڪ وڏي ڇپ ڪٽي اکيہ ڪمار تي هنئين، جا هن پنهنجن ٻاڻن سان آڪاس ۾ ئي پرزا پرزا ڪري ڇڏي. هن ٻيا ٽير هڻي هنومان کي زخمي ڇڏيو ۽ سڄي شرير مان رت وهڻ ڪري مهاوير جو ڳاڙهو شرير وڌيڪ ڳاڙهو ٿي ويو. انوقت هنومان ڪروڌ ۾ ڀرجي پنهنجو لوهه جو شستير اهڙي ته زور سان اکيہ ڪمار جي رٿ تي ٿهڪائي ڏنو جو اهو ڇيهون ڇيهون ٿي پچي پيو، پر اکيہ ڪمار ٽپ ڏيئي پاڻ بچائي ورتو.

من ۾ دهڪاءُ پيدا ٿيندو، آئينده مٿن جيڪا آفت اچڻي آهي تنهنجو اهڃاڻ ٿيندو. اُنهنجو ڪجهه گهمنڊ به ٽٽندو ۽ منهنجي هتي اچڻ جي ڪا يادگيري به رهندي.

اهو سوچي هن پنهنجو شرير ۽ آڪار وڌائي ڇڏيو ۽ اشوڪ واٽڪا ۾ان منا منا ميوا پٽي کائڻ لڳو. هن ڪيترا ڪيلن جا ۽ پپا وڻ پٽي ڪيرائي ڇڏيا، منهه ڀاهي ڇڏيائين، وليون ۽ ٻوٽا پٽي اُڇلي ڇڏيائين، تلاءُ ۽ کسيون ڀڃي ڀوري چوطرف بربادي مچائي ڏنائين. رڳو وڻن جي جنهن جهمٽي ۾ سيتا ويٺي هئي، اُن کنج ۾ ڪجهه به خرابي ڪين ڪيائين. باغ جي رکوارن جڏهن هنکي اُپاندي مچائيندو ڏٺو، تڏهن هنکي مارڻ لاءِ آيا. اُنوقت هنومان ڦاٽڪ جو هڪ شستير پٽي کڻيو ۽ اُهو ڦيرائي ۽ ڦهڪائي سڀني رکوارن کي ماري ڇڏيائين. پوءِ هو هڪ پٽ تي ويهي ڀينڪر گرجنا ڪرڻ ۽ ڏند ڪرٽڻ لڳو.

اِهو ڏسي سيتا جون کي پهريدار راڪشسياڻيون اُٿي ڀڳيون ۽ راوڻ کي وڃي ٻڌايائون ته هڪ مهاٻلوان وانر اشوڪ واٽڪا ۾ آيو آهي جنهن سيتا سان ڪيترو وقت ويهي ڳالهايو ۽ پوءِ اشوڪ واٽڪا کي پرپٽ ڪري ڇڏيو اٿس. هن باغ جي سڀني رکوارن کي به ماري ڇڏيو آهي. اِهو ٻڌي راوڻ کي ڏاڍو عجب ۽ ڪروڌ لڳو. هن پنهنجي منتري پرهست جي پٽ مها ٻلوان جمبو ماليءَ ۽ ٻين پنجن ٻلوان سردارن کي آگيا ڏني ته وڃي اِن وانر کي سزا ڏيو.

هنومان جڏهن جمبو ماليءَ ۽ ٻين راڪشس جوڌن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو تڏهن هو "شري رامچندر جي جئه" "مهاراجا سگريو جي جئه" جي گرجنا ڪرڻ لڳو. هن پريائين وڏا وڏا پٿر هڻي راڪشسن کي زخمي ڇڏيو ۽ لوهه جو مهاڀاري شستير اکين ڦيرائڻ لڳو جڻ ته اُها ڪا بانس جي لٺ هئي- هن اُن لوهه جي ٿنڀي سان جمبو ماليءَ ۽ ٻين سڀني سردارن کي به ماري ڇڏيو.

تنهنڪانپوءِ هنومان ٽپ ڏيئي لنڪا جي عاليشان محلاتن مٿان

چيو:- هي هنومان! تون رگهوناٿ کي چئج تہ هڪ ڪانءُ منهنجي پير ۾ ٺونگو هڻي هڪ خسيس اپراڌ ڪيو هو تہ توهان مٿس برهم استر هلائي ڪيس سيڪت ڏني هئي، پوءِ پلا راوڻ جو هيڏو وڏو اپراڌ توهان ڪيئن ڪميا ڪندا؟ جنهن جانڪيءَ جا توهان ناٿ آهيو سا اڄ راوڻ جي بند ۾ نرآڌار اناٿ جيان رودن ڪري رهي آهي. هاڻي جلد اچي مون نماڻيءَ جو اُڌار ڪريو! لڪشمڻ کي بہ منهنجي آشيرواد ڏج. شڌ هردي وارو نسوارٿي وير لڪشمڻ پنهنجي استريءَ ۽ ماتا کي ۽ پنهنجي سک ۽ آرام کي ڇڏي اسان ساڻ بنواس جا ڪشٽ ڀوڳڻ آيو ۽ ماتا سمان منهنجي شيوا ڪيائين. هنڪي چئج تہ مون جو توکي بنا اپراڌ اجوڳہ وچن بوليا سي ڪرپا ڪري ڪميا ڪج. لڪشمڻ جهڙو ڀاءُ سڄيءَ پرٿويءَ تي ملڻ مشڪل آهي. هي وانر سريشٽ! تون هاڻي اهڙو اُدم ڪر تہ جئين هن دکہ جي سمنڊ مان منهنجو ٻيڙو جلد پار ٿئي. تنهنجي هتي اچڻ ڪري منهنجي دل کي ڏڍ مليو آهي ۽ تنهنجي وچڻ ڪانپوءِ مان وري چنتا ساگر ۾ غلطان ٿي ويندي. هنومان! مان توکي پنهنجي چوٽيءَ جو هيءُ ڦل چوڙامڻي بہ نشانيءَ طور لاهي ڏيانٿي سابہ منهنجو پراڻ پٽي چڱيءَ طرح سڃاڻندو. هاڻي وڃ، تنهنجو ڪلياڻ ٿيندو.

جانڪيءَ کان چوٽيءَ ڦل وٺي هنومان چيو:- هي ماتا! تون همٿ نہ هار ۽ پنهنجي دل کي خوش رکہ. مون وٽان سماچار ٻڌنديئي شري رام لڪشمڻ ۽ سگريو سئنا سميت روانا ٿيندا ۽ راوڻ ۽ لنڪا کي ناس ڪري تنهنجي دکن جو انت آڻيندا.

ائين چئي سيتا کي نمرتا سان ڏنڊوت پرڻام ڪري هنومان موڪلايو. هو پوءِ سوچڻ لڳو تہ جانڪيءَ جو درشن تہ ٿيو پرجي مان دشمن جي طاقت جو پتو لڳائي سگهان تہ ٻنهي ڏرين ۾ ڪيرو ڏيک طاقتوارو آهي تہ سواميءَ جي آگيا جو پوريءَ طرح پالن ٿيندو. مونکي ٿوري ڀڃ ڪري، راڪشسن سان جهيڙي جي سوسڙي ڏکائي، سندن طاقت ڏسي پوءِ لنڪا ڇڏڻ گهرجي. انڌيت راڪشسن جي

نہ ھيءَ نکري، راوڻ ۽ سندس سوري سيتا نشت ٿي ويندي.
لڪشمڻ مونکي توھان لاءِ ڪيتري قدر پرڻام ڏنا ۽ اُنجي پاران مان
وار وار لوھانجي چرڻ وندنا ڪرياٿو. پريو شري رامچندر نہ رات
ڏينھن توھانجو ئي چنتن ڪندو رھي ٿو ۽ ننڊ ۾ بہ "سيتا! سيتا!"
چوندو چرڪ پري اُٿيٿو. ھو لوھانجي جدائيءَ ۾ ڏاڍو وياڪل
رھيٿو. توھان جي منھنجي پٺيءَ تي سوار ٿيو تہ مان اڄ ئي
لوھانکي شري رامچندر وٽ ڪشڪندا ۾ پھچايان. توھانجا ھيءُ
ڏکہ مونکان ڏٺا نٿا وڃن، توھان ھلي پريو شري رام سان ملو ۽
وڏيڪ ڪشٽ نہ سھو!

پنھنجي پراڻپتيءَ جي ڏکہ ۽ شوڪ جي ڳالھہ ٻڌي سيتا پاڻ
بہ شوڪ ساگر ۾ ٻڏي وئي. وري ٿوري دير ڪانپوءِ چيائين:- ھي
مھاويرا! مان توسان ھلي نٿي سگھان جو مان ٻئي ڪنھن بہ پرش
جو سپرش ڪين ڪنديس. ٻيو تہ مان چنھنجي آھيان اُھوئي اچي
مونکي ھن بند مان ڇڏائي ۽ پنھنجي عزت جو بدلو وٺي راوڻ کي
سزا ڏي. جيڪڏھن تون مونکي ھتان چورائي ڪٽي ھلندين تہ انھ
منھنجي پراڪرمي پتيءَ جي ۽ ھنجي اوچ ڪنري گھراڻي جي گھٽتائي
ٿيندي. انھ ڪي وڏائي آھي تہ ھو ھتي اچي راڪشسن کي جيتي
مونکي سوٻ جي سوکڙيءَ طور حاصل ڪري. ھو ضرور سوپارو
ٿيندو. جنھن باھہ جو پنيت پلال کي جلائي ڀسم ڪندو آھي تنھن
شري رام جا ٻاڻ راڪشس جاتيءَ کي ناس ڪندا. ھاڻي تون جلد
وڃي منھنجي جيون آڌار کي منھنجو سماچار ٻڌاءِ تہ جنھن جلد لنڪا
تي چڙھائي ڪريو.

ھنومان ھٿ جوڙي چيو:- ھي ماتا! ڌرماتما شري رام جي
نشڪلنڪ استريءَ جي مکہ مان اھڙائي وچن نڪرڻ کپندا ھئا.
ھاڻي ڪرپا ڪري مونکي اھڙي ڪا نشاني ڏيو تہ ڀڳوان رام سمجھي
تہ برابر مون توھان [illegible] رشن ڪيو آھي.

[illegible]ءَ طور ھنومان کي جيننت جي ڳالھہ ٻڌائي

اِها منڊي نشاني طور ڏني هُئي جا مون توهان اڳيان اُڇلائي.

اِهو ٻڌي جانڪي ڏاڍو پرسن ٿي ۽ چيائين:- هي پٽ! سچ پچ مان وديهه ديش جي راجڪماري ۽ رامچندر جي اردانگني آهيان. اڄ ٻنهنجي پراڻ پياري جي قاصد کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿي آهيان. پر تون هڪ وانر ٿي شري رام جو دوت ڪيئن ٿئين؟ مونکي ڪرپا ڪري ٻنهي راجڪمارن جو سمورو سماچار سڻاءِ.

تڏهن هنومان سيتا کي سموري پيرائتي ڳالهه ڪري ٻڌائي ته ڪيئن رامچندر ۽ لڪشمڻ جي سگريو سان مترتا ٿي، ۽ ڪيئن رامچندر باليءَ کي ماري سگريو کي وانرن جو راجا بڻايو، ۽ ڪيئن سگريو بيشمار وانرن کي سيتا جي ڳولها لاءِ پرٿويءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موڪليو آهي، ۽ ڪيئن نه ڏکڻ ۾ آيل وانرن جي ٽولي کي سمپاتيءَ لنڪا ۾ سيتا جو هجڻ جو ڏس ڏنو ۽ نيٺ ڪيئن هو سمنڊ پار ڪري سيتا کي ڳوليندو ڳوليندو اچي وٽس پهتو آهي. اِهو سمورو سماچار ٻڌي سيتا جي دل کي آٿت آيو ۽ هوءَ چوڻ لڳي:- هي سريشٽ وانر! شل سداءِ تنهنجو ڪلياڻ ٿئي! اڄ تو منهنجي سواميءَ جو سماچار سڻائي منهنجي چنتا روپي اگنيءَ تي پاڻي وڌو آهي، نه ته اڄ مان اِنهيءَ اگنيءَ ۾ پاڻکي ناس ڪري ڇڏيان ها. سچ چيل آهي ته جيسين ساس تيسين آس. ماڻهو جيئرو هوندو ته ڪڏهن نه ڪڏهن اوس سک ڏسندو. هاڻي تون وڃي منهنجي پراڻ پتيءَ کي چئُه ته سگهو اچي مون بنديائيءَ کي بند مان آزاد ڪريو. مونکي هنڪان سواءِ هڪ ڏينهن جيئڻ به محال آهي. ڇا منهنجو سوامي مونکي به ڪڏهن ياد ڪندو آهي؟ ۽ منهنجو سداچاري ڏير ته خوش راضي هو؟

هنومان وراڻيو:- هي ماتا! منهنجي وچڻ شرط شري رامچندر باندرن ۽ رڇن جي وڏي سِئنا وٺي لنڪا تي چڙهائي ڪندو. بس پوءِ توهان سڀني راڪشسن کي مئل سمجهو. جڏهن مها پراڪرمي رامچندر ۽ لڪشمڻ جي ڌنش تيرن جي لنڪا مٿان ورشا ٿيندي

...ڏهن ويچار
...ي. پر جڏهن آسمان مان به ڪو جواب نه مليس ته ڏهن ويچار
...ڪيائين ته پنهنجن ٻڪهن وارن جي ڦاسي ناهي پاڻ لٽڪائي ماريان.
...و سوچي هوءِ ڀريدارڻين کان ڏورو پري اشوڪ وڻ جي ٽاري
...ڪڙي اُٽي بيٺي.



سيتا ۽ هنومان جو وارتالاپ.



سيتا کي آپگهات ڪرڻ لاءِ تيار ڏسي، وڻ تي ويٺل هنومان
سوچڻ لڳو ته هاڻي ته منهنجو سورو ڪشالو ئي وئرٿ ٿو وڃي:
...هن وقت مونکي سيتا سان ڳالهائڻ گهرجي ۽ هنجي انڌاري هرديءَ
۾ آشا ۽ آنند جي جوت جاڳائڻ گهرجي. پر مونکي هنجي اڳيان
ائين پاڻ ظاهر ڪرڻ گهرجي ته جئن هنجي دل ۾ مونلاءِ ڪو سنسو
يا سنديه پيدا نه ٿئي. اِهو سوچي هن رامچندر جي ڏنل منڊي
جانڪيءَ جي اڳيان اُڇلائي. ڪا چمڪندڙ شئه مٿان ڪرندي ڏسي
سيتا سمجهيو ته آڪاش ديوتا ڪي مٿس ڪو قياس پيو آهي جو
هنجي ويندي اڳڀائي ڪو ٿاڌو ڪيرايو اٿس. پر جان اُها هٿ ۾
ڪنيائين ته پنهنجي جيون آڌار جي منڊي ڏسي وسمئه ۾ پئجي وئي
۽ اهڙي ته خوشي ٿيس جو ڄڻ ته شري رام پاڻ مليو اٿس. پوءِ ڪنڌ
مٿي کڻي ڏٺائين ته وڻ تي هڪ ڳاڙهي منهن واري ٻاوان وانر تي
نظر پيس. جانڪيءَ کي اشچرج ۾ پيل پاڻ ڏي نهاريندو ڏسي،
هنومان وڻ تان لهي اچي سندس اڳيان ڏنبوت پرڻام ڪيو. هن
هٿ جوڙي چيو:- هي ديوي! مان رامچندر جو دوت هنومان
نالي وانر آهيان. مان سمجهانٿو ته توهانئي شري رام جي ڌرم پتني
سيتا ماتا آهيو. توهانجي تلاش ۾ لکين وانر سڄي پرٿويءَ تي
گهمي رهيا آهن. اُنهن ۾ مان ئي ڌنيه آهيان جو مونکي توهانجو
...مونکي هٿ سان پنهنجي رامچندر پريه آهي...

جانڪيءَ کي دکي نہ ڪريو. اُهو وقت ايندو جو هيءَ ئي اسانجي رکيا ڪندي. مون گذريل رات هڪ سپنو ڏٺو تہ هڪ باندر اچي لنڪا جلائي آهي ۽ راڪشسن جي سڄي سئنا مارجي وئي آهي؛ وڀيشڻ کان سواءِ سڀيئي راڪشس يمپوريءَ ڏانهن وڃي رهيا آهن ۽ سيتا، رام ۽ لڪشمڻ پشپڪ ومان تي اُتر دشا ڏي وڃي رهيا آهن. تنهن ڪري مان سمجهان ٿي تہ رامچندر سيئي راڪشسن کي ناس ڪندو ۽ انوقت جانڪي اسانجي رکيا ڪري سگهندي. انڪري توهان جانڪيءَ کي نہ رنجايو.

ترجٽا جي ڳالهہ ٻڌي ٻيون راڪشسياڻيون ڊپ ۾ ماٺ ڪري وڃي ويٺيون پر سيتا جي آڌ ماڻڊ نہ گهٽي. هوءَ سداءِ اِهو ويچار ڪندي هئي تہ سنديس پراڪرمي پتي ديو سنديس ڏس پتو ڪيئي اچي ڪيس بند مان ڪيندو. هوءَ ڀوائتين راڪشسياڻن جي وچ اڪيلي رهي، آشا رکي نيٺ نراش ٿي پئي هئي. هوءَ سوچڻ لڳي تہ:- ٻن مهينن کانپوءِ تہ راوڻ مونکي اوس مارائيندو، انڪري جي هنن دکن کان ڇٽڻ لاءِ مون اڄ ئي آپگهات ڪيو تہ اُنهہ ڪو دوش نہ لڳندو. مان هنريت پئي ڏکہ ڏوريان ۽ منهنجو پراڻپتي منهنجي طرفان لاپرواهہ ڇو ٿيو ويٺو آهي؟ شايد هنڪي اچا پتو نہ پيو آهي تہ مان ڪٿي آهيان! پر نيٺ بہ هو ضرور منهنجو ڏس پتو ڪيندو. راوڻ ۽ سندس همائتي ڪيترو وقت بچيا رهندا؟ پڪ سان شري رام جي باڻن سان هيءَ لنڪا نگري نشٽ ٿيندي ۽ راڪشسن جي هرهڪ گهر ۾ وڌوائون ۽ يتيم ٻار پيا رڙندا. هن منهنجي شرير لاءِ وڏو ماڻاڻ مچندو ۽ لڪين جانيون ناس ٿينديون، انڪري جي هن پتلي کي پنجن تتون ۾ لين ڪري ڇڏيان تہ ڏاڍو چڱو ٿيندو. مونکي جيڪر ڪوئي زهر، يا ڇرو آڻي ڏي تہ مان پنهنجي جيوت جو انت آڻيان. اي آسمان! تو ۾ تہ سورج، تارا، وج ۽ پيا انيڪ باهہ جا پنڊار آهن. تون ئي هن نماڻيءَ ابلا تي ڪا ڪهل ڪر ۽ توري اگني اُڇلاءِ تہ منهنجو هيءُ سرير سڙي ڀسم ٿي






ائين چئي راوڻ ڏاڍا خار کائيندو هليو ويو پر وڃڻ کان اڳ
پهريدارڻين کي پاسيرو حڪم ڏيئي ويو ته پيار سان يا ڌمڪين سان
سيتا کي باز آڻين. انکري راوڻ جي وڃڻ کانپوءِ راڪشسياڻيون
سيتا کي ڏاڍي ميٺاج سان سمجهائڻ لڳيون. هو راوڻ جي بل،
پراڪرم ۽ اِڪت ڌن دولت جو بيان ڪري سيتا کي هرکائڻ لڳيون.
پر جڏهن انهيءَ تي به سيتا تي ڪو اثر ڪين ٿيو، تڏهن ڪيس پنهنجا
ڀيانڪ ڏند ۽ ڪات ڏيکاري چوڻ لڳيون:- اسان تنهنجي ڀلي خاطر
فرمائيءَ سان توکي سمجهايو پر تون نه ٿي مڃين ته توکي ٽڪر ٽڪر
ڪري تنهنجو ماس کائينديون سين ۽ خون پيئنديون سين.
راڪشسياڻين مان هڪ چيو:- مونکي گرڀ آهي ۽ آدميءَ جي
ماس کائڻ تي ڏاڍي دل آهي. مان هنجو نرم نرم ماس کائيندس
ته منهنجو من تربپت ٿيندو.
ٻيءَ چيو:- اچو ته اسان هنکي گهڻا ڏکي پورو ڪريون ۽ پوءِ
راجا کي هلي چئون ته پنهنجي ڏکن وگهي مري وئي. هن هنيليءَ
استريءَ ڪري راجا به اجايو دکي ۽ ورتل آهي. هيءَ مرندي ته
هو به وڃي سکي ٿيندو.
وري ٻيءَ چيو:- هنجو جيرو ڏاڍو سوادي هوندو. سيتا کي
ٽڪرا ٽڪرا ڪري، چٽڻيءَ ۽ شراب سان هنجي ماس جي مجلس
ڪريون ۽ هنجي رت جا ڍڪ پيئون- پوءِ نچون ۽ ڳايون.
اهڙا ڀوائتا ٻول ٻڌي ۽ انهن راڪشسياڻن جا دل ڪبائيندڙ نڪا
ڪات ۽ ڏند ڏسي نراڌار سيتا جي دل ڏرڻ لڳي. هوءَ سڏڪا ڀري
روئڻ لڳي. پر انوقت به هن ستيءَ ائين چيو:- توهين ڀلي مونکي
کائي ڇڏيو جو مان موت کان نٿي ڊڄان، پر مان راوڻ کي پير جي
آڱوٺي سان به ڪين ڇهنديس. منهنجو پتي چاهي نرڌن راڄ رهت
آهي ته به منهنجي لاءِ منهنجو ايشور اُهوئي آهي.
انهن راڪشسياڻين ۾ ترجٽا نالي هڪ پهريدارڻ نرم دل ۽ پريوءَ
پياري هئي، اُها ٻين کي چوڻ لڳي:- اڙي ساهڙيون! توهان

روئندي روئندي ماندي ٿيل سيتا راوڻ جون ڳالهيون ٻڌي کيس پٺ ڏيئي ويٺي پر هيسجي ڪين وئي. هن وراڻي ڏنيس:- هي راوڻ! تون منهنجي لاءِ اهڙا پاپ ڀاونا ڇڏي ڏي ۽ پنهنجو من مون مان هٽائي پنهنجن استرين ۾ رک. مان پتيورت ناري آهيان ۽ تنهنجي ڌن ۽ راڄ جي لالچن ۾ ڦاسي ڪين ايندي‌يس. مون اڳيان پنهنجي ٻل جي ٻٽاڪ به نه هڻ. تون ڪانئرن جيان مون کي اڪيلو ڏسي کڻي آئين. تون جي شري رام ۽ لڪشمڻ جي اڳيان اچين ها ته توکي انهيءَ جو ڦل انوقت ئي ملي وڃي ها. ڀلا هڪ ڪتو به ڪڏهن ٻن شينهن جي اڳيان بيهي سگهندو؟ تون چاهي پاتال ۾ وڃي لڪندين ته به رامچندر هٿان بچي ڪين سگهندين ۽ سڀني راڪشسن سميت اوس ناس ٿيندين. تنهنجو ڪلياڻ انهيءَ ۾ آهي ته تون شري رامچندر کان وڃي معافي گهر. هو شرڻ ونسل اوس توکي ديا ڪندو. جي ائين تون نه ڪندين ته تنهنجي هيءَ سوني جي لنڪا ۽ سمورو ڌن ۽ سڀئي ناس ٿي ويندا. تون مهرشي وشروا جو پٽ ۽ ڪبير ديوتا جو ڀاءُ آهين، تنهنجو جنم پرسڌ براهمڻ گهراڻي ۾ ٿيو آهي. پرائي استريءَ ۾ پاپ جي چاهنا رکڻ توکي نٿو سونهين. ڇا تنهنجو اهڙو ڪو متر ڪونهي جو توکي هن پاپ کان بچائي. پر توکي ڪنهيءَ ڪنهن آهي جو تو هيءُ ڪڏو ڪرم ڪيو آهي.

سيتا جا اهي ڪٺور وچن ٻڌي ڪام ۽ ڪروڌ ۾ ڀريل راوڻ کيس چوڻ لڳو:- هي سيتا! جيئن جيئن مان توکي پيار ڀريا مٺا مٺا وچن چوانٿو، تيئن تيئن تون منهنجو اپمان ڪرين ٿي. تون منهنجي پريم ۽ نرمائيءَ جو اجوڳو فائدو وٺي رهي آهين انڪري توسان جبري جٺ ڪرڻ گهرجي، پر توکي مارڻ سان دل ۾ ارمان رهجي ويندم. توکي جيڪو اڳ هڪ سال جو مدو ڏنو هوم تنهنجي پوري ٿيڻ ۾ باقي ٻه مهينا آهن. ان وچ ۾ جي تو منهنجي ڳالهه نه مڃي ته منهنجو رسويو توکي منهنجي نيرڻ لاءِ ٽڪر ٽڪر ڪري ڪٽي ڇڏيندو.




پٽيءَ جي وڇوڙي ۾ بي حال ٿي، اناڻن ۽ بندين جيان پٽي
وقت ڪاٽيو.

ايتري ۾ اچي پرڀات ٿي ۽ درٻاري ڳوئين پرڀاتي راڳ ڳائي ۽
ويد منترن جو مذر اُچار ڪري راوڻ کي جاڳايو. راوڻ کي اُٿنديئي
اچي سيتا جي ياد پئي سو پنهنجو ٺاهه سينگار ڪري اشوڪ واٽڪا
۾ آيو. هنومان وڻن جي پنن ۽ ٽارين ۾ لڪو ويٺو هو ۽ هن ڏٺو ته
جڏهن شينهن جي اچڻ تي هڪ هرڻي ڏڪندي آهي، تيئن راوڻ کي
ڏسي ابلا سيتا ڪنبڻ لڳي. اهو ڏسي راوڻ چوڻ لڳو:- هي سيتي!
تون پاڻ کي ڇا لاءِ ڳٽڙيءَ ۾ ڳاري رهي آهين؟ تون مونکان ڊپ
ڇو ٿي ڪرين؟ مان ته رڳو تنهنجي پريم جو بکيو آهيان. تو شوڪ
۾ بکون ڪيڏي پنهنجي ڪهڙي نه دشا ڪئي آهي؟ توکي ته سهڻا
ريشمي ويس وڳا پهرڻ گهرجن ۽ هيرن جواهرن جڙت املهه زيور
پائي مخملي گاديلن تي ليٽڻ گهرجي. منهنجون داسيون ۽ راڻيون
توکي ويس وڳا ۽ گهڻا پائي سينگاريندين ۽ سنواريندين. توکي
سينگاريل ڏسڻ لاءِ مان سڪان ٿو. هاڻي ٻه چوڏس جي چندرمان
سمان تنهنجو منوهر منهن ڏسي منهنجون اکيون پيو ڪجهه ڏسڻ
نٿيون چاهين. تنهنجي شرير جي جنهن به انگ تي نظر پوي ٿي ته
اُتي اکيون کپيو وڃن ۽ اُتان چرن ئي نه ٿيون. تو جهڙي الوڪڪ
سندري هيءَ ڏک ڇالاءِ ڏسي؟ منهنجون سڀ راڻيون تنهنجون
داسيون ٿينديون ۽ منهنجا اکٽ خزانا ۽ سورو راڄ تنهنجي آڏين
آهي. مان تنهنجو آگياڪاري داس آهيان، تون رڳو مونسان پريم
ڪر! سنسار ۾ تو جهڙي سندري ۽ مون جهڙو سورمو پيو ڪو ڪونهي.
مان پيا ديس جيتي تنهنجي پيءُ راجا جنڪ کي ڏيندس. بن بن
۾ ڀٽڪندڙ رام تنهنجي ماڻ جي آس ڇڏي ڏني آهي، تنهنڪري
تون به رام جو خيال ڇڏي ڏي ۽ هلي موجون ماڻ. تنهنجي هيءَ
حالت ڏسي مونکي پنهنجون سندر استريون يا پيو ڪجهه به مٺو
نٿو لڳي.

جيتوڻيڪ هوءَ ڏاڍيءَ نماڻيءَ حالت ۾ ڏڪن ڏڏيل هئي تہ بہ سندس
سوڀاويڪ سندرتا اڃا بہ اهڙي هئي جو اکيون چڪا چوند ٿي وڃن.
هنجون اکيون ڪمل سمان وڏيون ۽ روپ ماڌري شري رام جي
روپ ماڌريءَ سمان منوهر هئي. اِنلاءِ هنومان کي پڪ ٿي تہ اِها
چنتا مگن تپسوڻ ئي شري رام جي پياري سيتا آهي. هنجي ڪشٽن
جو ويچار ئي رامچندر جي سيني ۾ سل ڪري رهيو آهي. شري
رام سداءِ سيتا جي هردي ۾ وسي رهيو آهي ۽ سيتا بہ رامچندر جي
هردي ۾ سمائي پئي آهي.

سيتا کي نهاري هنومان جي دل ۾ شرڌا ۽ پوڄيہ ڀاونا سان
گڏ وگڏ ڪهل ۽ قياس بہ پيدا ٿيو. هن سوچيو تہ هن ديويءَ لاءِ ئي
رامچندر مها ٻلوان ٻاليءَ جو گهات ڪيو، هنجي لاءِ ئي ڪبنڌ ۽
وراڌ جو موت ٿيو هنجي لاءِ ئي ڊنڊڪ بن جي حاڪم کر دوشن
سان گڏ چوڏهن هزار راڪشسن جو ناس ٿيو، هنجي لاءِ ئي لکين
وانر پرٿويءَ تي ڳولها ڪري رهيا آهن، هنجي لاءِ ئي اٿاهہ سمنڊ
لتاڙي مان هتي اچي پهتو آهيان. پر هن الوڪڪ ديويءَ لاءِ انکان
بہ وڌيڪ جيڪي بہ ڪجهہ ڪجي سو هنلاءِ ٿورو آهي. پراڪر
رامچندر جي پتورتا ارڌانگني اشوڪ واٽڪا ۾ رهندي بہ شو—
جي سمنڊ ۾ ٻڏل آهي.

هنومان ماتا سيتا کي من ئي من ۾ پرڻام ڪري هڪ وڻ تي
ويهي اِهو سوچڻ لڳو تہ جانڪيءَ سان ڪيئن ڳالهايان، ڇو جو تہ هنجي
چوگرد ڀيانڪ راڪشسياڻن جو سخت پهرو هو. اُنهن مان کي ٿلهيون هيون
تہ ڪي سنهيون، ڪي ڊگهيون هيون تہ ڪي منڌريون، ڪن جا پيٽ
لڙڪي رهيا هئا تہ ڪن جا وڏا چپ يا ڪن ڏاڍا بدزيبا ٿي لڳا. اُنهن
بدشڪل ڀوائتن راڪشسياڻن جي هٿن ۾ ڀالا ۽ تلوارون هيون. اُنهن شراب
پئي پيتا ۽ ڪچو ماس پئي ڳرڪايو، ۽ انهيءَ ڀيانڪ ڪاڌي کائڻ ڪري
اُنهنجو بدن رت سان ٿڦيو پيو هو. اهڙين ڀيانڪ راڪشسياڻن جي وچهہ
راجا جنڪ جي دلاري مهاپراڪرمي رامچندر جي ارڌانگني سيتا،




## ...مان جو سيتا کي اشوڪ باغ ۾ ڏسڻ ۽ راوڻ سيتا سنواد.

هنومان کي جڏهن ڪنهن به نڪاڻي سيتا جو پتو نه پيو تڏهن هو
...و اداس ته ٿيو پروري دل ۾ چيائين ته ڪيس آشا ۽ اُتساهه ڇڏڻ
...ڪهرجي. انوقت شري رامچندر جو ڌيان ڪيو ۽ سيني ديوتائن
... نمسڪار ڪري ٿن ئي ٿن ۾ اِها پرارٿنا ڪرڻ لڳو ته هو ڪيس



...ب ڪارج ۾ سهائتا ڪن.
...ن پنهنجي چت کي ايڪاگر
...ڪيو ته اشوڪ واٽڪا ۾ گولڻ
...جي پريرڻا ٿيس. تڏهن هنومان
اشوڪ واٽڪا ۾ پرويش ڪيو.

ان منوهر باغ ۾ گوليندي
گوليندي هنومان هڪ سندر
محلات ڏٺو جنهنجي ٻاهران
هڪ وڻ هيٺان سيتا کي
ويٺل ڏٺائين. جانڪيءَ جو
سرير اهڙو ته نبل ٿي ويو هو
جو جڻ ڪو هڏين جو پڃرو
هجي. جڻن ڪو سندر ڪمل
پشپ سائي سينور ۾ لڪو پيو هوندو آهي، تئن هوءَ پنهنجي مايوسيءَ
۽ ميرن وسترن ۾ ڍڪيل پئي هئي. اُها دکي ۽ نراشا جي پتلي
پنهنجا نيتر هيٺ ڪيو لڙڪ وهائي رهي هئي. جڻ ته سواءِ چنتا
جي هنجي ٿن ۾ پيو ڪو ويچار ئي ڪونه هو. هنجا اڻ سنواريل
وار سندس چيلهه تائين پئي لڙڪيا. هنجي اوسٽا اهڙي هئي جهڙي
هڪ اُن هرڻيءَ جي ٿيندي آهي جا پنهنجي ولرڪان وڇڙي هجي
۽ اَتنبي ڪن خونخوار ٻگهڙن جي ٽوليءَ جي بيچ ٿي رهي هجي

لڳو. هنومان اُن محل جي اندرين ڪمرن ۾ ويو تہ هرهنڌ سوني ۽ چانديءَ جي چمڪ، عاج، هيرن ۽ جواهرن جي جهلڪ، عجيب غريب غاليچا پلنگ ۽ عيش آرام جا پدارٿ ڏٺائين تہ سمجهيائين تہ هيءُ محل لاشڪ جڳہ جيتيندر راوڻ جي شڪتيءَ ۽ شان وتان آهي.

هنومان نيٺ راوڻ جي خانگي ڪمرن ۾ داخل ٿيو جتي سونهن سک ۽ آنند ڇانيو پيو هئو. اُن ڪمري ۾ انيڪ سندر استريون بيپرواهيءَ سان خمار ۾ الوپ پيون هيون. منجهائن ڪيترين سنگيت ڪنديئي سمهي پيون هيون ۽ اڃا تائين پنهنجن سازن کي ڇهنيون پيون هيون. هو هڪ ٻئي کان وڌيڪ ناز نخري ۽ شوڀيا واريون آنند ۽ پريم جون پتليون هيون. اُنهن جي روپ رنگ مان ائين پئي معلوم ٿيو تہ اُهي جدا جدا ديشن مان چونڊي پڇايل استريون آهن. انڪري سڄو ڪمرو ائين پئي لڳو تہ جڻڪ رنگ برنگي گلن وارين ولين سان ڇانيل ڪو بغيچو هجي. اُنهن جي وچ ۾ هيرن جواهرن سان جهنجهيل هڪ سوني جي پلنگ تي راوڻ سمهيو پيو هو. هنومان هڪ ٽڪ راوڻ ڏانهن نهارڻ لڳو. هن جي سندر شهاڻيءَ ديهہ مان پراڪرم، هشمت ۽ دهشت پئي بکي. هنومان وري بہ اُتي سمهيل استرين تي نظر ڦيرائي ۽ ٻيءَ ڪن ۾ پاڻ ڪي نندڻ لڳو ۽ دل ۾ چيائين "اڙي مان ڪهڙو نہ مورک آهيان جو ستي سيتا کي هنن اپسرائن جي وچ ۾ ڳولي رهيو آهيان! ماتا سيتا لاءِ هتي هجڻ جو ويچار ڪرڻ بہ پاپ آهي."

اِهو سوچي هنومان راوڻ جي محلات جا پيا سيئي ڪمرا ۽ ڪنڊ ڪنڊ ڪري ڪپاس ڪئي پر سيتا ڪٿي بہ ڏسڻ ۾ نہ آيس. انوقت هنومان ڏاڍو نراس ۽ اُداس ٿي سوچڻ لڳو تہ هاڻي وڌيڪ ڇا ڪرڻ گهرجي.




پهتي. پوءِ هنومان لنڪا جي قلعي جي پٽ ٽپي شهر ۾ داخل ٿيو.

هنومان لنڪا جو سندر سروپ ڏسي وسمي ۾ پئجي ويو. اها نگري ديوتائن جي الڪاپوريءَ سمان شوڀنيڪ هئي. سندس ڪشاديون سڙڪون، طرحين طرحين جي مالن سان ڀريل بازاريون، سٺن ۽ اُتن منزلن وارن محلاتن جون قطارون، انهن محلاتن اندر عاليشان ساج سامان، سوني چانديءَ جا ٿنڀ، درين تي موتين جون جهالرون ۽ چترڪاريءَ جا عجيب سندر ڪم ڏسندو هنومان جتي ڪٿي سيتا کي ڳولڻ لڳو. هن ڏٺو ته ڪي راڪشس شاسترن تي وارتالاپ ڪري رهيا آهن، ته ڪي پڙهڻ ۽ ڪوتا ڳائڻ ۾ رڌل آهن ۽ ڪي گيان وگيان جي مسئلن تي بحث ڪري رهيا آهن. هنومان لنڪا جي محلن مٿان ٽپندو ۽ انهنجي اندرين سندرتا ۽ سجاوٽ ڏسندو سيتا کي ڳولڻ لڳو. هن ڪيترين ئي سندر نوجوان استرين ڏٺيون جي سوني جي رنگ واريون پوريون پئي لڳيون. اُنهن جي سندرتا ۽ پيرن ۾ نوپرن جي جهنڪار سان، اُنهنجي رنگ برنگي ڦاٽ ٻاٽ وارن ڪپڙن ۽ زيورن سان اُهي محل ٻهڪي رهيا هئا. لنڪا جون استريون ناز نخري ۽ پريم جي ڪيان ڪيائڻ ۾ قابل ۽ ڳائڻ وڄائڻ ۾ ٻه پرهيون. اُنهنڪي پنهنجي پتين وانگر شراب جو به شوق هئو. مڌر سنگيت جي آلاپن ۽ ويڻا ۽ مردنگ جي ڌنين سان جتي ڪٿي روح رهاڻ ٿي رهي هئي. سيني محلن ۾ خوشي ۽ آنند ڦهليل هو. انريت هنومان گهٽيئي گهر گهميو پر هن کي جانڪيءَ جو پتو ڪين پيو.

گهمندي گهمندي هنومان هڪ اونچي عاليشان محلات وٽ اچي پهتو جيڪو ٻين سيني محلن کان وڌيڪ رمڻيڪ ۽ شاندار هو. اُتي بيٺل هاٿين، گهوڙن، سوني چانديءَ جي رٿن ۽ پهريدار فوجي سپاهين کي ڏسي هنومان سمجهي ورتو ته اِهوئي راوڻ جو محلات لنڪا پوريءَ جو ٻهڙو آهي. اُهو محل پنهنجي عاليشان اڏاوت ۽ بانت واريءَ سجاوٽ ڪري هن پرٿويءَ تي سرڳ سمان پئي

کي واري هنومان اچيءَ لنڪا ٻيٽ تي لٿو. سچ پچ چيل آهي تہ جنهنکي ڌيرج، ٻل ۽ ٻڌي آهي، سو سداءِ ڪامياب ٿئي ٿو.

لنڪا جي ڪناري ناريلن ۽ ڪيلن جي وڻن جا جهڳٽا هئا ۽ ٻهاڙن تان ڪي ڪسيون وهي اچي سمنڊ ۾ ٿي پيون. هنومان پنهنجو آڪار گهٽائي هڪ رواجي وانر جيترو ڪيو ۽ هڪ ٻهاڙ تي چڙهي لنڪا کي چڱيءَ طرح جاچڻ لڳو تہ ڏٺائين تہ اُن عاليشان شهر کي چوڌاري هڪ مضبوط ڪوٽ آهي، ۽ اُن جي بچاءَ لاءِ ڪنگورن تي توبون رکيل آهن. ڪوٽ جي چوگرد اونهيون کاهيون آهن ۽ جتي ڪٿي اسڪيہ هٿيار بند فوجي راڪشس پهرو ڏيئي رهيا آهن. اهو ڏسي هنومان کي اِهاڻ چنتا ٿي تہ ههڙيءَ فوجي طاقت ۽ سمپدا شالي لنڪا کي ڪيئن جيتي سگهبو! ڪهڙي سگهنا اِهو اٿاهہ مها سمندر پار ڪري سگهندي! سمنڊ پار ڪري بہ هن ڪوٽن اندر لنڪا جي ڪوٽ کي ۽ هٿيار بند پهلوان راڪشسن کي بي هٿيار وانر ڪيئن جيتي سگهندا! پر هنوقت تہ اهڙي ڪا تجويز ڪري سيتا جي ڳولا ڪجي جنهن ۾ راڪشسن کي ڪا ٽيٽ نہ پئجي وڃي. انلاءِ جيستائين سج لٿو نيستائين هنومان ان ٻهاڙ تي رهيو ۽ پوءِ هو ٻليءَ جي قد جو روپ ڌاري لنڪا ۾ داخل ٿيو تہ لنڪني نالي هڪ پهريدار راڪشسڻ هنومان کي ڏسي ورتو ۽ ڏند ڪرٽيندي مٿس ڪاهيندي آئي. انوقت هنومان کيس اُمالڪ اهڙي تہ مڪ وجائي جو هن جي منهن مان خون وهڻ لڳو ۽ هوءَ زمين تي بيهوش ٿي ڪري



آهي جو تو جهڙو ٿلهو متارو باندر پوڄن لاءِ موڪليو اٿس. هاڻي مان توکي کائيندي‌يس.

هنومان چيس:- ”هي ماتا! مان توکي پرڻام ٿو ڪريان ۽ توسان لڙڻ نٿو چاهيان. تون مونکي هينئر ڇڏ ته مان وڃي پريو رامچندر جو ڪم ڪريان.“ سرسا چيس:- مونکي اورانگهي تون اڳتي وڌي نٿو سگهين. تون هڪ واري منهنجي وات ۾ پئه، پوءِ بلاشڪ اڳتي وڌ.

ائين چئي سرسا پنهنجو مک هڪ يوجن تائين وڌائي هنومان اڳيان ٿي بيٺي. تڏهن هنومان پنهنجو شرير وڌائي ٻه يوجن بڻايو. اِهو ڏسي سرسا پنهنجو مک پنج يوجن وڌايو، ته هنومان پنهنجو آڪار ڏهه يوجن وڌايو. تڏهن سرسا پنهنجو مک ويهه يوجن وڌايو. انوقت هنومان پنهنجو سرير امالڪ ننڍو ڪري هن جي مک ۾ پيهي وري ٻاهر نڪري آيو. اِنريت هنومان جڏهن سرسا جي ڳالهه پوري ڪئي يعني هنجي مک ۾ پرويش ڪيو، تڏهن سرسا پرسن ٿي پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ پرگهٽ ٿي هنومان کي چيو:- هي پتر! تون ڌنيه آهين. مون ته رڳو تنهنجي ٻل ۽ ٻڌيءَ جي پريکيا ٿي ورتي. تون رامچندر جو ڪم ضرور سڌ ڪري موٽندين.

ائين چئي سرسا انترڌان ٿي وئي ۽ هنومان اڳتي وڌيو ته وري هڪ ٻي رڪاوٽ سامهون آيس. اُتي سمنڊ ۾ سنهڪا نالي هڪ هئبت‌ناڪ جيو رهندو هو جو آڪاس ۾ گهمندڙ جيون جي ڇايا کي پڪڙي ستل ڪري ڇڏيندو هو ۽ پوءِ اُنهن کي پاڻ ڏي ڇڪي کڻي ويندو هو. هن جڏهن هنومان جو ڇاڇو پڪڙيو ته هنومان کي ائين معلوم ٿيو ته ڄڻ ڪيس ڪنهن سوگهو ڪري جهليو آهي. هن جڏهن پنهنجي نظر هيٺ ڪئي ته سنهڪا کي پاڻ ڏي گهوريندو ڏٺائين. پوءِ ته هنومان گرجنا ڪري وڃي اُن دئيت جي مٿان ڪڙڪيو ۽ پنهنجن ننهن سان سندس اکيون پٽي ڪڍيائين ۽ ڇاتي ڦاڙي ... سنهڪا سمنڊ ۾ ڪري مري ويئي. انريت وات جي وگهڻ

ديوتائن ۽ سيڪان وڏو ۽ مايا سان منش روپ ۾ ڏيکارجڻ وارو، سيني پاپن کي هرڻ وارو، ديا جو ڀنڊار، رگهوڪل ۾ سريشٽ، راجائن جي شرومڻي، رام چوائڻ واري جڳديشور جي مان وندنا ڪريان ٿو.

هنومان سمنڊ جي ڪناري مهيندر پربت جي چوٽيءَ تي چڙهي ويو. هن شري رام جي پرتاپ جو سمرڻ ڪيو ته سندس شرير ۾ ائين ٻل وڌڻ لڳو جيئن پورڻماسيءَ ڏينهن سمنڊ ۾ وير وڌندي آهي. هن سيني ساٿين کان موڪلائي، ديوتائن کي پرڻام ڪيو ۽ ايڪاگر چت سان پنهنجي ماڳ ڏانهن نهاري، پيرن ۽ هٿن سان پربت کي دٻائي زور سان ڇلانگ ماري. پوءِ ته هو سمنڊ جي مٿان ائين اُڏامڻ لڳو جيئن گرڙ گگن منڊل جو سفر ڪندو آهي. سندس رفتار جي تيزي ڪري ڪيترا وڻ پاڙون پٽجي، هنجي پنيان اِئين اُڏامڻ لڳا جئن ڪي مترڪنهن مانواري مهمان کي تُوري پنڌ تائين ڇڏڻ ويندا آهن. اِهي وڻ به هنومان جي ڪِرِ هلي هڪ هڪ ڪري سمنڊ ۾ ڪري پيا. هنومان آڪاش کي ائين ٿي پار ڪندو ويو جئن ڪو پکي تارو هلندو آهي هو ڪنهن وقت بادلن جي هيٺان، ڪنهن وقت مٿان ۽ ڪڏهن اُنهنجي وچمان نڪري ائين ٿي لڳو جڻ چندرمان آڪاس ۾ هلي رهيو آهي.

هنومان سمنڊ جي وچ ۾ ميناڪ پهاڙ ڏٺو جنهنتي پانت پانت جا سوادي ڦل هوا، جڻ ته اُهو پهاڙ هنومان کي وشرام ڪرڻ لاءِ ڪوٺ ڪري رهيو هو. پر هنومان کي ته رامچندر جو ڪارج جلد پورو ڪرڻ جي اُمنگ هئي، انڪاءِ هو ان پهاڙ تي ڪين ترسيو، رڳو اُن تي هٿ رکي اڳتي وڌيو.

انوقت ديوتائن جي اِها اِڇا ٿي ته هنومان جي ٻل ۽ ٻڌيءَ جي آزمائش وٺڻ گهرجي، اِنڪاءِ اُنهن ناڳن جي ماتا سرسا کي موڪليو. سرسا هڪ مها ڀينڪر روپ ڌاري هنومان جو رستو روڪي اڳيان اچي کيس چوڻ لڳي:- هي وانر! اڄ وڌاتا مونتي ڪرپا ڪئي

॥ ॐ ॥

# شري ٽلسي رامائڻ



## سندر ڪانڊ





### هنومان جو سمنڊ پار ڪري لنڪا پهچڻ.



शान्तं शाश्वतमप्रमेयमनघं निर्वाणशान्तिप्रदं
ब्रह्माशम्भुफणीन्द्रसेव्यमनिशं वेदान्तवेद्य विभुम्।
रामाख्यं जगदीश्वरं सुरगुरुं मायामनुष्यं हरिं
वन्देऽहं करुणाकरं रघुवरं भूपालचूडामणिम् ॥

شانت، سناتن (آدي)، اپرميه (دليلن کان پري)، نشپاپ، نرواڻ روپ پرم شانتي ڏيڻ وارو، برهما شنيوءَ ۽ شيشناگ جنهنجي سداءِ سيوا ڪن ٿا، ويدانت سان جنهنکي ڄاڻجي ٿو، سرووياپڪ،

ڪريو! مان شري رامچندر جي ڪرپا سان سندن ڪارج پورو ڪري موٽندس. مان پڪ سان آڪاش مان اُڏامي لنڪا پهچندس ۽ اُتي جانڪيءَ کي ڳولي لهندس. مان جلدي واپس اچي توهانکي اِهو شڀ سماچار سڻائيندس." ائين چئي هن پنهنجو سرير وڌايو ۽ پنهنجي چت کي ايڪاگر ڪري پنهنجي من جي ورتي لنڪا ڏانهن ڪئي. انريت هنومان کي سمنڊ اورانگهڻ لاءِ تيار ڏسي وانر خوشيون ڪرڻ لڳا. وانرن جي ڏسندي ڏسندي هنومان جو قد ڏاڍو وڏي ويو ۽ هنجي شرير جو بل ۽ تيج جهلڪا ڏيڻ لڳو. اهو ڏسي انگد ۽ ٻيا وانر ڏاڍا رڇ آنند ۽ اچرج ۾ پُرجي هنومان جي جئہ جئہ ڪار ڪرڻ لڳا. جيئن جيئن هو هنومان جي اُستتي ڪرڻ لڳا، تيئن تيئن هن ۾ اپار تيج ۽ بل پيدا ٿيڻ لڳو ۽ هو سمنڊ مٿان ڇلانگ مارڻ لاءِ مهيندر پربت تي چڙهي ويو.



ڪشڪندا ڪانڊ سماپت.



ڪرڻ لڳو ۽ چيائينس- اڙي دشٽ! تون ڪير آهين جو هنريت
مونکي پرشٽ ڪري رهيو آهين؟

اِهو ٻڌي پون ديوتا چيو:- هي سندري! تون ناراض نہ ٿيءُ.
منهنجي ڇهڻ ڪري تنهنجي شرير کي ڪو دوش ڪونہ لڳندو.
منهنجي هن مانسڪ ميلاپ ذريعي توکي جيڪو پٽ پيدا ٿيندو سو
شڪتيءَ ۽ پراڪرم ۾ منهنجي مٽ ٿيندو ۽ سيني کان وڌيڪ ٻلوان
۽ ٻڌيوان ٿيندو. ائين چئي وايو ديوتا انجنا کي سرچائي پريم
ڪيو ۽ انترڌان ٿي ويو.

هي پون پتر هنومان! تون جڏهن ننڍو ٻالڪ هئين تہ اُڀرندڙ
سورج کي هڪ ڳاڙهو ڦل سمجهي اُنکي پٽڻ لاءِ پنهنجي پتا وايوءَ
سمان اُڏامي وئين. توکي سورج ڏانهن ويندو ڏسي ديوراج اندر
توکي ٻجر هنيو. اُن لڳڻ ڪري تنهنجي ساڄي پاسي واري ڏاڙهہ
ڀڄي پئي ۽ تون هڪ پهاڙ تي ڪري پئين. اِهو ڏسي تنهنجي
پتا وايو ديوتا کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ هن پنهنجي هلچل بند ڪري
ڇڏي. انڪري سڀئي جيوَ ساهہ نہ کڻي سگهيا ۽ ترلوڪيءَ ۾ هاهاڪار
مچي ويو. ان وقت سيني ديوتائن پون ديوتا کي پرسن ڪرڻ
لاءِ آراڌنا ڪئي ۽ توتي آسيسن جي ورکا ڪئي. برهما ۽ اندر
توکي ور ڏنا جنهنڪري تون امر آهين، توکي ڪنهن بہ طرح ماري
نٿو سگهجي، تون ٻل ۽ ٻڌيءَ ۾، تيج ۽ اوج ۾ پنهنجي پتا پون
ديوتا سمان آهين.

هي ٻجرنگہ ٻلي هنومان! تون ٻرماتمائن ۾ سريشٽ آهين ۽
تون ئي شري رام جو ڪارج سڌ ڪري سگهندين. توکي وڏن
ديوتائن کان ايشوري شڪتي ۽ وردان مليل آهن. تون پنهنجي
شڪتيءَ کي سڃاڻ ۽ پنهنجي پراڪرم کي جاڳائي اسان سڀني کي
نراشا ۽ چنتا جي سمنڊ کان پار ڪر!

جاموننت جا وچن ٻڌي هنومان پنهنجو پراڪرم پرگهٽ ڪيو ۽
... لاءِ تيار ٿيو. هو چوڻ لڳو:- ”هي ڀائرو! مٿان ڪا ڳٽني

پنهنجو ٻل ورڻن ڪرڻ لڳو. ڪو چيو ته مان ويهه يوجن وڃي سگهان ٿو ۽ ڪنهن چيو مان پنجاهه يوجن وڃي سگهان ٿو. انريت اهڙيءَ طرح هرهڪ چوڻ لڳو پر ڪنهنکي به ٽسو يوجن ٽپڻ جي همٿ ڪين ٿي. انگد چيو: مان سؤ يوجن ٽپي ته ويندس پر واپس موٽڻ جي طاقت رهندي يا نه تنهنجي مونکي پڪ ناهي.



اهو ٻڌي رڇن جي راجا سياڻي جامونت چيو: يوراج! توُن پڪ سان موٽي سگهندين. پر توُن ته اسانجو مهندار آهين ۽ توکي موڪلڻ ٺيڪ ناهي." پوءِ هن هنومان کي چيو:- هي مهاوير! توُن چپ ڇو ويٺو آهين؟ توُن پنهنجي پراڪرم کي ياد ڪر! توُن وايو ديوتا جو مانسڪ پٽر آهين ۽ هاڻ جي شڪتي ۽ ويگ ۾ پنهنجي پتا وايوءَ جي سمان آهين. تنهنجي ڪلهن ۾ گرڙ جي ڪنپن جيتري شڪتي آهي. هتي سيني ويٺلن ۾ تنهنجو پراڪرم ۽ ٻڌي سڀني کان سرس آهي. توُن پنهنجي شڪتيءَ ۽ تيج جو سمرڻ ڪر! هن سنسار ۾ ڪوبه اهڙو جيو ڪونهي جو تنهنجي مت پڄي سگهي. تنهنجي ماتا انجنا سرڳ لوڪ جي ديو ڪنيا هئي جا هڪ رشيءَ جي سراپ ڪري هڪ وانريءَ جي روپ ۾ هن پرٿويءَ تي پيدا ٿي. هنجي سندرتا ۽ جواني ڏسي وايو ديوتا مٿس موهت ٿي پيو ۽ هڪ ڏينهن بهار جي مند ۾ هنکي ڳلي لڳايائين. تنهنتي ديوي انجنا کي ڏايو

وڃي رهيو هو ۽ هوءَ ”هاءِ رام! هاءِ لڪشمڻ!!“ پڪاري رهي هئي.
انگري مان سمجهاڻو ته اُها استري سيتا هوندي. هتان هڪ سؤ
يوجن پري سمنڊ ۾ لنڪا جو ٻيٽ آهي جتي راوڻ نريش تي راڄ
ڪندو آهي. اسان ڳجهين جي نظر ڏاڍي پري تائين پوندي آهي.
مان هتان لنڪا ۾ راوڻ ۽ سيتا کي ڏسي سگهانٿو. توهان به جي سمنڊ
پار ڪري پهچندءَ ته سيتا کي ڏسي سگهندءَ.

سيتا جو سماءُ ٻڌي وانرن جي وسامڻيل لڱن ۾ جڻ ته نئون
ساهه پيو. پر اٿاهه سمنڊ کي ڏسي هو وري به ماندا ٿي ويهي رهيا.
پنهنجي سڱتا کي چنتا ۾ نراس ڏسي انگد چوڻ لڳو:- هي سورويرو!
اسان رگهو ٻئي جو ٻڌل سماچار کڻي راجا سگريو وٽ نه هلنداسي.
اگهيئي مقرر ڪيل وقت گذري چڪو آهي. سيتا کي ساکيات
ڏسڻ کانسواءِ ڪشڪندا موٽي هلبو تـه ضرور سزا ملندي. اُتي
بي عزتو ٿي مرڻ کان اِهو بهتر آهي تـه اسان پڳوان رامچندر جو
ڪم ڪندي مري وڃون. من ۾ مايوس ٿيڻ سان ڪارج سڌ نـه
ٿيندو آهي. مايوسيءَ ۾ وڏو دوش آهي: جيئن ڪروڌ ۾ پريل نانگ
(پرسان آيل) ٻار کي ڏنگيندو آهي، تيئن مايوسي منش کي ناس
ڪندي آهي. جيڪو اُدم ڪرڻ جي وقت مايوس ٿئيٿو، تنهن جو
تيج ناس ٿئيٿو ۽ انجو اُدم ڪامياب نٿو ٿئي.* هاڻي همٿ
ڪري ٻڌايو ته ڪهڙو سورويرو وانر آهي جو سؤ يوجن سمنڊ پار
ڪري سگهي.

انگد جا اِهي وچن ٻڌي وانرن ۾ نئون اُتساهه جاڳيو ۽ هرڪو

---

* न विषादे मनः कार्यं विषादो दोषवत्तरः।
विषादो हन्ति पुरुषं बालं क्रुद्ध इवोरगः॥
यो विषादं प्रसहते विक्रमे समुपस्थिते।
तेजसा तस्य हीनस्य पुरुषार्थो न सिद्धयति।

هيڏانهن نهار! ساڪيات جمر ديوتا به اچي پهتو آهي. اسين ته شري
رام جو ڪجهه ڪارج ڪري نه سگهياسين. ڌنيه آهي جٽايو جو
سيتا کي بچائيندي مارجي ويو. پر اسانجي ته جيوت ئي
ويرٿ وئي.

وانرن جي واتان پنهنجي پياري ڀاءُ جٽايوءَ جو نالو ٻڌي سمپاتي
اچرج ۾ پئجي ويو ۽ وانرن وٽ اچي چوڻ لڳو:- مون اڄ گهڻي
وقت کانپوءِ پنهنجي پياري ڀاءُ جٽايوءَ جو نالو توهانجي واتان ٻڌو



آهي. منهنجو پيارو ڀاءُ ڪيئن مارجي ويو سو ڪرپا ڪري
مونکي ٻڌايو.

تڏهن انگد ڪيس سڄو ورتانت ٻڌايو ته ڪيئن نه سيتا کي
بچائڻ لاءِ جٽايوءَ راوڻ سان يڌ ڪئي هئي ۽ اُنهه مارجي ويو ۽ ڪيئن
شري رامچندر پنهنجي هٿن سان جٽايوءَ جو پنهنجي مائٽ وانگر
ڪريا ڪرم ڪيو هو ۽ ڪيس پنهنجي اچڻ جو پريوجن به ٻڌايائين.
پنهنجي پياري ڀاءُ جي موت جو ٻڌي سمپاتيءَ جي اکين مان لڙڪ وهڻ
لڳا ۽ هو چوڻ لڳو:- هاءِ! مان اهڙو ته ٻيو ٿي ويو آهيان جو پنهنجي
ڀاءُ جي موت جو بدلو به چڪائي نٿو سگهان. مان شرير سان ته
رامچندر جي سيوا ڪري نٿو سگهان پر وچنن سان ته اوس ڪندس.
هڪ وار مون ڏٺو هو ته راوڻ هڪ سندر استريءَ کي زوريءَ وٺي

## سمپاتيءَ جو وانرن کي سيتا جو ڏس ڏيڻ ۽ هنومان جو جيون چرتر

ڏکڻ ڏسا ڏانهن ويل سڀيئي وانر سگريو جي ٻڌايل ديشن، پهاڙن ۽ جهنگلن ۾ سيتا کي ڳوليندا ڳوليندا نيٺ اچي سمنڊ جي ڪناري پهتا. سيتا جو هنن کي ڪو پتو ڪونه پيو هو انلاءِ هو نا اُميد ۽ اُداس ٿي پيا هوا ۽ سمنڊ جي ڪناري پهچي اڳتي وڌي به نه ٿي سگهيا. هو سوچڻ لڳا ته اسانکي اڃا سڦلتا نه ملي آهي ۽ مقرر ڪيل مهينو به اچي گذريو آهي. انڪري راجا سگريو اسانکي ماري ڇڏيندو. سگريو جي هٿان مرڻ کان ته اُپواس رکي مري وڃون ته اِهو بهتر ٿيندو. اِهو سوچي سڀئي وانرن سمنڊ جي ڪناري پراڻ تياڳڻ جو پڪو پهه پڄايو ۽ هو نراسائيءَ ۾ ساٿا ٿي ويهي رهيا.

اُتي جٽايوءَ جو وڏو ڀاءُ سمپاتي هڪ غفا ۾ رهندو هو. سمپاتي ۽ جٽايو ارڻ جا پٽ هئا. جيڪو وشڻو ڀڳوان جي واهن گرڙ جو ڀاءُ هئو. ننڍي هوندي کان ئي سمپاتيءَ ۽ جٽايوءَ جو پاڻ ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو. هو ٻئي ٻلوان به ڏاڍا هئا ۽ هڪ دفعي پاڻ ۾ شرط پڄايائون ته ڪير ٿو آسمان ۾ وڌيڪ مٿي پهچي سگهي. هو ٻئي جڏهن سورج جي ويجهو پهتا ته تابش ڪري جٽايو جلڻ لڳو. اُنوقت سمپاتيءَ پنهنجا پر پکيڙي جٽايوءَ کي تپت کان بچايو. جٽايو ته بچي ويو پر سمپاتيءَ جا کنڀ جلي ويا ۽ هو هيٺ هن پهاڙ تي اچي ڪريو. هو اُڏامي ڪوئي شڪار ڪري نه سگهندو هو ۽ ٿورو چرندي پرندي جيڪو ڪجهه ملندو هوس تنهن تي گذران ڪري، بکن ۾ پاهه ٿيندي، حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽيندو هو. هن جڏهن وانرن جي هيڏي ڪٽڪ کي ساڻو ٿيل هڪ هنڌ ويٺل ڏٺو، تڏهن خوش ٿي من ۾ چوڻ لڳو ته اڄ منهنجي قسمت کلي آهي جو ڀر پيٽ عمدو ڀوڄن گهر ويٺي ئي مليو اٿم جو گهڻيئي ڏينهن هلندو.

اُن هيبتناڪ گجهه پکيءَ کي ڏسي انگد هنومان کي چيو:- هنومان!



ٽيندو. اهو چاٽي رامچندر پنهنجي هڪ منڊي لاهي هنومان کي ڏني ۽ چيو:- هنومان! تنهنجي ٻڌي، ڌيرج ۽ پراڪرم ڏسي ۽ سگريو جي وشواس ڪري مونکي پوري آشا آهي تہ تون جانڪيءَ کي ڳولي لهندين. تون هيءَ منڊي جانڪيءَ کي ڏيکاريندين تہ هن کي پڪ ٿيندي تہ تون برابر مونوٽان آيو آهين. تون چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو تہ هوءَ ڪو اُلڪو نہ ڪري ۽ اسانجو سچو ورتانت ڪيس ڪري ٻڌائج.

شري رام جو پنهنجي لاءِ ايڏو پريم ۽ وشواس ڏسي هنومان بہ پنهنجي من ۾ دڙدي سنڪلپ ڪيو تہ هو پربوءَ جي آشا ۽ آگيا پوري ڪرڻ ۾ ڪداچت نہ گسندو. هن منڊي وٺي ڏاڍيءَ شرڌا ۽ ڀڳتيءَ سان رامچندر کي پرڻام ڪيو. پوءِ تہ وانرن جي اُها بيشمار سئنا ڪشڪندا جي پهاڙن مان نڪري چئني ڏسائن ۾ ڦهلجي ويئي. سيني جي دلين ۾ اِهائي اُمنگہ ۽ اُڻ تڻ هئي تہ ڪيئن بہ سيتا جو سماءُ لهجي. سيني جي وڃڻ کانپوءِ شري رام ۽ لڪشمڻ پرشروڻ پربت تي رهي وانرن جي واپس اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. نيٺ هڪ مهيني گذرندي اوپر، اولهہ ۽ اُتر طرفن کان وانر سئنائون واپس موٽي آيون جو اُنهن کي سيتا جو ڪجهہ پتو نہ پيو هو.



ڪوڃنا ڪر. اُتر ۾ مليڇ، شورسين، پارت، ڪرو، ڪامبوج، يون ۽ شڪن جي ديسن ۾ جانڪيءَ جي ڳولا ڪڄ. هماليہ پربت تي يوڳين ۽ سڌ پرشن جا آشرم آهن. اهي پهاڙ لنگهي توکي هڪ سؤ يوجنن وارو اڻانهون ميدان ملندو. اتي ڪيلاس پربت آهي جنهنجي پرسان مانسرو ور ۾ چانديءَ جي رنگہ جا وڏا ڪمل گل آهن. اِهي پربت پار ڪري توهان اُترڪرو ديش ۾ پهچندا، جتي جا ماڻهو ڏاڍا گڻوان ۽ خوش مزاج سڀاءَ جا آهن. اُهو ديس دائي و آباد آهي ۽ اتي رهڻ سان وديا ۽ گڻ وڌندا آهن. اِهي ديس لنگهي توهان هڪ مها سمنڊ جي ڪناري اچي پهچندا، جتان سورج ڀڳوان اُدي ٿيندو. توهان بہ اُنهن ديسن ۾ سيتا جي کوجنا ڪري هڪ مهني اندر موٽي اچجو.

تنهنڪانپوءِ سگريو پنهنجن چونڊيل سردارن کي ڏکڻ ڏسا ڏانهن موڪليو جو هن کي خبر هئي تہ راوڻ جو ديس ڏکڻ ڏسا ۾ آهي. هنومان، نيل، جامونت ۽ انگد آدي سورويرن کي سگريو چيو:- توهان ڏکڻ ڏسا ۾ نرمدا، گوداوري، ڪرشنا، مهاندي آدي نديون ۽ اُتڪل، ودرڀ، متسيہ، ڪلنگہ، آنڌر، چول، ڪيرل ۽ پين ديسن ۾ وڃي جانڪيءَ جي کوجنا ڪريو. چندن جا بن، مليا چل پربت، ڪاويري ندي ۽ انيڪ پربت ۽ ديس لنگهي توهان وڃي سمنڊ جي ڪناري پهچندا. اُن مها سمنڊ جي وچ ۾ سوني جي لنڪا آهي جنهن ۾ راوڻ راڄ ڪندو آهي. توهان پنهنجي سڄي شڪتي لڳائي اُتي سيتا جي ڳولا ڪجو. اُن پيت ڪان پري پشپڪ نالي سؤ يوجنن جو هڪ پهاڙ آهي، جنهنڪان پري سوريوان نالي هڪ وڏو پيت آهي. تنهنڪان پوءِ يمراج جو پُري لوڪ آهي. توهان اوڏانهن نہ وڃجو ۽ هڪ مهيني اندر موٽي اچجو. ۽ جيڪو مهيني اندر موٽي نہ ايندو تنهنکي مان موت جي سزا ڏيندس. جيڪو سڀکان پهريائين موٽي اچي چوندو تہ "مان سيتا جو درشن ڪيو" تنهنکي مان خوب مالا مال ڪندس."

سگريو کي پڪ هئي تہ هنومان جانڪيءَ جي ڳولا ۾ ڪامياب



ڏيندو. اهو ڄاڻي رامچندر
پنهنجي هڪ منڊي لاهي
هنومان کي ڏني ۽ چيو:-
هنومان! تنهنجي ٻڌي، ڌيرج
۽ پراڪرم ڏسي ۽ سگريو جي
وشواس ڪري مونکي پوري
آشا آهي ته تون جانڪيءَ
کي ڳولي لهندين. تون هيءَ
منڊي جانڪيءَ کي ڏيکاريندين
ته هن کي پڪ ٿيندي ته
تون برابر مونوٽان آيو آهين.
تون چئجانس ته هوءَ ڪو
اُلڪو نه ڪري ۽ اسانجو سڄو
ورتانت کيس. ڪري ٻڌائج.

شري رام جو پنهنجي لاءِ ايڏو پريم ۽ وشواس ڏسي هنومان به پنهنجي من ۾ درڍ سنڪلپ ڪيو ته هو پرڀوءَ جي آشا ۽ آگيا پوري ڪرڻ ۾ ڪداچت نه گسندو. هن منڊي وٺي ڏاڍيءَ شرڌا ۽ ڀڳتيءَ سان رامچندر کي پرڻام ڪيو. پوءِ ته وانرن جي اُها بيشمار سئنا ڪشڪنڌا جي ٻهاڙن مان نڪري چئني ڏسائن ۾ ڦهلجي ويئي. سيني جي دلين ۾ اِهائي اُمنگ ۽ اُڻ تڻ هئي ته ڪيئن به سيتا جو سماءُ لهجي. سيني جي وڃڻ کانپوءِ شري رام ۽ لڪشمڻ پرشروڻ پربت تي رهي وانرن جي واپس اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. نيٺ هڪ مهيني گذرندي اوڀر، اولهه ۽ اُتر طرفن کان وانر سئنائون واپس موٽي آيون جو اُنهن کي سيتا جو ڪجهه پتو نه پيو هو.



ڪوڄنا ڪر. اُتر ۾ مليڇ، شورسين، پارت، ڪرو-ڪامبوج، يون ۽ شڪن جي ديسن ۾ جانڪيءَ جي ڳولا ڪجو. هماليه پربت تي يوڳين ۽ سڌ پرشن جا آشرم آهن. اهي پهاڙ لنگهي توکي هڪ سؤ يوجنن وارو اڻاهون ميدان ملندو. اتي ڪيلاس پربت آهي جنهنجي پرسان مانسرووَر ۾ چانديءَ جي رنگ جا وڏا وڏا ڪمل گل آهن. اِهي پربت پار ڪري توهان اُترڪروءُ ديش ۾ پهچندا، جتي جا ماڻهو ڏاڍا گڻوان ۽ خوش مزاج سڀاءَ جا آهن. اُهو ديس دايو آباد آهي ۽ اتي رهڻ سان وديا ۽ گڻ وڌندا آهن. اِهي ديس لنگهي توهان هڪ مها سمنڊ جي ڪناري اچي پهچندا، جتان سورج ڀڳوان اُديہ ٿيندو. توهان بہ اُنهن ديسن ۾ سيتا جي ڪوڄنا ڪري هڪ مهني اندر موٽي اچجو.

تنهنکانپوءِ سگريو پنهنجن چونڊيل سردارن کي ڏکڻ ڏسا ڏانهن موڪليو جو هن کي خبر هئي تہ راوڻ جو ديس ڏکڻ ڏسا ۾ آهي. هنومان، نيل، جامونت ۽ انگد آدي سوروِيرن کي سگريو چيو:- توهان ڏکڻ ڏسا ۾ نرمدا، گوداوري، ڪرشنا، مهانديءَ آدي ندين ۽ اُتڪل، ودرڀ، متسيہ، ڪلنگ، آنڌر، چول، ڪيرل ۽ ٻين ديسن ۾ وڃي جانڪيءَ جي ڪوڄنا ڪريو. چندن جا بن، مليا چل پربت، ڪاويري ندي ۽ انيڪ پربت ۽ ديس لنگهي توهان وڃي سمنڊ جي ڪناري پهچندا. اُن مهاسمنڊ جي وچ ۾ سوني جي لنڪا آهي جنهن ۾ راوڻ راڄ ڪندو آهي. توهان پنهنجي سڄي شڪتي لڳائي اُتي سيتا جي ڳولا ڪجو. اُن ٻيٽ کان پري پشپتڪ نالي سؤ يوجنن جو هڪ پهاڙ آهي، جنهنکان پري سوريوان نالي هڪ وڏو ٻيٽ آهي. تنهنکان پوءِ يمراج جو پتري لوڪ آهي. توهان اوڏانهن نہ وڃجو ۽ هڪ مهيني اندر موٽي اچجو. ۽ جيڪو مهيني اندر موٽي نہ ايندو تنهنکي مان موت جي سزا ڏيندس. جيڪو سڀکان پهريائين موٽي اچي چوندو تہ "مان سيتا جو درشن ڪيو" تنهنکي مان خوب مالا مال ڪندس."

سگريو کي پڪ هئي تہ هنومان جانڪيءَ جي ڳولا ۾ ڪامياب

جيڪي ڪرڻو هوندو سو ڪنداسين. توهان هن سڄيءَ سگنا جا راجا آهيو ۽ توهان ئي هنن جي واڳ سنڀاريو ۽ هنن کي هدايتون ڏيو.

شري رام جا اِهي وچن ٻڌي سگريو ونيت نالي سگناپتيءَ کي گهرائي چيو:- هي وير! تون هڪ لک وانرن کي وٺي اوڀر طرف سيتا ۽ راوڻ جي ڳوڙها ڪر. اوڀر طرف توکي ڀاڳيرٿي گنگا برهمپترا آدي نديون ۽ وديهه، مالو، ڪاشي ڪوشل، مگڌ ۽ برهم ديش ملندا. برهم ديش لتاڙي تون جوَ نالي ٻيٽن ۾ پهچندين جتي سوني ۽ چانديءَ جون کاڻيون آهن. انهن ٻيٽن کان پري مها سمنڊ ۾ انيڪ نديا وڏا گهاٽيئي ٻيٽ آهن جتي تون جانڪيءَ جي چڱيءَ طرح ڳوجنا ڪج. انهن ٻيٽن کان پري نيٺ توکي اڇن بادلن جي رنگ جهڙو کير سمنڊ ڏسڻ ۾ ايندو جتان ئي سورج نڪرندو آهي. انکان پري توهان وڃي نه سگهندا. اهي سڀ ديش ڳولهي توهان هڪ مهني اندر موٽي اچجو.

ٻلوان ونيت کي اوڀر طرف موڪلي سگريو تارا جي پيءُ سشيڻ کي چيو:- توهان وڏو لشڪر وٺي اولهه طرف وڃي سيتا جي ڳوجنا ڪريو. سوراشٽر، ٻاهليڪ، ڪڇ آدي ديسن جي وڏن وڏن شاهوڪار شهرن مان ٿيندا توهان سنڌو نديءَ جي ڪناري وڃي پهچندا. ان طرف گهڻا وارياسا رڻپٽ آهن. اُتي موروي پٽڻ، جتاپور، اونتي آدي وڏن وڏن شهرن ۾ سيتا جي ڳوجنا ڪجو. جتي سنڌو ندي اچي سمنڊ سان ملي ٿي؛ تتي ٻهاڙن تي سنگهه نالي ايڏا وڏا پکي رهندا آهن جي هاٿين کي ۽ سمنڊ جي وڏن وڏن مڇين کي پنهنجن چنبن ۾ جهلي پنهنجن آکيرن ۾ کڻي اچي کائيندا آهن. رڻپٽن کانپوءِ پهاڙ لتاڙي توهان انيڪ سندر سندر ديش ڏسندا ۽ نيٺ توهان هڪ مها سمنڊ وٽ اچي پهچندا. توهان سڀني ديسن ۾ جانڪيءَ کي چڱيءَ ريت ڳولي هڪ مهيني اندر واپس موٽي اچجو.

انريت سشيڻ کي اولهه طرف موڪلي سگريو شتبليءَ کي چيو:- هي مها ٻلوان! تون اتر طرف جي ديسن ۾ وڃي سيتا جي

ڏسي، شري رام کي ڏکي ڏسي،
ي ۽ جانڪيءَ جي ڳولا جو جتن ڪر. شري رام کي
ون ڏوکي جي ڪنور وچن چيا سي معاف ڪجِ.
انوقت جڏهن سپيئي کير ڪنڌ تي ويا تڏهن سگريو پنهنجي
سيتا کي وٺي، لڪشمڻ سان گڏ هڪ سونيءَ پالڪيءَ تي چڙهي
رامچندر وٽ آيو. رامچندر جو درشن ڪري سگريو پريم ۽ ڀپ ۾
پرجي هنجي چرڻن ۾ ڪري پيو. تڏهن رامچندر کيس اُٿاري ڇاتيءَ
لڳايو ۽ چوڻ لڳس:- هي مٽر! تون مونکي پرت سمان پيارو آهين.
تون ڪنهن قسم جو اُلڪو نه ڪر پر جانڪيءَ جي ڳولا جو جلد ڪو
اُپاءُ ڪر. پهرين پتو پوڻ کپي ته سيتا جيئري آهي ڪين نه، راوڻ
جو ديس ڪٿي آهي ۽ هن جانڪيءَ کي ڪٿي رکيو آهي؟
انوقت پريان ڌوڙ اُڏامندي نظر آئي ۽ سگريو جن باندرن جي
سردارن کي ڪوٺيو هو سي پنهنجن ڪٽڪن سميت اُتي اچي سهڙيا.
ڪروڙين باندرن سان اُهو پربت ڪوهن تائين پرجي ويو. اُن سمّنا
۾ قسمين قسمين رنگ روپ ۽ قد وارا وانر ۽ رڇ موجود هئا. اُنهن کي
ڏسي سگريو ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ مکيه مکيه وانر سمّناپتين جي رامچندر
سان سڃاڻپ ڪرائي اُنهن کي چيائين ته مها پراڪرمي شري رام ئي
سيتي جو سوامي آهي.



## سگريو جو وانرن کي سيتا جي ڳولا ۾ موڪلڻ.

سگريو شري رامچندر کي چيو:- هي پرڀو! مها بلوان وانرن جي
هيءَ اُڪٿ سمّنا توهانجي شيوا لاءِ حاضر آهي. توهان جيڪا آگيا
ڪندا سا خوشيءَ سان هو پوري ڪندا. هيءَ سڄي فوج توهان
پنهنجي ڪري سمجهو ۽ جئن ٺيڪ سمجهو تيئن ڪين حڪم ڪريو.
رامچندر چيو:- هي مٽر! پهريائين اِهو معلوم ڪرڻ گهرجي ته
سيتا جيئري آهي ڪين نه ۽ جي جيئري آهي ته ڪٿي آهي. پوءِ




ٿي. هن ڄاڻو ٿي تہ ڏرماتما پرش استرين تي ڪڏهن ڪروڌ نہ ڪندا آهن ۽ هنومان ٿي شري رام ۽ لڪشمڻ جو خاص سنيهہ آهي، انلاءِ هن تارا ۽ هنومان کي لڪشمڻ وٽ موڪليو.

تارا، هنومان ۽ انگد اچي لڪشمڻ کي پرڻام ڪيو ۽ نمرتا ڀريل مٺڙن وچنن سان سندس ڪروڌ شانت ڪيو. هو لڪشمڻ کي سگريو وٽ اندر وٺي ويا، جتي سوني جي پلنگ تي سگريو ويٺو هو ۽ ڪيترين سندر استرين سندس شيوا ۾ بيٺيون هيون. لڪشمڻ کي ڏسي سگريو يڪدم اچي کيس ساشٽانگ پرڻام ڪيو. اُن وقت لڪشمڻ چيس:- هي وانرراج! جيڪو پاپي منش پنهنجي ڪيل پرتگيا پلجي ٿو وڃي، اُهو ڪرتگهن مارڻ جوڳو آهي. چيل آهي تہ گئُوُ هتياري، شرابيءَ ۽ چور جو تہ اُڌار ٿي سگهي ٿو، پر ڪرتگهن جي اُڌار جو ڪو اُپاءُ ڪونهي. تو سيتا جي ڳولا ڪرڻ جي پرتگيا ڪئي آهي سا توکي وسارڻ نہ گهرجي نہ تہ توکي بہ وڃي باليءَ جو درشن ڪرڻو پوندو.

سگريو هٿ جوڙي جواب ڏنو:- هي آريہ! مان توهانجو داس آهيان. ڪرپا ڪري منهنجو اپراڌ ڪميا ڪريو. اهڙو ڪو بہ سيوڪ ڪونهي، جنهن کان ڪڏهن ڪا غلطي نہ ٿي هجي. سنسار جي مايا روپي مد جو نشو اهڙو تہ مها ڪٺن آهي جنهن ۾ وڏا وڏا گياني ۽ پنڊت بہ ڦلجيو وڃن. پوءِ ڀلا مان جهڙو اگياني بانڊر، جنهن کي ورهين جي واجهائڻ ڪانپوءِ راڄ ڀاڳ ۽ سندر استريون مليون؛ سو جي ڪام جي موهہ ۾ پنهنجو فرض وساري ويٺو تہ عجب ناهي ۽ ڪميا جوڳو آهي، انلاءِ هي ديالو! هن دين تي ديا ڪريو ۽ آگيا ڪريو سا مان بجا آڻيان! شري رامچندر مون سان جيڪي ڀال ڀلايا آهن سي مان ڪيئن وساري ويهندس؟

سگريو جا اهي نمرتا ڀريل وچن ٻڌي لڪشمڻ جو ڪروڌ شانت ٿيو ۽ هن سگريو کي ڇاتيءَ سان لائي چيو:- هي مترِ، رامچندر سيتا جي ويوگ ۾ دکي ٿي رهيو آهي. تون مونسان گڏ هلي هنڪي آٿت

ڪم ۾ توهانکي دير مدار ڪرڻ نہ گهرجي.

اِهو ٻڌي سگريو سڀني ٻلوان وانر سردارن کي پنهنجي پنهنجي لشڪر سميت ڪشڪندا ۾ اچي حاضر ٿيڻ لاءِ حڪم نامان جاري ڪيا پر سيتا جي ڳولڻ جو وڏيڪ سعيو ڪو نہ ڪيائين ۽ نڪي رامچندر وٽ ويو. هو پنهنجن محلاتن ۾ عيش عشرت ۾ مگن رهيو.

هوڏانهن رامچندر سيتا جي وڇوڙي ۾ وياڪل هو ۽ هن کي برسات جا چار مهينا سؤ ورهين کان بہ وڏيڪ ٿي گذريا هوا. جڏهن بادل لوپ ٿيا ۽ نرمل نڀ ۾ چندرما چمڪڻ لڳو، تڏهن شري رام جي ٻردي ۾ چندرمکيءَ سيتا جو چهرو وڏيڪ چٽيءَ ريت اچڻ لڳو. هو چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! سگريو بہ پنهنجو مطلب پورو ڪري وجي سکي ٿي ويٺو ۽ هنکي منهنجي ڪا ياد بہ ڪانهي. تون وڃي سندس وچن پاڙڻ جي يادگيري ڏيار.

رامچندر جا وچن ٻڌي لڪشمڻ کي سگريو تي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ هو پنهنجو ڌنش ٻاڻ کڻي جڏهن وڃڻ لڳو تڏهن شري رام کيس چيو:- هي لڪشمڻ! اهو ياد رکج تہ سگريو منهنجو متر آهي ۽ انلاءِ تون متس ڪروڌ نہ ڪج. رڳو کيس پڇ ڏياري موٽي وٺي اچينس.

ڪروڌ ۾ ڀريل لڪشمڻ ڪشڪنداپوريءَ ۾ آيو ۽ راجمحل جي اڱڻ ۾ اچي بيٺو. اندران گاني بجاني، ناچن ۽ جشن جي ٻهاري جا مڌر آواز اچي رهيا هئا. هن ڏٺو تہ وانر راج سگريو پنهنجي پرڏيا وساري ڀوڳ ولاس ۾ پنهجي ويو آهي. هنکي ڏاڍو ڪروڌ لڳو پر تہ بہ هو استرين جي ڪمري ۾ نہ ويو. هن ٻاهران ٻهي ڌنش جي ٽنڪار ڪئي. ٻهريدارن وڃي سگريو کي هن جي اچڻ ۽ ڪروڌ جي سڌ ڏني. اِهو ٻڌي سگريو ڏاڍو منجهي پيو ۽ وري جو لڪشمڻ جي ڌنش جي ڀينڪر ٽنڪار ٻڌائين تہ دپ ۾ سندس نشو ٽٽو ۽ منهن کي لهي ويس. هنکي لڪشمڻ جي اڳيان وڃڻ جي همت ڪين

ٻوليون، جنهن ڪٿي رنگ برنگي چمڪندڙ پٿر ۽ وري هيٺان وهندڙ گنگا سمان ٿنگ پدرا نديءَ جي ڪري اُهو پربت دادو منوهر ۽ شوڀنيڪ لڳندو هو. پر ته به رامچندر کي سک ڪين هو ڇو جو هن جو من سداءِ سيتا جي برهه ۾ وياڪل رهندو هو. رات جو ته ڪيس ننڊ ئي ڪين ايندي هئي. انوقت لڪشمڻ ڪيس ڀانت ڀانت جا پربوڌ ڏيئي ڌيرج ڏيندو هو.

هڪ ڏينهن ورڪا رتوءَ جي شوڀيا ڏسي رامچندر چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! هيڏانهن نهار ته ڪيئن نه ندي موج سان تيز ۽ پرو وٺندڙ گجگوڙ ڪري وهي رهي آهي! بادلن مان وسندڙ بوندون موتين جيان پاڻيءَ تي نچي رهيون آهن؛ مست هاٿي سونڊيون لوڏي جهولي رهيا آهن، ڀنورا ويٺا جي جهنڪار سمان ڳائي رها آهن، ڏيڏر ڪنٺ تال هلائي رهيا آهن ۽ بادلن مان گجگوڙ جي روپ ۾ جڻ مردنگ وڄي رهيا آهن. مور نچي رهيا آهن ۽ مٺا ٻول ٻوليندڙ پکي ترانا آلاپي رهيا آهن. ائين پيو ڀاسي ته هن سيني ملي هن پربت تي ناچ ۽ راڳ جي محفل لڳائي آهي پر مونکي ته ڪجهه به مٺو نٿو لڳي ۽ جانڪيءَ کانسواءِ اها سنگيت سڀا مورڳو دکدائڪ پئي ڀاسي. مان چاهيانٿو ته هيءَ ورڪا رتو اچ ئي سماپت ٿئي ته اسان سيتا جي پراپتيءَ لاءِ ڪو اُدم ڪري سگهون.

پنهنجي پوڄيه ڀراتا جو اهڙو شوڪ ڏسي لڪشمڻ ڪيس ڌيرج ڏيندو رهيو. انريت چوماسو اچي پورو ٿيو پر سگريو پنهنجي ڀوڳ ولاسن ۾ ئي مگن رهيو ۽ شري رام جي ڪم جي ياد وساري ڇڏيائين. هن پنهنجو راجائي ڪاروبار منترين جي حوالي ڪري ڇڏيو هو ۽ پاڻ موجن ماڻڻ ۾ لڳي ويو هو. رگو هنومان کي ئي رامچندر جي ڪم جي ياد هئي ۽ هن سگريو وٽ وڃي نمرتا سان ڪيس چيو:- هي راجن! توهان رامچندر سان جيڪا پرتگيا ڪئي آهي سا توهانکي نا پوري ڪرڻ گهرجي ۽ سيتا جي ڳولهڻ جو سعيو ڪرڻ گهرجي. شري رام جي ڪرپا ڪري ئي توهان هيءَ راڄ هٿ ڪيو آهي ۽ اُنجي

ويرا! جنهن ٻاڻ سان تو منهنجي پراڻ پياري جو گهات ڪيو آهي تنهن ٻاڻ سان مونکي به مار ته مان وڃي ساڻس ملان. هو مونکانسواءِ سرڳ ۾ به سکي ڪو نه هوندو. تو لڪي ڪري منهنجي پتيءَ کي ماريو آهي ۽ هاڻي به استري هتيا جي پاپ جو ويچار نه ڪر. وڇڙيل استري پرش کي ملائڻ ته پڄ جو ڪم آهي. مونکي مارڻ سان تنهنجو اڳيون پاپ به ڌوپجي ويندو.

سيتا جا ورلاپ ٻڌي رامچندر سيتا کي گيان وارتائون ٻڌائي شانت ڪيو ته شوڪ ڪرڻ سان مئل پراڻيءَ جو ڪلياڻ ٿيو ٿئي. شوڪ ڪرڻ سان ته هو جيئرو ٿي ڪين سگهندو؟ جيڪو ڄميو تنهن جو مرڻيو ته اوس ٿيڻو آهي. اهڙيءَ اڻ ٽرندڙ ڳالهه لاءِ روئڻ اجايو آهي. هاڻي وڃي پراڻيءَ جو اگني سنسڪار ڪريو.

اهو ٻڌي انگد شاسترن جي وڌيءَ موجب پنهنجي پتا جو ڪريا ڪرم ڪيو. تنهن کانپوءِ رامچندر جي آگيا موجب لڪشمڻ ڪشڪندا پوريءَ ۾ وڃي سگريو کي راڄگديءَ تي ويهاريو ۽ انگد کي اُنجو وارث مقرر ڪيو. انريت سگريو کي رامچندر جي ڪرپا سان وانرن جو راڄ ۽ پنهنجي استري ملي ۽ هو ڪشڪندا ۾ آنند ۾ رهڻ لڳو. انوقت برساتيون شروع ٿي ويون هيون ۽ سيتا جي ڳولا ورڪا رتوءَ کانپوءِ ٿي سگهندي، انلاءِ ڀيسناڻين شري رام ۽ لڪشمڻ ڪشڪندا جي ويجهو پرورشڻ پهاڙ تي رهڻ لڳا.



## لڪشمڻ جو سگريو کي سيتا جي ڳولا ڪرائڻ لاءِ چوڻ.

رامچندر ۽ لڪشمڻ پرورشڻ پربت تي هڪ سندر غفا ۾ رهڻ لڳا. انهيءَ پربت جو پرورشڻ نالو انلاءِ پيو هو جو اُتي گهڻو ڪري برسات پوندي رهندي هئي. اُهو پربت اهڙو ته ساوڪ سان ڀريل رهندو جو اُنجي شوڀيا جو ورڻن ٿيو ڪري سگهجي. قسمين قسمين گلن واريون ولڙيون، گهاٽا وڻ، انهن وڻن ۾ پکين جون مٺيون

بوليون، جني ڪني رنگہ برنگي چمڪندڙ پٿر ۽ وري هيٺان وهندڙ
گنگا سمان ٽنگہ پدرا نديءَ جي ڪري اُهو پربت ڏاڍو منوهر ۽ شوڀنيڪ
لڳندو هو. پر تہ بہ رامچندر کي سک ڪين هو ڇو جو هن جو من سدائين
سيتا جي برهہ ۾ وياڪل رهندو هو. رات جو تہ کيس ننڊ ئي ڪين
ايندي هئي. انوقت لڪشمڻ کيس ڀانت ڀانت جا پربوڌ ڏيئي
ڌيرج ڏيندو هو.

هڪ ڏينهن ورکا رتوءَ جي شوڀيا ڏسي رامچندر چوڻ لڳو:-
هي لڪشمڻ! هيڏانهن نهار تہ ڪيئن نہ ندي موج سان تيز ۽ پرپل
وٺندڙ گجگوڙ ڪري وهي رهي آهي! بادلن مان وسندڙ بوندون
موتين جيان پاڻيءَ تي نچي رهيون آهن؛ مست هاٿي سونڊيون
لوڏي جهولي رهيا آهن، ڀنورا ويڻا جي جهنڪار سمان ڳائي رهيا
آهن، ڏيڏر ڪنٺ تال هلائي رهيا آهن ۽ بادلن مان گجگوڙ جي
روپ ۾ جڻ مردنگہ وڄي رهيا آهن. مور نچي رهيا آهن ۽ مٺا ٻول
ٻوليندڙ پکي ترانا آلاپي رهيا آهن. ائين پيو ڀاسي تہ هنن سڀني
مليءَ هن پربت تي ناچ ۽ راڳہ جي محفل لڳائي آهي پر مونکي تہ
ڪجهہ بہ مٺو نٿو لڳي ۽ جانڪيءَ کانسواءِ اِهو سنگيت سڀ موربو
دکدائڪ پئي ڀاسي. مان چاهيانٿو تہ هيءَ ورکا رتو اج ئي سماپت
ٿئي تہ اسان سيتا جي پراپتيءَ لاءِ ڪو اُدم ڪري سگهون.

پنهنجي پوڄيہ ڀراتا جو اهڙو شوڪ ڏسي لڪشمڻ کيس ڌيرج
ڏيندو رهيو. انريت چوماسو اچي پورو ٿيو پر سگريو پنهنجي ڀوگہ
ولاس ۾ ئي مگن رهيو ۽ شري رام جي ڪم جي ياد وساري ڇڏيائين.
هن پنهنجو راجائي ڪاروبار منترين جي حوالي ڪري ڇڏيو هو ۽
پاڻ موجن ماڻڻ ۾ لڳي ويو هو. رڳو هنومان کي ئي رامچندر جي
ڪم جي ياد هئي ۽ هن سگريو وٽ وڃي نمرتا سان کيس چيو:- هي
راجن! توهان رامچندر سان جيڪا پرتگيا ڪئي آهي سا توهانکي نا
پوري ڪرڻ گهرجي ۽ سيتا جي ڳولهڻ جو سعيو ڪرڻ گهرجي. شري
رام جي ڪرپا ڪري ئي توهان هيءَ راڄ هٿ ڪيو آهي ۽ اُنجي

توهان هيءَ اڌرم جو ڪم ڪيئن ڪيو؟ مونسان پرگهٽ ۾ يڌ ڇو نه ڪيو ۽ لڪي ڪري مونکي باڻ ڇو هنيو؟ هنريت ٿِيُ ڪري جو



منهنجو گهات ڪيو اٿوَ تنهنجو مها پاپ توهانکي لڳندو. مونکي پنهنجي مرڻ جو ڏک ناهي ڇو جو سڀني کي نيٺ ته مرڻو آهي. جيڪو ڄميو آهي سو ٻهندو، جيڪو ڄائو آهي سو نيٺ مرندو، پر توهان وٽن پٺيان لڪي مونکي تير هنيو آهي تنهن وشواس گهات جو اپجس توهان تي لڳندو.

شري رام وراڻيو:- هي وانر! هيءَ سڄي پرٿوي منهنجي اڪشواڪوُ ونش جي راجائن جي اڌڪار ۾ آهي ۽ اُنجي سڀني نواسين کي اسان وٽان اِنصاف ملندو آهي. اپراڌين کي سزا ڏيڻ ۽ ڌرم جي رکيا ڪرڻ اسانجو ڪم آهي. ٻيو ته

अनुज बधू भगिनी सुत नारी। सुन सठ कन्या सम ए चारी॥
इन्हहि कुदृष्टि बिलोकइ जोई। ताहि बधें कछु पाप न होई॥

هي مورک! ڀڄ، ننڍي ڀاءُ جي استري، ڀيڻ، پٽ جي استري ۽ ڌيءَ، اهي چارئي هڪ سمان آهن. انهن کي جيڪو خراب نظر سان ڏسيٿو اُنکي مارڻ ۾ ڪوئي پاپ ناهي. تون پنهنجي ننڍي ڀاءُ جي استريءَ کي پنهنجي استري بڻائي ويٺين، تنهنجي ان اپراڌ لاءِ مون کي راجا ڀرت جي عيوض سزا ڏني آهي ۽ نه يوڌي وانگر ...يان. اِها سزا ڀوڳي تنهنجو پاپ ناس ٿيو.

جو هو مونکي ماريندو؟ مان سگريو کي جان کان نہ ماريندس پر رڳو سندس گهمنڊ ٽوڙيندس.

ائين چئي اپماني ٻالي ڪشڪندا کان ٻاهر نڪتو ۽ ايندي شرط سگريو کي اهڙي تہ زور سان هڪ مڪ اچي هنيائين جو هن جي وات مان رت وهڻ لڳو. سگريو بہ هڪ وڻ ٻاليءَ تي ڦهڪائي ڏنو پر ٻالي اُنجي ڪجهہ پرواهہ نہ ڪري سگريو کي ٺونشا هڻندو رهيو. سگريو سان جيڪي ڄڻيون ٿيون هيون، تنکي ياد ڪري هو ٻاڪل جوش سان لڙندو رهيو، پر هو ٻاليءَ جي مٽ ڪو نہ هو. پوءِ هو



ٻئي گدا يڌ ڪرڻ لڳا، جنهن ۾ بہ سگريو کي داڌي مارملي ۽ هو ٻنا پتوار ٻيڙيءَ مثل لڙهڻ لڳو. سگريو بي واهہ نہ ڏسي رامچندر جي سهائتا لاءِ تڪڻ لڳو. انوقت رامچندر هڪ ٻاڻ ٻاليءَ جي ڇاتيءَ ۾ هنيو، جو لڳنديئي هو زمين تي ائين ڪري پيو جئن ڪو ڪهاڙيءَ ڪٽيل وڻ اچي پٽ پوندو آهي.

جڏهن ٻاليءَ کي ڪريل ڏسي سپيئي هن جي ويجهو آيا، تڏهن ٻالي رامچندر کي چوڻ لڳو:- هي راجڪمار! توهان جو نڪو واسطو نڪو پريوجن، پوءِ توهان اسان ٻنهي ڀائرن جي وچ ۾ ڇو ٿيي پيا؟ مون نڪي توهانجي راڄ ۾ ڪا اُپاڌي مچائي ۽ نڪي توهانجو ڪو قصور ڪيو، پوءِ توهان مون نراپراڌيءَ کي ڇو ماريو؟ چوندا آهن تہ توهان سداچاري ۽ ڌرماتما آهيو، پر پوءِ

ڪهڙو! انلاءِ مان ٻاڻ نہ هلايو نہ متان ڀل ۾ توکي نہ ماري ڇڏيان!
ٿي تون ڪو نشان ڏارڻ ڪري وڃي ٻاليءَ سان پيهر لڙ.
ائين چئي شري رام سگريو جي شرير تي پنهنجو هٿ گهمايو ۽
هن جي شرير مان سڀ پيڙا دور ٿي ويئي ۽ هو نوبنو ٿي پيو. انوقت
لڪشمڻ سگريو جي ڳچي ۾ هڪ گلن جي ول نشانيءَ طور ٻڌي ۽ پوءِ
ڪشڪنڌا ڏانهن هليا. اُتي اچي سگريو ٻاليءَ کي پيهر
سيبئي وري
يڌ لاءِ للڪارڻ لڳو ۽ ٻيا سڀيئي وڻن جي پنيان ٿي بيٺا.
سگريو جي پيهر گرجنا ٻڌي ٻاليءَ کي ڏاڍو ڪروڌ لڳو پر سندس
سياڻي راڻي تارا اچرج ۾ پئجي چوڻ لڳي:- هي سوامي! هاڻي توهان
سگريو سان يڌ ڪرڻ نہ وڃو. منهنجي من ۾ ڀاري شنڪا پيدا ٿي آهي
تہ هيءُ جو هو اچا هاڻي توهانجي هٿان مار کائي ڀڄي ويو سو وري
توهان کي ڇا لاءِ للڪاري رهيو آهي؟ انهيءَ اوس ڪو راز سمايل آهي
۽ هو ڪنهن ٻلوان سهائڪ جي زور تي آيو آهي. هو اهڙو مورک
ناهي جو هاڻي ئي مار کائڻ ڪانپوءِ بہ وري اچي توهانکي وڙهڻ لاءِ
للڪاري. هنجي للڪار ۾ هاڻي خاطريءَ ۽ پڪ جا آثار آهن.
مونکي خبر ملي آهي تہ ايوڌيا جي ٻن مها ٻلوان راجڪمارن سگريو
سان متر تا ڳنڍي آهي ۽ هنکي سهايتا ڏيڻ جي پرتگيا ڪئي آهي.
تنهنڪري توهان هاڻي تڪڙ ڪري سگريو سان لڙڻ نہ وڃو. هو نيٺ
بہ توهانجو ڀاءُ آهي. توهانجو پاڻ ۾ ڪينرو نہ پريم هوندو هو.
توهان گذريل ڳالهين کي وساري هن سان سٺو سلوڪ ڪريو تہ هو
توهانجو هڪ ٻلوان ساٿي ٿي پوندو. هن سان پرچاءُ ڪرڻ ۾ئي
ڇڱائي آهي.

ٻاليءَ کي تارا جي سٺي صلاح نہ آئڙي ڇو تہ هن جي ناسني
جو سمہ اچي ويجهو پهتو هو ۽ ڪروڌ ڪري هنجي ٻڌي پرشٽ
ٿي ويئي هئي. هو چوڻ لڳو:- هي سندري! تون تہ ڪا ٻجڻي
آهين. سوربيرن لاءِ يڌ جو ڏونڪو نہ اونائڻ موت کان بہ وڌيڪ خراب
آهي. رامچندر ڌرماتما آهي. مون سندس ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي

دين ديال رامچندر پنهنجي متر سگريو جي ڏک جي وارتا ٻڌي
چوڻ لڳو:- هي متر! تون ڏک جو تياڳ ڪر جو مان تنهنجي شترو جو
اوس وڌ ڪندس ۽ توکي پنهنجي استري ۽ راڄ واپس ملندا.

जे न मित्र दुख होहि दुखारी। तिन्हहि बिलोकत पातक भारी॥
निज दुख गिरि सम रज करि जाना। मित्रक दुख रज मेरु समाना॥
जिन्ह कें असि मति सहज न आई। ते सठ कत हठि करत मिताई॥
कुपथ निवारि सुपंथ चलावा। गुन प्रगटै अवगुनन्हि दुरावा॥
देत लेत मन संक न धरई। बल अनुमान सदा हित करई॥
बिपति काल कर सतगुन नेहा। श्रुति कह संत मित्र गुन एहा॥
आगे कह मृदु बचन बनाई। पाछें अनहित मन कुटिलाई॥
जाकर चित अहि गति सम भाई। अस कुमित्र परिहरेहिं भलाई॥
सेवक सठ नृप कृपन कुनारी। कपटी मित्र सूल सम चारी॥
सखा सोच त्यागहु बल मोरें। सब बिधि घटब काज मैं तोरें॥

جيڪو منش متر جي ڏک ۾ ڏکي نٿو ٿئي، تنهن جو منهن ڏسڻ
به پاپ آهي. جيڪو پنهنجي پهاڙ جيڏي ڏک کي ڪڻو ۽ متر جي
ڪڻي جيڏي ڏک کي پهاڙ جيڏو ڏک ڪري نٿو سمجهي، سو مورک
هٺ ڪري ڪنهن سان دوستي ڳنڍي ٿو؟ متر کي ڪمارگ کان
روڪڻ، چڱي ڏڳ لڳائڻ، اُن جا گڻ پرگهٽ ڪرڻ ۽ خرابيون لڪائڻ،
ڏيڻ وٺڻ ۾ من ۾ سنڪوچ نه ڪرڻ، پنهنجي طاقت موجب هن جي
ڀلائي ڪرڻ، آپدا مهل نه ستوڻو وڌيڪ پريم ڪرڻ؛ چڱي متر جا
اهي لڇڻ شاسترن ۾ چيل آهن. پر جي منش روبرو ته مٺيون ڳالهيون
ڪن ٿا، پر پٺ من ۾ ڪٽلتا رکي ڪڏون ڪوٺين ٿا، جنهنجو من نانگ
جي چال سمان ڏنگو آهي؛ هي ڀاءُ! اهڙي کوٽي متر کي تياڳڻ ۾ ئي
ڀلائي آهي. مورک نوڪر، ڪنجوس راجا، خراب زال ۽ ڪپٽي متر
ڪنڊي سمان (ڏک ڏيڻ وارا) آهن. هي متر! منهنجي ٻل جي
ڀروسي تون هينئر چنتا جو تياڳ ڪر. مان تنهنجا سڀ ڪارج
پورا ڪندس.

منهن ڏيکي، ڪشڪندا واپس موٽي آيس. منترين ۽ پرجا جڏهن اها ڳالهه ٻڌي تڏهن سڀني کي ڏک ٿيو. جنهن ديش جو راجا ڪونه ٿيندو آهي ته اُن ديش جو انتظام ۽ امن اَمان ناس ٿي ويندو آهي ۽ اُنجي مٿان آپدائون اچي ڪڙڪنديون آهن. اِهو سوچي سڀني مونکي راڄگديءَ تي ويهاريو ۽ باليءَ جي پٽ انگد کي يوراج مقرر ڪيائون.

اچا مونکي راڄ ڪجهه ڏينهن مس ٿيا هوا ته بالي پرگهٽ ٿيو ۽ جو حقيقت ۾ مايا ويءَ باليءَ کي نه ماريو هو پر باليءَ هٿان مايا ويءَ جو موت ٿيو هو. غفا مان ٻاهر نڪرڻ مهل جو باليءَ غفا جو منهن ڇپ سان ڍڪيل ڏٺو ته هن کي مون تي ڏاڍو ڪروڌ لڳو. نيٺ ڏاڍيءَ ڏکيائيءَ سان هو اُن غار مان ٻاهر نڪتو ۽ وري جو مونکي راڄگديءَ تي ويٺل ڏٺائين ته سندس ڪروڌ جي ڪا حد نه رهي. هن مونتي اِهو الزام رکيو ته مان پنهنجي پاڻ ۽ راجا سان دوهه ڪيو آهي ۽ مان پاڻ راڄائي هٿ ڪرڻ لاءِ غار جو منهن بند ڪري مان باليءَ کي جيئري دفن ڪيو هو. مان نمرتا سان هنکي سڀ سچ ٻڌايو پر هو ڪروڌ ۽ جوش ۾ ڀريل هو ۽ هن منهنجي ڪابه سمجهاڻي نه ٻڌي. هن مونکي ماري ڪٽي، بيعزتو ڪري ديش نيڪالي ڏني ۽ منهنجي گهرو ملڪيت ۽ استري به ضبط ڪيائين. هن مونکي موت جي سزا اِنڪري نه ڏني جو مان نيٺ به سندس ڀاءُ هوس. انريت مان اُبهرو ٿي باليءَ کي مٺل سمجهڻ جي غلطي ڪئي، پر هن ته مونسان وڏو انياءُ ڪيو آهي. مونکي هڪ مٺل انسان کان به بدتر ڪيو آهي. انوقت کان وٺي مان گهربار کانسواءِ ڀٽڪندو پيو وتان ۽ هن رشي موڪ پربت تي اچي رهيو آهيان. جيئونٽيڪ متنگه رشيءَ جي سراپ ڪري بالي هتي اچي نٿو سگهي، تنهن هوندي به مان سداءِ باليءَ جي دٻپ ۾ وياڪل رهانٿو. هي سوامي! انريت بنا ڪنهن اپراڌ جي مان ڏک ڀوڳي رهيو آهيان. باليءَ جو منهنجي ڏک جي نورتي ڪندو. توهان مون تي ڪرپا ڪريو.

سان ته ديوتائن جو راڄ به هٿ ڪري سگهجي ٿو، پوءِ پنهنجو وڃايل
راڄ هٿ ڪرڻ موڪلاءِ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي؟ منهنجي وڏي ڀاءُ
ٻاليءَ مونکي گهر مان لوڏي ڪڍيو آهي ۽ منهنجي استري به کسي
ورتو آهي، مان انڪري سداءِ ڏکي ۽ مايوس ٿو گذاريان. ٻاليءَ سان
دشمني پوڻ جي ڳالهه هنريت آهي.

پنا جي مرڻ کان پوءِ ٻاليءَ کي وڏو سمجهي ۋانرن کيس
ڪشڪندا جو راجا ٺاپيو، مان به سندس آڳيا ۾ رهي هن جي سيوا
ڪرڻ لڳس. اسانجو پاڻ ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو پر هڪ اهڙي غلطفهمي
ٿي جو اسان هڪ ٻئي جا شترو ٿي پياسين. ان ۾ منهنجو ڪو ڏوهه
ڪونهي. ڳالهه هيئن آهي ته هڪ دفعي ڪنهن سندر استريءَ جي
ڳالهه تان ٻاليءَ جي مايا‌وي نالي دانوَ سان اچي دشمني پيئي. هڪڙي
رات جو اُهو مايا‌وي دانوَ دروازي تي بيهي ٻاليءَ کي دوبدو لڙڻ لاءِ
للڪارڻ لڳو. ايمانيءَ ٻاليءَ لاءِ اُها للڪار نه اُنائڻ ناممڪن هو. هو جوش
۾ ڀرجي مايا‌ويءَ سان لڙائي ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو ته مان به پريم وس
هن سان گڏ نڪتس. اسان ٻنهي کي ڏسي مايا‌وي اُٿي ڀڳو ته اسان ٻنهي
به سندس پٺ ورتي. اُهو دانوَ ڊوڙندو ڊوڙندو جهنگل ۾ جڏهن هڪ
غفا ۾ گهڙي ويو، تڏهن ٻاليءَ مونکي چيو:- مان مايا‌ويءَ جي پٺيان
وڃانٿو ۽ جيستائين مان موٽي اچان تيستائين تون هن غار جي منهن جي
رکيا ڪج ۽ هتان نه هٽج.

ائين چئي ٻالي اَڪيلوئي اُن اونداهيءَ غفا ۾ پنهنجي شتروءَ
پٺيان ڏوڪيندو ويو ۽ مان اُتي بيٺو رهيس. ائين اُتي ترسندي
مونکي هڪ مهينو گذري ويو، پر ٻالي اُن غار مان ٻاهر نه نڪتو.
نيٺ هڪ ڏينهن اُن غفا مان دانهون ڪوڪون اچڻ لڳيون ۽ رت
جي ڌارا وهي ٻاهر آئي ۽ اُنوقت مايا‌ويءَ جي گرجنا به منهنجي ڪن
تي پيئي. مونکي خاطري ٿي ويئي ته ٻالي مايا‌ويءَ هٿان مارجي
ويو آهي ۽ مونکي اچي ڊپ لڳو ته متان هو ٻاهر نڪري مونکي به
نه ماري وجهي؛ سو مان پٿر جي هڪ وڏيءَ چٽ سان اُن غفا جو

سان لڳائي لڪشمڻ کي چوڻ لڳو:- لڪشمڻ! جانڪيءَ جي هيءَ چادر ۽ مٽيا ڏس جي هن زمين تي اُڇلايا آهن.

لڪشمڻ چيو:- هي ڀراتا! مان جانڪيءَ جا ڪنگڻ ۽ ڪنڊل نه سڃاڻي نٿو سگهان، پر هر روز جو سندس چرڻن ۾ نمندو هوس انلاءِ سندس نوپر برابر سڃاڻانٿو. *

رامچندر جي اکين مان لڙڪ وهندا ڏسي سگريو چوڻ لڳو:- هي ناٿ! توهان ايترو شوڪ نه ڪريو. مونکي هيئنئر خبر ناهي ته اُهو راڪشس ڪير هو ۽ سيتا کي ڪيڏانهن کڻي ٿي ويو. پر مان توهان سان پرتگيا ٿو ڪريان ته جانڪي توهانکي اوس ڳولهي ڏيندس. هي متر! جئن توهانجي استريءَ کي ڪو کڻي ويو آهي ۽ توهانکي ديش نيڪالي مليي آهي، تئن منهنجي استري به کسي ويئي آهي ۽ مونکي به ديش مان لوڏي ڪڍيو ويو آهي. جي نيچ جاتيءَ جو مان هڪ وانر اِهو ڏک سهانٿو ۽ همت نٿو هاريان ته توهانکي به ايترو وياڪل ٿيڻ نه گهرجي. دک ته آتما کي ذربل ڪندو آهي.

سگريو جا اهي آٿت ڏيندڙ وچن ٻڌي رامچندر کيس چيو:- متر! تون سيتا جو سماءُ ترت ڪڍ. هاڻي اهو ٻڌاءِ ته مان تنهنجي ڪهڙي سهائتا ڪريان ۽ تنهنجو وڏي ڀاءُ ٻاليءَ سان ڪهڙي سبب وير پيو آهي سو مونکي وستار سان ورڻن ڪري ٻڌاءِ.



## سگريو ۽ ٻاليءَ جي وير جو سبب ۽ رامچندر جو ٻاليءَ کي مارڻ جي پرتگيا ڪرڻ.

سگريو چوڻ لڳو:- هي رگهوناٿ! منهنجا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان جهڙا ۽ مها پراڪرمي پرش منهنجو متر ٿيو آهي. توهانجي سهائتا

* नाहं जानामि केयूरे नाहं जानामि कुण्डले।
नूपुरे त्वभिजानामि नित्यं पादाभिवन्दनात्॥

رشي موڪ پربت جي چوٽيءَ تي سگريو وٽ وٺي آيو. سگريو پنھنجي منترين سميت شري رام جي چرڻن تي سر نوائي ٻنهي ڀائرن جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو. انوقت ھنومان ٻنهي طرفن جو ھڪٻئي کي حال احوال ٻڌايو ۽ اگنيءَ کي ساکي رکي سندن مترتا استاپن ڪئي.



پوءِ لڪشمڻ پنھنجو سارو ورتانت يعني بن ۾ اچڻ جو ۽ سيتا جي گم ٿيڻ جو سنکيپ ۾ ڪري ٻڌايو جو ٻڌي سگريو چوڻ لڳو:- ھي رگھونندن! توھان ڪو فڪر نہ ڪريو. مان اوس توھان کي سيتا ھٿ ڪري ڏيندس. ھڪ ڏينھن مان پنھنجن منترين سان ھتي ويٺو ھوس تہ ڏٺم تہ ھڪ راڪشس ڪنھن سندر استريءَ کي آڪاس مارگہ ۾ زوريءَ وٺيو ٿي ويو ۽ اُھا استري "ھاءِ رام! ھاءِ رام!" پڪاريندي ٿي ويئي. اُن استريءَ اسانکي ڏسي وڏيڪ زور سان دانھون ۽ ڪيڪُون ڪيون ۽ پنھنجو ھڪ وستر ۽ ڪي گھڻا اسان ڏانھن ھيٺ اُڇلايا. آءٌ ڀانيانٿو تہ اُھا اوھانجي استري سيتا ھئي ۽ وڌيڪ خاطريءَ لاءِ آءٌ توھانکي اُھو ڪپڙو ۽ گھڻا ڏيکاريانٿو.

ائين چئي سگريو پنھنجي غفا مان اُھا پوٽلي ۽ گھہ ڪڍي آڻي شري رام جي اڳيان رکيا. پنھنجي پياريءَ سيتا جي پوٽلي ۽ ڳھڻا ڏسي رامچندر کي سيتا جي ڏکن ڏاکڙن جي تصوير اکين اڳيان ڦرڻ لڳي ۽ ھنجي نيڻن مان نير وھڻ لڳو. ھو انھن ڳھڻن کي ڇاتيءَ

جي روپ ۾ آيو آهيان.

هنومان پاڻ لڪائي پنهنجو حال معلوم ڪرڻ ويو هو ۽ شري رام جي اڳيان هن پاڻ کي وساري ڇڏيو. هنجا اهڙا سيبتا ڀريل وچن ٻڌي رامچندر لڪشمڻ کي چيو:- ”ڀراتا! هنومان جا وچن ٻڌي مونکي هن تي پورڻ وشواس ٿيو آهي. هنجي ڳالهائڻ جو سندر نمونو، اُچارڻ جو شُڌ ۽ سڙيلو ڍنگ ڏسي سمجهجي ٿو ته هو ويدن ۽ وياڪرڻ جو پورو ڄاڻو آهي. وڏ ڀاڳي آهي اُهو راجا جنهن وٽ اهڙو آدرشي ۽ قابل ايلچي آهي.

اِهو ٻڌي لڪشمڻ هنومان کي چيو:- هي برهمڻ! هي مهاراجا دشرٿ جو وڏو پٽ شري رامچندر آهي ۽ مان سندس آگياڪاري ننڍو ڀاءُ لڪشمڻ آهيان. منهنجي وڏي ڀاءُ جي ڌرمپتنيءَ کي اڪيلو ڏسي ڪو راڪشس کڻي ويو آهي. اِسان ٻڌو آهي ته سگريو انهيءَ راڪشس جو پتو لهي سگهندو ۽ اسانکي ٻي مدد به ڪندو. انلاءِ اسين سگريو سان ملڻ لاءِ هتي آيا آهيون.

لڪشمڻ جا اهي سچا ۽ سرل وچن ٻڌي ۽ پنهنجي پياري پرڀوءَ شري رام کي سڃاڻي هنومان هنجي چرڻن ۾ ڪري پيو. هو گد گد واڻيءَ سان هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! مونکي چڱيءَ طرح خبر آهي ته توهان پورڻ پرماتما آهيو ۽ پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ منش ليلا ڪري رهيا آهيو. اڄ منهنجي جنم جنمانترن جي پڃن جو ڦل مليو آهي جو توهانجو درشن ٿيو اٿم. هي ناٿ! مونکي پنهنجو ڀڳت ۽ داس سمجهي سداءِ پنهنجي چرڻن ۾ استان ڏيو. هي ڪرپانڌان! سگريو جي استريءَ کي به ٻالي ڦٻائي ويٺو آهي ۽ هو ٻاليءَ کان ٻجي هن پربت تي رهندو آهي. هن کي پڻ توهانجي سهائتا جي ضرورت آهي ۽ هو پنهنجا اسنکيه باندر موڪلي ماتا سيتا جي ڳولا ڪرائيندو. هاڻي توهان ڪرپا ڪري سگريو سان هلي مترتا ڳنڍيو.

ائين چئي هنومان ٻنهي ڀائرن کي پنهنجي ڪلهي تي چاڙهي

ڪشڪندا جي راجا باليءَ جو پنھنجي ننڍي ڀاءُ سگريو سان وير پيل ھو ۽ ھن سگريو کي ديش نيڪالي ڏني ھئي. سگريو رات ڏينھن باليءَ جي ڀؤ ۾ رھندو ھو. ڪنھن رشيءَ جي سراپ ڪري راجا بالي رشي موڪ پربت تي اچي نه سگھندو ھو. تنھنڪري سگريو پنھنجن ڪن چونڊ وفادار سردارن سان رشي موڪ پربت تي رھندو ھو. رامچندر ۽ لڪشمڻ کي ھٿيارن سميت رشي موڪ پربت جي ويجھو آيل ڏسي سگريو ھيسجي ويو. جو اچي پؤ لڳس ته متان باليءَ ھنن ٻن سورويرن کي مونکي مارڻ لاءِ موڪليو ھجي. ھن پنھنجي ٻڌيمان ۽ ٻلوان منتري ھنومان کي چيو:- ھي منتري! ڏس ته سھين ته سامھون جيڪي ٻه قداور جوان، جي روپ ۽ ٻل جا ڀنڊار آھن، سي ڇا لاءِ ھن پربت تي اچي رھيا آھن! تون ھڪ برھمچاريءَ جو روپ ڌاري کانئن وڃي حال احوال پڇج ۽ جلدي اچي مونکي ٻڌاءِ. جي ھي ٻئي جوڌا باليءَ جا موڪليل ھجن ته مان ھيءَ پھاڙ يڪدم ڇڏي ٻئي ڪيڏانھن ھليو وڃان.

سگريو جي انھيءَ آگيا موجب ھنومان ھڪ برھمچاريءَ جي روپ ۾ ٻنھي راجڪمارن وٽ آيو ۽ کين پرڻام ڪري پڇڻ لڳو:- آريه! توھين ٻئي مھا پراڪرمي ۽ برھما وشڻو مھيش سمان مھا تيجسوي ڪير آھيو ۽ ھن ٻن ۾ ڇا لاءِ آيا آھيو؟ مھا ٻلوان ھوندي به توھان ڪومل سرير آھيو. توھان راجائي ڪرڻ يوڳيه آھيو، پوءِ به توھان گيرو ڪپڙا پھري ھن تکيءَ اُس ۾ ڇا لاءِ گھمي رھيا آھيو؟ توھانجي سر تي آھن جٽائون ۽ توھان تپسوين جي ويس ۾ آھيو ته به توھان استر شستر ڇا لاءِ کنيا آھن؟ ديوتائن سمان توھانجي شوڀيا، تيج ۽ پراڪرم ڪري ھن استان جي شوڀيا وڌي ويئي آھي. ظاھر آھي ته توھانجو جنم ڪنھن راجائي ڪل ۾ ٿيو آھي پر توھانجو تپسوين جو ويس ڏسي عجب ٿو لڳي. مان ھڪ وانر آھيان ۽ منھنجو نالو ھنومان آھي. منھنجو سوامي سگريو ڏکن ڀريا ڏينھن گذاري رھيو آھي. مان ھن جي آگيا موجب ئي توھان وٽ برھمچاريءَ

॥ ॐ ॥

# شري تلسي رامائڻ



## ڪشڪندا ڪانڊ



شري رام لڪشمڻ جو سگريو سان متري رکڻ.

कुन्देन्दीवर सुन्दरावतिबलौ विज्ञानधामावुभौ
शोभाढ्यौ वरधन्विनौ श्रुतिनुतौ गोविप्रवृन्दप्रियौ ।
मायामानुषरूपिणौ रघुवरौ सद्धर्मवर्मौ हितौ
सीतान्वेषणतत्परौ पथिगतौ भुक्तिप्रदौ तौ हि नः ॥

ڪند پشپ ۽ نيل ڪمل سمان سندر گوري ۽ سانوري رنگ وارا، مها بلوان، وگيان جا ڌام، شوڀيا جا ڀنڊار، ڌنش ڌارين ۾ سريشٽ، جنهنجي ويد اُستتي ڪن ٿا، گئو برهمڻن جا پيارا، مايا سان منش جو روپ ڌارڻ ڪيل، سريشٽ ڌرم جا ڪوچ، سڀني جا هتڪاري، شري سيتا جي تلاش ۾ گهمندڙ، رگهوڪل شرومڻي شري رام ۽ لڪشمڻ نشچيم سان اسانکي ڀڳتي دان ڪن.

آهن. اُنهن ۾ شرڌا ڪميا، مترتا، ڏيا، پرسنتا ۽ منهنجي چرڻن ۾ نشڪپٽ پريم رهندو آهي ۽ پاڻجي ڪري به ڪمارگ ڏانهن پير نه کڻندا آهن. هو سدائي منهنجا گڻ ڳائيندا رهندا آهن ۽ بنا ڪنهن مطلب جي ٻين جو اُپڪار ۽ سيوا ڪندا رهندا آهن.

ڏين ٻنڌو ڀڳوان جي مک مان ڀڳتن جا گڻ ٻڌي نارد ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ شري رامچند رجي چرڻن ۾ وارنوار سر نوائي برهم لوڪ ڏانهن روانو ٿيو. تلسيداس ٿوچوي ته اهي منش ڌنيه آهن جي سدائي رام جي رنگ ۾ رتل رهن ٿا. جيڪي شري رام جو ڀڄن ڪن ٿا سي وئراڳ، جپ ۽ جوڳ ڪمائڻ ڪانسواءِ ڀڳوان کي پراپت ڪن ٿا.

दीप सिखा सम जुबति तन मन जनि होसि पतंग।
भजहि राम तजि काम मद करहि सदा सतसंग॥

جوان استرين جو شرير ڏيئي جي لاٽ مثل آهي؛ هي من! تون اُنهن جو پتنگ نه بڻج. ڪام ۽ اهنڪار ڇڏي شري رام جو ڀڄن ڪر ۽ سدائين ست سنگ ڪر.



اروڻيه ڪانڊ سماپت.








ڏسڻ لاءِ ساڳيائي
ب- پر ڪام ڪروڌ آدي دشمن ته ٻنهي کي ذميواري مون تي آهي
آهن. ڀڳت جي دشمنن کي مارڻ جي ذميواري مون تي ناهي.
گيانيءَ جي دشمنن کي ناس ڪرڻ جي ٻه منهنجي ڀڳتي ڪندا
ڪري ٻڌيمان منش گيان پراپت ڪري
هندا آهي. اهنڪار جي پربل سئنا آهي
هي نارد! ڪام ڪروڌ لوڀ موهه استري جا مها دک ڏائي آهي.
نهن ۾ مايا جي ساکيات مورتي آهي ناس ٿين ٿا. جوان استري
جپ تپ نيم ۽ ٻيا ڌرم اُنجي ڪري انڪري مون ٽوڪي
سيني اوڳڻن جو مول ۽ دکن جي کاڻ آهي.
واهه ڪرڻ کان روڪيو هئو. نارد جو من پرڄي آيو ۽ هو
شري رامچندر جا اِهي وچن ٻڌي جيڪو پنهنجي سيوڪ
سوچڻ لڳو ته آها! اهڙو ٻيو مالڪ ڪهڙو هوندو جيڪي منش اهڙي مالڪ جو
جي ڀلائيءَ لاءِ ايتري ڳڻتي رکندو هجي. پوءِ هٿ جوڙي چوڻ
ڇڏي ٿا ڪن سي سچ پچ مورکه ۽ اڀاڳا آهن. منهنجا ناٿ! هاڻي
لڳو:- هي جنم مرڻ جي چڪر کي ناس ڪرڻ وارا
ڪرپا ڪري سنتن جا لڪشڻ ٻڌايو.
شري رامچندر چيو:- هي مني! ٻڌ ته مان سنتن جي ڪهڙن
گڻن ڪري اُنهن جي وس ۾ رهانٿو. اُهي سنت، ڪام، ڪروڌ، لوڀ،
موهه، اهنڪار ۽ ايرکا انهن ڇهن وڪارن کي جيتين ٿا. پاپ رهت،
اِڇا رهت، سڀ ڪجهه تياڳ ڪندڙ، اندر ٻاهر پوتر، آنند مگن،
اٿاهه گيان وارا، لوڀ رهت، ٿورو کائيندڙ، سچا، ڪوي، ودوان،
يوگي، من جي مٿان سداءِ ساوڌان، ٻين کي مان ڏيندڙ، ڌيرجوان،
ڌرم جي مرم کي ڄاڻندڙ، گڻن جا ڀنڊار، سنساري پرپنچن کان پري
آهن. منهنجي چرڻ ڪملن کانسواءِ اُنهن جي پنهنجي ديهه ۽ گهر
۾ ممتا نٿي رهي. هو نيتي ۽ نياءَ جو ڪڏهن ٻه تياڳ نٿا ڪن
هو سرل سڀاءَ جا، هيڻن جا همراهه ۽ سڀني سان پريم رکندڙ آهن.
جپ، تپ، ورت، سنجم ۽ نيم سان ڀڳوان جي رنگ ۾ رتا رهند

عجيب اسرار مايا ۾ منجهيل نٿو. هيءَ جڳت سپني ۽ هڪ طلسم مثل ڪوڙو آهي ۽ اُن ۾ هريءَ جو ڀڄڻ ئي ستيہ آهي.

اُنوقت نارد ويچار ڪيو تہ منهنجي سراپ ڪري ئي ڀڳوان هيڏا ڏک ڏاڪڙا ڏسي رهيو آهي انڪري هن وقت اهڙي ڀڳت وتسل ڀڳوان سان ملڻ گهرجي. اِهو سوچي نارد ويڻا وڄائيندو اچي اُن وڻ هيٺ پهتو جتي رامچندر ۽ لڪشمڻ ويٺا هئا. نارد کي ڏاڍي آدر ستڪار سان شري رام پنهنجي پاسي ۾ ويهاريو ۽ لڪشمڻ سندس چرڻ ڌوتا. نارد هٿ جوڙي ڀڳوان جي اُستتي ڪري چوڻ لڳو:- هي سوامي! مونکي هڪڙو ور ڏيو تہ جيتوڻيڪ ڀڳوان جا انيڪ نالا آهن ۽ اُهي هڪ ٻئي کان وڌيڪ آهن پر هي ناٿ! اُنهن سڀني ۾ رام جو نالو سڀني نالن کان سرس ٿئي. توهانجي ڀڳتي پورڻما جي رات آهي جنهن ۾ "رام" جو نام پورڻ چنڊ سمان ٿئي ۽ ٻيا نالا تارن سمان ٿي ڀڳتن جي هردي روپي نرمل آڪاش ۾ واسو ڪن.

اِهو ٻڌي ڪرپا ساگر رگهوناٿ مرڪي چيو "ائين ئي ٿيندو."
اُنوقت ڀڳوان کي پرسن ڏسي نارد پڇيو:- هي ڀڳون! جڏهن مان توهانجي مايا ۾ ڦاسي وواهہ ڪرڻ ٿي چاهيو تڏهن مونکي وواهہ ڪرڻ ڇو نہ ڏنو؟ ناحق پاڻکي سراپ ڏياري هن مصيبت ۾ ڦاسايو.

شري رامچندر وراڻيو:- هي مني! ٻڌ، جيڪو منش ٻيا سڀ آسرا ڀروسا ڇڏي هڪ منهنجي ئي شرڻ وٺي ٿو، تنهن جي مان اهڙيءَ ريت سنڀال ڪندو آهيان جئين ماتا پنهنجي ننڍي ٻار جي ڪندي آهي. اڻڄاڻ ننڍڙو ٻالڪ جڏهن باهہ يا نانگ ۾ هٿ وجهندو آهي تہ ماتا ڊوڙي وڃي هن جي رکيا ڪندي آهي. سياڻو ٿيڻ تي ماتا پٽ سان پيار تہ ڪندي آهي پر ننڍي ٻار وانگر هن جي بچاءُ جي چنتا نہ رکندي آهي، ڇو جو هو ماءُ تي ڀروسو نہ رکي پنهنجي رکيا پاڻ ڪندو آهي. گياني منش منهنجي وڏي پٽ سمان آهن ۽ تو جهڙا ڀڳت منهنجي ننڍي ٻالڪ سمان آهن. منهنجي ڀڳت کي رڳو منهنجوئي ٻل ۽ ڀروسو آهي ۽ گيانيءَ کي پنهنجي ٻل جو ڀروسو




ٽلسيداس چوينٿو:- هي منشو! انيڪ قسمن جي ڪمن ۾ پاڻ انڪائڻ ڪري، اڌرم ۽ نانا پرڪارن جي مت متانترن ڪري نيٺ شوڪ پيدا ٿئي ٿو، سو ڇڏي تياڳيو ۽ درڙهه وشواس رکي شري رام جي چرڻن ۾ پريم رکو. ڀلا! جنهن نيچ ذات واريءَ ۽ پاپن جي کاڻ استريءَ کي به تاري ڇڏيو، اڙي مها مورک من! تنهن سک داتا پڀوءَ کي وساري ڪٿي شانتي ڪٿان ملندي؟ اُهي لوڪ ڪهڙا نه ڀاڳا آهن جي ڀڳوان کي ڇڏي وشين ۾ ڦاٿا رهن ٿا.

تنهن کانپوءِ رامچندر ۽ لڪشمڻ اهو آشرم ڇڏي پمپاسر جو ڪنارو وٺي رشي موڪ پربت ڏي هليا. پمپاسر جي ڪناري تي انيڪ گهاٽا وڻ هوا جن تي ويهي پکي سندر ٻوليون ٻولي رهيا هوا. اُهي وڻ ميون جي بار سان پرٿويءَ تي اٽين جهڪي رهيا هئا جيئن ستپرشن کي ڌن سمپدا ملندي آهي ته نمرتا سان جهڪيو ويندا آهن. سرووَرَ ۾ رنگ برنگي ڪمل گل ٽڙيل هوا ۽ بدڪون ۽ هنس تري رهيا هوا. اهڙي من موهيندڙ سرووَر جي نرمل جل ۾ شري رامچندر ۽ لڪشمڻ سنان پاڻي ڪري هڪڙي وڏي وڻ جي ڇايا ۾ آرام سان اچي ويٺا. شري رام چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! ڏس ته سڀين ته جا استري پاپ ۽ دک جو مول آهي سا به تپسيا ۽ گيان جي ڪري ڪيئن نه سک جو روپ ٿي پاڻ تاري ۽ ٻين کي به تاري ٿي. ڪامديو استريءَ روپي ڏور ۾ رشين منين ۽ سنساري جيون کي ٻڌي نرڪ ڏانهن گهلي رهيو آهي. استري هڪ اُها اگني آهي جنهن ۾ انيڪ جوگين جا جپ تپ جلي خاڪ ٿيو وڃن ۽ رواجي منش به ڪام جي مد ۾ جلندا رهن ٿا. پر اُهائي استري شبريءَ مثل پنهنجي تپسيا ۽ ڀڳتيءَ ڪري پرم پد پائي ٿي ۽ ٻين استرين کي به مارگ ڏيکاري ٿي.!

- شوجي ٿو چوي ته هي پاروتي! شري رامچندر تنهي گڻن کان پري، سروويا پڪ انترياميِ ۽ سڄي جڳت جو مالڪ آهي. هن جي ديا سان ئي ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار ۽ مايا کان جيوُ آجو رهي ٿو. اُ... ـاد ـگر نت راج ڀڳوان جنهن تي پرسن ٿئيٿو سو اُن جي

رهندو هو ۽ مان سندس سيوا ڪندي هيس. هو ترڪال درشي هو ۽ مونکي چئي ويو ته ڀڳوان وشڻو ڌرم جي رکيا لاءِ رامچندر جي روپ ۾ اوتار ڌارڻ ڪيو آهي ۽ هو منش ليلا ڪندو هن آشرم ۾ به پڌاربو. تڏهن کان وٺي مان توهانجي راهه تڪيندي رهي آهيان. اڄ منهنجا ڀاڳ اُدي ٿيا آهن جو ساکيات پرماتما مون وٽ آيو آهي. مان نيچ ذات، مورک ۽ اڌم استري ڪهڙيءَ زبان سان توهانجي اُستتي ڪريان؟

اِهو ٻڌي شري رام چيو:- هي ديوي! تنهنجي گُروءَ جي مهما بيشڪ مهان آهي جنهنڪري هن آشرم ۾ هرڻ ۽ شينهن به رلي ملي گهمي رهيا آهن. اها به اچرج جهڙي ڳالهه آهي جو تپسيا ۽ گيان سان گڏ تو ۾ ڀڳتي پڻ آهي. ڀڳوان وٽ نه جات، پات، ڪل، ڌرم وڏائي، ڌن، ٻل، گڻ ۽ چترائيءَ جو ويچار آهي ئي ڪونه. اُنکي پراپت ڪرڻ لاءِ نه رڳو ڀڳتي گهرجي. ڀڳتي نَوَن پرڪارن جي آهي:- هڪ سنتن جو سنگ، ٻيو ڪٿائن ٻڌڻ ۾ پريت؛ ٽيون گروءَ جي چرڻن جي سيوا، چوٿون ڀڳوان جا گڻ ڳائڻ، پنجون نام جو جپ ۽ ڀڄن ڪرڻ، ڇهون اِندرين جو دمن ۽ ويراڳ، ستون سڄي جڳت کي ڀڳوان ۾ وياپڪ ڏسڻ، اٺون سنتوش ۽ نائون پرڪار آهي هردي ۾ ڀڳوان تي ڀروسو رکڻ ۽ ڪنهن به حالت ۾ خوشي يا رنج نه ڪرڻ. انهن نون پرڪارن مان جي هڪ پرڪار جي ڀڳتي به ڪنهن ۾ هوندي سو پرم پد ۽ شانتيءَ کي پراپت ڪندو. تو ۾ ته نون پرڪارن جي ڀڳتي آهي انڪري جا گتي يوگين لاءِ درلڀ آهي سا اڄ تو لاءِ سولي ٿي پيئي آهي. هاڻي ٻڌائينم ته سيتا جو توکي ڪو سڌ سماءُ آهي ڇا؟

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي شبري ڏاڍو ڀوسن ٿي ۽ کيس رشي موڪ پربت تي وڃي سگريو سان مترتا ڳنڍڻ جي صلاح ڏنائين. ڀڳوان جو درشن ڪري شبريءَ جو منورٿ پورو ٿيو هو ۽ هوءَ ڀڳوان جي چرڻ ڪملن کي هردي ۾ ڌارڻ ڪري پنهنجي تپسيا جي ٻل سان يوگ اگنيءَ سان ديهه کي تياڳي ڀڳوان ۾ لين ٿي ويئي.




رهندو هو ۽ مان سندس سيوا ڪندي هئس. هو ٽرڪال درشي هو ۽
مونکي چئي ويو ته ڀڳوان وشڻو ڌرم جي رکيا لاءِ رامچندر جي روپ ۾
اوتار ڌارڻ ڪيو آهي ۽ هو منش ليلا ڪندو هن آشرم ۾ به پڌاربو. تڏهن کان
وٺي مان توهانجي راهه تڪيندي رهي آهيان. اڄ منهنجا ڀاڳ
اُديه ٿيا آهن جو ساڪيات پرماتما مون وٽ آيو آهي. مان نيچ ذات،
مورکه ۽ اڌم استري ڪهڙيءَ زبان سان توهانجي اُستتي ڪريان؟

اِهو ٻڌي شري رام چيو:- هي ديوي! تنهنجي گروءَ جي مهما
بيشڪ مهان آهي جنهنڪري هن آشرم ۾ هرڻ ۽ شينهن به رلي ملي
گهمي رهيا آهن. اها به اچرج جهڙي ڳالهه آهي جو تپسيا ۽ گيان سان
گڏ تو ۾ ڀڳتي پڻ آهي. ڀڳوان وٽ نه جات، پات، ڪل، ڌرم
وڏائي، ڌن، ٻل، گڻ ۽ چترائيءَ جو ويچار آهي ئي ڪو نه. اُنکي
پراپت ڪرڻ لاءِ نه رڳو ڀڳتي گهرجي. ڀڳتي نون پرڪارن جي
آهي:- هڪ سنتن جو سنگ، ٻيو ڪٿائن ٻڌڻ ۾ پريت؛ ٽيون
گروءَ جي چرڻن جي سيوا، چوٿون ڀڳوان جا گڻ ڳائڻ، پنجون نام
جو جپ ۽ ڀڄن ڪرڻ، ڇهون اِندرين جو دمن ۽ ويراڳ، ستون
سڄي جڳت کي ڀڳوان ۾ وياپڪ ڏسڻ، اٺون سنتوش ۽ نائون
پرڪار آهي هرديءَ ۾ ڀڳوان تي ڀروسو رکڻ ۽ ڪنهن به حالت ۾ خوشي
يا رنج نه ڪرڻ. انهن نون پرڪارن مان جي هڪ پرڪار جي ڀڳتي
به ڪنهن ۾ هوندي سو پرم پد ۽ شانتيءَ کي پراپت ڪندو. تو ۾ ته
نون پرڪارن جي ڀڳتي آهي انلاءِ جا گتي يوگين لاءِ درلڀ آهي سا
اڄ تو لاءِ سولي ٿي پيئي آهي. هاڻي ٻڌائينم ته سيتا جو توکي ڪو
سڌ سماءُ آهي ڇا؟

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي شبري ڏاڍو پرسن ٿي ۽ ڪيس رشي
موڪ پربت تي وڃي سگريو سان مترتا ڳنڍڻ جي صلاح ڏنائين.
ڀڳوان جو درشن ڪري شبريءَ جو منورٿ پورو ٿيو هو ۽ هوءَ ڀڳوان
جي چرڻ ڪملن کي هرديءَ ۾ ڌارڻ ڪري پنهنجي تپسيا جي ٻل
سان يوگه اگنيءَ سان ديهه کي تياڳي ڀڳوان ۾ لين ٿي ويئي.

اڇوت مهاڳو　　　ڀاڳڻي شبري



وانر سگريو　　　راڪش ويڀيشڻ

شري رام جو سڀني سان برابر.

## ڀيلڻ شبريءَ جي ڀڳتي.

---

ڪبند جي چوڻ موجب شري رام ۽ لڪشمڻ رشي موڪ پربت ڏانهن هليا ۽ واٽ تي اچي پمپاسر جي ڪناري پهتا. اُن سندر سرووَر جي ڪنڌي تي مهرشي متنگ جي آشرم ۾ ڀڳتڻ شبري رهندي هئي. هوءَ ڀيلن جي شودر ڪل ۾ پيدا ٿي هئي پر پنهنجي تپسيا ۽ ڀڳتيءَ ڪري اوچ سڌ اوستا کي پراپت ڪيو هوائين. هن جڏهن شري رام ۽ لڪشمڻ کي ايندو ڏٺو تہ ڊوڙي وڃي رامچندر جي چرڻن تي ڪري ۽ پريم ۾ اهڙي تہ مگن ٿي ويئي جو وائان ڪجهہ بہ نہ اُڪليس ۽ وري وري چرڻن تي ڪريو ٿي پيئي. نيٺ ڌيرج ڌري، جل آڻي، سندس چرڻ ڌوتائين، پنهي ڀائرن کي سندر آسڻن تي وهاريائين ۽ گهٽيئي رسيلا ڦل ڦول آڻي اڳيان رکيائين، جي شري رام ڏاڍي پريم سان کاڌا.



اِها ڪتنا پرسڌ آهي تہ پريم وس شبريءَ جا جوٺا ٻير ڀڳوان کاڌا. اُن ڀيلڻيءَ ڀڳوان کي چونڊي رکيو مٺا ٻير کارائڻ ٿي چاهيا سو ٻيرن ڏيڻ کان اڳ ۾ پنهنجي پاڻ ٻير چکيائين. ڀڳوان تہ آهي پريم جو بکيو سو اُهي ٻير کائيندو ويو. پوءِ شبري هٿ جوڙي چوڻ لڳي:- هي ناٿ! اڄ توهانجو درشن ڪري منهنجي تپسيا، جنم ۽ گرو سيوا سڦلي ٿي. منهنجو سورڳواسي گرو مهرشي متنگ هن گهاٽي بن ۾ هن آشرم ۾



۾ وجهڻ لڳو تہ ٻنهي
ڀائرن ڦڙتيءَ سان تلوارن
سان سندس ٻنهي ٻانهون
ڪپي ڇڏيون. مرڻ وقت
ان راڪشس ڪين وينتي
ڪئي تہ سندس اگني
سنسڪار ڪيو وڃي.
جڏهن ٻنهي راجڪمارن
چڪيا تہ هي اُن ڀيانڪ
راڪاس جو اگني‌سنسڪار
ڪيو تڏهن اُن اگنيءَ
مان هڪ سندر تيجسوي
گنڌرؤ نڪتو جو رامچندر
کي هٿ جوڙي چوڻ
لڳو:- هي رگهونندن! مان اڳيہ گنڌرؤ هوس، پر پنهنجي دشٽتا وس
رشين منين کي پيو آزاريندو هوس، تنهن تي دُرواسا رشيءَ مونکي
سراپ ڏنو هو تہ هنڪري مونکي ڪبند نالي راڪشس جي پينڊرا
جوڻ ملي. اڄ توهانجي ڪرپا ڪري مونکي انهيءَ ٻڇڙيءَ جوڻ
مان ڇوٽڪارو مليو آهي. ان اُپڪار جي بدلي مان توهانکي هڪ
سٺي صلاح ڏيان ٿو. توهان رشي موڪ پربت تي وڃي ٻڌيمان
سگريو سان مترتا ڳنڍيو: سنسار جي ڪابہ جڳهہ هن کان ڳجهي ناهي
ءَ هو ضرور توهان کي سيتا هٿ ڪري ڏيندو. هنڪي توهان جي ءَ
توهان کي هن جي ضرورت آهي.
ائين چئي ڪبند پنهنجي اصلوڪي گنڌرؤ جي سندر ديهہ ڌاري
گنڌرؤ لوڪ پڌاريو.



سمان هٿ گهمايو، جنهنڪري جٽايوءَ جي سڀ پيڙا دور ٿي ويئي ۽ هو چوڻ لڳو:- رگهونندن! سيتا کي راوڻ زوريءَ کڻي وڃي رهيو هو ته مون کيس ڇڏائڻ لاءِ هن سان گهور يڌ ڪيو، پر هڪ طرف هيو هيءُ ٻڍو شرير، ٻئي پاسي هو جڳه وڄئي راوڻ. منهنجي هئي چهنب ۽ چنبا، هن وٽ هئا تيز هٿيار ۽ رٿ جي زره سان ڍڪيل برجستو شرير. هن منهنجا کنڀ ۽ پير ڪپي ڇڏيا ۽ سيتا کي کڻي آڪاش ۾ ڏکڻ ڏسا ڏي اڏامي ويو. سيتا راوڻ جي اڳيان ڪرڙيءَ وانگيان ڏڪي رهي هئي. توهين ڏکڻ ڏسا ڏانهن وڃي سندس رکيا ڪريو. مان توهانکي اهو سماچار ٻڌائڻ لاءِ پنهنجا پراڻ روڪي رکيا هوا. ۽ هاڻي مان وڌيڪ نه جيئندس.

اِهو ٻڌي رامچندر جي اکين ۾ جل ڀرجي آيو ۽ هو چوڻ لڳو:- تو پنهنجي سريشٺ ڪرم ڪري اُتم گتي پاتي آهي.

परहित बस जिन्ह के मन माहीं।
तिन्ह कहुं जग दुर्लभ कुछु नाहीं ॥

جنجي هردي ۾ ٻين جو اُپڪار وسيل اُنهن لاءِ جڳت ۾ ڪجهه به درلڀ ناهي. هي پيارا! توهان بلاشڪ هيءُ شرير ڇڏي سورگ پڌاريو پر اُتي ٻڌاجئي ڪي سيتا هرڻ جي ڳالهه نه ڪجو. جي مان رام آهيان ته راوڻ پنهنجي ڪٽنبين سميت پاڻ وڃي اِها خبر پهچائيندو.

اُنکانپوءِ جٽايوءَ رامچندر جي هٿن ۾ئي پراڻ ڏنا ۽ رامچندر سندس ڪيل اُپڪار لاءِ پنهنجي مائٽ سمان سندس اگني سنسڪار ڪيو. پوءِ هو ٻئي پائر سيتا جي ڳولها ۾ ڏکڻ ڏسا ڏانهن هليا ته هڪ گهاٽي جهنگل ۾ ڪبنڌ نالي هئبتناڪ راڪشس ڏٺائون. اُن راڪشس کي رڳو ڌڙ هو، جنهن کي ڊن جهڙا نڪا وار هئس. هن جي ڇاتيءَ ۾ هڪ اک هئي ۽ هنجو منهن ايڏو ته وڏو هو جو رڇن، شينهن ۽ هرڻن کي پڪڙي وات ۾ وجهي چباڙي کائيندو هو. هو پنهنجن ٻنهي ڊگهين ٻانهن سان شري رام ۽ لڪشمڻ کي پڪڙي پنهنجي وات

ڪندا تہ پنھنجي استريءَ کي راڪشسن ھٿان مارائي رام اڪيلو واپس وطن وريو آھي. ھاءِ! ماتا ڪوشليا ۽ راجا جنڪ کي ڇا وچي چوندس؟

لڪشمڻ چيو:- ھي ڀراتا! دل نہ لوڙھيو. ھمت ۽ درڍ سنڪلپ وارا ماڻھو پنھنجي بدقسمتي کي بہ خوش قسمتي ۾ بدلي سگھندا آھن. ھن ريت بي سود دک ۾ ڳرڻ کان بھتر آھي تہ ھمت ڪري سيتا جي ڳولھا کي لڳي وڃون.

انريت لڪشمڻ رامچندر کي آٿت ڏيڻ لاءِ وس ھلايا، پر اھي سڀ بي سود ٿيا. ھو وري بہ ھرڻن جي ھڪ ٽوليءَ کان سيتا بابت پڇڻ لڳو. راوڻ جو سيتا کي کڻي وڃڻ اُنھن مرگھن ڏٺو ھو، سو ھو آڪاش ڏي منھن ڪري ڏکڻ ڏسا ڏانھن ھلڻ لڳا. انھيءَ تي شري رام ۽ لڪشمڻ بہ ڏکڻ طرف ھليا تہ ٿورو اڳتي ڪين راوڻ ۽ جٽايوءَ جي يڌ جا اھڃاڻ نظر چڙھيا. اُتي ھڪ رٿ جا پُرزا پيا ھئا، ڇٽرن ۽ سارٿيءَ جا لاش پيا ھئا ۽ ھڪ وڏو ڌنش ڀڳو پيو ھو. اِھا ڳالھہ پڌري پئي ٿي تہ اُتي ڪي پاڻ ۾ وڙھيا ھئا. اُنھي چوڌاري ھنڌڪي سيتا جي ننڍڻ پيرن جي پوئتان ڪنھن راڪشس جي وڏن پيرن جا نشان بہ ڏسڻ ۾ آيا ۽ سيتا جي ويڻيءَ مان ڪريل گل پڻ لڌائون! اھي ڏسي شري رام وياڪل ٿي چيو:- لڪشمڻ، ڏس! سيتا ھٿي پاڻ بچائڻ لاءِ ڀڳي آھي ۽ راڪشس ھٿي ڪيس جھليو آھي. سيتا جو نرم نرم ماس کائڻ لاءِ راڪشس ھنجي پوئتان اِئين ڪِي پيو آھي جئن ڪو خونخوار جانور پنھنجي شڪار جي ڪيڍ پوندو آھي.

رامچندر بلڪل نراس ۽ وياڪل ٿي پيو ۽ لڪشمڻ ھنڪي ڌيرج ۽ شانتي ڏيندو رھيو. اڃا ٿورو اڳتي وڌيا تہ جٽايوءَ جو ڇچريل ۽ لھو ڇاڻ پيل شرير ڏٺائون. ھنجا کنڀ ۽ پير ڀري پيا ھئا ۽ ھو پويان پساھہ کڻي رھيو ھو.

رامچندر وچي جٽايوءَ کي ڪنيو ۽ سندس سرير تي پنھنجو ڪمل

ڳالهه پيرائتي ڪري ٻڌائي. شري رام دلگير ٿي چيو ته "چنتا ۽ ڪروڌ جي وس ٿيل استريءَ جي ڪجهه به چوڻ تي ڌوڪي خيال ئي نه ڏيڻ کپندو هو ۽ هن کي اڪيلو ڇڏي تو عقل جي برخلاف ڪم ڪيو آهي." ائين ڳالهائيندي ٻئي ڀائر ڊوڙندا ڊوڙندا اچي پنچوٽيءَ ۾ پهتا، جتي ڏٺائون ته سيتا نهي ئي ڪانه ۽ ڪٽيا جي سڄي سوڀيائي گم ٿي ويئي آهي. پوءِ ته شري رام ورلاپ ڪندو ڊوڙي سيتا کي چوطرف ڳولهڻ لڳو، ڦلن ڦولن واري بن ۾، ٽلاءُ تي، پربت تي، گوداوريءَ تي ۽ پيو به جتي ڪٿي رامچندر پنهنجي پتنيءَ کي ڳولهيو پر جڏهن ڪٿي به پتو ڪين پيس، تڏهن وڻن ٽڻن ۽ پسن پکين کان سيتا بابت پڇڻ لڳو.



انڌريت رامچندر گهڙو ئي وقت روئندو ۽ پٽڪندو رهيو ۽ نيٺ زمين تي ڪري پيو ۽ سڏڪا ڀري هاءِ سيتي! هاءِ سيتي! چوڻ لڳو.

رامچندر کي اهڙو بيحال ڏسي لڪشمڻ کي ڏاڍي چنتا ٿي ۽ هو رامچندر کي دلداري ڏيڻ لڳو. پر ته به شري رام جي من کي ڌيرج نه آيو. هو چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! سيتا ته ڪٿي به ڏسڻ ۾ نٿي اچي. راڪشسن ڀڪ سان اسانکان بدلو چڪايو آهي جو هن اڪيليءَ کي پڪڙي ٽڪر ٽڪر ڪري کائي کپائي ڇڏيو هوندائون. هاءِ! هوءَ اُنوقت ڪيئن نه ڪنبندي ۽ رڙندي هوندي! هاڻي مان ڪهڙو منهن کڻي ايوڌيا ويندس؟ سڀ لوڪ مون تي چٿرون

۾ اڪيچار سون ۽ چاندي، اڪٿ جواهر ۽ رتن ۽ پٽ پٽيهر مخمل
۽ ڪيمخاب جا ڍير لڳا پيا هئا. سنسار جي انيڪ ملڪن کي جيتي،
راوڻ سڀني دنيا جي ڌن دولت ۽ عجيب و غريب پدارٿ آڻي
پاڻ وٽ ڪٺا ڪيا هئا. سيتا کي درلڀ پشپڪ ومان به ڏيکاريو
ويو، جيڪو من جهڙيءَ رفتار سان هلندو هو. مطلب ته سيتا کي
شان شوڪت جو سارو سامان ۽ سمپتي ڏيکاري ويئي پر هنجي
نظر ڪنهن به شيءِ تي ڪانه ٿي پيئي، هنجي من اندر ته رڳو هنجو پراڻ
پتي ئي پئي وسيو.

راوڻ پوءِ هنکي سمجهائي چوڻ لڳو:- سيتي! تون هن سموري
ڌن سمپتيءَ کي پنهنجو ڪري سمجهه اُنجو سک ماڻ. منهنجي راڄ
۾ ٻٽيهه ڪروڙ ماڻهو رهن ٿا ۽ ٻين ديسن جا راجائون به منهنجي تابع
۾ آهن. تون منهنجي پٽ راڻي ٿيءُ ۽ اِن سڀني سامراجيه تي راڄ
ڪر. تون مونکي پراڻن کان به وڌيڪ پياري آهين. مونکي گهڻيئي
زالون آهن، پر تون سڀني جي راڻي ٿي رهندينءَ. هن ڪانپوءِ مان رڳو
توکي پيار ڪندس. هن سوني جي لنڪا جي چوگرد سوين جوجن
اٿاهه سمنڊ آهي. هزارين جوڌا هن پيٽ جي رکيا ڪري رهيا آهن.
ٽرلوڪيءَ ۾ اهڙو ڪو يوڌو ڪونهي جو منهنجو مقابلو ڪري سگهي
۽ توکي مون وٽان وٺي وڃي سگهي. هڪ ديش نيڪالي ڏنل، بن
بن ڀٽڪندڙ نرڌن سان جهنگل جهاڳڻ ۾ توکي ڪهڙو سک ٿو ملي؟
تون پڪ ڄاڻ ته هن ڪانپوءِ تون رام کي ڏسي نه سگهندينءَ جو هو
لنڪا جي ويجهو به پهچي نه سگهندو. تون رام سان ملڻ جي آس لاهي
ڇڏ ۽ هن سموري راڄ کي پنهنجو ڪري سمجهه. منهنجا زبردست جيڪي
وڏا وڏا ديوتائون، گنڌرو، ڪنر ۽ راجائون آهن، تنکي ۽ مونکي پنهنجو
ٻانهو ڪري سمجهه. اڄ ته پشپڪ ومان تي چڙهي سڀنيءَ دنيا جو سئر
ڪري ۽ مؤج ڪريون. هي سندري! مان تنهنجي چرڻن تي ڪري
توکان پريم جي ڀيک گهري رهيو آهيان. مان پنهنجي سڀنيءَ حياتيءَ
ڪڏهن ڪنهن اڳيان هنريت نميو ناهيان. مان تنهنجو داس ۽

۾

ڪري ڇڏيو پر جٽايوءَ ان جي ڪا پرواهه نه ڪري راوڻ جو رٿ ڀڃي ڇڏيو ۽ گهوڙن ۽ سارٿيءَ کي ماري ڇڏيائين. جٽايو راوڻ جي پٺيءَ تي چڙهي تکن ننهن سان چير ڪرڻ لڳو جنهن مان رت وهڻ شروع ٿيو. تڏهن راوڻ جوش ۾ پرجي تلوار سان جٽايوءَ جا پر ۽ پير ڪپي ڇڏيا؛ تنهنڪري لاچار ٿي جٽايو زمين تي ڪري ڦٿڪڻ لڳو.

جڏهن سيتا پنهنجي رکيڪ جٽايوءَ کي چرڻ پرڻ کان لاچار، رت ۾ رڱيل پوريان پساهه کڻندو ڏٺو ته هوءَ ڊپ ۾ پرجي هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳي. اُنوقت راوڻ وري وڃي سيتا کي جهليو ۽ هن کي ڪلهي تي کڻي آڪاش مارگ مان اُڏامندو لنڪا ڏانهن روانو ٿيو. رستي تي ڪنهن پربت تي وانرن کي ڏسي سيتا پنهنجا ڪي مٽيا ۽ وستر ڪٽي هيٺ اُڇلايا.



## سيتا راوڻ جي بند ۾.



راوڻ سيتا کي وٺي لنڪا ۾ آيو ته سمجهيائين ته ڄڻ ڪو وڏو شڪار ڦاسائي آيو آهيان. پر ڪيس اِها ڪل ڪانه پيئي ته سيتا جي روپ ۾ هو پنهنجي موت کي پنهنجي گهر وٺي آيو هو. راوڻ سيتا کي پنهنجي عاليشان محلات ۾ آڻي رهايو. هن ڪيترين داسين کي سيتا جي سيوا لاءِ مقرر ڪيو ۽ تاڪيد ڪئي ته ڄمُن سيتا کي ڪنهن قسم جي تڪليف نه ٿئي.

ٻئي ڏينهن راوڻ جڏهن سيتا جي ڪمري ڏانهن ويو ته ڏٺائين ته ڏکن ڏڏي سيتا چپ چاپ اکين مان نير وهائي رهي آهي ۽ راڪشسياڻيون خبرداريءَ سان مٿس پهرو ڏيئي رهيون آهن. راوڻ سمجهو ته سيتا سندس سمپتي ڏسي هرڪجي ويندي. اهو سوچي هن سيتا کي پنهنجي عاليشان محلات جو سير ڪرايو. محلات جون ڀتيون، ٿنڀا ۽ دريون سون، چانديءَ ۽ عاج مان ٺهيل هيون ۽ ري بيشمار هيرا، ماڻڪ ۽ نيلم جڙيل چمڪ نڪتل هئا. محلات

پنهنجي اصلي روپ ۾ پرگهٽ ٿي، زوريءَ سيتا کي کڻي پنهنجي رٿ ۾ وهاريو. اُن وقت سيتا زور زور سان واڪا ڪري رام لڪشمڻ کي پڪارڻ لڳي. راوڻ ڪيس رٿ ۾ سوگهو ڪري وهاريو ۽ رٿ کي آڪاس مان اُڏائي ٽڪرو وڃڻ لڳو. اُن وقت سيتا جا وِلاپ جٽايوُ جي ڪن ٿي پيا ۽ هن ڏٺو تہ راوڻ رامچندر جي استريءَ کي اَئين زوريءَ وٺي وڃي رهيو آهي جنهن ڪا ڪپلا ڪانءِ ڪنهن قاصائيءَ جي ور چڙهي



هجي. اِهو ڏسي هو ڏاڍي ويگہ سان اُڏامي اچي راوڻ مٿان ڪڙڪيو. پنهنجن ٽڪن نهن سان راوڻ جي شرير ۾ گهاوَ ڪرڻ لڳو. راوڻ ۽ پانيو تہ تير هڻي ماري ڇڏيانس پر جٽايوءَ چنبا هڻي راوڻ جو ڏنش مڪٽ ۽ ڀڃي ڇڏيو. تڏهن راوڻ گدا هڻي جٽايوءَ کي رٿ چاڻ




سمجهو ته جنن اڳير ڪيتريون استريون هنجي شان شوڪت ۽ سندرتا
تي موهت ٿيون آهن، تيئن سيتا به بنواسي ڪنگال رام جي پچر
ڇڏي هن سان نهندي. اِهي ويچار ڪري هن چيو:- هي سندري!
تون هن بن ۾ اڪيلي ڪيئن رهي پيئي آهين؟ تو جهڙي روپوتي
استري نه مون تنهي لوڪن ۾ ڪين ڏٺي. توکي ته محلاتن ۾
رهڻ گهرجي.

ساڌوءَ جا اهي اجوڳه وچن ٻڌي سيتا کو جواب ڪين ڏنو ۽
پنهنجي پتيءَ ۽ ڏير جي اچڻ جي واٽ ڇتائي نهارڻ لڳي. پر هن
کي چئني پاسي برپوميءَ کان سواءِ ٻيو ڪي به نظر نه آيو. پوءِ خيال
آيس ته مٿان مؤن ڌارڻ ڪري ساڌو ڌمرجي ڀوي تنهنڪري
سيتا کيس پنهنجو پريچيه ڏيئي بنواس جو ڪارڻ ٻڌايو ۽ سندس
نانءُ ٿانءُ پڇيو. اهو ٻڌي راوڻ چوڻ لڳو:- سيتي! جنهن جي
نالي ٻڌڻ سان ئي ٽنهي لوڪن جا ديوتائون ۽ دئيت ڏڪيو وڃن
اُهو راڪشسن جو راجا راوڻ مان آهيان ۽ تنهنجي ڪومل سرير جو
سوني سمان رنگ ۽ وري مٿان پاتل هيءَ پيلي ساڙهيءَ جي ڇٻي
ڏسي، مونکي پنهنجون راڻيون نٿيون وڻن. تون منهنجي سوني
جي لنڪا ۾ هلي منهنجي پٽ راڻي ٿيءُ ته انيڪ داسيون تنهنجي
سيوا ڪنديون. مان ئي تنهنجي پتي ٿيڻ جي لائق آهيان ۽ مان
تنهنجي مرضيءَ خلاف ڪو ڪم ڪين ڪندس. تون مون وٽ هلي
اچائي مزا ماڻ.

راوڻ جي ڳالهه ٻڌي سيتا ڪروڌ ۾ پرجي چوڻ لڳي:- اڙي نياڳا!
جهڙي گدڙ کي اينري مجال ٿي آهي جو هڪ شينهن جي استريءَ ۾
رکي اٿئي! ڇا تون ڳلي ۾ ٻورو پٿر ٻڌي سمنڊ پار ڪرڻ ٿو چاهين؟
گدڙ ٻاهه کي ڪپڙي ۾ ٻڌڻ ٿو چاهين؟ توکي لعنت هجي ۽ جي هاڻي
پنهنجو ڀلو چاهين ته وٽ گهر جو رستو.

اهو ٻڌي راوڻ غصي ۾ ڀرجي ويو ۽ هن جيڪو نرميءَ ۽ پريائڻ
[illegible]د رچيو هو سو اُڇلائي ڇڏيائين. هن ساڌوءَ جو روپ ڇڏي

لڪشمڻ جا اهي وچن ٻڌي سيتا ڪروڌ ۾ پرجي چوڻ لڳي:-
توں تمام نردئي ٿو ڏسجين جو هن آپدا مهل به توں پنهنجي ڀاءُ جي مدد لاءِ نٿو وڃين! هنجي دک ڀريل دانهن جو توتي ڪو اثر نٿو ٿئي! توں ڀٽ جيان هڪ هنڌ بيٺو آهين جو توں چاهين ٿو ته هو ڀل ناس ٿي وڃي! توں من ۾ ڪپٽ رکي اسان سان بن ۾ آيو آهين! تنهنجي من ۾ ڪا پاپ جي ست سٽيل آهي! مان تنهنجي من جي پاپ ڀاونا سمجهان ٿي ته رامچندر مري ته توں مونکي پراپت ڪري سگهين، مگر ياد رک ته مان ٻئي ڪنهن کي به پتي ڪين ڪنديس ۽ تنهنجي سامهون ئي پنهنجا پراڻ تياڳينديس.

پرالبڌ ڏاڍي ڪٺور ۽ نٺر ٿيندي آهي نه ته سيتا جهڙي ساڌوي پتورتا اهڙا ڪٺور وچن ڪيئن چوي ها! هنجا اِهي اجوڳ وچن لڪشمڻ کي زهريلن باڻن جيان چڀي ويا پر ته به هن هٿ جوڙي سيتا کي چيو:- ديوي! توں منهنجي ماتا سمان آهين ۽ توکي مون لاءِ اهڙو سنديهه ڪرڻ ڪين جڳائي. پر تو هوونهار جي وس ٿي مونکي ائين چيو آهي، انلاءِ مان هينئر ئي رامچندر ڏانهن وڃانٿو. تنهنجا اِهي وچن مونکي ڏنپ ٿي لڳا آهن- مونکي ڊپ ٿو ٿئي ته تنهنجي مٿان جلد ڪا وڏي آپدا اچڻ واري آهي نه ته توں مونکي اهڙا ڪٺور شبد نه چوين ها. شل ديوتا تنهنجي رکيا ڪري ۽ اسين ٻئي ڀائر وري اچي توکي صحيح سلامت ڏسون.

ائين چئي لڪشمڻ سيتا کي پرڻام ڪيو ۽ دکي هردي سان رامچندر ڏي ويو. هنجي وڃڻ ڪانپوءِ راوڻ کي گهربل موقعو ملي ويو ۽ هو ساڌوءَ جو روپ ڌاري سيتا وٽ اچي سهڙيو. سيتا کيس گيرو ڪپڙن ۾ ۽ ڪرمنڊل ڌاري تپسوي مهمان سمجهي نمرتا سان هنجي آجيان ڪئي ۽ سشٽاچار موجب هنکي ويهڻ لاءِ آسڻ، جل ۽ ڦل ڦول آڻي ڏنائين. ساڌو ويهي ڪري سيتا ڏانهن گهور ڪري نهارڻ لڳو ۽ هنجي سندرتا ڏسي هنجي ترشنا وڌندي ويئي. هن کي اها اِڇا ٿي ۽ آشا ٿي ته هو سيتا کي پرڻائي پنهنجو بڻائي. هن

مٿل هٿ ڪري جاد موٽي ايندس. تون رکو سيتا جي سنڀال ڪج
ائين چئي رامچندر ڌنش ٻاڻ کڻي اُن مايا وي مرگ جي
ڪڍ ويو. رامچندر کي ويجهو ڏسي هرڻ ڇالنگ ڏيئي پري ڀڄي
ويو. تڏهن شري رام به سندس پٺيان ڊوڙڻ لڳو، پر اُهو ڪپٽي
هرڻ به تيز ڊوڙندو، ڪڏهن لڪندو، ڪڏهن پرگهٽ ٿيندو،
رامچندر کي پري ڪڍي ويو. نيٺ رامچندر جڏهن ٿڪجي پيو
تڏهن اُن هرڻ تي هڪ ٻاڻ هنيائين. تير لڳندي ئي ماريچ پنهنجي
اصلوڪي راڪشس روپ ۾ ظاهر ٿي ڪري پيو ۽ رامچندر جي آواز
۾ "هاءِ سيتا! هاءِ لڪشمڻ! مونکي بچاءِ!" چئي پڪارڻ لڳو ۽ پوءِ
ٿوري دير ۾ مري ويو. رامچندر اهو ڪپٽ ڏسي جلدي اُٿاولي ۽
سان پنهنجي ڪٽيا ڏانهن موٽڻ لڳو.

هو ڏانهن شري رام جي آواز ۾ "هاءِ سيتا! هاءِ لڪشمڻ! مونکي
بچاءِ!" جي پڪار ٻڌي جانڪي ڏکجي وئي ۽ ڊپ ۾ پرجي لڪشمڻ
کي چوڻ لڳي:- تون جلدي وڃي ڀاءُ جي سهائتا ڪر. هو شايد راڪشسن
جي چنبي ۾ ڦاسي ويو آهي ۽ اسانکي سهائتا لاءِ پڪاري رهيو آهي.
تون هن سنڪٽ مهل جلد وڃي کيس ڇڏاءِ.

اهو ٻڌي لڪشمڻ مرڪي چوڻ لڳو:- هي ديوي! تون پڪ
ڄاڻ ته ڪنهن به ديوتا يا دئيت کي ايتري طاقت ناهي جو رامچندر
جو مقابلو ڪري سگهي. هيءُ آواز ڪنهن راڪشس جو ڪپٽ آهي. اسان
هن جن استان جي راڪشسن کي ناس ڪيو آهي ۽ انلاءِ سندن همائتي
۽ مٽ مائٽ اسانکان وير وٺڻ جي سٽي رهيا آهن. اُنهن
ڪوڙا آواز ۽ ڪوڙا روپ ڏسي اسان کي گمراهه ٿيڻ نه گهرجي. اِهو
آواز رامچندر جو ڪونه هو. تون پاڻکي شانت ڪري ذرا به ڀُ
ڀولو نه ڪر. شري رام تنهنجي رکيا جو ڪم مونتي سونپي ويو آهي
انلاءِ مان راڪشسن سان ڀريل هن بن ۾ توکي اڪيلو ڇڏي نه ويندس
تون رامچندر لاءِ ڪابه چنتا نه ڪر، ڇو ته هو سڀ پرڪار سمرٿ
مهاپراڪرمي آهي.



جانڪيءَ ڪي پاڻ ڏانهن نهاريندو ڏسي، اُهو هرڻ نچڻ ڪڏڻ لڳو. انڪري اُن بن جي سندرتا ۾ چار چنڊ لڳي ويا. اِهو ڏسي سيتا رامچندر ۽ لڪشمڻ ڪي سڏي چوڻ لڳي :- آريه پترا هيءُ نرالو مرگ ته ڏسو! هيرن جواهرن سان جڙيل سچو سونو ٿو لڳي ۽ وري ڪن پل ۾ چانديءَ جيان چمڪي رهيو آهي! هيڏن سالن ۾ مون هن بن ۾ اهڙي سندر وستو ڪانه ڏٺي آهي. هن هرڻ ڪي ڪنهن به ريت ڦاسايو ته هنڪي آشرم ۾ پريم سان پاليندا سين ۽ ايوڌيا هلڻ تي هيءُ اسانجي محل جي شوڀيا وڌائيندو يا ڀرت کي بن جي سوکڙي ڪري ڏينداسين. پر جي هيءُ جيئرو پڪڙجي نه سگهي ته هنجي مرگ چالا به ڏاڍي سندر ٿيندي. ڪرپا ڪري منهنجي خاطر هنڪي پڪڙيو!

لڪشمڻ جي من ۾ شڪ جاڳيو. هن چيو:- هيءُ ڪو رواجي جانور ناهي، پر ڪو روپ بدلائيندڙ بهروپي راڪشس آهي. اسانکي ڪنهن راڪشس جي فند فريب ۾ ڦاسڻ نه گهرجي.

رامچندر سمجهيو ته لڪشمڻ برابر ٿو چوي پر پنهنجي پياريءَ جي ڏاڍي چاهنا ڏسي هو هرڻ کي پڪڙڻ لاءِ تيار ٿيو. هن چيو:- لڪشمڻ! جي هيءُ هرڻ سچ پچ ڪو راڪشس آهي ته به هنڪي ضرور مارڻ گهرجي. هو پنهنجي وچايل جار ۾ پاڻهي ڦاسندو. مونکي هرڻ يا راڪشس ڇا ڪندو؟ مان هنکي جيئرو يا

هيٺئر ئي ضرور ٿيندو. هاڻي جيئن چڱو سمجهين تيئن ڪر.
راوڻ جي ڳالهه ٻڌي ماريچ هيسجي ويو ۽ سوچڻ لڳو ته هن دشٽ
کي انڪار ڪندس ته هيءُ منهنجي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندو.
هن نؤن منشن سان وروڌ ڪرڻ ڪري جيو جو ڪلياڻ نٿو ٿئي.
١- هٿيار بند، ٢- ڀيد ڄاڻندڙ، ٣- سوامي، ٤- مورک، ٥- ڌنوان،
٦- حڪيم، ٧- ڀٽ، ٨- ڪوي شاعر ۽ ٩- رسوئيو. هن پاپي مورک
جي هٿان بيڪدر مران تنهن کان بهتر ٿيندو ته رامچندر جي سامهون
ٿيان جو انڪري مٿان ڄان بچي به پوي. اهو سوچي ماريچ راوڻ
جو ڪم ڪرڻ قبول ڪيو ته راوڻ خوش ٿي ڪيس ڇاتيءَ لڳايو.
پوءِ ٻئي ڏنڊڪ بن ۾ آيا ۽ پريان ڪيلن جي وڻن سان گهيريل
رامچندر جي ڪٽيا ڏٺائون. راوڻ جي آکيا موجب ماريچ سونهري
هرڻ بڻجي اُن ڪٽيا اڳيان گهمڻ ۽ ٽپڻ لڳو.



رامچندر جو هرڻ پٺيان وڃڻ ۽ راوڻ جو سيتا کي کڻي وڃڻ



سيتا پنهنجي ڪٽيا جي باهران گل چُني رهي هئي ته سونهري
هرڻ ڏسي اچرج ۾ پئجي ويئي. اُن هرڻ جي انب لٽ جهڙي رنگين
بدن تي نيرا نيرا داڻا نيلم ۽ رتنن مثل جڙيل ٿي لڳا. هن جا سڱ
ڄڻ ته نيل مڻيءَ مان ٺهيل هوا ۽ بدن اهڙو ته لسو ۽ چلڪيدار هوس
جو ڏسندي ئي من موهجي وڃي. هو ڪنهن وقت هڪ هنڌ بيٺو
ٿي رهيو ته ڪنهن وقت من موهيندڙ ٽپ ٽپ ٽي ڪيائين. ڪڏهن
هيٺ نمي ڌرتيءَ تان نرم نرم گاهه ٿي چريائين ته ڪڏهن ڪنڌ
مٿي ڪري ٻوٽن جا نازڪ پن ٿي کاڌائين. ڪنهن وقت اڪيلي سر
ٿي گهميو ته ڪنهن وقت هرڻن جي ولر سان پيڙو ٿي ٿيو. پر پيا
هرڻ هنڪي نڪ سان سنگهي، پؤ کان ڀري پيچي ٿي ويا.
اُن طلسوي هرڻ جي شوڀيا دل هرڪائيندڙ ۽ جادوءَ مثل هئي.
اُن عجيب هرڻ کي ڏسي گهور ڪري ڏانهنس نهاريندي رهي.

لنڪا جون وڏوائون ۽ اناٿ ٻالڪ رئندا ۽ رڙندا. پرائيءَ استريءَ
کي زوريءَ کڻي اچڻ جو مهاپاپ نہ ڪر! توکي پنهنجون گهڻيئي
سندر استريون آهن. تون اُنهن سان وڃي موج ڪر. تون منهنجو
مِتر آهين، انلاءِ مون توکي سٺي صلاح ڏني آهي.

انهيءَ ماريچ راوڻ جي ڀلائيءَ لاءِ هنڪي گهڻوئي سمجهايو ۽
ٻاڏايو پر راوڻ تي ڪو اثر نہ ٿيو. ڪام جي ستايل مڻش کي نيڪ
صلاح ڪيئن آئڙندي؟ جيئن بيمار ماڻهوءَ کي ڪوڙي دوا نہ وڻندي
آهي، تئن بدليءَ جي ڀاونا ۽ ڪام وس ٿيل راوڻ کي بہ ماريچ
جي صلاح ڪين آئڙي، مرڳو هو ڪروڌ ۾ ڀرجي ويو. چيل آهي
تہ مورکہ کي اُپديش ڪرڻ ڪري سندس غصو وڌيڻو ۽ شانت نٿو
ٿئي، جئن ناڳہ کي کير پيئارڻ سان سندس زهر وڌيڻو.* تئن راوڻ
بہ ماريچ جي سٺيءَ صلاح جي بدلي هيءَ ڪئور وچن چوڻ
لڳو:- اڙي ماريچ! تون هيءَ جيڪي چئي رهيو آهين سو ڪلرائيءَ
زمين ۾ ٻج پوکڻ مثل اجايو آهي. جيڪو مورکہ ماڻهو هڪ استريءَ
۽ پتا جي چوڻ ڪري راڄائي محل ۽ پنهنجو حقي اڌڪار تخت
ڇڏي بن بن ۾ ڀٽڪي رهيو آهي، تنهنڪان ايترو ڊپ! مان هنجي
سندر استري ضرور ڪڻي ايندس ۽ توکي منهنجي مدد ڪرڻي
پوندي. هڪ تہ مان تنهنجو راڄا آهيان، ٻيو هن وقت تنهنجي گهر
مهمان ٿي آيو آهيان ۽ ٻيون پنهنجي راڪشس جاتيءَ جي دشمن برخلاف
مدد گهري رهيو آهيان، انلاءِ توکي اهو ڪم ضرور ڪرڻ گهرجي ۽
انهي ڪم لاءِ مان توکي گهڻوئي مال متاع ۽ هڪ ملڪ جو راڄ ڏيندس.
پر جي اهو ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪندين تہ مان توکي هيئنر ئي
ماري ڇڏيندس. رام جي سامهون وڃڻ ڪري تنهنجا پراڻ
بچي بہ سگهن ٿا پر منهنجي ڳالهہ نہ مڃڻ ڪري تنهنجو موت

* उपदेशो हि मूर्खाणं प्रकोपाय न शान्तये।
पयःपानं भुजंगानां केवलं विष वर्द्धनम्॥

ونڻ تنهنجو ۽ منهنجو فرض آهي. انلاءِ مان رام جي استريءَ سيتا کي زوريءَ کڻي اچڻ جو خيال ڪيو آهي. تون ماياوي ڪم ڪرڻ ۾ هوشيار آهين. تون سونهري هرڻ بڻجي سيتا جي سامهون گهم ڦر. ته سيتا اهو هرڻ پڪڙڻ لاءِ ضرور رام ۽ لڪشمڻ کي موڪليندي. انريت جڏهن تون پنهنجي پوئتان رام ۽ لڪشمڻ کي پري وٺي ويندين، تڏهن مان بي وسيلي سيتا کي زوريءَ کڻي ايندس. پوءِ جڏهن استريءَ جي وڇوڙي ۾ رام وياڪل ۽ ڏٻرو ٿي ويندو تڏهن کيس آسانيءَ سان ماري سگهبو.

راوڻ جي ڳالهه ٻڌي ماريچ ته ڏڪي ويو جو کيس رامچندر جا هٿ اڳهه لڳل هوا. هو راوڻ کي سمجهائي چوڻ لڳو:- هي راجن! وٽندڙ وچن چوڻ وارا ته گهڻيئي ملندا پر اپريه (نه وڻندڙ) ۽ لاڀدائڪ وچن چوڻ ۽ ٻڌڻ وارا منش دُرلڀ آهن.* تنهنجو منصوبو ڪوتو آهي ۽ تنهنجي سڄي راڄ کي تباهه ڪري ڇڏيندو. مها پراڪرمي رام سان ته وير نه پاءِ. هن ٻالڪپڻي جي اوستا ۾، وشوامتر جي يڳيه جي رکيا ڪندي، مونکي هڪ ئي تير سان سؤ يوجن پري اُڇلايو هو. تنهنڪانپوءِ مان هن کان اهڙو ڏڪي ويو آهيان جو سپني به کيس ڏسي گهبرائجي ٿو وڃان. سو تون به کيس رواجي منش سمجهي وير نه رک. سنسار ۾ ڪو به اهڙو يوڌو ڪونه آهي جو استر شستر هلائڻ ۾ رامچندر جي مٽ ٿي سگهي. هنکي پنهنجو ڪٽر شترو نه بڻاءِ، نه ته تنهنجي جاتيءَ ۽ راڄ کي نه رڳو جوکم رسندو، پر اُهي بنهه تباهه ٿي ويندا. تنهنجي پرجا هن وقت سک سمپتيءَ ۽ ڌن دولت جا مزا ماڻي رهي آهي، تن کي برباد نه ڪر. رام جي ڪروڌ کي نه جاڳاءِ. نه ته تنهنجي سوني جي لنڪا جلي ڀسم ٿي ويندي ۽ اُنجون گهٽيون مڙدن جي لاشن سان سٿجي وينديون.

---

* सुलभाः पुरुषा राजन् सततं प्रियवादिनः
अप्रियस्य च पथ्यस्य श्रोता वक्ता च दुर्लभः

پنهنجن سردارن کر ۽ دوشڻ جي مارجڻ جو بڇي راوڻ کي آگہ وٺي ويئي ۽ هوڏانهن سيتا جي سونهن جي ساراهہ ٻڌي هو ڪام جي وس ٿي ويو. هن شورپنکا کي ڌيرج ڏيئي روانو ڪيو ۽ پاڻ انهيءَ ڳالهہ تي غور ڪرڻ لڳو. هن جي سمجهي رات اهي خيال ڪندي وهامي تہ اهڙو پراڪرمي ڪير ساماڻو آهي جنهن مها ٻلوان کر ۽ دوشڻ کي چوڏهن هزار جوڌن سميت اڪيلي سر ماري ڇڏيو! ضرور وشڻو ڀڳوان اوتار ڌارڻ ڪيو هوندو، پر موڪي هن سان شتروتا رکڻ ۾ئي ڀلائي آهي. منهنجي تامسي شرير کان ڇڏن ۽ ڀڳتي تہ ٿي نٿي سگهي، انلاءِ جي شتروتا رکي سندس سنبنڌ ۾ ايندس تہ ڀ سنسار ساگر مان تري پار پوندس.



پر جي هو رواجي راڄڪمار آهن تہ ڀ اُنهن کي جيتي ۽ اُنهن جي اُتپات کي روڪڻ منهنجو راجائي ڌرم آهي.

اهو سوچي راوڻ رامچندر سان وير رکڻ جو فيصلو ڪيو ۽ انلاءِ منصوبو سٽڻ لڳو. هو هڪ آڪاش ۾ هلندڙ رٿ تي سهڻ لتاڙي پنهنجي مترر ماريچ نالي راڪشس وٽ آيو. ماريچ طلسمي ڪمن ڪرڻ ۾ ڏاڍو هوشيار جادوگر هئو. هن پنهنجي راجا جو آدرستڪار ڪيو ۽ سندس اچڻ جو ڪارڻ پڇيو. راوڻ ڪيس چوڻ لڳو:- هي مترا دشرٿ جي پٽ رام ڊنڊڪ بن ۾ رهندڙ منهنجن مٽن مائٽن ۽ ساٿين جو ناس ڪري ڇڏيو آهي. هو بنا ڪنهن اپراڌ جي سيني راڪشسن کي ماري رهيو آهي. پنهنجي جاتيءَ جي دشمن کان بدلو




ناس ٿيندو آهي، تيئن جيڪو پنهنجي
جو ۽ ڌرم ڪانسواءِ ڌن جو
دشمن، روڳ، اگني، پاڻي، پاپ، سواءِ ۽ پارائي (سراپ) کي
ٽچ ڪري سمجهندو آهي تنهن جو به ضرور ناس ٿيندو آهي. دنڊڪ
بن ۾ تنهنجا عيوضي سردار کر ۽ دوشڻ پنهنجن چوڏهن هزار جوڌن
سميت مارجي ويا آهن ۽ هيئنر تنهنجي راڄ کي خطرو آهي.

شورپنکا جا وچن ٻڌي ۽ سندس دردشا ڏسي راوڻ ڪائونس
سوري حقيقت پڇي، تڏهن شورپنکا چوڻ لڳي:- راڪشس راڄ!
ايوڌيا جي راجا دشرٿ جو پٽ رام پنهنجي ٻلوان ڀاءُ لڪشمڻ ۽
سندر استريءَ سيتا سميت دنڊڪ بن ۾ آيو آهي. اهي ٻئي ڀائر جتي
ڪٿي راڪشسن جي هتيا ڪندا رهن ٿا ۽ انهن جي هلت مان ظاهر
آهي ته هو سڄيءَ راڪشس جاتيءَ کي نيست نابود ڪرڻ ٿا چاهين.
مونکي تنهنجي ڀيڻ ڄاڻي هو مونتي چٽرون ڪرڻ لڳا. رام جي
استريءَ سيتا جهڙي روپوتي استري ٽنهي لوڪن ۾ ٻي ڪانهي. هنجو
منهن چند رمان سمان، بدن گلاب جي پنکڙين سمان ۽ رنگ سوني
سمان آهي. گنڌرو، ڪنر، ديوتا ۽ منش جاتين جي ڪنهن به ڪنيا
۾ مون اهڙي عجيب سونهن ڪانه ڏٺي آهي. هنکي ڏسي منهنجي
من ۾ ائين آيو ته اهڙي لاثاني سندري ته تو وٽ ئي هئڻ گهرجي،
انڪري مان ڪيس تو وٽ کڻي اچڻ جي ڪوشش ڪئي ته لڪشمڻ
منهنجو نڪ ۽ ڪن وڍي ڇڏيو. تنهنجي ڪري ئي منهنجي هيءَ
بيڙي حالت ٿي آهي. جڏهن انجو بدلو وٺڻ لاءِ کر ۽ دوشڻ
پنهنجي ڪٽڪ سوڌو مٿن چڙهائي ڪئي ته اڪيلي رام انهن کي
سولائيءَ سان ماري ڇڏيو. رام مها ٻلوان آهي ۽ هن کي جيتڻ تو لاءِ
به سولو ناهي، هنجو پراڪرم ۽ سيگهه سان هڪ وقت ئي گهڻا تير
ڇڏڻ جي شڪتي ڏسي مونکي پڪ آهي ته رام سان جنگ جوٽي
ڪري به ڪيس جيتي نه سگهندو. هنکي مارڻ جو رڳو هڪ ئي اُپاءُ
آهي. تون سندس پياري استريءَ کي کڻي ايندين ته هو سيتا
[illegible] سواءِ جيئرو رهي نه سگهندو. سيتا جنهنجي استري آهي سو
بيشڪ ڀاڳارو آهي.

پيانڪ راڪشسن کي ناس ڪري ڇڏيو. سندس اهڙو اديت پراڪرم ڏسي اُن بن ۾ رهندڙ سڀ رشي مني سندس جئه جئڪار ڪرڻ لڳا. راڪشسن جي مرڻ ڪري دنڊڪ بن ۾ سڀ تپسوي بنا ڪنهن ڪنڊڪي ڏرم جو انوشٺان ڪري سگهندا، انلاءِ هو رامچندر کي آشيرواد ڏيڻ لڳا. انوقت سيتا ۽ لڪشمڻ به غفا مان ٻاهر نڪتا ۽ رامچندر کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ سندس شيوا ڪرڻ ۾ لڳي ويا.



### شورپنکا جي دانهن پڌي راوڻ جو سيتا هرڻ لاءِ منصوبو سٽڻ.

شورپنکا جڏهن ڏٺو ته اڪيلي رامچندر کردوشڻ ۽ چوڏهن هزار ٻلوان راڪشسن کي ناس ڪري ڇڏيو ته ڏاڍهن هوءِ اچرج ۽ چنتا ۾ پرجي پنهنجي ڀاءُ راوڻ ڏي لنڪا ڏانهن ڀڳي. انوقت راوڻ پنهنجي سوني جي ست محلي محلات جي ڇت تي جواهرن سان جڙيل سنگهاسن تي ويٺو هو.



اُنوقت ناچ گانا ٿي رهيا هئا ۽ هنجي چوگرد منتري ۽ سندر استريون سيوا ۾ بيٺيون هيون. شورپنکا وٽس وڃي چوڻ لڳي:- هي ڀراتا! تون پنهنجي عيش عشرت ۾ ئي غلطان آهين ۽ مٿان پيل آپدا جي توکي ڪا سمجهه ئي ڪانهي. جيڪو راجا جاسوسن کان ڪم نٿو وٺي ۽ پاڻ پرجا سان نٿو ملي، ڪنهن جو ضرور ناس ٿيندو. جيئن نمرتا کانسواءِ پريت جو کميا کانسواءِ گڻن

۽ ٻاڪر ڪنو مچائي ڏنو. اُنوقت رامچندر جي ڌنش مان زهريلا
ٻاڻ هڪ ٻئي پٺيان اهڙو تيزيءَ سان ٿي نڪتا جڻ ڪا سداءِ وهندڙ جل
جي ڌارا تيز وهندي هجي. انڪري راڪشسن جو ڪٽڪ ائين ناس
ٿيڻ لڳو جڻ ڪنهن باهه جي پٽيٽ ۾ پتنگ جلي مرندا وڃن.
پنهنجي سينا جي دردشا ڏسي سيناپتي دوشڻ ٻاڻ هڪ تيزڪيليدار
گدا کي ڦيرائي ڦيرائي رامچندر تي هنئين. شري رام هڪ ٻاڻ سان اُن
گدا کي ٻه ٽڪر ڪري ڪيرائي ڇڏيو ۽ ٻيو ٻاڻ هڻي دوشڻ کي ماري
ڇڏيو. سيناپتيءَ کي مئل ڏسي ۽ رامچندر جي تيرن کان وياڪل
ٿي راڪشسن ۾ اچي ٿاڪوڙو پيو. تڏهن پراڪرمي کر واکو ڪري
چوڻ لڳو ته :- جيڪو به لڙائيءَ جو ميدان ڇڏي ڀڄندو تنهن کي
مان پنهنجن هٿن سان ماريندس. اُنوقت موت جي ڊپ کان
راڪشس پوئتي موٽي آيا ۽ رامچندر تي هٿيارن جي ورکا ڪري
مهاسنگرام مچائي ڏنائون. انوقت شري رام به اگني استر هلائي راڪشسن
جي سينا ۾ چوطرف باهه ئي باهه ٻاري ڏني جنهنڪري جلدئي اُنهنجي
صفائي ٿي وئي. اهو ڏسي پراڪرمي کر پنهنجي سوني ۽ رک جي
رٿ تي سوار ٿي رامچندر جي سامهون ٿيو ۽ تکن ٻاڻن سان رامچندر
جو ڌنش ڀڃي ڇڏيائين ۽ ڪوچ به ڦاڙي ڇڏيائين. کر جي تيز ٻاڻن
سان رامچندر لهولهاڻ ٿي ويو پر ته به هن ڦڙتي سان ٻيو ڌنش کڻي
پنهنجن اموگهه ٻاڻن سان کر جو رٿ ڀڃي هنکي زخمي ڇڏيو. تڏهن
کر ڏاڍي ڪروڌ ۾ ڀرجي هڪ مها ڀيانڪر گدا کڻي رامچندر تي ڪڙڪي
آيو. شري رام پنهنجن تيرن سان اُن کي به ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو
۽ کر جو به انت آندائين.

دنڊڪ بن جي حاڪم راڪشسن جي مها ڀيانڪ سينا جيڪا سمندر
سمان گجگوڙ ڪندي آئي هئي، سا هاڻي بلڪل سانت هئي. رڳو
جنگ جي ميدان تي لاشن جا ڍير، راڪشسن جي شرير جا ويڙيل
انگ، بيگانا هٿيار ۽ ڀڳل رٿ پيا هئا.

انوقت اڪيلي شري رگهوناٿ دنڊڪ بن جي چوڏهن هزار

پيانڪ راڪشسن کي ناس ڪري ڇڏيو. سندس اهڙو اديت پراڪرم ڏسي اُن بن ۾ رهندڙ سڀ رشي مني سندس جئه جئڪار ڪرڻ لڳا. راڪشسن جي مرڻ ڪري ڊنڊڪ بن ۾ سڀ تپسوي بنا ڪنهن ڪنڊڪي ڌرم جو انوشٺان ڪري سگهندا، انلاءِ هو رامچندر کي آشيرواد ڏيڻ لڳا. انوقت سيتا ۽ لڪشمڻ به غفا مان ٻاهر نڪتا ۽ رامچندر کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ سندس شيوا ڪرڻ ۾ لڳي ويا.



## شورپنکا جي دانهن ٻڌي راوڻ جو سيتا هرڻ لاءِ منصوبو سٽڻ.

شورپنکا جڏهن ڏٺو ته اڪيلي رامچندر کردوشڻ ۽ چوڏهن هزار ٻلوان راڪشسن کي ناس ڪري ڇڏيو تڏهن هوءِ اچرج ۽ چنتا ۾ ٻرجي پنهنجي ڀاءُ راوڻ دي لنڪا ڏانهن ڀڳي. انوقت راوڻ پنهنجي سوني جي ست محلي محلات جي ڇت تي جواهرن سان جڙيل سنگهاسن تي ويٺو هو.



اُنوقت ناچ گانا ٿي رهيا هئا ۽ هنجي چوگرد منتري ۽ سندر استريون سيوا ۾ بيٺيون هيون. شورپنکا وٽس وڃي چوڻ لڳي:- هي ڀراتا! تون پنهنجي عيش عشرت ۾ ئي غلطان آهين ۽ مٿان پيل آپدا جي توکي ڪا سمڪ ئي ڪانهي. جيڪو راجا جاسوسن کان ڪم نٿو وٺي ۽ پاڻ پرجا سان نٿو ملي، تنهن جو ضرور ناس ٿيندو. جيئن نمرتا ڪانسواءِ پريت جو، ڪميا ڪانسواءِ گڻن

۾ ٻاڪر ڪئنو مچائي ڏنو. اُنوقت رامچندر جي ڏنش مان زهريلا ٻاڻ هڪ ٻئي پٺيان اهڙو تيزيءَ سان ٿي نڪتا جڻ ڪا سداءِ وهندڙ جل جي ڌارا تيز وهندي هجي. انڪري راڪشسن جو ڪٽڪ ائين ناس ٿيڻ لڳو جئن ڪنهن باهہ جي پنبيٽ ۾ پتنگ جلي مرندا وڃن. پنهنجي سينا جي دردشا ڏسي سيناپتي دوشڻ ٻاڻ هڪ تيزڪيليدار گدا کي ڦيرائي ڦيرائي رامچندر تي هڻيَين. شري رام هڪ ٻاڻ سان اُن گدا کي بہ ٽڪر ڪري ڪيرائي ڇڏيو ۽ ٻيو ٻاڻ هڻي دوشڻ کي ماري ڇڏيو. سيناپتيءَ کي مئل ڏسي ۽ رامچندر جي تيرن کان وياڪل ٿي راڪشسن ۾ اچي ٿاڪوڙو پيو. تڏهن پراڪرمي کر واکو ڪري چوڻ لڳو تہ :- جيڪو بہ لڙائيءَ جو ميدان ڇڏي ڀڄندو تنهن کي مان پنهنجن هٿن سان ماريندس. اُنوقت موت جي ڊپ کان راڪشس پوئتي موٽي آيا ۽ رامچندر تي هٿيارن جي ورکا ڪري مهاسنگرام مچائي ڏنائون. انوقت شري رام بہ اگني استر هلائي راڪشسن جي سينا ۾ چوطرف باهہ ئي باهہ ٻاري ڏني جنهنڪري جلدئي اُنهجي صفائي ٿي وئي. اهو ڏسي پراڪرمي کر پنهنجي سوني ۽ رڪ جي رٿ تي سوار ٿي رامچندر جي سامهون ٿيو ۽ ڪن ٻاڻن سان رامچندر جو ڌنش پڇي ڇڏيائين ۽ ڪوچ بہ ڏاري ڇڏيائين. کر جي تيز ٻاڻن سان رامچندر لهولهاڻ ٿي ويو پر تہ بہ هن ڦڙتي سان ٻيو ڌنش کڻي پنهنجن اموگهہ ٻاڻن سان کر جو رٿ ڀڃي هنکي زخمي ڇڏيو. تڏهن کر ڏاڍي ڪروڌ ۾ ڀرجي هڪ مها ڀيانڪر گدا کڻي رامچندر تي ڪڙڪي آيو. شري رام پنهنجن تيرن سان اُن کي بہ ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو ۽ کر جو بہ انت آندائين.

ڊنڊڪ بن جي حاڪم راڪشسن جي مها ڀيانڪ سينا جيڪا سمندر سمان گجگور ڪندي آئي هئي، سا هاڻي بلڪل سانت هئي. رڳو جنگ جي مئدان تي لاشن جا ڍير، راڪشسن جي شرير جا وڍيل انگ، بيڪانا هٿيار ۽ ڀڳل رٿ پيا هئا.

انريت اڪيلي شري رگهوناٿ ڊنڊڪ بن جي چوڏهن هزار

گرجنا ڪندو پنچوٽيءَ ڏانهن ڊوڪيندو آيو. تڏهن چوطرف ڊوڙ
ڊوڙ لڳي ۽ سڄي ڊنڊڪ بن ۾ هاهاڪار مچي ويو. اهو هل
هنگامو ٻڌي رامچندر لڪشمڻ کي چيو ته ”تون سيتا کي وٺي پهاڙي غفا
۾ وڃ ته مان هنن راڪشسن جي سيتا سان نٽبري وٺان.“ اهو ٻڌي لڪشمڻ
سيتا کي ٽڪريءَ جي هڪ غفا ۾ وٺي ويو ۽ هيڏانهن رامچندر زره
پائي تيار ٿيو. رامچندر پنهنجي ڌنش جي ٽنڪار ڪئي، جنهنجي
پڙلاءُ آواز سان چارئي ڏساڻون گونجي ويون. انوقت رامچندر
جو ڪروڌ پرليه ڪال جي اگنيءَ سمان هو ۽ ائين ٿي لڳو ته جڻڪ
مهاديو دڪيه پرجاپتيءَ جو يگيه ناس ڪرڻ لاءِ پيهر تيار ٿيو آهي.

کر ۽ دوشڻ جڏهن رامچندر کي ساهون ڏٺو تڏهن هنجي شوڀيا
ڏسي چڪت ٿي ويا ۽ پنهنجي منتريءَ کي ڪوٺي چيائون:- هي
منتري! هيءُ راجڪمار ته ڪو منش ۾ هيرو ٿو ڏسجي. اسان به انيڪ
منش ڏٺا پر اهڙي عجيب سندرتا ته ڪٿي ڪانه ڏٺي. هيءُ مارڻ
جوڳو ناهي، انلاءِ تون هن کي وڃي چئه ته پنهنجي استري اسانجي
حوالي ڪري ۽ ڀڄي پاڻ پنهنجي جان بچايو.

جڏهن اُن منتريءَ اهو نياپو وڃي شري رام کي ڏنو تڏهن
رامچندر مرڪي هن کي جواب ڏنو:- اسين ڪتري آهيون، بن ۾
شڪار ڪندا آهيون ۽ توهان جهڙا دشٽ پسون ڳولهيندا رهندا آهيون.
اسان راڪشس جي ڪل ناس ڪرڻ وارا ۽ منين جي رکيا ڪندڙ
آهيون. اسين ٻلوان شترو کي ڏسي ڀڄندا نه آهيون. جي پاڻ ۾ ڪا
سگهه نه ساريو ته گهر موٽي وڃو. جو جو لڙائيءَ ۾ پٺ ڏيکاريندڙن
کي اسين ماريندا نه آهيون.

اهو ٻڌي کر ۽ دوشڻ جلي ويا ۽ يڪدم پنهنجي لشڪر کي وار
ڪرڻ جي آگيا ڪيائون. جئن وڏا وڏا ڪارا ڪڪر سورج کي ويڙهي
ويندا آهن، تئن راڪشسن جا انبوهه شري رام کي وڪوڙي ويا. هو
رامچندر مٿان تلوارن، ڀالن ۽ ٻاڻن جي ورشا ڪرڻ لڳا. رامچندر
ڦڙتيءَ سان پاڻ بچائي پنهنجن تکن تيرن سان راڪشسن جي ڪنڪ



هوءَ چوڻ لڳي:- ٻن ٻه راجڪمار هڪ سندر استريءَ سان گڏ آيا آهن. اُن استريءَ جي ڪري ئي هنن ٻنهي منهنجي هيءَ درگتي ڪئي آهي. هاڻي توهان جڏهن انهن ٽنهي جو موڪي رت پيئاريندا تڏهن موکي سنتوش ايندو.

راجا راوڻ جي ڀيڻ شورپنکا جي ڳالهه ٻڌي ۽ هنجي اهڙي درگتي ڏسي، کر ۽ دوشڻ کي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ هو اِنبر سڀيءَ راکشس جاتيءَ جو اَپمان سمجهڻ لڳا. هنن پنهنجن چوڏهن چونڊ جوڌن کي آڳيا ڪئي ته ”يڪدم وڃي ٻنهي راجڪمارن کي قتل ڪري سندن لاش هتي حاضر ڪيو ۽ اُن استريءَ کي ٻه هتي کهلي وٺي اچو.“

شورپنکا اُنهن چوڏهن جوڌن کي وٺي رامچندر جي آشرم ڏي آئي ۽ اُنهنکي رامچندر ۽ لڪشمڻ ڏانهن اِشارو ڪري ڏيکاريائين. جيئن ئي اُهي چوڏهن راکشس گرجندا شري رام کي مارڻ لاءِ آيا ته رامچندر ڦڙتيءَ سان چوڏهن تير هڻي اُنهن کي ڪن پل ۾ ماري ڇڏيو. جڏهن شورپنکا ٻيو دفعو منهن مٿو پٽيندي ۽ روئندي رڙندي کر دوشڻ وٽ ويئي ته هو وسمئه ۾ پئجي ويا ته اهڙو ڪهڙو سورمو ٿي سگهي ٿو جو سندن چوڏهن چونڊ جوڌن کي ڪن پل ۾ ماري سگهي! پوءِ تہ هنن پنهنجو چوڏهن هزار لشڪر تيار ڪري رامچندر ڏي ڪاهه ڪئي. جڏهن راکشسن جو ڪٽڪ ڀينڪر

نندڍي ڀاءُ پراڪرمي لڪشمڻ ڏانهن وڃ جيڪو هن وقت
چڙهو آهي.

تڏهن ڪام جي وس ٿيل شورپنکا لڪشمڻ وٽ ويئي ۽ کيس
پنهنجي پتي ٿيڻ لاءِ چوڻ لڳي. تڏهن لڪشمڻ کلي چيس:- مان
ته وڏي ڀاءُ جو آگياڪاري داس آهيان ۽ منهنجي استري ٿي توکي
به داسي ٿي هلڻو پوندو. هو ڀاڻ ايوڌيا جو راجا آهي ۽ سڀ پرڪار
سمرٿ آهي. هو جيڪي چاهي سو ڪري سگهي ٿو.

सेवक सुख चह मान भिखारी । ब्यसनी धन सुभ गति बिभिचारी ।
लोभी जसु चह चार गुमानी । नभ दुहि दूध चहत ए प्रानी ॥

جي ڪو نوڪر ٿي سک چاهي، بيکاري ٿي عزت چاهي، وشئي
(جوئا شراب وغيره جو عادتي) ٿي ڌن چاهي، ويڀچاري ٿي شڀ گتي
چاهي، لوڀي ٿي جس چاهي ۽ ابِماني ٿي چار پدارٿ (ڌرم، ارٿ،
ڪام ۽ موکيه) چاهي، سو سمجهه ته آڪاس کي ڌهي ٿو کير گهري
يعني نامُمڪن کي ٿو ممڪن ڪرڻ چاهي.

اهو ٻڌي شورپنکا رامچندر وٽ موٽي آئي ۽ چوڻ لڳي:-
تون هن استري جي ڪري مونکي سويڪار نٿو ڪرين، ان لاءِ
مان هن کي هينئر ئي کائي ٿي ڇڏيان ۽ پوءِ توسان موج سان
گذاريندس.

ائين چئي شورپنکا پنهنجو اصلوڪو ڀيانڪر روپ ظاهر ڪري
سيتا ڏي وڃي لامارو ڏنو. سيتا کي ڀيڀيت ڏسي رامچندر کيس
بچائي ورتو ۽ شورپنکا جو نڪ ۽ ڪن وڍڻ لاءِ لڪشمڻ کي اشارو
ڏنائين. لڪشمڻ اُمالڪ اُٿيو ۽ تلوار سان شورپنکا جو نڪ ۽ ڪن
ڪپي ڇڏيائين. نڪ ۽ ڪن ڪپجڻ تي هوءَ وڌيڪ ڀيانڪر ٿي پيئي
۽ رت جي ڌارا وهائيندي زور زور سان ڪيڪون ڪندي کر ۽
دوشڻ وٽ پهچي ويئي. شورپنکا کي رتوڇاڻ ڏسي کر ۽ دوشڻ
ڪروڌ ۾ ٻرجي ويا ۽ سندس ڏرگتيءَ جو ڪارڻ پڇيائون، تڏهن

ٻوڙي ۽ نيٽرن مان جل نمڻ لڳي، تنهن جي من مان سڀ پاپ ڪرم ڌوپجي وڃن ٿا ۽ هو نرمل ٿي سچو سک ۽ شانتي پراپت ڪري ٿو.

رامچندر جوِن اهي گيان وئراڳ ۽ ڀڳتيءَ جون ڳالهيون ٻڌي لڪشمڻ ۽ سيتا جي من مان سنديهه ويندو رهيو ۽ هو ڏاڍي آنند ۾ پنچوٽيءَ ۾ گذارڻ لڳا.



## شورپنکا جو ڪ وڍجڻ ۽ کر ۽ دوشڻ جو موت.

هڪ ڏينهن رامچندر لڪشمڻ ۽ سيتا پنچوٽيءَ ۾ ويٺا پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هوا ته راوڻ جي ڀيڻ شورپنکا اچي نڪتي. استريءَ جي دل سونهن وارن ڏانهن سپاويڪ کينچجي ويندي آهي، سو شورپنکا به ٻنهي راجڪمارن جو سندر سروپ ڏسي موهت ٿي پيئي. هوءَ پنهنجي انڇا موجب روپ ڌاري سگهندي هئي سو ڇا ڪيائين جو هڪ منوهر روپ ڌاري رامچندر وٽ اچي چوڻ لڳي:- هي سندر راجڪمار! تون ڪير آهين ۽ تپسويءَ جي ويس ۾ راڪشسن جي هن ڀيانڪ ٻن ۾ ڇا لاءِ آيو آهين؟

تڏهن رامچندر شورپنکا کي پنهنجو پريچيه ڏنو ۽ سندس نانءُ ٿانءُ پڇيو. شورپنکا چوڻ لڳي:- مان وشروامنيءَ جي ڌيءَ شورپنکا آهيان ۽ راڪاسن جي راجا لنکا اڌراج راوڻ ۽ مها بلوان ڪنڀڪرڻ ۽ وڀيشڻ جي ڀيڻ آهيان. مان هن ٻن ۾ مها بلوان کر ۽ دوشڻ سان رهندي آهيان. مان ٿيئي لوڪ گهمي آهيان پر تو جهڙو سندر ۽ من ڀاوندڙ پرش هيل تائين ڪين ڏٺو اٿم. تون مونکي پنهنجي استري بڻاءِ ته مان توکي آڪاس جو سير ڪرائيندي‌س ۽ انيڪ رمڻيڪ استان ڏيکاريندي‌س.

شورپنکا جي ڳالهه ٻڌي شري رام سيتا ڏانهن اشارو ڪري کيس چيو:- هي سندري! منهنجي پياري پتني هتي موجود آهي ۽ تهـ[illegible]ن استرين لاءِ ٻهاج جو هجڻ دک جو ڪارڻ ٿيندو. منهنجي

لڪشمڻ پڇيو:- هي پرڀو! اهو گيان ويراڳ ڪيئن ٿو اُتپن ٿئي؟ برهم ۽ جيو ۾ ڪهڙو ڀيد آهي؟ جنهن ڀڳتيءَ جي مارگ سان سولائيءَ سان ايشور جي پراپتي ٿئي ٿي سو ڪرپا ڪري ٻڌايوم.

شري رام چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! مان ۽ منهنجو ۽ تون ۽ تنهنجو بس اهائي مايا آهي يعني جن پدارٿن کي ذهن اِندرين سان ڄاڻي سگهجي ٿو ۽ جن ڳالهين تائين من جي پهچ آهي اُهي سڀئي مايا سمجھ. ان مايا ئي سڀني جيون کي پنهنجي وس ڪيو آهي ۽ اُن جا ٻه ڀيد آهن، هڪ اوديا ۽ ٻي وديا. اوديا جي وس ٿي جيوُ ڪام ڪروڌ لوڀ موھ ۽ اهنڪار جي پرپنچ ۾ ڦاسي سک دک ڀوڳيندو رهي ٿو ۽ وديا مايا آهي قدرت جنهن جي وس پرڪرتيءَ جا بنيادي تت آهن، جنهن سان هن برهمانڊ جي سرشٽي، پالنا ۽ پرلئه ٿيندي رهي ٿي ۽ جنهن تي جيوُ جو ڪو وس نٿو هلي. جڙ يا چيتن جيڪي ڪجھ آهي سو مايا جو هڪ پسارو آهي، پر اُن مايا کي پنهنجو ڪو ٻل ڪونهي جو اُها سڀ ڪجھ ايشور جي پريرڻا سان ئي ڪري سگهي ٿي. اُن سڀ ۾ جنهن ڪٿي هڪ ڪرتار پرکه برهم سمايل ڏسڻ ۾ اچي ۽ ورڻ آشرم يا ننڍ وڏائيءَ جو ڪو ڀيد نه رهي سو آهي گيان. سڀني سڌين ۽ ٽنهي گڻن کي تڇ سمجهي تياڳ ڪرڻ آهي ويراڳ. جيڪو مايا کي، ايشور کي ۽ پنهنجي سروپ کي نٿو سڃاڻي سو آهي جيوُ. جيڪو ڪرمن انوسار بنڌن ۽ مڪتي ڏيڻ وارو ۽ مايا کي پريرڻا ڪندڙ هلائيندڙ آهي سو آهي ايشور.

مايا جي بنڌن مان ڇٽي پرم سک روپ ايشور کي پراپت ڪرڻ جو سولو مارڳ آهي ڀڳتي. ڀڳتي ڪرڻ سان گيان ۽ ويراڳ به سهج ڀاءُ سان پراپت ٿين ٿا. جنهن جي سنتن جي سنگ ۾ پريت آهي، جيڪو جڳت جو وهنوار ڪندي رهندي به سدائين ايشور جو سمرڻ ڪندو رهي ٿو ۽ من ۾ ذرا به اڀمان يا پاکنڊ نٿو رکي، سوئي سچو ڀڳت ڄاڻ. جنهن جي ايشور ۾ اهڙي سچي پريت هجي جو پرڀوءَ جو ڪيرتن ڪندي هنجو شرير گد گد ٿي وڃي، گلو روڪجي

ڏنا، جي رامچندر ڏاڍي خوشيءَ سان سويڪار ڪيا. شري رام اڳستيءَ منيءَ کان پنهنجي رهڻ لاءِ سهوليت واري جڳهه پڇي تڏهن منيءَ چيو:- هتان کان ٻه يوجن پري گوداوريءَ جي ڪناري تي ٻڙ جا پنج وڏا وڻ آهن، جن کي پنچوٽي چئبو آهي. اُتي بن جي شوڀيا به ڏاڍي رمڻيڪ آهي. اُن سندر استان تي توهان ڪنيا ناهي رهندا ته توهانجو چت ڏاڍو پرسن ٿيندو.

اڳستيءَ منيءَ جا وچن ٻڌي شري رام پنچوٽيءَ ۾ رهڻ جو نشچو ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن منيءَ کي پرڻام ڪري موڪلايو. پنچوٽي ڏانهن ويندي رستي تي کين پکين جو راجا جٽايو گجهه پکي مليو جنهن سان اُنهن مترتا ڳنڍي. پنچوٽيءَ ۾ پهچي هو هڪ سندر استان تي ڪنيا ناهي سک پوروڪ رهڻ لڳا. پرڀات جو گوداوريءَ ۾ سنان ڪري نديءَ ڪناري سنڌيا اُپاسنا آدي ڪندا هوا ۽ پوءِ رامچندر جي پنيان لڪشمڻ ڏاڍو پري ڪٽيا ۾ ايندو هو.

هڪ ڏينهن لڪشمڻ رامچندر کي چوڻ لڳو:- پرشوتم! هن سياري جي مند ۾ ڀرت به اسان وانگر نديءَ جي سيتل جل ۾ سنان ڪندو هوندو ۽ زمين تي سمهندو هوندو. هن اسان جي پريم وس ٿي اها ڪٺن بنواسي جيوت اختيار ڪئي آهي ۽ پنهنجي ماءُ جي ڪٺور تا ۽ لوڀ جو هن تي ڪو اثر نه ٿيو آهي. ڏسو ته سهي! ڀرت جهڙو ڪٿوان پٽ ۽ دشرٿ جهڙو ڌرماتما پتي هوندي به ڪيڪئي اهڙي ڪٺور هردي واري ڪيئن ٿي؟

رامچندر ورائيو:- هي پيارا! تون ماتا ڪيڪئيءَ جي نندا نه ڪر! پر ڀرت جون مٺيون ۽ هردي کي آنند ڏيڻ واريون ڳالهيون ياد ڪر. اُهو سڀاڳو ڏينهن ڪڏهن ٿيندو جڏهن تون ۽ مان پياري ڀاءُ ڀرت ۽ شترگهن سان ملنداسين! تو کي ڀرت ۽ ڪيڪئيءَ کي هڪ سمان سمجهڻ گهرجي. جيڪو پرش سڀني جيون ۾ سمان روپ سان هڪ برهم کي ڏسي ٿو ۽ مان اپمان، دک سک يا هاڃي لاڀ ۾ هڪ جي اسٿتيءَ ۾ رهي ٿو، اُهوئي سچو گياني ۽ ويراڳي آهي.

وڻ هوا ۽ اتي خونخوار جانور ۽ پکي به پنهنجي هنسا جي عادت کي ڇڏي شانتيءَ سان رهندا هوا. مهرشي اگستا جي تپسيا جي پرڀاوَ ڪري راڪشسن جو به اُن آشرم تي ڪو زور ڪونه هلندو هو ۽ انلاءِ انيڪ مهاڻمائون نرڀئہ ٿي اُتي پنهنجي ساڌنا پيا ڪندا هوا. اگستا منيءَ جڏهن رامچندر جي اچڻ جو ٻڌو تڏهن پاڻ اڳتي وڌي وڃي سندن آجيان ڪيائين ۽ هنن ٽنهي به ڏنڊوت پرڻام ڪري منيءَ کان آشيرواد ورتي. اگستا منيءَ پنهنجي آشرم جي هڪ سندر ڪٽيا ۾ سندن رهڻ جو پربنڌ ڪيو.



جڏهن شري رام لڪشمڻ ۽ سيتا ٿڪ ٿول ڪائي ۽ رستي جو ٿڪ ڀڃي آرام سان اچي منيءَ اڳيان ويٺا، تڏهن اگستا مني کين چوڻ لڳو:- هي پرشن ۾ سريشٽ شري رام! توهانجي جيتري ساراهہ ڪجي سا ٿوري آهي جو توهان ڀينڪر راڪشسن کي ماري تپسوين جي رکيا ڪئي آهي. مون وٽ هيءَ اموگهہ استر شستر آهن، سي توهان ونو جو اهي توهان جهڙي ڌرم رکيڪ پراڪرمي پرش وٽ هئڻ گهرجن. هيءَ وشوڪرما جو ٺاهيل ڌنش، ٺلوارون ۽ ڪڏهن نہ کپڻ وارا هيءَ بہ ترڪش سويڪار ڪريو. اڳلي زماني ۾ وشڻو ڀڳوان انهن ئي هٿيارن سان اسرن کي جيتي لڪشمي پراپت ڪئي هئي. هاڻي هيءَ هٿيار راڪشسن ني وجهہ پاڻ لاءِ توهانکي ڪارائتا ٿيندا.

ائين چئي مهرشي اگستا رامچندر کي اُهي اُتم استر شستر

هلو تڏهن ڪتري ڌرم جو پالن ڪجو. مان اوهانکي ڪو اُپديش ڪونہ ٿي ڪريان پر فقط هن ڳالهہ ڏي توهان جو ڌيان ڇڪايان ٿي. توهان کي ڌرم جي رهسيہ جي پوري ڄاڻ آهي، ان لاءِ جيئن توهان کي واجب لڳي بلاشڪ تيئن ڪريو.

رامچندر کي تہ ڪتري ڌرم ۽ تپسوي ڌرم جو اونهو گيان هو. هو چوڻ لڳو:- ديوي! تو پريم وس منهنجي فائدي جي ڳالهہ ڪئي آهي پر مان ڪتري آهيان. ڪتري انلاءِ ئي ڌنش ٻاڻ کڻندا آهن تہ جيئن ڪو ڪنهن تي انياچار نہ ڪري. هن دنڊڪ بن جا رشي مني راڪشسن جا ستايل آهن ۽ اسانجي شرڻ آيا آهن. هيڻن جي همراهي ڪرڻ ۽ شرڻ پئي جي رکيا ڪرڻ هرهڪ ڪتريءَ جو ڌرم آهي. انلاءِ مون راڪشسن جي انت آڻڻ جي پرتگيا ڪئي آهي. هي جانڪي! مان پنهنجي پراڻن جو يا تنهنجو ۽ لڪشمڻ جو بہ تياڳ ڪري سگهان ٿو پر پنهنجي ڏنل وچن جو ڀنگ ڪري نٿو سگهان. توجيڪي مونکي چيو آهي انلاءِ مان توتي ناراض ناهيان ڇو جو تون مونکي پراڻن کان بہ وڌيڪ پياري آهين.

تنهن کانپوءِ هو ٽيئي دنڊڪ بن ۾ ڏهہ سال جتي ڪٿي رهيا، جنهن عرصي ۾ هنن انيڪ رمڻيڪ پربت، تلاءُ، نديون ۽ اُپبن ڏٺا. هو جڏهن جڏهن رشين منين جي شانتي دائڪ آشرمن ۾ ويندا هوا تڏهن اُهي کين پنهنجو رکيڪ سمجهي سواگت ڪندا هوا. هو ڪنهن آشرم ۾ ٿورو وقت ۽ ڪنهن آشرم ۾ گهڻو وقت گذاريندا هئا ۽ ...س پاس رهندڙ آزاريندڙ آدمخور راڪشسن جو ناس ڪندا هئا. ...امچندر جي دنڊڪ بن ۾ اچڻ کانپوءِ رشي مني نرڀئتا سان پنهنجي ...پ تپ ۾ لڳا رهندا هئا ۽ ان ڪري مهرشين جي اُتم ڌرم جي ...تي ٿيڻ لڳي.

تپسوين جي واتان اگست منيءَ جي مهما ٻڌي شري رام هنجي ...ر ۾ آيو. اُن مها آشرم ۾ انيڪ پرڪارن جي ميون جا ...

واهو ڪو ذڪر نه ڪريو. مان دنڊڪ بن ڪي راڪشسن کان ٻاهو
نوهان ڪو ذڪر نه ڪريو. مان دنڊڪ بن ڪي راڪشسن کان ٻاهو
ڪندس. مان ڪتري آهيان ۽ رشين منين جو آگياڪاري سيوڪ آهيان.
انريت رامچندر انياچاري راڪشسن کي مارڻ جي پرتگيا ڪري
رشين منين کي نرڀئه ڪيو. سڀني تپسوين کي سنتوش ۽ آنند ٿيو
۽ هو رامچندر کي آسيسون ڏيڻ لڳا. تنهن کانپوءِ هو ٽيئي سڀني
کان موڪلائي اڳتي وڌيا ۽ اچي ستيڪشڻ منيءَ جي آشرم تي پهتا.
ستيڪشڻ منيءَ جي ڀڳوان ۾ ڏاڍي پريت هوندي هئي ۽ هو شري
رامچندر کي وشنو ڀڳوان جو اوتار ڄاڻي سندس درشن لاءِ رات ڏينهن
اڪيون پايو ويٺو هوندو هو. هو شري رام جو درشن ڪري پريم ۾
پرجي سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويو. ان ريت ستيڪشڻ منيءَ کي پريم
ڀڳتيءَ سان سهج سڀاءُ اُهو پراپت ٿيو جيڪو ٻين کي گهڻيءَ ساڌنا ۽
يوگه ڪرڻ کانپوءِ پراپت ٿئي ٿو. شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا ستيڪشڻ
منيءَ کان موڪلائي اڳتي وڌيا ۽ منيءَ به شيام سندر سک ڌام رامچندر
جو هردي ۾ ڌيان ڪندي پرم آنند ۾ مگن ٿي ويو.



## رامچندر جو پنچوٽيءَ ۾ رهڻ ۽ لڪشمڻ سان گيان وارتا.

رستي تي هلندي سيتا رامچندر کي چوڻ لڳي:- آريه پترا!
توهان رشين جي رکيا لاءِ دنڊڪ بن جي راڪشسن مارڻ جي جيڪا
پرتگيا ڪئي سا ڪتري ڌرم موجب نه برابر آهي پر هن وقت توهان
بنواسي تپسوين جو ڌرم ڌارڻ ڪيو آهي! پيو نه راڪشسن اسانجو ڪو
اپراڌ به نه ڪيو آهي ان لاءِ اُنهن کي ناحق ماري اُنهن سان دشمني
پرائڻ اسانکي واجب نه آهي. ڪتري ڌرم ۽ تپسوين جو اهنسا ڌرم
هڪ ٻئي جي اُبتڙ آهن. هن وقت اسين بنواسي تپسوي آهيون
ان لاءِ اسانکي سڀني جيون تي ديا ڌاري سچيءَ دل سان رشين
منين جي پوڄا نيمن موجب هلڻ گهرجي. توهان جڏهن ايوڌيا موٽي

لاءِ آيا. هو اُن ايڪانت بن ۾ رهي انيڪ پرڪارن جون تپسيائون ڪندا هوا. ڪي ڪچو اُن کائيندا هوا ته ڪي رڳو جل يا هوا تي گذارو ڪندا هوا. ڪي گچيءَ تائين پاڻيءَ ۾ بيهي تپسيا ڪندا هوا ته ڪي مٿان سورج ۽ چوطرف اگني ٻاري ويهي تپ ڪندا هوا. ڪي انيڪ پرڪارن جا ورت نيم رکندا هوا ۽ سداءِ پيا جپ تپ ڪندا هوا. ان ريت سڀيئي پنهنجي من ۽ اندرين کي وس رکي اڌياتمڪ ساڌنا ۾ لڳا رهندا هوا.



انهن رشين مُنين رامچندر کي ڏنڊڪ بن ۾ تپسوين جي هڏن جا ڍيڳ ڏيکاريا ۽ وينتي ڪري چوڻ لڳا:- هي رگهوونش ڪل شرومڻي! توهين مهاپرتاپي اڪيواڪو ونش جا پراڪرمي راجا ۽ اسان جا رکيڪ آهيو. اسانجا وڏا ڀاڳ آهن جو توهان هن بن ۾ آيا آهيو. هن بن ۾ آدمخور راڪشس اسان تپسوين جو اناٿن وانگر قتل ڪن ٿا. توهان انهن راڪشسن جي انياچار کان اسانجي رکيا ڪريو. پوتر رشين ۽ تپسوين جي هڏن جا هيءَ ڍيڳ ڏسوجن جو ماس راڪشسن کاڌو آهي ۽ رت پيتو آهي. اسين توهان جي شرڻ آهيون. اهڙن بلوان راڪشسن کان اسان کي بچائڻ ۾ ٻيو ڪو به سمرٿ ڏسڻ ۾ نٿو اچي.

تپسوين جي اها نماڻي وينتي ٻڌي ۽ هڏن جا ڍيڳ ڏسي رجي دل پرجي آئي ۽ هن ٻانهون مٿي کڻي پرڻ ڪيو:-

رامچندر جي پنت پاون چرڻ جي سپرش ٿيڻ ٿي، وراڌ جي
بڌي نرمل ٿي ۽ هنکي پنهنجي اڳلي جنم جي سمرتي جاڳي پئي.
هو چوڻ لڳو:- هي پرشوتم! مون هينئر توکي سڃاتو ته تون ڀڳوان
وشڻوءَ جو اوتار دشرٿ پتر رامچندر آهين، ڇو جو منهنجي مڪتي
تنهنجي هٿان ئي ٿيڻي هئي. مان اڳلي جنم ۾ تنبرو نالي مهاسندر
گنڌرو هوس ۽ هڪ پاپ ڪرم ڪري مونکي هيءَ ڀڄڙي جوڻ ملي
هئي. مان هاڻي اِن دوزخي جوڻ مان ڇٽي اهڙو خوش ٿيو آهيان
جهڙو باندي ڇٽي بند مان! اڄ توهانجي ڪرپا سان منهنجي پاپ
جي ڀوڳتا پوري ٿي ۽ مان پنهنجي اڳلي گنڌرو لوڪ کي پراپت
ڪري سکي ٿيندس. توهانجي سداءِ جئه ٿيندي.

ائين چئي اُهو ڀوائنو وراڌ راڪشس پراڻ تياڳيندو گنڌرو لوڪ
پڌاريو. پوءِ ٻنهي راجڪمارن سندس جبل جيڏيءَ ديهه کي کٽي کڏ
۾ پوريو. تنهنکانپوءِ هو ٻئي اُن ڊنڊڪ بن ۾ اڳتي هلندي هلندي
شرڀنگ منيءَ جي آشرم ۾ اچي پهتا. شرڀنگ منيءَ کي ڀڳوان جي
اوتار وٺڻ جي رهسيه جي ڄاڻ هئي. هن شري رام لڪشمڻ ۽ سيتا
جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو ۽ هنن جي رهڻ ۽ کاڌي پيتي جو پربنڌ
ڪيو. ٻئي ڏينهن هن چيو:- هي رگهونندن! مان توهانجي اچڻ
لاءِ ئي ترسيو ويٺو هوس. مون پنهنجي تپسيا سان برهملوڪ پراپت
ڪيو آهي، ۽ جيئن نانگ پنهنجي کل لاهيندو آهي، تيئن مان به
پنهنجي هن ٻڍيءَ ديهه جو تياڳ ڪري برهملوڪ وڃي رهيو هوس، پر
جڏهن مونکي سڌ پيئي ته توهان هيڏي مون وٽ اچڻا آهيو ته مان
توهانجي درشن ڪرڻ کان اڳ برهملوڪ وڃڻ نه چاهيو. هاڻي توهانجو
درشن ڪري مان ڌنيه ٿيس ۽ مان پنهنجو هيءُ شرير تياڳيان ٿو.

ائين چئي شرڀنگ منيءَ پنهنجي شرير کي يوگ اگنيءَ ۾ جلائي
ڀسم ڪري ڇڏيو؛ اُن اگنيءَ مان هڪ تيجسوي سندر پرش نڪ
جو برهم لوڪ پڌاريو. جڏهن اُن بن جي رشين منين کي هيبتنا
وراڌ راڪشس جي مرڻ جي خبر پيئي، تڏهن هو رامچندر سان م

يمر لوڪ وڃڻ جي تياري ڪر." ائين چئي رامچندر اگنيءَ جهڙا تکا سٽ ٻاڻ وراڌ تي هنيا، جي هنجي شرير ۾ گهڙي، رت سان رڱجي، وري ٻاهر نڪري وڃي پري پيا. راڪشس مٿو ڪين، پر هنجي شرير ۾ ايتري تہ پيڙا ٿي جو هن وياڪل ٿي سيتا کي ڇڏي ڏنو. پوءِ هو ساکيات يمراج سمان پنهنجو ترشول کڻي ۽ پنهنجو وات ڦاڙي شري رام ۽ لڪشمڻ مٿان اچي ڪڙڪيو. ٻنهي راجڪمارن هن تي ٻاڻن جي برسات وسائي، پر جيئن برف جي ڳڙن جو جبل تي ڪو اثر ڪين ٿيندو آهي، تيئن وراڌ تي بہ اُنهن تيرن جو ڪو اثر ڪو نہ ٿيو. ايڏا تہ تير هن جي بدن ۾ تنبيا پيا هئا جو هو هڪ وڏي خارپشت جيان ڀئي لڳو. پوءِ اُن راڪشس اُباسي ڏيئي پنهنجي شرير کي ڌونڌاريو تہ سڀ تير نڪري ٻاهر پٽ تي ڪري پيا.

مها ڀيانڪ وراڌ ٻاڪي سڌو ڪري وري پنهنجو ترشول مٿي کنيو، پر شري رام هڪ ئي تير سان هنجو ترشول ڀڃي ڇڏيو. ٻئي ڀائر هنکي زور زور سان تلوارون هڻڻ لڳا. پيڙا ۾ وياڪل ۽ زخميل هوندي بہ اُن راڪشس ٻنهي راجڪمارن کي ٻن ٻارن وانگر جهلي کڻي ڪلهن تي ويهاريو ۽ بادلن جي ڳاڙ نڪرڻ جهڙي هيبت ناڪ گرجنا ڪرڻ لڳو.

رامچندر ۽ لڪشمڻ کي وراڌ جي چنبي ۾ ڦاٿل ڏسي جانڪي زور زور سان روئڻ لڳي. اِهو ڏٺي ٻنهي ڀائرن جوش ۾ ڀرجي اُن راڪشس جي هڪ هڪ ٻانهن ڪلهي کان ڀڃي ڌار ڪري ڇڏي. هنن وراڌ کي ايترا تہ زور سان ڌڪ هنيا جو هو زمين تي ڪري پيو ۽ درد ۾ ڀرجي ڪوڪون ڪرڻ لڳو. برهما جي ڏنل ور ڪري هنجو موت تہ نئي ٿيو پر هو پيڙا کان تہ ڇٽي نئي سگهيو. جڏهن ڪيتري بہ مارڻ ڪٽڻ تي هنجو موت نہ ٿيو تڏهن هنکي جيئرو ئي زمين ۾ پوري ڇڏڻ لاءِ لڪشمڻ هڪ وڏي کڏ کوٽڻ لڳو ۽ رامچندر راڪشس جي نرگهٽ مٿان پير رکي بيٺو تہ جيئن وري هو اُٿي نہ سگهي.

رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا اُها رات مهرشي اتري جي آشرم ۾ گذاريو ۽ ٻئي ڏينهن سويل سنان سنڌيا آدي ڪري رشيءَ کان موڪلايو. اُن وقت ان آشرم ۾ رهندڙ منين شري رام کي چيو:- رگهونندن! هن دنڊڪ بن ۾ انيڪ آدمخور راڪشس ۽ جانور رهندا آهن، جي وقت بوقت رشين منين ۽ ٻين جيون جي هنيا ڪندا آهن. توهان هن دُرگم بن ۾ ساوڌانيءَ سان وڃجو.

ائين چئي رشين منين آشيرواد ڏيئي رامچندر کي موڪل ڏني ۽ پوءِ هنن ٽنهي اُن ڀيانڪ بن ۾ پرويش ڪيو.



## راڪشسن کي مارڻ لاءِ رامچندر جي پرتگيا

شري رام لڪشمڻ ۽ سيتا کي مها ڀيانڪ دنڊڪ بن ۾ هڪ پربت جيڏو آدمخور راڪشس مليو. اُن هيبتناڪ راڪشس جو نالو وراڌ هو ۽ هن ڪٺن تپسيا ڪري برهما کان ور ورتو هو ته هو ڪنهن به اَستر شستر سان مري نه سگهندو. هو ڏاڍو بلوان هو ۽ اُنوقت به هن ترشول ۾ ٽي شينهن، ٻه بگهڙ، ڪيترا هرڻ ۽ هڪ وڏي هاٿيءَ جو سر اٽڪيل هو. هو ٽنهي کي ڏسندي ئي مٿن ڏوڪيندو آيو ۽ سيتا کي ٻانهن ڌاهن چڪي چوڻ لڳو:- توهان گيڙو ڪپڙا پهريندڙ تپسوين جو هنڙيءَ سندر استريءَ سان ڪهڙو پريوجن؟ مان هن سندريءَ کي پنهنجي استري بڻائيندس. جي هجي توهان ۾ ڪو وت ته اچي هنکي ڇڏايو! ڪپڙا پهريا اٿو تپسوين جا ۽ ڪٺي ٿا گهمو هٿيار! توهانجي انهيءَ ڍونگ جو مونتي ڪو اثر نه ٿيندو. مان نه رشين منين جوئي ماس کائيندو آهيان ۽ خون پيئندو آهيان. توهانجا اِهي ٻاراٽا ٽير ڪمان مونکي ڪجهه ڪري نه سگهندا. توهانجو گرم گرم رت پيئڻ ۽ نرم نرم ماس کائڻ ۾ مونکي ڏاڍو سواد ايندو.

هو سيتا کي سوگهو جهلي بيٺو هو ۽ سيتا اُن وقت ڪنبي رهي هئي. شري رام چيو: ”تنهنجو انت ويلو اچي پهتو آهي. هاٿي

لاءِ پنهنجي پتيءَ کانسواءِ سپني ۾ به ٻيو مرد ڪونهي؛ مڏيم پتورتائون ٻين پرشن کي پنهنجي پتا، ڀائرن يا پٽن سمان ڪري سمجهن ٿيون؛ نيون پتورتائون اُهي آهن جي ڌرم جي ڀپ کان ۽ ڪل جي مريادا کان ٻچيل رهن ٿيون ۽ چوٿيون نيچ اُهي آهن جي موقعو نه ملڻ ڪري يا وڏن جي ڀپ ڪري پتورتائون ٿي رهيل آهن. جيڪي استريون ڪنهن به سبب ڪري پتيءَ سان ڌنڪوڪن ٿيون يا پتيءَ کي دک ڏيئي پرائي مرد سان وشيه ڀوڳ ڪن ٿيون سي سوين ڪلپ روزُ نرڪ ۾ پئي دک ڀوڳين ٿيون. هڪ ڪن جي سک لاءِ اڌرم ڪندڙ دشٽا استري پئي جنم ۾ جوانيءَ ۾ ئي ودوا ٿي انيڪ ڪشٽ ڀوڳي ٿي ۽ پتورتا استري هن لوڪ ۾ پرلوڪ ۾ سداءِ سچو سک پراپت ڪري ٿي.



هي جانڪي! تنهنجو مثال وٺي استريون پتورت ڌرم سکنديون ۽ پالن ڪنديون. پتيءَ سان سک دک ۾ ڀاڱي ٿي تو ڌرم ۽ ڪيرتي پراپت ڪئي آهي.

ان ريت انسويا سيتا کي استري ڌرم جو رهسيه ٻڌايو ۽ انت ۾ ڪيس الوڪ دويه هار سينگار ۽ سڳنڌيءَ وارا ليپ ڏنا جنجي خوشبوءِ ڪڏهن به نه گهٽجي ۽ ڪل ڪڏهن به نه ڪومائجن. انسويا جڏهن ديو ڪنيا سمان شوڀياوان ڏسي شري رام ڏاڍو پرسن ٿيو.

पठंति ये स्तवं इदं । नरादरेण ते पदं ॥
व्रजंति नात्र संशयं । त्वदीय भक्ति संयुताः ॥ १२ ॥

هي انوپم سندر! هي پرٿوي پتي! هي جانڪي ناٿ! مان توهان کي پرڻام ڪريان ٿو. مونتي پرسن ٿيو. مان توهانکي نمسڪار ڪريان ٿو. مونکي پنهنجي چرڻ ڪملن جي ڀڳتي ڏيو. جيڪو منش هن استوتر کي آدر سان پڙهندو، اهو توهانجي ڀڳتي پائي توهانجي پرم پد کي پراپت ٿيندو، اُن ۾ ڪو شڪ ناهي.

اتريت اتري منيءَ ڀڳوان رامچندر جي اُستتي ڪئي ۽ ڀڳوان کيس پنهنجي ڀڳتيءَ جو وردان ڏنو. مهامني اتري اُن سندر آشرم ۾ پنهنجي ڌرمپتني انسويا سميت گهڻي وقت کان تپسيا ڪندو هو. ورڌ اوستا ڪري ستي انسويا جو مٿو صفا اڇو ٿي ويو هو. هوءَ مها ودوان تپسوڻ، ڌرم جو تتو ڄاڻندڙ هئي. هن کي پنهنجي ماتا سمان سمجهي سيتا پرڻام ڪيو ۽ کانئس ڪشل منگل پڇڻ لڳي. انسويا سيتا کي آسيس ڏيئي پنهنجي پر ۾ وهاريو ۽ کيس استري ڌرم ٻڌائڻ لڳي:-

هي راجڪماري! مونکي ٻڌي خوشي ٿي ته تون مت مائٽ ۽ محل ماڙيون ڇڏي پنهنجي پتيءَ جي پٺ وٺي ڪشٽ پيئي ڀوڳين. پنهنجو پتي شهر ۾ رهي يا جهنگل ۾، چڱو هجي يا مدو، هو سداءِ استريءَ جي پريم ۽ آدر جوڳو آهي.

धीरज धर्म मित्र अरु नारी । आपद काल परिखिअहिं चारी ॥

ڌيرج، ڌرم، مٽر ۽ استريءَ انهن چئني جي آپدا جي وقت ئي پرک ٿيندي آهي. پلي پتي ٻڍو، روڳي، مورک، ڪنگال، انڌو، ٻوڙو، ڪروڌي يا نياڳو هجي، اهڙي پتيءَ جو به جيڪا استري اپمان ڪري ٿي، سا نرڪ جا انيڪ ڏک ڀوڳيندي. استريءَ لاءِ بس هڪ ئي ڌرم، ورت، نيم آهي ته هو سداءِ تن من ۽ وچن سان پتيءَ جي سيوا ڪري ۽ سائنس پريم رکي.

سنسار ۾ چئن قسمن جون پتورتائون آهن. اُتم اُهي آهن جن

ديوتائون توهانجي پوڄا ڪن ٿا، توهان شڌ گيان مئہ آڪار وارا آهيو ۽ سيني دوشن کي ناس ڪندڙ آهيو. هي لڪشمي پتي! هي سکن جي کاڻ ۽ سنتن جي گتي! هي شچي پتي (اندر) جا پيارا نندا ڀاءُ (وامن ڀڳوان)! شڪتي روپ شري سيتا ۽ ننڍي ڀاءُ لڪشمڻ سميت مان توهانجو ڀڄن ڪريان ٿو.

त्वदंघ्रि मूल ये नाराः । भजंति हीन मत्सराः ॥
पतंति नो भवार्णवे । वितर्क वीचि संकुले ॥ ७ ॥
विविक्त वासिनः सदा । भजंति मुक्तये मुदा ॥
निरस्य इंद्रियादिकं । प्रयांति ते गतिं स्वकं ॥ ८ ॥

جيڪو منش ايرشا ڇڏي توهانجي چرڻ ڪملن جو ڀڄن ڪندو آهي، اهو بنا ڪنهن سنديهہ جي سنسار روپي سمندر ۾ ڪرندو ناهي يعني آواگمن جي چڪر ۾ نہ پوندو آهي. جيڪو موکہ چاهيندڙ منش ايڪانت ۾ رهي، اندرين کي وشہ واسنائن کان هٽائي آنند پورو ڪ توهانجو سمرڻ ڪندو آهي سو پنهنجي سوروپ (برهم) کي پراپت ڪندو آهي.

तमेकमद्भुतं प्रभुं । निरीहमीश्वरं विभुं ॥
जगद्गुरुं च शाश्वतं । तुरीयमेव केवलं ॥ ९ ॥
भजामि भाव वल्लभं । कुयोगिनां सुदुर्लभं ॥
स्वभक्त कल्प पादपं । समं सुसेव्यमन्वहं ॥ १९ ॥

جيڪو هڪ ادوتيہ، اديت، پربو سرو سمرٿ، اڇا رهت، ايشور سڀ جو سائين، سروويا پڪ، جڳت جو گرو، سناتن، تريہ (ٽنهي گڻن کان نرالو) ۽ ڪيول پنهنجي روپ ۾ استٿ آهي، جيڪو رگو ڀاونا کي چاهي ٿو، جيڪو وشئي پرشن لاءِ درلڀ، پنهنجن ڀڳتن لاءِ ڪلپ ورکش، سداءِ سم (هڪ جهڙو) ۽ سداءِ سکہ روپ وندنا ڪرڻ جوڳہ آهي تنهنجو مان ڀڄن ڪريان ٿو.

अनूप रुप भूपतिं । नतोऽहमुर्विजा पतिं ॥
प्रसीद मे नमामि ते । पदाब्ज भक्ति देहि मे ॥ ११ ॥

منا منا ميوا ڏيئي کين ترپت ڪيو. جڏهن شري رام آسڻ تي براجمان ٿيو ته مني سريشٽ اتري نيترن پريم هن جي شوڀيا ڏسي، پريم ۾ ڀرجي هٿ جوڙي هنرينٽ اُستتي ڪرڻ لڳو:-

नमामि भक्त वत्सलं। कृपालु शील कोमलं ॥
भजामि ते पदांबुजं। अकामिनां स्वधामदं ॥ १ ॥
निकाम श्याम सुंदरं। भवांबुनाथ मंदरं ॥
प्रफुल्ल कंज लोचनं। मदादि दोष मोचनं ॥ २ ॥

هي ڀڳت وتسل! هي ڪرپالو! هي ڪومل سڀاءَ وارا! مان توهانکي نمسڪار ڪريان ٿو. نشڪام منشن کي پرم ڌام ڏيڻ وارن توهانجي چرڻ ڪملن جو مان ڀڄن ٿو ڪريان. توهان نهايت سندر، سانورا، سنسار (جمڻ مرڻ) روپي سمندر کي ولوڙڻ لاءِ مندراچل سمان، ٽڙيل ڪملن سمان نيترن وارا ۽ اهنڪار آدي دوشن کان ڇڏائڻ وارا آهيو.

प्रलंब बाहु विक्रमं। प्रभोऽप्रमेय वैभवं ॥
निषंग चाप सायकं। धरं त्रिलोक नायकं ॥ ३ ॥
दिनेश वंश मंडनं। महेश चाप खंडनं ॥
मुनींद्र संत रंजनं। सुरारि वृंद भंजनं ॥ ४ ॥

هي پرڀو! توهانجي ڊگهين ٻانهن جو پراڪرم ۽ توهانجو پرتاپ اٿاه آهي. توهان ترڪش ۽ ڌنش ٻاڻ ڌارڻ ڪندڙ ترلوڪيءَ جا ناٿ، سوريه ونش جا ڀوشڻ، مهاديو جي ڌنش کي ڀڃڻ وارا، منين ۽ سنتن کي سک ڏيندڙ، ديوتائن جي دشمنن دئيتن جا ناس ڪندڙ آهيو.

मनोज वैरि वंदितं। अजादिं देव सेवितं ॥
विशुद्ध बोध विग्रहं। समस्त दूषणापहं ॥ ५ ॥
नमामि इंदिरा पतिं। सुखाकरं सतां गतिं ॥
भजे सशक्ति सानुजं। शची पति प्रियानुजं ॥ ६ ॥

ڪامديو جو شترو مهاديو توهانجي وندنا ڪري ٿو، برهما آدي



رامچندر ڏنو تہ ان کري کيترائي رشي مني پنهنجا آشرم ڇڏي ٻئي پاسي هليا ويا، تڏهن هن پاڻ چترڪوٽ ني وڌيڪ وقت رهڻ واجب نہ سمجهو ۽ هڪ ڏينهن سيتا ۽ لڪشمڻ کي وٺي دنڊڪ بن ڏانهن روانو ٿي ويو.

هلندي هلندي هو ٿيئي اتري منيءَ جي آشرم تي پهتا، جو هڪ ڏاڍي رمڻيڪ استان تي هئو. اُن آشرم ۾ ڪيئين هرڻ ۽ مور آدي پسون پکي مزي سان گهمي رهيا هئا. اُتي خوشبودار گلن ڦان سان ڀريل ٻوٽا بہ گهڻيئي هئا ۽ وڻن ۾ پکل ميوا پڻي لٽڪيا. کيترائي رشي مني ويد منترن جو مني ڌنيءَ سان اُچارڻ ڪري رهيا هئا. مهرشي اتري ترڪال درشي هو ۽ هن کي جاڻ هئي تہ پرٿويءَ جي بار لاهڻ لاءِ ڀڳوان پاڻ شري رامچندرجي روپ ۾ اوتار ورتو آهي. هن جڏهن ٻڌو تہ شري رام لڪشمڻ ۽ سيتا سندس آشرم ۾ پڌاريا آهن، تڏهن هو آنند ۾ ڀرجي ويو ۽ اڳيان وڌي اُنهنجو ڏاڍو آدرستڪار ڪيائين. هن اُنهنکي پيرڻ ۽ صفائي لاءِ جل ڏنو ۽ کاڌي لاءِ



مهاديو ٿو پارونيءَ کي چوي:- مون توکي ايوڌيا ڪانڊ ۾ ڀرت جي پريم بابت ٻڌايو. هاڻي ٻڌ ته رامچندر بن ۾ رهي ڇا ڪيو.

ڀرت ۽ ايوڌيا واسين جي وڃڻ ڪانپوءِ رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا اڳي وانگر چترڪوٽ پربت تي سک سان رهڻ لڳا. هڪ ڏينهن شري رام سندر گل چونڊي پنهنجن هٿن سان اُنهن جا هار ڪنگڻ باجوبند آدي ٺاهي سيتا کي پهرائڻ لڳو. انوقت اِندر جو بي عقل پٽ جينت رگهونات جو بل جاچڻ لاءِ ڪانوءَ جو روپ ڌاري آيو جڻ ته ڪا مورک ڪيڏي سمنڊ کي ماپڻ اچي. هن اچي سيتا جي پير ۾ چهنب هڻيئين جنهن ڪري سيتا جي پير مان رت وهڻ



لڳو. اهو ڏسي رامچندر هڪ ڏڀي تيلي ڌنش تي چاڙهي اُن ڪانوءَ ڏانهن هڻي. ڪانءُ اُتي اُڏاڻو پر اُن تيليءَ پٺ نہ ڇڏيس. جينت ڏکي پنهنجي پتا اِندر، برهما ۽ شوءَ جي شرڻ ويو پر هن کي ڪنهن به شرڻ نہ ڏني، تڏهن هو موٽي اچي رامچندر جي چرڻن تي ڪريو. انوقت رامچندر هن جا پراڻ نہ ورتا پر سيکت ڏيڻ لاءِ هنجي هڪ اک ڪڍي ڇڏي ڏنائين.

انهن ڏينهن ۾ ڪوشل ديش جا ڪيترائي رهواسي پنهنجي راجا رامچندر جو درشن ڪرڻ لاءِ چترڪوٽ پربت تي اچڻ لڳا، جنهنڪري اُتي رهندڙ رشين منين جي تپسيا ۽ شانتيءَ ۾ ڀنگ پوڻ لڳو. جڏهن

|| ॐ ||

# شري تلسي رامائڻ



## ارڻيہ ڪانڊ



ستي انسويا جو سيتا کي استري ڌرم ٻڌائڻ.

सान्द्रानन्दपयोदसौभगतनुं पीताम्बरं सुन्दरं
पाणौ बाणशरासनं कटिलसत्तूणीरभारं वरम्।
राजीवायतलोचनं धृतजटाजूटेन संशोभितं
सीतालक्ष्मणसंयुतं पथिगतं रामाभिरामं भजे।

جنهنجو شرير جل سان ڀريل بادلن سمان سندر سانورو ۽ آنند جو سمنڊ آهي، جنهن سندر پيلا وستر ڌارڻ ڪيا آهن، جنهنجي هٿن ۾ ڌنش باڻ آهن ۽ چيلهہ ترڪش جي بار سان شوڀايمان آهي، جنهنجا ڪملن سمان وڏا نيتر آهن ۽ مٿي تي جٽا جوٽ ڌارڻ ڪيل آهي، اُن شو[illegible] ڌار سيتا ۽ لڇمڻ سان رستي تي هلندڙ، آنند ڏيڻ واري [illegible]جو مان پوڄن ڪريان ٿو.

محلاتن ۾ موڪليو ۽ ڪرمچارين کي پنهنجن پنهنجن ڪمن تي مقرر ڪيو. ڀرت ڀاڻ راڄائي وستُرن ۾ سڪ جي ساڌن جو ٽياڳ ڪري ايوڌيا کان ٻاهر نندي گرام ۾ اچي ڪٽيا ٺاهي بنواسي ٽپسوين وانگر رهڻ لڳو. هو رامچندر جي چاکڙين کي سنگهاسن تي رکي، پاڻ، اُنهن مٿان ڇٽ جهلي چنور جهلائڻ لڳو. جڏهن ڪا ٻه پيٽا يا ڏل ايندي هئي ته ڀرت ٻهريائين اُها چاکڙين کي ارپڻ ڪري پوءِ خزاني ۾ موڪلي ڏيندو هو. انريت ڀرت سڄو راڄ رامچندر جو سمجهي ۽ پاڻ کي هنجو هڪ عيوضي ۽ سيوڪ سمجهي سڄي راڄ جو ڪاروبار هلائڻ لڳو.

ايوڌيا ڪانڊ سماپت.





جي توهين ڪين آيا تہ مان اگنيءَ ۾ پرويش ڪري پراڻ ڏيندس.

ڀرت جي اها پرتگيا ٻڌي سڀيئي سندس واهہ واهہ ڪرڻ لڳا. جنهن مهل سڀني آيان ۾ اها خبر پهچي ويئي تہ رامچندر موٽي نٿو هلي، تنهن مهل سڀيئي ڏاڍو اداس ٿيا ۽ چوطرف مايوسي ڇانئجي ويئي. سڀيئي هوونهار کي پربل سمجهي سڀيئي ايوڌيا موٽڻ جون تياريون ڪرڻ لڳا. رامچندر ڏاڍيءَ سِڪ سان ڀرت کي ڇاتيءَ سان لڳائي چيو: پيارا! توهان کي منهنجو ۽ سيتا جو قسم آهي جي توهان ماتا ڪيڪئيءَ جو ڪجهہ بہ انادر ڪندا يا مٿس ڪروڌ ڪندا. هوءَ اسان سڀني جي پوڄنيہ ماتا آهي، انلاءِ سداءِ هن جي آگيا ۾ رهڻ ۽ سندس سک جو خيال رکڻ اسانجو ڌرم آهي.

رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا گرو وسشٽ ۽ ماتائن کي پرڻام ڪري ڪانئن ڏاڍي پريم سان موڪلايو ۽ ايوڌيا واسين ۽ ٻين سڀني سان بہ يٿا يوگيہ مليا. اُنوقت سڀني جي اکين مان جل ٿمي رهيو هو. رامچندر پالکيون گهرائي ماتا ڪوشليا، ڪيڪئي ۽ سمترا کي ڏاڍي آدر سان اُنهن ۾ ويهاريو ۽ کين ڌيرج ڏنو. جڏهن سڀيئي موڪلائي روانا ٿيا تہ ڏهن رامچندر، ٻڙ جي ڇانوَ هيٺ ويهي، پيارن ڪٽنبين جي وڇوڙي ۾ دکي ٿي، ڀرت جي سنيهہ سڀاءُ ۽ واڻيءَ بابت سيتا ۽ لڪشمڻ سان ساراهہ ڪرڻ لڳو.



ڀرت رامچندر جون چاکڙيون مٿي تي رکي، سڀني ماڻهن سميت، چوٿين ڏينهن اچي ايوڌيا پهتو. هن ماتائن کي

محلاتن ۾ موڪليو ۽ ڪرمچارين کي پنهنجن پنهنجن ڪمن تي مقرر ڪيو. هو پاڻ راجائي وسترن ۽ سک جي سادن جو تياڳ ڪري ايوڌيا کان ٻاهر نندي گرام ۾ اچي ڪٽيا ٺاهي بنواسي ڀيسوين وانگر رهڻ لڳو. هو رامچندر جي چاکڙين کي سنگهاسن تي رکي، پاڻ، اُنهن مٿان چٽ جهلي چنور جهلائڻ لڳو، جڏهن ڪا به پيٽا يا ڀيل ايندي هئي ته پرت پهرين اُها چاکڙين کي ارپڻ ڪري پوءِ خزاني ۾ موڪلي ڏيندو هو. انريت ڀرت سڄو راج رامچندر جو سمجهي ۽ پاڻ کي هنجو هڪ عيوضي ۽ سيوڪ سمجهي سڄي راج جو ڪاروبار هلائڻ لڳو.

ايوڌيا ڪانڊ سماپت ٥





جي لوڙهين کين آيا ته مان اڪيلي ۾ پرورش ڪري پراڻ ڏيندس.
ڀرت جي اهڙا پرتگيا ٻڌي سڀيئي سندس واهه واهه ڪرڻ لڳا.

جڏهن محل سڀني آيان ۾ اها خبر پهچي ويئي ته رامچندر موٽي نٿو هلي، تڏهن محل سڀيئي ڏاڍو اُداس ٿيا ۽ چوطرف مايوسي ڇانئجي ويئي. سڀيئي هوونهار کي پربل سمجهي سڀيئي ايوڌيا موٽڻ جون تياريون ڪرڻ لڳا. رامچندر ڏاڍي سِڪ سان ڀرت ۽ شترگهن کي ڇاتيءَ سان لڳائي چيو: - پيارو! توهان کي منهنجو ۽ سيتا جو قسم آهي جي توهان ماتا ڪيڪئيءَ جو ڪجهه به انادر ڪندا يا مٿس ڪروڌ ڪندا. هوءَ اسان سڀني جي پوڄنيه ماتا آهي، انڪري سدائين هن جي آگيا ۾ رهڻ ۽ سندس سک جو خيال رکڻ اسانجو ڌرم آهي.

رامچندر، لڇمڻ ۽ سيتا گرو وشسٽ ۽ ماتائن کي پرڻام ڪري ڪانئن ڏاڍي پريم سان موڪلايو ۽ ايوڌيا واسين ۾ سڀني سان به ڀِٽا ڀوڪيه مليا. اُنوقت سڀني جي اکين مان جل ٿمي رهيو هو. رامچندر پالڪيون گهرائي ماتا ڪوشليا، ڪيڪئي ۽ سمترا کي ڏاڍي آدر سان اُنهن ۾ وهاريو ۽ کين ڏيرج ڏنو. جڏهن سڀيئي موڪلائي روانا ٿيا تڏهن رامچندر، ٻڙ جي ڇانوَ هيٺ ويهي، پيارن ڪٽنبين جي وڇوڙي ۾ دکي ٿي، ڀرت جي سنيهه سڀاءُ ۽ واڻيءَ بابت سيتا ۽ لڇمڻ سان ساراهه ڪرڻ لڳو.



ڀرت رامچندر جون چاکڙيون مٿي تي رکي، سڀني ماڻهن سميت، چوٿين ڏينهن اچي ايوڌيا پهتو. هن ماتائن کي

رشين منين جا وچن ٻڌي رامچندر پرسن ٿيو پر ڀرت سندس چرڻ پڪڙي چوڻ لڳو:- حقيقت ۾ راجا توهان آهيو ۽ مان توهانجو داس آهيان. مون ۾ راڄ هلائڻ جي سمرٿي ڪانهي. توهان هيءَ راڄ سويڪار ڪري ڀلي ٻئي ڪنهن لائق ماڻهوءَ کي پنهنجو عيوضي مقرر ڪريو ۽ مونکي پنهنجي سيوا ۾ رهڻ ڏيو.

ائين چئي ڀرت شري رام جي چرڻن کي چنبڙي پيو. اُن وقت رامچندر هنکي اُٿاري پنهنجي پر ۾ وهاريو ۽ چيو:- ڀراتا! تنهنجي پراڪرم ۽ ٻل جي ڪنهن کي سڌ ناهي؟ تو ۾ نمرتا جو وڏو گڻ آهي ۽ تون سڄيءَ پرٿويءَ جو راڄ هلائڻ لاءِ قابل آهين. چڱو، جيسين مان بنواس ڀوڳي گهر موٽان تيسين مان راڄ توکي ٿو سونپيان. تون سڄي راڄ جو ڪاروبار وڃي هلاءِ.

شري رامچندر جي اها آگيا ڀرت قبول ڪئي ۽ سندس پرارٿنا



تي رامچندر نشاني طور پنهنجون چاکڙيون کيس ڏنيون. اُنوقت ڀرت پرڻگيا ڪئي:- رگهونندن! مان توهانجو داس آهيان ۽ توهان جي هرڪا آگيا مڃڻ منهنجو فرض آهي. توهانجي واپس اچڻ تائين هيءَ چاکڙيون راجا ٿي رهنديون ۽ مان توهانجو داس ٿي توهانجو راڄ سنڀالي توهانجي آگيا پالن ڪندس. مان به چوڏهن سال گيڙو ڪپڙا پهريندس، جٽائون رکائيندس، زمين تي سمهندس، شهر کان ٻاهر هڪ بنواسي ٿي رهندس. چوڏهن ورهيه پوري ٿيڻ تي

ڀرت ۽ رامچندر جو وارتا لاپ ٻڌي گرو وسشٽ چوڻ لڳو:- هي راءِ! مان ڪنهنجو گرو ۽ پتا سمان آهيان. ڪنهن ڪري منهنجي ڳالهه مڃي ۽ پنهنجي شوڪاتر ماتا ڪوشليا جو چوڻ مڃي جي ڏون واپس ايوڌيا هلندين ته ڏوٽي پتا جي وچن ڀنگ ڪرڻ جو دوش نه لڳندو. سڄيءَ پرجا جا پٽنچ ۽ مکي، منتري ۽ برهمڻ هتي آيا آهن ۽ توکي واپس ايوڌيا هلڻ لاءِ منٿون ڪري رهيا آهن، توکي پرجا جي مٿي جو مان به رکڻ گهرجي. ڏون ڀرت جي ڳالهه مڃي ضرور واپس ايوڌيا هل.

گروءَ جا وچن ٻڌي به رامچندر پنهنجي ڌرم تي درڊ رهيو ۽ چوڻ لڳو ته پتا جو وچن پنيءَ مٿيا ثيڻ نه گهرجي ۽ هو پتا جي آگيا جو اُلنگهن هرگز ڪين ڪندو. اهو ٻڌي ڀرت جو من ڏاڍو اُداس ٿيو ۽ هو چوڻ لڳو:- جي پتا جي آگيا موجب هر وپرو چوڏهن ورهيه بن ۾ رهڻو آهي ته رامچندر جي بدلي مان بن ۾ رهندس. انڪري پتا نراپراڌ پٽ کي بنواس ڏيڻ جي پاپ کان ڇٽندو، ماتا ڪيڪئي هٿان ٿيل ارٿ ٽرندو ۽ مان وڏي ڀاءُ کان گدي کسڻ جي اڌرم کان بچندس.

اهو ٻڌي رامچندر چيو:- پتاجيءَ جنهن کي جيڪي ڏنو آهي تنهن کي ڀرت يا مان بدلي نٿا سگهون. مان پنهنجي بنواس لاءِ ٻئي ڪنهن کي عيوضي بڻائڻ نٿو چاهيان، ان لاءِ ڀرت راڄگديءَ تي ويهي پتا جي وچن جي پالنا ڪري.

انهن ٻنهي تيجسوي ۽ ڌرماتما ڀائرن جو هڪ ٻئي لاءِ اپنرو پريم ۽ سچ لاءِ آگرهه ڏسي سڀيئي اچرج ۾ پئجي ٻنهي جي جئه جئڪار ڪرڻ لڳا. اُتي جيڪي ترڪال درشي رشي مني ويٺا هوا ۽ جن جي انڇا هئي ته رامچندر جي هٿان اتياچاري راوڻ ۽ ٻين راڪشسن جو انت ٿئي ۽ ڌرم جي اُنتي ٿئي، ڏن گڏجي ڀرت کي چيو:- ڌرماتما ڀرت! رامچندر جو اپنرو درڊ نشچيه ڏسي ۽ جڳت جي ڪلياڻ لاءِ [illegible] ندس ڳالهه مڃ.

ڪري ۽ ڪا لاڳاپيل ڳالهه ٻڌڻ تي توهان کي خوشي نٿي ٿئي. جنم مرڻ جي رهسيه کي ڄاڻي توهان راڳ دويش ۽ سک دک کان پري



آهيو. منهنجي ماتا جيڪو هٺ ڌرم جو ڪم ڪيو آهي؛ تنهن لاءِ توهان ڪيس معاف ڪريو ۽ مون تي پرسن ٿي ايوڌيا جو راڄ هلايو. پتاجيءَ جيڪو اجوڳه ڪم ڪيو آهي، تنهن کي سڌاري توهان واپس هلو. مون ۾ ته ٻڌي آهي ۽ نڪو ڳڻ. مونکي پنهنجو سيوڪ سمجهي مون تي ديا ڪريو. جي توهان واپس نه هلندا ته مان به توهان سان بن ۾ رهندس.

ڀرت جا اهي وچن ٻڌي سڀيئي ماتائون ۽ برهمڻ آنسو وهائڻ لڳا. رامچندر رهن ريت جواب ڏنو: ڀاءُ! تون ڌرماتما دشرٿ ۽ ماتا ڪيڪئي جو پٽ آهين، انلاءِ ئي اهڙا اُتم وچن چئي رهيو آهين، پر پوڄيه پتا جي وچن کي نباهڻ اسان ٻنهي جو فرض آهي. پتا کي ستيوادي ڪر ۽ پنهنجو راڄ تلڪ وجهي ڪراءِ ۽ ماتا جي آنند کي وڌاءِ. مان ته بن ۾ رهي پتا جو وچن ستيه ڪندس. تون سڀني کي ايوڌيا واپس وٺي وڃ ۽ پرجا کي سک ڏي. تون ماڻهن جو راجا ٿج ته مان بن جي پسن جو سمراٽ ٿجان. لڪشمڻ منهنجي ۽ شترو گهن تنهنجي سهائتا ڪندو. اسان چارئي ڀائر پنهنجي پتا جي وچن جي پالنا ڪنداسين. تون شوڪ نه ڪر.

ڏکہ ٿيو. سنڌون نڌون ڪي ٻہ سيني ڪي پڻ لڳا تہ روئڻ ۽ هو تيو
ٿ نو. ڌيرج ۽ ڪرائي شانت سمجهائي ڪي سيني وسشٽ گرو
جي منداڪني لاءِ ڏيڻ دان پنڊ ڪي پتا پنهنجي رامچندر ڪانيوءِ
۽ رامچندر برهمڻن پوءِ ڪيوءِ اشنان سيني ڀرپايين جتي آيو اري
ڏني. انجاي جل ڪي دشرٿ راجا سيني ۽ پرايا پنڊ ڪان پائرن ڏس
جي مرڪيوءَ جي پتا رات اها ۽ آيا ۾ ڪنيا موٽي سيبئي ڪانيوءِ
گائتري سنڌيا اشنان، جوائتي صبوح ڏينهن ٻئي گذاريائون. ۾ وڪ
ڪي رامچندر جوڙي هٿ سامهون جي سيني ڀرت تي نورت ن
ڪري پالنا جي وچن پنهنجي ڏيئي وردان پتاجيءَ آريہ! لڳو:- چوڻ
ٿو ارپڻ ۾ شيوا توهانجي راج اهو مان هاڻي ڏنوءِ مونکي راج هيءَ
راج هلي ايوڌيا توهان ڪانهي. تي سمرٿ جي هلائڻ راج جو مونبر ڪريان
آهيان. داس ۽ پاءُ نندو توهانجو مان ڪريو. ڪريا رکيا ۽ پالنا اسانجي ڪريوءِ
رامچندر ۽ ڪئي پنيرائي ويئلن سيني جي ڳالهہ جي ڀرت
سيني رامچندر تڏهن لڳا. ڪرڻ زور لاءِ هلڻ ايوڌيا واپس ڪي
اهو آهي. آڏين جي ڪال منش لڳو:- چوڻ ڏسي پريم اينرو جو
۽ بيدايي آخر ۽ ٿو چڪجي هو ٿيڻ تو چڪي ڪيس جيڏانهن جيئن
۽ ٿو اڀري سورج هرروز جيئو. وچ تي ناس تي وس جي بيماريءَ
سندن روز تہ سوچين ٿا اهو پر ٿين ٿا خوش ڏسي ماڻهو تہ ٿو لهي
ڪهنجي. تي حياتي

नन्दन्त्युदित आदित्ये नन्दन्त्यस्तमितेऽहनि ।
आत्मनो नवबुध्यन्ते मनुष्या जीवित क्षयम् ॥

منش سوچي اهو ٿو. رهي ٿيندو ضروري ٻہ ويوڳہ ۽ سنجوڳہ
ڀرت! هي گهرجي. رهڻ لڳو ۾ ڪلياڻ جي آتما ۽ ڌرم سداءِ کي
ايوڌيا سوڏون آهي. ڌرم لاءِ منهنجي ۽ تنهنجي صحيح آڪيا جي پتا
ڪندس. پالن جو وچن جي پتا رهي ۾ بن مان ۽ ڪر راج وڃي
برابري توهانجي ۾ جڳت هن رگهونندن! لڳو:- چوڻ ڀرت
نڌ پريشان کي توهان دکہ ٻہ ڪيڏو آهي؟ ڪيو پلا ارو

آهي. ڀرت کي پنهنجي اڳيان هٿ ٻڌي ڪميا لاءِ آرادنا ڪندي ليٽيل ڏسي، رامچندر رهنگي اُٿاري پنهنجي ڳلي لڳايو. اُن وقت ٻنهي ڀائرن جي پريم جو ورنن ڪري نٿو سگهجي، جو ٻنهي جي زبان مان ڪو لفظ نه ٿي نڪتو. سڀني جو من پريم ۾ مگن ٿي ويو. رامچندر پوءِ شتروگهن سان مليو ۽ لڪشمڻ به ٻنهي ڀائرن سان مليو. انهيءَ ميلاپ جي آنند ۾ سڀني جي اکين مان پريم جا لڙڪ وهڻ لڳا.



ايتري ۾ گرو وسشٽ ۽ راڻيون به اچي پهتيون. رامچندر ۽ لڪشمڻ اُٿي سڀني جي چرڻن تي متو نوايو ۽ نشادراج ۽ منترين سان به پتا يوگ ملي سڀني کي آدر ڀرو ڪ وهاريو. اُن کانپوءِ رامچندر ماتا ڪوشليا ۽ ماتا ڪيڪئيءَ کي ساڳئي پريم ۽ آدر سان پيرين پيو. سيتا به پنهنجن سسن کي پرڻام ڪيو جن آشيرواد ڏيئي ڪٽي ڇاتيءَ سان لاتس. انوقت ماتا ڪوشليا ڏٺو ته بن ۾ رهڻ ڪري سيتا جو سوني جهڙو رنگ ڦڪو ٿي ويو آهي، تڏهن سندس هردو ڦاٽڻ لڳو.

جڏهن سڀ ويهي رهيا ته گرو وسشٽ رامچندر کي سموري حقيقت ٻڌائي ته ڪيئن نه راجا دشرٿ شري رام جي ويوگ ۾ ديولوڪ پڌاريو، ۽ ڀرت سڀني جي زور بار کي ريٽي به راڄگدي سويڪار نه ڪئي ۽ هاڻي گيڙو ڪپڙا پهري پيدل هلندو رامچندر کي واپس هلڻ لاءِ منائڻ آيو آهي.

پتا جي مرتيوءَ جو ٻڌي رامچندر، سيتا ۽ لڪشمڻ کي ڏاڍو

جا ڪشالا
اسان ٿنهي کي بن
جي حتي راڄ گدي کسجي ويئي ۽ ڪونهي. راڄ
ا بيا، اهڙي شترو سمان ڀاءُ کي مارڻ ڪو دوش
لوپ ۾ آيل ڪيڪئي اڄ پنهنجي پياري پٽ کي مثل ڏسندي.
لڪشمڻ جو اهو ڪروڌ ۽ جوش ڏسي رامچندر ڪيس شانت
ري چوڻ لڳو- لڪشمڻ! پياري ڀاءُ ڀرت جي ساهمون هٿيارن جو
ڙو ڪر؟ پتا جي وچن جي برخلاف مان پڌ ۾ ڀرت ڪي ماري
ڄ هٿ ڪريان نه اهو راڄ ڪهڙي ڪم جو؟ مٿن مائٽن کي ماري
اج وٺڻ، زهر مليل ڀوڄن مثل آهي. ادرم سان پراپت ڪيل اِندر
ڄي پدوي به مونکي نه گهرجي. پنهنجي پراڪرم سان سمنڊ ناڻين
پرٿوي پراپت ڪرڻ، مونلاءِ ڪا ڏکي ڳالهه ڪانهي پر اُن راڄ ۾
ڪهڙو آنند ملندو جيڪو پنهنجن پيارن سان ونڊي ورهائي نه ماڻجي؟
ڀرت کي ڌرم مارگ جي ڄاڻ آهي ۽ انلاءِ ئي هو هت آيو آهي ته
مونکي واپس ايوڌيا وٺي هلي ۽ راڄگدي مونکي سونپي ڏي.
جيڪڏهن هو ناناڻي ويل نه هجي ها ته هوند ڪيڪئي کي پنهنجي
ضد کان هيٺ لاهي ها ۽ پتاجيءَ کي جيڪو هاڻي ڏک ٿيو آهي سو ڏک
ٿيڻ نه ڏي ها. ڀرت مونکي پراڻن کان وڌيڪ پيارو آهي ۽ هو به
پريم وس اسان سان ملڻ آيو آهي. تون ڀرت جي لاءِ من مان بدگمان
ڪڍي ڇڏ! جي تون سانس ڪو به ڪهڙو يا اڻوڻندڙ لفظ ڳالهائيندين ته
ڄڻ مونسان ڳالهائيندين. جي تون ائين سمجهين ٿو ته راڄ جي ڪري ڀاءُ
ڀاءُ جي هتيا ڪري سگهي ٿو ته مان ڀرت کي چوندس. ته هو سمورو راڄ
توکي ڏيئي ڇڏي ۽ هو ضرور خوشيءَ سان منهنجو اهو چيو مڃيندو.
ڌرماتما ڀاءُ جون اهي ڳالهيون ٻڌي لڪشمڻ شرم ۾ پرجي ويو ۽
هٿ جوڙي اچي پرسان بيٺو. ايتري ۾ هتن پريان ڀرت، شترگهن،
گرو وسشٽ ۽ ماتائن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو. ڀرت ڊوڙندو ڊوڙندو
آلي آيو جتي رامچندر ويٺو هو ۽ سڌو ڪا پرينده شري رام جي چرڻن
ڪ... پيو. رامچندر ڏٺو ته ڀرت به مٿي تي جٽايون رکيون آهن
جا ڪپڙا پاتا آهن ۽ چنتا ڪري هنجو مُنهن لوساڻجي و

سان ڪري رهيا آهن! رشي مني سام ويد جا سنگيت ميہ شلوڪ ڳائي سنان ۽ پوڄا پاٺ ڪري رهيا آهن. مونکي تہ بن ۾ اچڻ سان لاپ ئي لاپ ٿيو آهي جو هڪ تہ پوڄيہ پتا جي پرتگيا پوري ٿي ۽ پيو پياري ڀاءُ ڀرت کي راڄگدي ملي.

ان ريت پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هوا تہ ڀرت جي سينا سبب پريان آڪاس ۾ اُڏامندڙ ڌوڙ ڏسڻ ۾ آئي ۽ بن ۾ رهندڙ جانور ڊپ وچان هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. هنن جي ڪنن تي گوڙ ڦو پرلاءِ ۾ پيو. جڻڪ ماڻهن جو ڪو وڏو ميڙ سندن طرف اچي رهيو هو. اهو ڏسي ۽ ڏسي رامچندر چيو:- لڪشمڻ! ڏس تہ سهين، ڪو راجا شڪار ڪرڻ لاءِ هن بن ۾ تہ آيو آهي!



اهو ٻڌي لڪشمڻ پرواري هڪ ڊگهي وڻ تي چڙهي ويو ۽ چئني پاسن ڏانهن نظر ڊوڙائڻ لڳو. هن ڏٺو تہ اُتر طرف کان هڪ وڏي سينا اچي رهي آهي جنهن ۾ انيڪ هاٿي گهوڙا رٿ ۽ پيدل آهن ۽ اُن سينا جي مکيہ رٿ تي ڀرت جو وڻ جي نشاني وارو جهنڊو لڳل آهي. لڪشمڻ هيٺ لهي اچي رامچندر کي سڀ ٻڌايو ۽ چوڻ لڳو:- آريہ! ڀڪ سان ڪيڪئي پٽر ڀرت اسان ٻنهي کي مارڻ لاءِ بن ۾ آيو آهي تہ جيئن پاڻ نشچنت ٿي راڄ ڪري. هاٿي اسانکي ڪوچ ڀري، هٿيار ڪٺي تيار ٿي ويهڻ گهرجي. جنهن جي ڪري




هيءَ رامچندر جي ماتا ڪوشليا آهي جنهن کي لڪشمڻ جي
سمترا سهارو ڏيئي بيني آهي. منهنجي آپدا جو ڪارڻ هيءَ
[..]جي ماتا ڪيڪئي آهي جنهن جي ايرشالو سڀاوءَ راڄ جي لوڀ
[..]ري منهنجي نراپراڌي ڌرماتما ڀاءُ کي بنواس مليو ۽ منهنجي پتا
[..]ه مرليو ٿيو.

ڀردواج چيو- ڀرت! تون ڪيڪئيءَ کي ڏوهه نه ڏي ڇو جو
[را]مچندر جي بن وڃڻ ۾ ڪا وڏي چڱائي رٿيل آهي ۽ اُن ۾ رشين منين
[..]سڀني جڳت جو ڪلياڻ ٿيندو.

تنهن ڪانپوءِ ڀرت ڀردواج منيءَ کي ڏنڊوت پرڻام ڪري موڪلايو
۽ پنهنجي سينا سميت گنگا جي ڪناري تان هلندو هلندو ٻئي ڏينهن
[..]اڏي چترڪوٽ جي ويجهو پهتو. جڏهن سينيءَ کي پريان رامچندر
جي ڪٽيا مان نڪرندڙ دونهون ڏسڻ ۾ آيو تڏهن ڀرت شتروگهن ۽
سڀني پرجا پريم ۾ ڀرجي "جانڪي جيون شري رامچندر جي جئه"
پڪارڻ لڳا.



## ڀرت جو رامچندر کي واپس هلڻ لاءِ منٿون ڪرڻ.

چترڪوٽ پربت ۽ ڀرسان وهندڙ منداڪنيءَ جي شوڀيا اهڙي
ته منوهر هئي جو ڏسندي ڪڏهن من ترپت نه ٿئي. شري رام،
لڪشمڻ ۽ سيتا اُن رمڻيڪ پربت تي سک ڀوروڪ رهندا هئا. هڪ
ڏينهن هي ٽيئي بن جي سندرتا ڏسي رهيا هئا ته رامچندر سيتا کي
چوڻ لڳو- هي بن جي راڻي! هن بن جي شوڀيا ڪهڙي نه من
ڀاوندڙ آهي! هيءَ انيڪ پرڪارن جا ننڍا وڏا وڻ، ميون ۽ گلن
ڪري نمي ۽ لڏي رهيا آهن ۽ اُنهن تي طرحين طرحين جا پکي
مٺيون الائيون لنئي رهيا آهن. پهاڙ تان ڪرندڙ آبشار، زمين مان
نڪرندڙ نرمل جل جا چشما ۽ مڌر آواز سان وهندڙ جهرڻا ڪهڙا نه
پيارا لڳن! منداڪني نديءَ ۾ هنس ۽ بدڪون ڪهڙي نه فرحت

ٻڌايو ته رام لڪشمڻ ۽ سيتا چترڪوٽ ۾ ڪٿيا ٺاهي رهيا پيا آهن ۽ چترڪوٽ جو رستو سندس ٻه ششن کين ڏيکاريندا. جڏهن ڀردواج ڀرت کي چيو ته هو سڀني لشڪر ۽ نگرواسين سميت آشرم ۾ اچي رهي ۽ پوڄن ڪري، تڏهن ڀرت چيو:- ڀڳون! راجائن ۽ راجڪمارن کي تپسوين جي آشرمن کان پري رهڻ گهرجي. رگهوڪل شرومڻي شري رام کي راجائي ڏوم ڏام سان واپس آڻڻ لاءِ مون ساڻ لشڪر آهي جنهن ۾ گهٽيئي گهوڙا، اُٺ ۽ هاٿي وغيره آهن جي جيڪر آشرم جي وڻن ۽ ٻوٽن کي نقصان پهچائين ۽ آشرم جي شانتيءَ کي ڀنگ ڪن. توهانجي چوڻ تي ئي اسانجي مهمان نوازي ٿي چڪي.

ڀردواج مني ڀرت جو شيل ۽ نمرتا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ کيس سڀني ماڻهن سوڌو مهمان ٿيڻ لاءِ زور ڀرڻ لڳو، تڏهن ڀرت لاچار ٿي قبول ڪيو ۽ سڀني کي آشرم ۾ گهرايو. ڀردواج پنهنجي تپسيا جي ٻل سان سڀني لشڪر ۽ پرجا جي رهڻ لاءِ سندر جڳهيون حاضر ڪري ڏنيون جنهن عمدا عمدا بسترا ۽ آسڻ پيا هوا. اُنڪانپوءِ انيڪ پرڪارن جا سوادي ڀوڄن، کير ۽ شربت آدي موجود ٿي ويا جي ڪائي ٻي سڀيئي ترپت ٿيا ۽ گهوڙن ۽ هاٿين وغيره جانورن لاءِ ٻه کين ڪاڏو مليو. رشيءَ جو اهڙو چمتڪار ڏسي سڀني کي ڏاڍو اچرج لڳو ۽ اُها رات سڀ ڀوروڪ اُن آشرم ۾ گذاريائون.

ٻئي ڏينهن سويل ئي ڀرت رواني ٿيڻ جي تياري ڪئي ۽ ڀردواج مني وٽ وڃي هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- مني راج! توهانجي ڪرپا سان سڀني عمدا ڀوڄن ڪيا ۽ نرم بسترن تي آرام سان رات گذاري. هاڻي اسانکي موڪل ڏيو ۽ شري رام جي ڪٿيا ڏيکارڻ جو ٻربنڌ ڪريو.

اهو ٻڌي ڀردواج منيءَ چترڪوٽ جو رستو ڏيکارڻ لاءِ پنهنجا ٻه شش ڀرت کي ڏنا. رواني ٿيڻ وقت جڏهن مهاراج دشرٿ جي راڻين مها مني ڀردواج کي پرڻام ڪيو، تڏهن منيءَ جي سڀاڻپ پڇڻ تي ڀرت کيس ٻڌايو:- ڀڳون! شوڪ ۽ اُپواس ڪري ڏٻري

هلڻ لاءِ چيو پر ڀرت وراڻيو:- رگهوڪل شرومڻي رامچندر ۽ ماتا سيتا ته پيدل وڃن ۽ ٻون نياڳي لاءِ گهوڙا ۽ رٿ هجن!



اهو ٻڌي منترين جي اکين مان به لڙڪ ڳڙڻ لڳا ۽ هو به راجڪمار ڀرت جي پٺيان پيدل هلڻ لڳا. ٻن جي ڪنڌن مان هنڌ هلڻ ڪري ڀرت جي پيرن ۾ ڦوڪڻا ٿي پيا جي ڪمل جي پنن تي ماڪ جي داڻن مثل چمڪڻ لڳا پر ته به هو تڪڙو هلندو رهيو ۽ جلد اچي پرياڳ راڄ پهتو. اُتي گنگاجيءَ ۾ سنان ڪري سڀني دان پڃ ۽ ترپڻ آدي ڪيا. تنهنڪانپوءِ لشڪر ۽ نگرواسين کي ڇڏي رهائي، ڀرت گرو وسشٽ کي وٺي ڀردواج منيءَ جي آشرم تي آيو. ڀردواج گرو وسشٽ سان ڏاڍي پريم ڀوروڪ مليو ۽ ڀرت کي ڏنڊوت پرڻام ڪندو ڏسي آشيرواد ڏنائين. تنهن کانپوءِ هنن پاڻ ۾ حال احوال ڏنو ۽ ڀردواج



رام جو مٽر آهين ۽ گنگا جي ٻيءَ پر گهاٽو جهنگل آهي. تون اسانکي جلد پياري رامچندر وٽ پهچائڻ جو بندوبست ڪر.

ڀرت جا اهي وچن ٻڌي نشاڌراج جي من جو سنديه مٽجي ويو ۽ هو چوڻ لڳو:- راجڪمار! توهين ڌنيه آهيو جو ڌرم جي مريادا پالڻ لاءِ، پاڻيهي مليل هيڏي وڏي راڄ ۽ سمپدا جو تياڳ ڪيو اٿو. ان لاءِ توهان جي ڪيرتي سداءِ قائم رهندي. هاڻي توهان ڪرپا ڪري منهنجي مهماني سويڪار ڪريو ۽ مان سڀاڻي صبوح جو توهان کي گنگا پار ڪرڻ جو پربنڌ ڪندس ۽ پاڻ به شري رام جي آشرم تائين ساڻ هلندس.

تنهن کانپوءِ نشاڌراج پنهنجن سيوڪن کي آگيا ڏني جن سڀني جي کاڌ خوراڪ ۽ ٽڪڻ جو سورو بندوبست ڪيو. جڏهن ڀرت نشاڌراج کان پڇيو ته اُن رات رامچندر ڇا کاڌو، ڇا پيتو ۽ ڪٿي سميو، تڏهن راجا گهه سوري حقيقت ڪري ٻڌايس ته ڪيئن نه رامچندر سندس آندل ڀوڄن سويڪار ڪري به نه کاڌا ۽ رڳو لڪشمڻ جو آندل پاڻي پي وڻ هيٺان زمين تي سمهي رات گذاري هئي.

اُن وقت ڀرت ڏکه ۾ ڀرجي چوڻ لڳو:- هاءِ! منهنجو ڀراڪرمي، گڻوان ۽ وڏو ڀاءُ جيڪو سداءِ نرم نرم مخملي بسترن تي سميو تنهن هن وڻ جي هيٺان زمين تي سمهي ڪيئن رات گذاري هوندي ۽ ڪيئن پاسا ورايا هوندا! هاءِ! مها پرتاپي مهاراج جنڪ جي لاڏلي ڌيءَ سيتا هن زمين تي سمهي! هاءِ! مون پاپيءَ کي صدبار ڌڪار آهي جنهنڪري هنن کي اهي تڪليفون سهڻيون پيون. جيستائين رامچندر واپس ايوڌيا نه ايندو تيستائين مان به زمين تي سمهندس، ڦل مول کائيندس ۽ جٽائون رکي گيڙو ڪپڙا پائيندس.

ائين چئي ڀرت پنهنجا راجائي وستر ۽ مٽيا لاهي ٿلها گيڙو ڪپڙا پهريا، رامچندر جنهن وڻ هيٺان سميو هو تنهنکي پرڻام ڪري سڀني اُن جي پرڪرما ڪرڻ لڳا. سڀني زمين تي سمهي اُها رات ڪاٽي. صبوح جو نشاڌ راج گهڻيئي ٻيڙيون آڻائي سڀني کي سنت ئي پار اُڪاريو. ڀرت برهمڻن ۽ مائن کي رٿن تي چاڙهي پاڻ پنڌ هليو. اهو ڏسي منترين ڪيس گهوڙي تي سوار ٿي

ڀرت ۽ شترگهن پنهنجن ماتائن ۽ منترين سميت هئا ۽ سندن پنيان گهوڙن ۽ هاٿين رٿن تي سوار هزارين نگرواسي ۽ لشڪر هليو. سيني جي دلين ۾ رگهونندن شري رام سان ملڻ جي سڪ هئي ۽ هو جلدي جلدي هلي گنگا ڪناري شرنگويرپوريءَ ۾ اچي پهتا جتي رامچندر جو متر نشادراج گهه راڄ ڪندو هو.

ڀرت سان گڏ هيڏي وڏي لشڪر کي ڏسي گهه سمجهيو ته هو رامچندر ۽ لڪشمڻ کي مارڻ لاءِ ٿو بن وڃي ته جيئن بي ڪنڊڪي تي راڄ ڪريان. اِهو سوچي هن پنهنجن پنج سؤ ٻيڙين تي هڪ هڪ سؤ سورويرهٿيارن پنوهارن سميت تيار ڪري ٻاريا ۽ ڪين حڪم ڏنائين ته مئي مارائي ڀرت کي پار اُڪرڻ ڪين ڏجو. جي ڀرت جو ارادو ٻوڙرهوندو ته هنڪي پاروڃڻ ڏبو نه ته اڄ هتي ڀيڪر لڙائي لڳندي. اندريت تياريون ڪري پاڻ نشادراج گهه ڀرت کي اچي پرڻام ڪيو ۽ جڏهن منتري سمنت کيس رامچندر جو متر چئي سڃاڻپ ڪرائي تڏهن ڀرت گهه کي ڪٽي ڇاتيءَ لڳايو. جڏهن



نشادراج ڀرت کي ڪجهه ڏينهن رهي آرام ڪرڻ لاءِ چيو تڏهن ڀرت وراڻيو:- مترا منهنجو وڏو ڀاءُ رگهوڪل ڀوشڻ شري رام منهنجي پتا ۽ گروءَ سمان منهنجو سوامي آهي، جنهنکي جلد واپس آڻي راڄگديءَ تي ويهارڻو آهي. انالاءِ مان ڪٿي به ترسي نٿو سگهان. تون شري

اندر جيڪي ڪجهه آهي، سو سڀ ري رام جي ملڪيت آهي. هو اسان سڀني جو سوامي آهي. هو پراڪرمي، سريشٽ پرش ۽ اُتم ڌرماتما آهي، هوئي سچو پچو راجا آهي ۽ مان سندس آگياڪاري ٽهليو آهيان. هيءَ راڄ تلڪ لاءِ آندل سامگري کڻي مان رامچندر ڏانهن بن ويندس ۽ سندس راڄ تلڪ ڪري راجائي مان شان سان کيس واپس ايوڌيا وٺي ايندس. پر جي ڌرماتما رام کي واپس آڻي ڪين سگهيس ته پاڻ به لڪشمڻ وانگر اُتي رهي سندس چاڪري ڪندس".

ڌرم جي مريادا ڄاڻندڙ ڀرت جا اهي سريشٽ وچن ٻڌي سڀني جي اکين مان آنند جا آنسو وهڻ لڳا ۽ سڀيئي خوش ٿي ڀرت جي ساراهه ڪري چوڻ لڳا:- راجڪمار ڀرت بيشڪ ڌرماتما ۽ رامچندر جو پيارو آهي ۽ ڪيڪئي ڪري جيڪو هن کي دوش لڳائيندو سو جنم جنم جو پاپي ٿيندو.

پوءِ ته ڀرت جي آگيا موجب بن ۾ هلڻ جون تياريون ٿيڻ لڳيون. رستو ناهيندڙ ۽ ندين تي پلين ٻڌڻ وارا ڪاريگر پنهنجا ماڻهو وٺي يڪدم روانا ٿي ويا ۽ گنگا جي ڪناري تائين هڪ سندر رستو ناهي تيار ڪيائون. ايوڌيا نگريءَ ۽ خزاني جي رکيا لاءِ وشواس پاتر ۽ سوروير سردارن کي مقرر ڪيو ويو. ايوڌيا جي گهر گهر ۾ سڀڪو اُمنگ ۽ اُتساهه ۾ ڀرجي بن هلڻ لاءِ سواريون تيار ڪرڻ لڳو ۽ من ۾ پرسن ٿيڻ لڳو ته جلد ئي شري رام جو درشن ٿيندو.



## رامچندر کي واپس آڻڻ لاءِ ڀرت جو بن وڃڻ.



ٻئي ڏينهن صبوح جو سڀيئي ايوڌيا مان روانا ٿيا. هر ڪنهن جي وات ۾ رامچندر جي موٽي اچڻ جي وائي هئي. سڀ کان اڳ گرو وسشٽ راڄتلڪ جي سامگري کڻي پنهنجي ڌرم پتنيءَ ارنڌتيءَ ۽ ٻين برهمڻن ۽ پروهتن سميت رٿن تي هليو. تنهن کانپوءِ راڄڪمار



آهي ۽ وڏي ڀاءُ جي موجود نہ هئڻ ڪري ۽ راجا دشرٿ جي آڳيا انوسار اسانجو راجا آهي. انهيءَ هاڻي ڀرت راجگديءَ تي ويهي ۽ پوءِ جڏهن رامچندر واپس اچي تڏهن جيئن وڻيس تيئن ڪري."
پرجا جي اها راءِ ٻڌي گرو وسشٽ چوڻ لڳو:- ڀرت! تنهنجي پتا ۽ وڏي ڀاءُ توکي هيءُ راڄ ڏنو آهي، سو راڄ سويڪار ڪري تون گاديءَ تي ويهہ ۽ پرجا جي پالنا ڪر. جنهن کي پتا گاديءَ تي وهاري سوئي راجا آهي ۽ پرجا جي بہ اها مرضي آهي.
تنهن ڪانپوءِ ڪوشليا بہ ڀرت کي راڄ گديءَ تي وهڻ لاءِ چيو پر ڀرت سڀني جون ڳالهيون ٻڌي هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- گروءَ ۽ ماتا جي آڳيا، بنا سوچ ويچار جي مڃڻ گهرجي پر مان جو اُلٽو جواب ٿو ڏيان، سو اپراڌ ڪرپا ڪري ڪميا ڪجو، چاڪاڻ جو ڏکي انسان جي ڏوهہ کي ست پرش نہ ليکيندا آهن. توهان جو مونکي راڄ گدي تي وهڻ لاءِ چئو ٿا سو ان لاءِ جو توهانجو مون ۾ پريم آهي پر مان شري رام جي هن گاديءَ تي وهڻ لائق ناهيان. منهنجا نيچ پراڻ ڪيڪئي کان اُتپن ٿيل آهن ۽ مونکان وڏيڪ پاپاتما ٻيو ڪير هوندو جنهن جي ڪري منهنجي نراپراڌ ۽ ڌرماتما پوجيہ ڀاءُ کي بنواس ڀوڳڻو پيو آهي! منهنجو ڪلياڻ تہ اُن ۾ آهي تہ شري رام گاديءَ تي ويهي ۽ مان اُن جي بدران چوڏهن ورهيہ بنواس ڀوڳيان. مان پاڻ ڪيڪئي جي منورٿ کي سڦل ٿيڻ ڪين ڏيندس. هيءُ راجگدي ۽ راڄ جي




چيائينس :- راجڪمار! هن پاپڻ جي ڪوڙين صلاحن ڪري ئي رامچندر کي بنواس مليو ۽ راجا جو مرتيو ٿيو.

اهو ٻڌي شترگهن جي ڪروڌ روپي ٻرندڙ باهه ۾ جڻ گيهه جي آهوتي پئي. هن منٿرا جي ڪب تي اهڙي ته زور سان لت هنئين جو هوءَ اونڌي ٿي وڃي پري ڪري، مٿو ڦاٽي پيس، ڏند ڀڄي پيس ۽ منهن مان رت وهڻ لڳس. هوءَ اهڙي زور سان ڪيڪون ڪرڻ لڳي جو سڄي محل مان پڙاڏو اچڻ لڳو ۽ سندس ساهيڙيون ڏڪي ڀڄي ويئون. شترگهن کيس وارن کان پڪڙي گهلڻ لڳو جنهنڪري هن جا مٽيا ڀڄي ٽري پکڙجي ويا. اُن وقت ڀرت شترگهن کي روڪيو ۽ چيو :- ڀرا!! استرين جي هتيا نه ڪبي آهي. جي مان ائين نه سمجهان ها ته ڌرماتما رام مونکي ماترگهاتي سمجهي ڌڪاريندو ته سڀ کان اڳ مان پاپڻ ڪيڪئي کي ماري ڇڏيان ها. جي رامچندر کي ڪبجا جي موت جي خبر پوندي ته هو اسان ٻنهي سان ڳالهائڻ به ڇڏي ڏيندو.

انهيءَ ڀرت جي سمجهائڻ تي شترگهن منٿرا جي هتيا نه ڪئي. ڪيڪئي اچي منٿرا کي آهستي آهستي هوش ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. اُن وقت راج دربار ۾ سڀ سردار، پنڃ، سيناپتي ۽ منتري اچي ڪٺا ٿيا ۽ گرو وسشٽ جي چوڻ تي ڀرت ۽ شترگهن به اُٿي آيا. پرجا جا سڀ ماڻهو چوڻ لڳا ته ”ڀرت ڌرماتما

ڪان هٿ ڪڍي، ٿون راجيشور ٿيو آهين.

انريت ڪوشليا ۽ ڀرت سڄي رات هڪ ٻئي کي ڌيرج ڏيندي ڪاٽيو. اُن وقت سڄي محل ۾ به ھرھنڌ شوڪ ٿي رهيو هو.



## ڀرت جو راڄ گديءَ تي وهڻ کان انڪار ڪرڻ.

ٻئي ڏينهن صبوح جو گرو وسشٽ اچي ڀرت کي پربوڌ ڏنو ۽ پنهنجي ڪرتويه پالڻ لاءِ چيو. ڀرت گروءَ کي ساشٽانگه پرڻام ڪيو ۽ منترين کي گهرائي پتا جي اگني سنسڪار ڪرڻ جي تياري ڪئي. هنن راجا جي سرير کي تيل مان ڪڍي سنان ڪرايو ۽ وِمان سمان هڪ چکيا ٺاهي سرجوُ نديءَ جي ڪناري ڪٺي هليا. رستي تي سون چاندي ۽ ڪپڙا دان ڪندا هليا ۽ نديءَ جي ڪناري چندن جي ڪاٺين جي اهڙي سندر چکيا ٺاهيائون جا ڄڻ ته سرڳ وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ تي ڏني. اُن چکيا ۾ ڪپور گگر آدي سڳنڌيءَ وارا پدارٿ وجهي راجا جي ديه اُن تي رکيائون. جڏهن برهمڻ ويد منتر پڙهڻ لڳا، تڏهن ڀرت ۽ شترگهن چکيا کي باهه ڏني ۽ ڪوشليا ۽ ٻين راڻين سميت چکيا جي پرڪرما ڪئي. پوءِ سڀني سرجوءَ ۾ سنان ڪيو ۽ راجا کي جل انجلي ڏيئي، اکين مان ڳوڙها وهائيندا شهر موٽي آيا.

پتا جو ڪريا ڪرم پورو ڪري ڀرت رامچندر وٽ بن وڃڻ جو ويچار ڪرڻ لڳو. شترگهن کيس چيو:- آريه! کهڙي نه دک جي ڳالهه آهي جو اسانجي رکيڪ شري رام کي نراپراڌ بنواس ڏنو ويو! راجا جي اهڙيءَ اجوڳي هلت تي لڪشمڻ کي گهربو هو ته هو کيس يڪدم قيد ڪري ها، پر هن ائين ڇو نه ڪيو؟

انريت شترگهن ڪروڌ ڪري رهيو هو ته ڪبي منٿرا عمدا ڪپڙا پائي دروازي وٽان اچي لنگهي. هن کي سڄيءَ خرابيءَ جي جڙ ڄاڻي، دوارپال کيس پڪڙي ۽ گهليندو شترگهن وٽ وٺي آيو ۽

جو مون جهڙي ڪل ڪلنڪ ۽ اڀڄس جي پاندي ڪي جڻيائين! مون
جهڙو نياڳو پيو ڪير هوندو جنهن جي ڪري ماتا تنهنجي هيءَ دشا
ٿي آهي؟

ائين چئي ڀرت ۽ شترگهن اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳا ته
ڪوشليا کين ڇاتيءَ سان لڳايو. ڀرت کي ڇاتيءَ سان لڳائي ڪوشليا
ائين سمجهو ته ڄڻ رامچندر واپس آيو آهي ۽ هوءَ ڀرت جون اکيون
اُگهي چوڻ لڳي:- پٽ! تون ڌيرج ڌر ۽ انهيءَ ڳالهه کي ڪرم جي
گتي سمجهي ڪيڪئي کي ڏوهه نه ڏي. جيڪي ٿيڻو آهي سو اوس
ٿئي ٿو. پتا جي آگيا ڄاڻي رام گيڙو ڪپڙا پهري بن ويو ته هن جي
من ۾ نه ڏک هو ۽ نه ڪنهن لاءِ دويش. سيتا ۽ لڪشمڻ به ساڻ ويس
پر مان وڃي نه سگهيس ۽ نه منهنجا هيءَ پراڻ ويا. جيئڻ ۽ مرڻ
ته راجا خوب ڄاتو.

اهو ٻڌي ڀرت چوڻ لڳو:- ماتا! هيءَ جيڪي ڪجهه ٿيو آهي
تنهن جي مونکي ڪا خبر ناهي. جيڪو پاپ ماتا، پتا يا گروءَ جي
هتيا ڪرڻ سان ٿئي ٿو يا وشواسي متر يا راجا کي زهر ڏيڻ سان
ٿئي ٿو، يا جيڪو پاپ ويدن کي وڪڻڻ (يعني پيسو وٺي ويد
پاڙهڻ) يا ڌرم کي ڌڻ (يعني ڌرم جي نالي ڪمائي ڪرڻ) مان
ٿئي ٿو، يا جيڪو پاپ گئوشالا ۽ برهمڻن جا گهر (وديا استان) جلائڻ
سان ٿئي ٿو، يا جيڪو پاپ پرائي استري ۽ ڌن تڪڻ سان لڳي ٿو
يا ٻيا به جيڪي انيڪ مها پاپ آهن سي سڀ مونکي لڳن جي
منهنجي رضامندي رامچندر جي بن وڃڻ ۾ هجي. مان نراپراڌ آهيان
جو شري رام ته مونکي پراڻن کان وڌيڪ پيارو آهي. جنهنجي چوڻ
تي هيءَ اڌرم ٿيو آهي، ايشور اُنهن جي منشا پوري نه ڪندو.

ڀرت جو اهڙو پراٿري پريم ڏسي ڪوشليا کي پنهنجو ڏک به وسري
ويو ۽ هوءَ چوڻ لڳي:- پٽ! پاڻ لاءِ تنهنجو اهڙو پريم ڏسي منهنجي
من مان ڏک نڪري ويو. هيڏو وڏو راڄ پراپت ڪري به تنهنجو من
راجائون نه گهٽيمي ٿيا پر مليل راجائي تان
هتيه آهي.

رکي، سندس سچو سيوڪ ٿي آنند پائيندس. اڙي ڪنور هرديہ ڪيڪئي! تون ماتا جي روپ ۾ منهنجي دشمن آهين جو تنهنجي ڪري منهنجي پتا جو مرتيو ٿيو، شري رام کي بنواس ۽ مونکي اپجس مليو. تو لوڀ جي وس ٿي ڌرم جو تياڳ ڪيو آهي، انلاءِ تون مون سان ڳالهاءِ بہ ڪين! اڙي پاپڻ! ماتا ڪوشليا ڪان پٽني ۽ پٽ ڪسي تنهنجي ڪهڙي ڳتي ٿيندي؟ ڪوشليا نندن شري رام ئي منهنجي پتا سمان منهنجو رکيڪ ۽ هن ديس جو راجا آهي. مان هن کي ايوڌيا واپس آڻيندس ۽ پاڻ گيڙو ڪپڙا پائي بن ويندس. تنهنجي پاپ جي ڳنڍڙي مان ڪين ڍوئيندس. منهنجو توسان ڪو پريوجن ڪونهي ۽ توکي جيڏانهن وڻي تيڏانهن هلي وڃ. جڏهن شري رامچندر ايوڌيا ۾ پير رکندو تڏهن منهنجو ڪلنڪ دور ٿيندو.

ائين چئي شوڪ ۾ وياڪل ڀرت زمين تي ويهي رهيو! ڪروڌ ۽ شوڪ ۾ ڀرجي ڏکيا ڏکيا ساهہ کڻڻ لڳو ۽ هنجي ڳلن تي گرم گرم آنسون وهڻ لڳا. ڪجهہ دير ڪانپوءِ هو شترگهن کي وٺي ماتا ڪوشليا جي محل ڏانهن هليو. هوڏانهن ڪوشليا بہ سندس اچڻ جو ٻڌي سمترا کي وٺي ساڻس ملڻ لاءِ اچي رهي هئي. شوڪ جي ڪري وياڪل ۽ ڏٻري ڪوشليا رستي تي ئي ڪري پيئي تہ ڀرت ۽ شترگهن اُمالڪ ڊوڙي وڃي کيس اُٿاريو ۽ سندس چرڻن تي سر نوايو. ڀرت شوڪاتر ٿي کيس چوڻ لڳو:- ماتا! پتاجي ڪيڏانهن ويو! رام، لڇمڻ ۽ سيتا ڪٿي؟ پاپڻ ڪيڪئي جو پيدا ٿي؟ جي پيدا ٿي تہ سنڌ چو نہ رهي



مليو آهي. راڄائي مان ۽ شان، پرسڌي ۽ پرتشٺا تنهنجي لاءِ سيڙيون بيٺيون آهن. اُٿ، اُٿي ڀرين پنهنجي پتا جو اڳني سنسڪار ڪر ۽ پوءِ راڄگدي تي ويهه!

رامچندر جي بن وڃڻ جو ٻڌي ڀرت کي پتا جو موت به وسري ويو ۽ هو پاڻ کي سڄي انرٿ جو ڪارڻ ڄاڻي گهڻو وقت تہ سن ۾ پئجي ويو. هن ڪيڪئي جا لفظ ائين لڳا جيئن ڪنهن پڪل زخم تي برندڙ ٽانڊو ڇهايو هجي. هو ڪروڌ ۾ ڀرجي ڀڄي ڌرتي تي ويو ۽ اُتي چوڻ لڳو:- اڙي پاپڻ! تو هيءُ منهنجي ڪهڙي نہ ستيا ناس ڪئي! پيءُ تہ ڪسجي ويو پر پتا سمان وڏي ڀاءُ جو بہ وڇوڙو ٿيو! منهنجي نراپراڌي ڌرماتما ڀاءُ تنهنجو ڪهڙو قصور ڪيو هو جو هن کي بنواس موڪليءِ؟ منهنجي پوڄيہ پتا کي ماري ڌرماتما ڀراتا کي بنواس موڪلي، هاڻي مون کي ٿي چئين تہ مان سندن جاءِ تي ويهي راڄ ڪريان؟ تون وڻ وڍي پنن کي ٿي پاڻي ڏين! لوڀ جي ڪري تنهنجي مت ماري وئي آهي جو تو سمجهو تہ مان پنهنجي ڌرماتما ڀاءُ جي پرپٺ ويهي راڄ ڪندس! آها! سو ريہ ونش جهڙي اُتم ڪل ۾ جنم ٿيو، ڌرم ڌرندڙ دشرٿ جهڙو پتا ۽ رام ۽ لڪشمڻ جهڙا ڀائر مليم، پر هاءِ ري وڌاتا! ماءُ ڏنئہ هڪ ناڳڻ جهڙي! اڙي! جڏهن تو اهي ور ٿي گهريا تڏهن تنهنجي اها جڀ ڇو نہ ٿي ڳري وئي؟ هاڻي منهن ڪارو ڪري منهنجي اکين اڳيان ٽري وڃ. شري رام جيئن پنهنجي ماتا سان هلندو هو تيئن ٽوساڻ بہ ساڳئي پريم ۽ آدر سان هلندو هو، پوءِ بہ تو لوڀ جي وس ٿي هي انرٿ ڪيو!

ڀرت وري بہ ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو:- شاستر انوسار سداءِ وڏي کي راڄ ملندو آهي ۽ ننڍا ڀائر هن جي آڱيا ۾ رهندا آهن ۽ تو هيءُ انرٿ ڪيئن ڪيو؟ رامچندر تو کي ماتا کري ڄاڻي اهو بہ ۽ سمجهندو هجي ها تہ مان تو جهڙي پاپڻ جو سداءِ لاءِ تياڳ ڪريان ها، پر هاڻي بہ تنهنجي اها پاپي اِڇا پوري ٿيڻ ڪين ڏيندس مان بن وڃي رامچندر کي واپس آڻيندس ۽ هن جي سر تي ڇٽ

ويٺي ۽ هو يڪدم محل ۾ ويو، جتي ڪيڪئي سندس رستو نهاري رهي هئي. ڀرت ڪي نمسڪار ڪندو ۽ اُداس ڏسي ڪيڪئي کانئس پنهنجي پيڪي گهر جو ڪشل منگل پڇڻ لڳي. ڀرت چيس:- منهنجي ناناڻي سڀ خوش راضي هوا پر پتاجي ڏسڻ ۾ نٿو اچي! ۽ سڀني جا منهن اُداس ڇو آهن؟

تڏهن ڪيڪئي ڀرت کي سندس پتا جي مرتيوءَ کان واقف ڪيو جو ٻڌندي ئي "پتا! پتا! هاءِ پتا!" پڪاريندو، ڀرت شوڪ ۾ ٻڏجي زمين تي ڪري پيو ۽ وياڪل ٿي سڏڪا ڀري روئڻ لڳو. اهو ڏسي ڪيڪئي کيس ڌيرج ڏيڻ لڳي. ڪجهه وقت کانپوءِ ڀرت کانئس پڇيو:- ماتا! مهاراجا کي اهڙي ڪهڙي بيماري ٿي جو اوچتو ديهانت ٿين. رامچندر لڪشمڻ ڪٿي آهن جو انت سمي پتا جي ڪم آيا ۽ مان اڀاڳو ته پتا جو منهن به نه ڏسي سگهيس ۽ نه ڪي پتاجي مونکي رامچندر جي هٿ سونپي ويا. اڄ کانپوءِ مان اناٿ جو رگهو شري رام ئي اَجهو ۽ آسرو آهي. مونکي ٻڌاءِ ته پتاجيءَ مرڻ وقت ڇا چيو؟

ڪيڪئي چيو:- پٽ! تنهنجي پتا انت سمي ۾ "هاءِ رام! هاءِ لڪشمڻ! ۽ هاءِ سيتا" چئي پراڻ تياڳيا. راجا ڪي ڪا بيماري ڪا نه ٿي پر هو رام جي جدائي سهي نه سگهيو، انهيءَ پراڻ ڏنائين. راجا توکي ڇڏي رام کي گادي ڏيئي رهيو هو ته مون کانئس به ور ڪرڻ لاءِ گيڙو رنا ڪپڙا ڀهري بن ويو ته لڪشمڻ ۽ سيتا به ساڻ ويس. تنهنجو پتا اُنهنجو وڇوڙو سهي نه سگهيو ۽ انهيءَ ڏک ڪري هو پرلوڪ پڌاريو. هي پٽ! مان جيڪي هيءُ ڪجهه ڪيو آهي سو تنهنجي لاءِ ئي ڪيو اٿم ته تون بنا ڪنڊڪي راجائي ماڻين. هاڻي اُتي ڪڙو ٿيءُ! راجا کي هن ريت روئڻ ۽ ڏرڪي تي ليٽريون پائڻ نه گهرجن. تون وير ڪنري آهين ۽ اڄ تنهنجو ڀاڳ سورج سمان چمڪي رهيو آهي جو تنهنجي اِڇيا ۽ ڪوشش بنا، توکي پتا جو وڏو راڄ

لاءِ سيڙيون تنهنجي پرڻشا ۽ پرسڌي شان ۽ ماڻ راڄائي آهي. سنسڪارڪري ۽ اڳني جو پٽا پنهنجي ڀيرين اُتي ، اُٿ . آهن بينيون

ٻوءِ راڄگديءَ تي ويهه!

رامچندر جي ٻن وچڻ جو ٻڌي ڀرت کي پٽا جو موت ٻه وسري ويو ۽ هو ڀاڻ کي سڄي انرٿ جو ڪارڻ ڄاڻي ڳجھ وقت ته سن ۾ ويو ۽ هو ڀاڻ کي سڄي ڪيڪئي جا لفظ ائين لڳا جيئن ڪنهن پڪل زخم پڄجي ويو. هنڪي ڪيڪئي جا لفظ ائين لڳا جيئن ڪنهن پڪل زخم تي ٻرندڙ ٽانڊو ڇهايو هجي. هو ڪروڌ ۾ ڀرجي نبي ٽامڻي تي ويو ۽ ستيا ناس ته منهنجي کهڙي اُتي چوڻ لڳو:- اڙي پاپڻ! تو هيءَ منهنجي کهڙي ستيا ناس ڪئي! پيءُ ته ڪسڄي ويو پر پٽا سمان وڏي ڀاءُ جو ٻه وڇوڙو ٿيو! منهنجي نراپراڌي ڌرماتما ڀاءُ تنهنجو ڪهڙو قصور ڪيو هو جو هنکي بنواس موڪليءَ؟ منهنجي پوجيه پٽا کي ماري ڌرماتما ڀراتا کي بنواس موڪلي، هاڻي مونکي تي ڇئين ته مان سندن جاءِ تي ويهي راڄ ڪريان؟ تون وڻ ويڙي پٽن کي ٿي پاڙي ڏين! لوڀ جي ڪري تنهنجي مت مارجي ويئي آهي جو تو سمجھو ته مان پنهنجي ڌرماتما ڀاءُ جي ڀرپٽ ويهي راڄ ڪندس! آها! سوريه ونش جهڙي اُتم ڪل ۾ جنم ٿيو. ڌرم ڌرندڙ دشرٿ جهڙو پٽا ۽ رام ۽ لڪشمڻ جهڙا ڳڻوان ڀائر مليم، پر هاءِ ري وڌاتا! ماءُ ڏنئه هڪ نانگڻ جهڙي! اڙي! جڏهن تو اهي ور ٿي گهريا تڏهن تنهنجي اها جڀ ڇو نه ٿي ڳري ويئي؟ هاڻي منهن ڪارو ڪري منهنجي اکين اڳيان ٽري وڃ. شري رام جيئن پنهنجي ماتا سان هلندو هو تيئن توسان ٻه ساڳئي پريم ۽ آد سان هلندو هو، پوءِ ٻه تو لوڀ جي وس ٿي هي انرٿ ڪيو!

ڀرت وري ٻه ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ لڳو:- شاستر انوسار سدا وڏي کي راڄ ملندو آهي ۽ ننڍا ڀائر هن جي آڳيا ۾ رهندا آهن اهو ڄاڻي ڪري ٻه تو هيءَ انرٿ ڪيئن ڪيو؟ رامچندر تو کي ماءُ ڪري نه سمجھندو هجي ها نه مان تو جهڙيءَ پاپڻ جو سدائين لاءِ ڏنڊ ڪريان ها، پر هاڻي ٻه تنهنجي اها پاپي اِڇا پوري ٿيڻ ڪين ڏيندس مان ٻن وِچي رامچندر کي واپس آڻيندس ۽ هنجي سر تي

وڃئي ۽ هو يڪدم محل ۾ ويو، جتي ڪيڪئي سندس رستو نهاري رهي هئي. ڀرت کي نمسڪار ڪندو ۽ اُداس ڏسي ڪيڪئي کانئس پنهنجي پيڪي گهر جو ڪشل منگل پڇڻ لڳي. ڀرت چيس:- منهنجي ناناڻي سڀ خوش راضي هوا پر پتاجي ڏسڻ ۾ نٿو اچي! ۽ سڀني جا منهن اُداس ڇو آهن؟

تڏهن ڪيڪئي ڀرت کي سندس پتا جي مرڻ کان واقف ڪيو جو ٻڌندي ئي "پتا! پتا! هاءِ پتا!" پڪاريندو، ڀرت شوڪ ۾ ڀرجي زمين تي ڪري پيو ۽ وياڪل ٿي سڏڪا ڀري روئڻ لڳو. اهو ڏسي ڪيڪئي کيس ڌيرج ڏيڻ لڳي. ڪجهه وقت کانپوءِ ڀرت کانئس پڇيو:- ماتا! مهاراجا کي اهڙي ڪهڙي بيماري ٿي جو اوچتو ديهانت ٿين. رامچندر لڪشمڻ ڌنيء آهن جو انت سمي پتا جي ڪم آيا ۽ مان اڀاڳو نه پتا جو منهن به نه ڏسي سگهيس ۽ نه ڪي پتاجي مونکي رامچندر جي هٿ سونپي ويا. اڄ کانپوءِ مان اناٿ جو رگو شري رام ئي اُجهو ۽ آسرو آهي. مونکي ٻڌاءِ ته پتاجيءَ مرڻ وقت ڇا چيو؟

ڪيڪئي چيو:- پٽ! تنهنجي پتا انت سمي ۾ "هاءِ رام! هاءِ لڪشمڻ! ۽ هاءِ سيتا" چئي پراڻ تياڳيا. راجا کي ڪا بيماري ڪا نه ٿي پر هو رام جي جدائي سهي نه سگهيو، انڪري پراڻ ڏنائين. راجا توکي ڇڏي رام کي گادي ڏيئي رهيو هو ته مون کانئس ٻه ور ورتا ته توکي راڄ ملي ۽ رام بن ڀوڳي. رام پنهنجي پتا جو وچن پورو ڪرڻ لاءِ گيڙو رتا ڪپڙا پهري بن ويو ته لڪشمڻ ۽ سيتا به ساڻ ويس. تنهنجو پتا اُنهنجو وڇوڙو سهي نه سگهيو ۽ انهيءَ ڏک ڪري هو پرلوڪ پڌاريو. هي پٽ! مان جيڪي هيءَ ڪجهه ڪيو آهي سو تنهنجي لاءِ ئي ڪيو اٿم ته تون بنا ڪنڪي راجائي ماڻين. هاڻي اُٿي ڪڙو ٿيءُ! راجا کي هن ريت روئڻ ۽ ڌرتي تي ليٽڙيون پائڻ نه گهرجن. تون ويرڪنري آهين ۽ اڄ تنهنجو ڀاڳ سورج سمان چمڪي ـي جو تنهنجي اِڇا ۽ ڪوشش بنا، توکي پتا جو وڏو راڄ

راجا جي ديهانت ۽ رامچندر جي بن وڃڻ جي ڳالهہ هو ڪنهن سان
بہ نہ ڪن، جيئن راڄ کي رکيڪ ڪان سواءِ سمجهي ڪو دشمن نہ
ڪاهي اچي.



## ڀرت جو ايوڌيا اچڻ ۽ ڪيڪئي جا ڪرتوت ٻڌي ڪيس ڏکارڻ.

ڀرت ناناڻي گهر هڪ خراب سپنو ڏٺو. تہ سندس پتا هڪ پهاڙ
تان چيڪڻي جي هڪ ڍڳہ تي اچي ڪريو ۽ سندس شرير کي تيل جي
حوض ۾ ٻوڙي رکيو ويو آهي. وري ڏٺائين تہ سمنڊ سڪي ويو
آهي، چندرما زمين تي ڪري پيو آهي ۽ چوگرد انڌڪار ڇانئجي
رهيو آهي. اهو بہ ڏٺائين تہ سندس پتا جي رٿ کي گڏهہ هڪلي
رهيا آهن ۽ هو ڳاڙهي مالا پهري ۽ ڳاڙهو چندن لڳائي ڏکڻ طرف وڃي
رهيو آهي. انهن اهڃاڻن مان هن کي اچي ڊپ لڳو تہ پتا جو شايد
مرکيو ٿيو آهي. هن انهيءَ سپني جي ڳالهہ پنهنجن مترن سان ويٺي
ڪئي تہ ايوڌيا مان قاصد بہ اچي سهڙيا ۽ کيس جلد ايوڌيا هلڻ لاءِ
چيائون. اهو نياپو ٻڌي ڀرت کي مرڳو وڌيڪ چنتا ٿي ۽ هو پنهنجي
ناني ۽ مامي کان موڪلائي شترگهن سميت ايوڌيا ڏانهن راهي ٿيو.
وڃڻ وقت سندس ناني ڀرت کي ڪئين هاٿي، گهوڙا، رٿ، چترڪاري
وارا ڪمبل، اَڻ ميون ۽ مٺيا ڏنا.

ستن ڏينهن جي مسافريءَ بعد جڏهن ڀرت ايوڌيا ۾ پير پاتو تہ
پاڻ گهٽي اُڻ ڏڻ تيس جو ڏٺائين تہ نگرواسي گڏجڻ مهل رڳو سر
نمايو وڃن پر ٻولين هڪ اکر بہ نٿا. اُنهن جا منهن ڪومايل ۽ شوڪ
۾ ڀريل آهن، بازاريون بند آهن ۽ چوطرف صفائي، خوشي ۽ سنگيت
جي بدلي، گندگي، شوڪ ۽ سانت آهي. سڄو وايو منڊل مايوسيءَ
۽ اُداسيءَ سان ڀريل هو. جڻ تہ ايوڌيا مٿان ڪا وڏي آپدا اچي
ڪڙڪي هئي. اهو ڏسي ڀرت جي من ۾ ڊپ، چنتا ۽ اُداسي ڇانئجي

هو ٻئي پرلوڪ پڌاريا. هي ديوي! اهڙي طرح ٻنا ڳڻ ڳوت جي شبد ٻڌي ٻاڻ ڇوڙي جو مون پاپ ڪيو هو تنهن جو ڦل هينئر ڀوڳي رهيو آهيان.

ائين چئي راجا دشرٿ دپ وچان ڪنبڻ لڳو ۽ "هاءِ رام! هاءِ لڪشمڻ! هاءِ سيتا!" چوندي اڌ رات جو پراڻ تياڳيائين. ڪوشليا



۽ سمترا ورلاپ ڪنديون زمين تي ڪري ڦٿڪڻ لڳيون. ڪيڪئي ۽ ٻيون راڻيون بہ شوڪ ۾ پرجي روئڻ لڳيون. اُنهن جي ورلاپ ڪري سڄي راڄ محل ۾ هاهاڪار مچي ويو ۽ ٻاهران نگرواسين جي ڀيهہ اچي ڪئي ٿي. نگرواسي راجا جي مرڻ جو ٻڌي ٻاڻ ڪي اناٿ سمجهي شوڪ ڪرڻ لڳا. ايوڌيا جي گهر گهر ۾ ماتم مچي ويو. هرڪو ڪيڪئيءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو.

جنهن وقت راڻي ڪوشليا راجا جي شرير کي جهلي ورلاپ ڪري رهي هئي تہ منترين اچي راجا جو شرير ڪڍي هڪ تيل جي وڏي حوض ۾ سانڍي رکيو. هنن شاسترن جي مريادا انوسار، پٽ کانسواءِ راجا جي شرير جو مرتڪ سنسڪار ڪرڻ واجب نہ سمجهيو.

صبوح ٿيڻ تي گرو وسشٺ اچي سڀني کي پربوڌ ڏنو ۽ گيان ويراڳ جون انيڪ وارتائون ٻڌائي سڀني جو شوڪ دور ڪيو. تنهن کانپوءِ تيز هلندڙ دوتن کي ڀرت ۽ شترگهن کي ڪوني اچڻ لاءِ ڪيڪئي ديش جي راڄڌاني راجگره ڏانهن موڪليائين ۽ چيائين تہ

هاڻي منهنجو فڪر نه ڪر. منهنجي ماتا پتا کي وچي آئت ڌي جو
هو ڪمزور آهن ۽ هلڻ چلڻ کان لاچار آهن.

شروڻ ڪمار کي ياڻ لڳڻ ڪري ڏاڍي پيڙا ٿي رهي هئي پر
اُن وقت به کيس پنهنجي ماتا پتا جوئي اونو هو. هو وئش هو ۽
پنهنجي انڌي ماتا پتا کي ڪوانٺيءَ ۾ چاڙهي انيڪ تيرٿ ياترائون
ڪرائي رهيو هو. پتا ماتا جي اهڙي الوڪڪ ڀڳتي ۽ سشيل ڪمار
جي اُٽچاٽائيءَ ۾ هنيا ڪري منهنجو من ڏاڍو وياڪل ٿيو ۽ مون
جڏهن سندس بدن مان ياڻ ڪڍيو نه هن ڦٿڪندي پراڻ ڏنا. نيٺ
مان دلو پري سندس پڏي ماتا پتا وٽ ويس جي شروڻ جي اچڻ
جي راهه تڪي رهيا هئا. منهنجي پيرن جو آواز ٻڌي هنجو پتا
پيار وچان چوڻ لڳو:- پٽڙا! ايتري دير ڇو لڳايئه. اسان انڌن جو
تون ئي نيتر آهين. پر تون ڳالهائين ڇو نه ٿو؟

شروڻ ڪمار جي ڏٻري ماتا پتا کي ڏسي مون تي ڄڻ مورڇا
چانئجي ويئي ۽ منهنجي زبان مان هڪڙو اکر به نٿي اُڪليو. آخر
مون ڪيتريءَ ڪوشش ڪانپوءِ کين سندن پٽ جي مرتيوءَ جو دکدائي
ورتانت ٻڌايو. منهنجي ڳالهه ٻڌي هنن جي اکين مان آنسن جون
ڌارائون وهڻ لڳيون ۽ هو شوڪ ۾ مورڇت ٿي ڪري ٻگها ٻگها
ساهه ڪڍڻ لڳا. مان اُنهن جي سامهون هٿ ٻڌي بيٺو رهيس. نيٺ
مان سندن چوڻ تي کين اُتي وٺي ويس جتي سندن پٽ مئو پيو
هو. اُتي پهچڻ سان ئي هو ٻئي پنهنجي پٽ جي لاش مٿان ڪري
دل ڏاريندڙ ورلاپ ڪرڻ لڳا. اُنهيءَ وقت شروڻ ڪمار جي پتا
وياڪل ٿي جوش مان چيو:- "هي راجن!
پنهنجي پٽ جي وڇوڙي ۾
جيڪڏهن تون پنهنجو اهو پاپ پاڻ اچي نه ٻڌائين ها ته تنهنجي مستڪ
جا سوين هزارين ٽڪر ٿي وڃن ها. پر تو هيءَ پاپ اٽچاٽائيءَ ۾
ڪيو آهي نه ته نه هن وقت تائين جيئرو به نه ڏسجين ها. پر هن
وقت جيئن مان پنهنجي پٽ جي وڇوڙي ۾ ڪشٽ ڀوڳي رهيو
آهيان تيئن تنهنجو پڻ حال ٿيندو." ائين چئي اهو سراپ ڏيئي

پنهنجي من ۾ پنهي کي هڪ سمان ڪري ليکيندا آهن. هي سيتي جا سچڻ! توهان وڏيڪ سان ويچاري ڏيرج ڏيو ۽ چنتا جو تياڳ ڪريو.

ائين چئي منتريءَ شري رام لڪشمڻ ۽ سيتا جو سمورو احوال راجا کي ٻڌايو ۽ رامچندر جا نياپا سيتي کي ڏنا ۽ نمرتا ڀريل واڻيءَ ۾ راجا کي پربوڌ ڏيڻ لڳو.

اُها رامچندر جي بن وڃڻ جي ڇهين رات هئي ۽ اڌ رات جو راجا کي پنهنجي اڳلي ڪيل پاپ جي اچي يادگيري پيئي سو ڪوشليا کي چوڻ لڳو:- منش جيڪي چڱا ۽ برا ڪرم ڪري ٿو تنهن جو ڦل کيس اوس ڀوڳڻو پوي ٿو ۽ اُهي ڀوڳڻ ڪانسواءِ کيس ڇوٽڪارو نٿو ملي. جوانيءَ ۾ مون به هڪ پاپ ڪيو هو جنهن جو ڦل اڄ ڀوڳي رهيو آهيان. اُن وقت مونکي ڌنر وديا جو ايترو ابياس هو جو آواز ٻڌي نشان چٽي سگهندو هوس. هڪ ڏينهن منهنجو خيال ٿيو ته رات جو نديءَ تي پاڻي پيئڻ لاءِ جيئن ڪو جهنگلي جانور ايندو ته مان اونده ۾ شبد ڀيدي ٻاڻ هلائي اُن جو شڪار ڪندس. اِهو سوچي مان رات جو نديءَ جي ڪناري تي وڃي ويٺس ۽ ڪجهه ديرجي انتظار ڪانپوءِ مونکي هاٿيءَ جي پاڻي پيئڻ جهڙو گڙگڙ آواز ٻڌڻ ۾ آيو ۽ انڌڪار سبب مان ڏسي نه ڪجهه نٿي سگهيس سو مون هاٿي سمجهي ٻاڻ ڇوڙيو. منهنجي تير وڃي نشان تي ٺڪاءُ ڪيو ته اُن وقت ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪرڻ ۽ ڪيڪ جو آواز ٿيو جو ٻڌي مان يڪدم نديءَ جي ڪناري ڏانهن ڊوڙي ويس. اُتي ڏٺم ته منهنجي تير سان گهايل هڪ نوجوان تپسويءَ جو سارو شرير رت ۽ مٽيءَ سان ڀريو پيو آهي. هنجي ڀرسان هڪ اونڌو دلو پيو هئو جنهنجي ڀرڻ جي آواز کي مون هاٿيءَ جو پاڻي پيئڻ سمجهيو هو. هن کي ڏسي منهنجو ته هوش حواس اُڏامي ويو. اُن تپسويءَ مونکي ڏسي چيو:- راجن! مان نراپراڌيءَ جو هن ريت خون ڪرڻ مان توکي ڪهڙو لاڀ ٿيو؟ مان شـ[illegible] ڪمار نالي بنواسي تپسوي آهيان ۽ پنهنجي سورداس ماتا پتا [illegible] ڀرڻ آيو هوس نه تو هڪ ئي تير سان مونکي ماري ڇڏيو.

رام ڪٿي آهي؟ سمنت کين سموري حقيقت ڪري ٻڌائي جا ٻڌي سيني جي نيڻن مان جل وهڻ لڳو. اُن وقت ايوڌيا جا سڀ نرناريون رامچندر لاءِ اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳا ۽ چوطرف شوڪ ۽ رودن ڇانئجي ويو.

سمنت مهارائي ڪوشليا جي محل ڏانهن ويو، جتي مهاراجا دشرٿ ميرن ڪپڙن ۾ زمين تي پيو هو ۽ ذري ذري "هاءِ رام! هاءِ لڪشمڻ! ۽ هاءِ سيتا!" چئي پئي پڪاريائين. سمنت کي رام، لڪشمڻ ۽ سيتا کانسواءِ واپس آيل ڏسي دشرٿ ۽ ڪوشليا وڏيڪ شوڪاتر ٿي زمين تي ڪري پيا ۽ پيا سيبيئي ۽ ورلاپ ڪرڻ لڳا. ٿوريءَ دير ۾ راجا جڏهن سامت ۾ آيو ته سمنت کي ويجهو گهرائي چيائين:- هي متر! رام لڪشمڻ سيتا ڪٿي آهن؟ تون هننکي موٽائي وٺي آيو آهين ڪين هو بن هليا ويا؟ اڙي هاءِ! جنهنکي راجائي ڏيڻ جو چئي بنواس ڏنم! جنهن گڻوان پٽ کي راڄ ملڻ جو ٻڌي نه خوشي ٿي ۽ بنواس ملڻ تي نه شوڪ ٿيو، اهڙي پٽ جي جدائيءَ ۾ منهنجا پراڻ نه ويا ته مون جهڙو وڏو پاپي ٻيو ڪير هوندو؟ هي متر مونکي جلدي اُتي پهچاءِ جتي منهنجون اکيون پنهنجن پيارن کي ڏسن.

راجا کي اهڙو وياڪل ڏسي منتري کيس ڌيرج ڏيئي سمجهائڻ لڳو:- هي راجن! توهان گياني ۽ سوروير آهيو. توهانکي ته پاڻ خبر آهي ته

जनम मरण सब दुख सुख भोगा। हानि लाभु प्रिय मिलन बियोगा॥
काल करम बस होहिं गोसाईं। बरबस राति दिवस की नाईं॥

جنم مرڻ، سک دک جا ڀوڳ، هاڃي لاڀ، پيارن جو ميلاپ ۽ وڇوڙو، اِهي سڀ، هي سوامي! ڪال (وقت) ۽ ڪرم جي آڌين بيوس ٿيندا رهندا آهن جئن رات ڪانپوءِ ڏينهن ٿيندو رهندو آهي.

सुख हरषहिं दुख बिलखाहीं। दोउ सम धीर धरहिं मन माहीं॥
धीरज धरसु बिबेक बिचारी। छाड़िअ सोच सकल हितकारी॥

مورک سک ۾ خوش ٿيندا آهي ۽ دک ۾ روئندا آهن پر ڌيرج وان

ڪنني آيو ۽ ٻنهي راڄڪمارن اُني هڪ سندر ڪٽيا ٺاهي تيار ڪئي.
رامچندر جي اچڻ جو ٻڌي چترڪوٽ جا سڀ رشي مني ساڻس
ملڻ لاءِ آيا. رامچندر سڀني سان پريم پوروڪ مليو ۽ سندن آ
سنڪار ڪيائين ۽ هو به ڪيس آشيرواد ڏيئي ڪشل سماچار پڇي هليا
ويا. تنهن ڪانپوءِ ٻهاڙي ڀيل شري رام وٽ آيا ۽ هٿ جوڙي وينتي
ڪرڻ لڳا:- هي سوامي! اسين توهانجا داس آهيون ۽ سڀ ٻرڪار
جي سيوا ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. توهان آگيا ڪرڻ ۾ سنڪوچ نه
ڪجو. هتي جا سڀ استان اسان جا ڏٺل آهن. اسين توهانکي
شينهن، چيتن ۽ ٻين ڀيانڪ جانورن جو شڪار ۽ تلاون، چشمن ۽ ندين
جو سير ڪرائينداسين.

رامچندر ڀيلن جو پريم ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ منا ۽ آدر پريل
وچن چئي کين رخصت ڏنائين. ان ريت ٽئي ڄڻا ۽ سيتا سکم
پوروڪ چترڪوٽ پربت تي رهڻ لڳا. هن پهاڙ تي سيتل مند مند
سڳنڌت هوا پئي لڳندي هئي ۽ نيل ڪنٺ، ڪوئل، طوطا، پپيها ۽
چڪور آدي پکي چت کي پرسن ڪندڙ لاتيون پيا لنوندا هئا.
رامچندر سان گڏ رهي سيتا ايوڌيا جا محل وساري سکم سان رهڻ
لڳي ۽ هرگهڙيءَ شري رام جو چندر مکم ڏسي ائين پرسن ٿيندي هئي
جيئن چڪوري چندرما کي ڏسي گد گد ٿيندي آهي. رامچندر به
اهو ڪي ڪندو هو جنهن ۾ سيتا ۽ لڪشمڻ کي سکم ملي. کين پراچين
ڪٿائون ۽ سکيائون ٻڌائيندو هو ۽ سندن ائين سنڀال رکندو هو جيئن
اکين جي سنڀال ڇپر ڪندا آهن.



سمنت جو ايوڌيا ورڻ - شرون جي ڪٿا
راجا دشرت جو مرڻ.

---

سمنت ڏاڍو اُداس ٿي ايوڌيا واپس موٽيو ۽ هنکي ڏسندي ئي
نگرواسي کيس چوڌاري ويڙهي ويا ۽ کانئس پڇڻ لڳا ته

چترڪوٽ جي منوهر رستي تي وڻن ۽ ولين ۽ گلن جي شوڀيا ڏسندا، ڀردواج جي آشرم کان ڏهه ڪوهه پري، هيءُ ٽيئي چترڪوٽ جي سندر پربت تي اچي پهتا. اُتي مهرشي والميڪ جي آشرم تي وڃي رشيءَ کي پرڻام ڪيائون ۽ پنهنجو پريچيه ڏنائون.



والميڪ سندن آدرستڪار ڪيو ۽ سڀ ڳالهه ٻڌي ڪيڪئي جي هلت تي ناراضگي ۽ رامچندر جي بنواس تي ڏک ظاهر ڪيو. تڏهن رامچندر چيو تـهي مني سريشٽ! پتا جي وچن جي پالنا ٿئي، ماتا ڪيڪئي پرسن ٿئي، ڀرت جهڙي گڻوان ڀاءُ کي راڄ ملي ۽ توهان جهڙن مهاتمائن جو درشن ٿئي، اهو سڀ منهنجي اڳين ڀڃن جو پرڀاءُ آهي. هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايوم ته هن پربت تي ڪٿي جهوپڙي اڏي رهان جنهن ۾ پين رشين منين جي ايڪانت ۽ شانتيءَ ۾ ڪو ڀنگ نه پوي.



رامچندر جا اهي وچن ٻڌي رشي والميڪ ڏاڍو پرسن ٿيو ڪٿيا ٿاهڻ لاءِ ڪين هڪ سندر استان ڏيکاريائين جنهن جي هيٺان پترت پاوني منداڪني وهي رهي هئي. لڪشمڻ بن مان ڪاٺيون

اڳيان اچي وينا تڏهن مني کين چوڻ لڳو:- رگهونندن! هيءُ استان ڏاڍو پوتر ۽ ايڪانت وارو آهي ۽ هتي جو قدرتي نظارو به ڏاڍو منوهر آهي، سو توهان پنهنجي بنواس جو سمو هتي رهي ڪاٽيو.

رامچندر وراڻيو:- مني سريشٽ! اسانجو ايوڌيا ديش هتان ويجهو آهي ۽ اسانجي هتي رهڻ ڪري ايوڌيا واسي پيا هتي ايندا ويندا ۽ ان ڪري توهانجي تپسيا ۽ ايڪانت ۾ وگهن پوندو. توهان ڪرپا ڪري اسانکي ٻيو ڪو اهڙو استان ٻڌايو جتي ايڪانت ۾ اسين ڪٽيا ٺاهي رهون.

ڀردواج منيءَ رامچندر جو مطلب سمجهي کين چترڪوٽ جي سندر پربت تي ڪٽيا ٺاهي رهڻ جي صلاح ڏني جا رامچندر کي ڏاڍي پسند آئي. ٻئي ڏينهن ڀردواج مني هنن کي رستو ڏيکارڻ لاءِ پاڻ گهڻي پنڌ تائين آيو ۽ آشيرواد ڏيئي کين رخصت ڪيائين. شري رام لڪشمڻ ۽ سيتا اڳتي وڌندا رهيا ۽ جڏهن جمنا جي ڪناري اچي پهتا تڏهن سڪو ڪاٺ گڏ ڪري هڪ ٻيڙو تيار ڪيائون جنهنجي مٿان نرم گاهه وجهي سيتا جي وهڻ لاءِ جڳهه ٺاهيائون. تنهن ڪانپوءِ پنهنجو سڀ سامان ٻيڙي تي رکي ۽ سيتا کي ٻيڙي تي چاڙهي ٻئي راجڪمار ڏاڍيءَ سائوڌانيءَ سان ٻيڙو هلائڻ لڳا.

مهان جمنا ندي ڏاڍي ويگ ۽ گجگوڙ سان وهي رهي هئي. نديءَ جي وچ ۾ سيتا پرڻام ڪري چيو:- هي ديوي جمنا! جڏهن منهنجو پتي سک پورو ڪ بنواس پورو ڪري موٽندو تڏهن مان توتي هيءُ ٽيئي اڳتي وڌيا ۽ هڪ ٻڙ جي شاهي وڻ وٽ اچي پهتا، جنهنجي هيٺان ڪيئين رشي مني تپسيا ڪري رهيا هوا. اُن ٻڙ جي وڻ هيٺ هنن ٿوري دير تڪ ٽڪي چترڪوٽ جو رستو ورتو ته اُتان نيرو بن شروع ٿيو جنهن جو درشيه ڏاڍو منوهر هو. جڏهن اچي رات پيئي تڏهن هنن نديءَ جي ڪناري آرام ڪيو ۽ پرڀات ڪال جو اُٿي سنان ڪري وري پنڌ پيا.



ڪڇ. چوڏهن ورهيه
گذاري جڏهن منهنجو
سوامي، لڪشمڻ ۽ مونسان
واپس ورندو تہ مان
تنهنجي پوڄا ڪنديس
۽ تنهنجي ڪناري رهندڙ
رشين منين کي پوڄن
ڪرائينديس.
تنهن ڪانپوءِ ٽنهي بن
جو رستو ورتو.



## رامچندر جو ڀردواج سان ملڻ ۽ چترڪوٽ ۾ ڪٽيا ٺاهي رهڻ.

شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا گنگا ۽ جمنا جي سنگم تي پهچڻ لاءِ گهاٽي بن مان هلندا رهيا ۽ رات پوڻ تي هڪ وڏي وڻ هيٺان وسرام
ڪيائون. ٻئي ڏينهن صبوح
جوئي هوا گهٽي وڏيا ۽طرحين
طرحين جا وڻ ٻوٽا وليون ۽
پيا منوهر درشيہ ڏسندا شام
جو گنگا جمنا جي سنگم تي
ڀردواج منيءَ جي آشرم تي
اچي پهتا. مها تپسوي ڀردواج
هنن ٽنهي جو ڏاڍو آدرستڪار
ڪيو ۽ کين سنان ڪرڻ لاءِ
جل ۽ کائڻ لاءِ انيڪ ڦل مول
ڏنائين جڏهن هو کائي پي ۽
ٿڪ ڀڃي ڀردواج منيءَ جي



ڪٽي آيو ۽ ڏاڍي آنند ۽ پريم ۾ پرجي ڀڳوان جا چرڻ ڪمل ڌو
پوءِ هن ڪٽنب سميت اُهو



چرڻامرت ورتو ۽ ڀڳوان کي گنگا
جي پار پهچايو. جڏهن لڪشمڻ
۽ سيتا سميت شري رام ٻيڙيءَ
مان لهي گنگا جي ريتيءَ تي
ويٺو تڏهن اُن ملاح ڀڳوان
اڳيان اچي ڏنڊوت پرڻام
ڪيو. اُنوقت رامچندر کي
سنڪوچ ٿيڻ لڳو ته هن کي
ڪجهه نه ڏنو سين. پتيءَ جي
من جو ڀاءُ سمجهي سيتا
پنهنجي آڱر مان هيري جي
منڊي لاٿي ۽ شري رام ڪيوٽ کي چيو:- «هان! وٺ هيءَ پنهنجو
ڀاڙو.» تڏهن ملاح پرڀوءَ جا چرڻ پڪڙي چوڻ لڳو:- هي ناٿ!
اڄ مونکي سڀ ڪجهه ملي چڪو. منهنجي دوش، دک ۽ دردرتا
جسي اگني اڄ وسامي. مان گهڻو وقت پورهيو ڪيو ۽ اڄ وڏاتا
مونکي سچي مزوري چڪائي ڏني ۽ اڄ منهنجو ٽڪ ڀڳو.
هي دين ديال! توهانجي ڪرپا سان مونکي وڌيڪ ڪجهه نه
ڪهرجي. موٽڻ مهل جيڪي ڏيندا سو توهانجو پرساد سمجهي مان مٿي
ـي رکندس.

پرڀو رامچندر ۽ سيتا گهڻوئي زور ڪيس پر ملاح ڪجهه نه
تو. تڏهن ڀڳوان کيس نرمل ڀڳتيءَ جو وردان ڏيئي رخصت
و. پوءِ اُتي پهچي ساڌوي سيتا هٿ جوڙي گنگاجيءَ کي پرارٿنا
ڀڳوتي گنگي! مهاراج دشرٿ جي پٽن جي تون ئي رکيا

هنن جي من ۾ ڪنهن به قسم جو شوڪ ڪونه هو. تنهن ڪانپوءِ هنن تنهي راجا گُهه کان موڪلايو ۽ گنگا ڪناري اچي ملاح کي ٻيڙي آڻڻ لاءِ چيو. ٻڌي هن اُهو ملاح چوڻ لڳو:- مونکي انهيءَ رهسيه جي خبر آهي ته توهانجي چرڻن ڪمل جي ڌوڙ منش بڻائي ڇڏيندي آهي. ڀلا جن جي ڇهڻ سان ئي پٿر جي ڇپ هڪ سندر استري اهليا ٿي پئي ته پٿر کان نرم هن ڪاٺ جي ٻيڙيءَ کي استري بڻجڻ ۾ ڪهڙي ويرم لڳندي؟ پوءِ مان ته ڦرجي ويندس ۽ منهنجي روزيءَ جو وسيلوئي مارجي ويندو. مان ته انهيءَ ٻيڙيءَ جي آسري ئي سڄي ڪٽنب جي پالنا ڪندو آهيان. هاڻي جي توهانکي هرويرو پار وڃڻو آهي ته پهريائين پنهنجا اِهي چرڻ ڌوئڻ ڏيو.

ڪيوٽ جا اِهي پريم پريل انپٽا وچن ٻڌي ڪرڻانڌان شري رام سيتا ۽ لڪشمڻ ڏانهن نهاري مرڪيو ۽ ملاح کي چيائين:- ڇڱو پيارا! تون اهو ڪي ڪر جنهنڀر تنهنجي ٻيڙي سلامت رهي. جلدي پاڻي آڻي پير ڌوءِ ۽ سگهو پار پهچاءِ.



آها! جنهن پرڀوءَ جي نام سمرڻ سان منش اپار سنسار ساگر پار اُڪريو وڃي سو ڪرپالو شري رامچندر ڪيوٽ کان پير ڌوئارڻ جي واٽ ڏسي رهيو آهي. ملاح جهٽ پٽ ڪاٺ جي برتڻ ۾ جل





انوقت شري رام پڻ سيتي الاءِ به سمنت کي پريم پريا سنيها ڏنا. جڏهن منتري سمنت رامچندر کي پنهنجي ارادي تي مضبوط ڏٺو تڏهن هن چيو:- رگهوناٿ! مهاراج چيو هئو ته سيتا بن جا ڪليش سهي نه سگهندي اِنلاءِ توهان اِهو اُپاءُ ڪريو ته جئن سيتا واپس هلي. پوءِ هوءَ پنهنجي پيڪي رهي يا وٽيس ته ساهري رهي. سيتا ته ضرور واپس هلي نه ته مان کهڙو منهن کڻي موٽي ويندس.

اهو ٻڌي شري رامچندر سيتا کي گهڻوئي سمجهايو ۽ واپس وڃڻ لاءِ چيو پر هوءَ چوڻ لڳي:- "هي پراڻ پتي! توهان ديالوءِ پرم گياني آهيو. ڪرپا ڪري ويچار ته ڪريو ته شرير کان پاڇو ڪڏهن جدا ٿيندو؟ سورج کان سندس پرڪاش ۽ چنڊ کان چانڊوڪي جڏهن جدا ٿي نه ٿيون سگهن تڏهن مان به توهانکان جدا رهي نه سگهنديس."

وري سمنت ڏي نهاري چوڻ لڳي:- "توهان تہ منهنجي سهري ۽ پتا سمان آهيو ۽ توهانکي سامهون جواب ڏيڻ اجوڳو آهي پر اسٽريءَ لاءِ پتيءَ جي چرڻن کانسواءِ سنسار جا ٻيا سڀ ناتا ويرٿ آهن. منهنجي پتا ۽ سهري وٽ برابر سوڙهه سمان سک جا سامان ۽ سڀيءَ دنيا جون نعمتون موجود آهن پر پتيءَ کانسواءِ اُهي مونکي سپني ۾ به سک نه ڏينديون. بن جا ڏکيا رستا، ڪنڊن واري ڌرتي، پهاڙ، هاٿي، شينهن، گجندر نديون ۽ ڀيل وغيره پراڻ پتيءَ جي ساڻ رهندي سک ڏيندڙ آهن. انلاءِ منهنجي بدران سس ۽ سهري کي پيرين پئي منهنجي اِها وينتي ڪجو ته مونلاءِ ڪو به سوچ نه ڪن ڇوجو مونکي ڪا به تڪليف يا ڏک ڪونهي.

سمنت گهڻيئي جتن ڪيا پرگالهه مان وريو ڪجهه به ڪين. اڄار شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا جي چرڻن ۾ متو نوائي، هو ڏايو اُداس ٿي موٽي هليو چڻ نہ ڪو واپاري پنهنجي پونجي وڃائي واپس موٽي.

تنهن کانپوءِ رامچندر راجا گهه کان ٻڙجي وڻ جو کير گهرائي پنهنجي ۽ لڪشمڻ جي وارن کي جٽائن جي نموني ٻڌو. پوءِ ته هيءُ ٻئي راجڪمار گيرو جٽائن سان رشين منين سمان شوڀياوان دسڻ ۾ ٿي آيا. انوقت

هنن جي من ۾ ڪنهن به قسم جو شوڪ ڪونه هو. ننهن ڪانپوءِ هنن ننهي راجا گهه کان موڪلايو ۽ گنگا ڪناري اچي ملاح کي ٻيڙي آڻڻ لاءِ چيو. ٻڌهن اُهو ملاح چوڻ لڳو:- مونکي انهيءَ رهسيه جي خبر آهي ته توهانجي چرڻن ڪمان جي ڌوڙ منش بڻائي ڇڏيندي آهي. پلا جن جي ڇهڻ سان ئي پٿر جي جپ هڪ سندر استري اهليا ٿي پئي ته پٿر کان نرم هن ڪاٺ جي ٻيڙيءَ کي استري بڻجڻ ۾ ڪهڙي ويرم لڳندي؟ پوءِ مان نه ڦرجي ويندس ۽ منهنجي روزيءَ جو وسيلوئي مارجي ويندو. مان نه انهيءَ ٻيڙيءَ جي آسري ئي سڄي ڪٽنب جي پالنا ڪندو آهيان. هاڻي جي توهانکي هرويرو پار وڃڻو آهي ته پهريائين پنهنجا اِهي چرڻ ڌوئڻ ڏيوم.

ڪيوٽ جا اِهي پريم ڀريل انپٽا وچن ٻڌي ڪرٽانڌان شري رام سيتا ۽ لڪشمڻ ڏانهن نهاري مرڪيو ۽ ملاح کي چيائين:- ڇگو پيارا! تون اهو ڪي ڪر جنهنپر تنهنجي ٻيڙي سلامت رهي. جلدي پاڻي آڻي پير ڌوءِ ۽ سگهو پار پهچاءِ.



آها! جنهن پربوءَ جي نام سمرڻ سان منش اپار سنسار ساگر پار اُڪريو وڃي سو ڪرپالو شري رامچندر ڪيوٽ کان پير ڌوئارڻ جي واٽ ڏسي رهيو آهي. ملاح جهٽ پٽ ڪاٺ جي برتڻ ۾ جل

انريت شري رام پڻ سيني الاءِ به سمنت کي پريم پريا سنيها
ڏنا. جڏهن منتري سمنت رامچندر کي پنهنجي ارادي تي مضبوط ڏٺو
تڏهن هن چيو:- رگهوناٿ! مهاراج چيو هئو ته سيتا بن جا ڪليش سهي
نه سگهندي، انهيءَ ڪري توهان اهو اپاءُ ڪريو ته جئن سيتا واپس هلي. پوءِ
هوءَ پنهنجي پيڪي رهي يا وٽيس ته ساهري رهي. سيتا ته موٽي
ضرور واپس هلي نه ته مان کهڙو منهن کڻي موٽي ويندس.
اهو ٻڌي شري رامچندر سيتا کي گهڻوئي سمجهايو ۽ واپس
وڃڻ لاءِ چيو پر هوءَ چوڻ لڳي:- "هي پراڻ پتي! توهان ديالو ۽ پرم
گياني آهيو. ڪرپا ڪري ويچار ته ڪريو ته شرير کان پاڇو ڪٿي
جدا ٿيندو؟ سورج کان سندس پرڪاش ۽ چنڊ کان چانڊوڪي جئن
جدا ٿي نه ٿيون سگهن تئين مان به توهانکان جدا رهي نه سگهنديس."
وري سمنت ڏي نهاري چوڻ لڳي:- "توهان ته منهنجي سهري
۽ پتا سمان آهيو ۽ توهانکي سامهون جواب ڏيڻ اجوڳو آهي پر استريءَ
لاءِ پتيءَ جي چرڻن کانسواءِ سنسار جا ٻيا سڀ ناتا ويرٿ آهن.
منهنجي پتا ۽ سهري وٽ برابر سورڳ سمان سک جا سامان ۽ سڀئي
دنيا جون نعمتون موجود آهن پر پتيءَ کانسواءِ اهي مونکي سپني ۾
به سک نه ڏينديون. بن جا ڏکيا رستا، ڪنڊن واري ڌرتي، پهاڙ،
هاٿي، شينهن، گجندر نديون ۽ پيپل وغيره پراڻ پتيءَ جي ساڻ رهندي
سک ڏيندڙ آهن. انهيءَ منهنجي بدران سس ۽ سهري کي پيرين پئي
منهنجي التجا وينتي ڪجو ته مونلاءِ ڪو به سوچ نه ڪن ڇو جو مونکي
ڪا به تڪليف يا ڏک ڪونهي.
سمنت گهڻيئي جتن ڪيا پر ڳالهه مان وريو ڪجهه به ڪين. اچار
شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا جي چرڻن ۾ متو نوائي، هو ڏاڍو اداس ٿي
موٽي هليو جڻ ته ڪو واپاري پنهنجي پونجي وڃائي واپس موٽي.
تنهن کانپوءِ رامچندر راجا گهه کان ٻڙجي وڻ جو کير گهرائي پنهنجي
لڪشمڻ جي وارن کي جٽائن جي نموني ٻڌو. پوءِ ٻه ڀيءُ ٻئي راجڪمار گيرو
ٻيڙن ۾ جٽائن سان رشين منين سمان شوڀياوان دسڻ ۾ ٿي آيا. انوقت

اهو ٻڌي سمنت ڏاڍي ڏک ۾ ٻرجي هٿ جوڙي چوڻ لڳو:- سوامي! توهانجي ايوڌيا ڇڏڻ تي ايوڌيا واسين جيترا ورلاپ ۽ رودن ڪيا هئا سو مونکي خالي رٿ سان واپس ايندو ڏسي اُن کان به سؤڻو وڌيڪ هاهاڪار ڪندا. ماتا ڪوشليا کي مان ڪيئن وڃي چوندس ته مان تنهنجي پياري پٽ کي بن ۾ پهچائي آيس؟ مان توهان ڪانسواءِ ايوڌيا واپس نه ويندس. مونکي به پاڻ سان بن ۾ رهڻ جي موڪل ڏيو. مهاراج دشرٿ جي به مونکي اها آگيا آهي ته توهانکي بن مان گهمائي ڦيرائي ۽ گنگا اسنان ڪرائي واپس ايوڌيا وٺي اچان. سو ڪرپا ڪري مونکي اڪيلو واپس نه موڪليو.

سمنت جا وچن ٻڌي شري رام چيو:- سمنت! تون پاڻ ڌرم جي مرم کي چڱيءَ ريت سمجهين ٿو. شبيءَ، ددڌيچ، راجا هرشچندر، رنتديو ۽ ٻلي‌ءَ ڌرم جي لاءِ انيڪ ڪشٽ سٺا پر ڌرم جو تياڳ نه ڪيائون. سڀني ويد شاسترن ۾ چيل آهي تہ ستيه سمان ڪو ٻيو ڌرم ناهي. اُن ستيه جو تياڳ ڪرڻ ۾ اپجس به لڳي ٿو ۽ چڱي ماڻهوءَ لاءِ اپجس ته موت کان به وڌيڪ ڏکدائي آهي. انلاءِ مان هٿ جوڙي اِهائي ويني ٿو ڪريان. منهنجو ۽ توهانجو هن وقت اهوئي ڪرتويه آهي ته جئن مهاراج جي وچن جي پوئواري ٿئي ۽ هن کي اسانجي جدائيءَ جو ڏک نه ٿئي. تون مهاراج کي ڌيرج ڏج ۽ چئج ته اسان لاءِ ڪابه چنتا نه ڪري.

ٻيو مان توکي پنهنجي ڪم لاءِ ئي ايوڌيا موڪلي رهيو آهيان. جڏهن تون واپس ويندين ته ڪيڪئيءَ کي ڪِ ٿيندي ته رام بن ويو. تنهنجي وڃڻ ڪانسواءِ هنکي سنتوش نه ٿيندو. تون منهنجي پتاجي کي پرڻام ڪري چئج ته مونکي يا لڪشمڻ کي بن ۾ اچڻ جو ڪو به ڏک ڪونهي ۽ تنهي ماتائن کي به اسانجو ڪشل سماچار ٻڌائج ۽ نمسڪار ڪج. مهاراج کي چئج ته جلدي ڀرت کي گهرائي راجتلڪ ڏيو ۽ ڀرت کي اهو نياپو ڏج ته پتا جي آگيا سمجهي ضرور راجگدي سوِيڪار ڪري.

جو مربي پٽ مها پراڪرمي رامچندر ۽ راجڪماري سيتا اڄ ڪيئن نه ڪکن تي سمهي رهيا آهن. جن سدائين اندر پوءَ سمان محلاتن ۾ سوني جي پلنگن تي نرم ۽ سندر گاديان تي گذاريو سي هن وقت بن ۾ زمين تي سمهي رهيا آهن! ڪيڪئيءَ جي نيچ بڌيءَ ڪري ئي هنن کي اهي دک ڏسڻا پيا آهن ۽ راجا دشرٿ به هنن جي وڇوڙي ۾ جيئرو رهي نه سگهندو.

لڪشمڻ چيو: - هي متر! ڪوئي ڪنهن بئي کي سک دک نٿو ڏئي ۽ سڀڪو پنهنجن ڪرمن انوسار ڦل ڀوڳي ٿو. ميلاپ يا وڇوڙو، چڱي مندي ڀوڳنا، شترو يا متر اهي سڀ واسنا ۾ نه آهن ۽ رڳو ڀرم جا ڦندا آهن. جنم، مرتيو، سمپتي، وپتي، زمين، جائداد، ڌن، ڪٽنب، مٽ مائٽ، سک دک ۽ ٻيو جيڪي به جڳت جو وهنوار ڏسڻ ٻڌڻ يا من ۾ ڀاسجڻ ۾ اچي ٿو سو سڀ سچ نه آهي ۽ اُن جو مول ڀڳوان جي مايا آهي. جيئن سپني ۾ راجا فقير ٿو ٿئي ۽ هڪ فقير پاڻ کي راجا ٿيل ٿو ڏسي ۽ ننڊ کلڻ تي اصل راجا يا فقير جي سپني جي ڪري ڪا هاڃي يا لاڀ نٿو ٿئي تئين جڳت جي هن سڄي پرپنچ کي سمجهڻ گهرجي ۽ اهو سوچي ڪڏهن ڪنهن تي ڪروڌ نه ڪجي ۽ نه ڪنهن کي ڏوهه ڏجي. سڀيئي جيوَ اگيان ۽ موهه جي ننڊ ۾ انيڪ پرڪارن جا سپنا ڏسي رهيا آهن. جڳت ۾ جيو کي جاڳيل تڏهن سمجهجي جڏهن هن کي ڀوڳ ولاس مان ويراڳ ٿئي ۽ پڀو چرڻن ۾ پريت لڳي.



اندريت لڪشمڻ، گهه ۽ سمنت سڄي رات ويهي گيان ويراڳ جون وارتائون ڪيون ۽ صبح ٿيڻ تي رامچندر گنگا جي ٻيءَ پر هاڻ جي تياري ڪئي. هن راجا گهه کي ٻيڙي گهرائڻ لاءِ چيو ۽ منتري سمنت کي اپس وڃڻ جي آگيا ڏني.



ائين چئي نشاد راج گهه پاڻ سان آندل طرحين طرحين جا عمدا ڀوڄن، گلم غاليچا، پلنگ، تنبو ۽ گهوڙن لاءِ داڻو گاهه آڻي اڳيان پيش رکيو ۽ پاڻ ٻه هٿ جوڙي اچي اڳيان بيٺو. اهو ڏسي شري رامچندر- مترا تنهنجي هيستائين پيدل اچڻ ۽ پريم ڏيکارڻ ئي مون جو آدرستڪار ٿي چڪو. ٻوڪي پنهنجن مٽن مائٽن سميت خوش ڏسي مان دادُ ورسن ٿيو آهيان ۽ تنهنجي پريم سان آندل پيئتا مان سويڪار ٿو ڪريان. پر هن مهل مان تپسوين جي نيمن ۾ آهيان ۽ ان لاءِ هيءُ راجائي ڀوڄن ۽ سڪ سامگري مان ڪٿ نه آڻيندس ۽ نڪي ڪنهن شهر ۾ ويندس. تو جيڪي گهوڙن لاءِ آندو آهي، تنهن جي اسانکي ضرورت آهي ۽ پيو ڪي ڪين گهرجي.



اهو ٻڌي راجا گهه گهوڙن جي ڪارائڻ پيارڻ جو بندوبست ڪيو. رامچندر سنڌيا اُپاسنا ڪري لڪشمڻ جو آندل جل پيتو ۽ ڦل ڦول کاڌا ۽ پوءِ پاڻ ۽ سيتا گاهه وڇائي سمهي پيا. لڪشمڻ، سمنت ۽ راجا گهه ڏنش باڻ کڻي ٿورو پريان ٻئي وڻ جي هيٺان ويهي پهرو ٻه ڏيڻ لڳا ۽ پاڻ ۾ ڳالهيون ٻه ڪرڻ لڳا. نشاد راج گهه چوڻ لڳو:- لڪشمڻ! مهاراجا دشرٿ

رهيو هو جو جڻ تہ سندن سڀ ڪو پٽ مري ويو هو. هر هڪ گهر ۾ استرين
ٻئي رنو ۽ سڄي نگر ۾ هاهاڪار مچيل هو.



## راجا گهہ جو رامچندر کي پنهنجو راڄ آڇڻ ۽ رامچندر جو سمنت کي واپس موڪلي پيدل بن وڃڻ

هوڏانهن رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا طرحين طرحين جا نظارا ڏسندا اڳتي وڌندا رهيا. وڏنڌ پربت، ڳوٺن جي آسپاس جون ساوڪ واريون ٻنيون ۽ گلن جي هبڪار سان ڀريل جهنگل پار ڪندا، هو نيٺ پنهنجي ڪوشل ديس جي حد لنگهي اچي گنگا جي ڪناري پهتا. هن پوتر نديءَ جي ڪناري رشين منين جا ڪيترائي آشرم هوا. اُتي پهچي رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا پاپناشني گنگا جي سيتل جل ۾ سنان ڪيو ۽ پوءِ جل پي رستي جو ٿڪ ڀڳو ۽ هڪ وڻ جي ڇانيا ۾ ويهي رهيا.

اُن استان جي ڀرسان شرنگوير پوريءَ نالي هڪ شهر هو جنهن نشادن جو راجا گهہ راڄ ڪندو هو. اُهو مها بلوان راجا رامچندر جو پيارو متر هو. هن جڏهن ٻڌو تہ راجڪمار رامچندر سندس راڄ ۾ آيو آهي تڏهن هو پنهنجن منترين ۽ سردارن کي وٺي وٽس پريم سان ملڻ آيو. رامچندر پنهنجي پياري متر کي ايندو ڏسي اڳتي وڌي وڃي ساڻس مليو ۽ کانئس ڪشل منگل پڇيائين. رامچندر کي لهسوين جي ويس ۾ ڏسي راجا گهہ کي دانو ڏک ٿيو ۽ هو چوڻ لڳو:- رگهونندن! اڄ مان ڏاڍو وڏ ڀاڳي آهيان جو توهان هتي پڌاريا آهيو. توهان ڪرپا ڪري منهنجو راڄ سويڪار ڪريو. توهان جيڪا آگيا ڪندا سا مان ۽ منهنجا سردار خوشيءَ سان پوري ڪنداسون. اڄ کان وٺي توهان اسانجا مالڪ ۽ راجا آهيو ۽ اسين سڀ توهان جا سيوڪ ۽ پرجا آ... توهان راجڌانيءَ ۾ هلي راڄ ڪريو.

جي ڳڻن جي چرچا ڪندي رات گذاري. اڌ رات گذرڻ تي جڏهن رامچندر جاڳيو تڏهن ڏٺائين ته ٿڪ ۽ ڏک ڪري نگرواسي الوٽ ننڊ ۾ ستا پيا هوا. هن لڪشمڻ کي چيو:- لڪشمڻ! سڪن ۾ پليل هيءَ نگرواسي ڪيئن نه بک ۽ ٿڪ ۾، ڪکن ۽ ڪنڊن جي زمين تي سمهي رهيا آهن! هنن کي رڳي اسانجي چاهنا آهي ۽ هنن جو هٺ ڏسي مان سمجهان ٿو ته هي پراڻ تياڳيندا پر پنهنجو نشچو نه بدليندا. راجڪمارن جو ڌرم آهي پرجا جي دک کي دور ڪرڻ ۽ نه ڪ پنهنجي دک ۾ اُنهن کي شريڪ ڪرڻ. انلاءِ اسين هنن کي سمهيل ڇڏي جلدي هليا هلون ته هنن کي اسان لاءِ زمين تي بک ۾ تم نه سهڻو پوندو.

ائين چئي سمنت کان جلدي رٿ تيار ڪرائي، شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا سميت تمسا ندي پار ڪئي ۽ سمنت کي آگيا ڏنائين ته هو ڪجهه پنڌ رٿ کي اُتر طرف وٺي وڃي ۽ واپس اهڙي ترڪيب سان ڏکڻ ڏانهن اچي جو رٿ جي ڦيٿن جو نشان ڏسڻ ۾ نه اچي. شري رام جي آگيا موجب سارٿيءَ ائين ڪيو ۽ پوءِ هيءُ ٽيئي رٿ تي سوار ٿيا ۽ سج نڪرڻ کان اڳ تمام پري وڃي رسيا.

هوڏانهن صبوح ٿيڻ تي ايوڌيا واسين جڏهن شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا کي نه ڏٺو ته کين هيڏانهن هوڏانهن ڳولڻ لڳا. نيٺ رٿ جي ليڪن کي ڏسي ”رام-رام“ پڪاريندا ڊوڙڻ لڳا پر ڪجهه پنڌ پري جڏهن کين رٿ جو ڪو نشان ڏسڻ ۾ نه آيو، تڏهن هٿ مٿي ڪٽي ورلاپ ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجي ننڊ کي ڌڪارڻ لڳا. نيٺ ٿڪجي ۽ نراس ٿي آهستي آهستي ايوڌيا موٽي آيا.

انوقت ايوڌيا نگري جل ڪانسواءِ نديءَ مثل سڪي لڳي رهي هئي جو بزارين سڀ بند هيون ۽ هرهنڌ اُداسي ۽ مايوسي ڇانيل هئي. ماڻهن جا منهن شوڪ ۾ ٻڏل ۽ لٿل هوا، نه ڪنهن اگني هوتر ڪيو ۽ نه ڪو پوڄن ڪيو ۽ خود جانورن يعني هاٿين، گهوڙن ۽ ڳائين به چارو ڪائڻ ڇڏي ڏنو هو. هرهڪ نگرواسي اهڙي نه شوڪ ۾ ٻڏي

## ايوڌيا واسين جو رامچندر سان وڃڻ ۽ هنجو کين سمجهائي موٽائڻ. سمهيل ڇڏي اڳتي وڌي وڃڻ.

شري رام جي رٿ پٺيان ايوڌيا واسين جا انبوهه ڊوڙي رهيا هئا
جن ۾ کيترا اڇن وارن وارا پيرسن برهمڻ به هئا. سڀني پرجا جو
گهڻو سنيهه ڏسي رامچندر جو هردو پگهري پيو ۽ هو سيتا ۽ لڪشمڻ
سميت رٿ مان هيٺ لهي پيو ۽ سڀني سان گڏ پنڌ هلڻ لڳو. انوقت
سڀيئي کيس واپس هلڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا پر هنکي نه پنهنجي
راجا ۽ پتا جو وچن نباهڻو هو ۽ هو کين چوڻ لڳو:- پيارا ايوڌيا واسيو!
توهانجو ايڏو قرب ۽ شرڌا موناِءِ آهي، پر مونکي اِنهر وڌيڪ خوشي
ٿيندي ته توهان ڀرت کي هن کان به وڌيڪ پيار ڪريو ۽ عزت ڏيو.
ڀرت عمر ۾ سو ننڍو آهي پر گڻن ۽ عقل ۾ وڏو آهي ۽ انلاءِ راجا ٿيڻ
جي لائق آهي. مونکي ۽ توهانکي راجا جي آگيا پالڻ گهرجي. جي
توهان منهنجو ڪو وڻندڙ ڪارج ڪرڻ چاهيو ٿا تہ ڪرپا ڪري
موٽي ايوڌيا وڃو ۽ راجا کي منهنجي وڇوڙي جو جيڪو ڏکہ ٿي رهيو
آهي تنهنکي گهٽائڻ جو جتن ڪريو.

شري رام جا اهي وچن ٻڌي، ايوڌيا واسين ۾ کيس راجا بڻائڻ
جو نشچو وڌيڪ دڙ ٿيندو ويو ۽ هو واپس نہ وريا. هو لڙڪ وهائيندا
رامچندر جي پٺيان هلندا رهيا جڻ تہ رام ۽ لڪشمڻ پنهنجي پريم ۽
گڻن جي ڏوريءَ ۾ ٻڌي کين ڇڪي وڃي رهيا هوا. ان ريت
هلندي تمسا ندي اچي پهتي، جا جڻ تہ رامچندر جو رستو روڪي
بيٺي هئي ۽ مٿان اچي رات پيئي. تڏهن رامچندر اتي رات
گذارڻ جو خيال ڪيو ۽ اهو جاڻي سمنت رٿ جي گهوڙن کي ڇوڙي
پاڻي پياريو ۽ آسپاس گاهہ چرڻ لاءِ ڇڏي ڏنو. لڪشمڻ ۽ سمنت
هڪ جڳهہ صاف ڪري گاهہ ۽ پن وڇايا جنتي شري رام ۽ سيتا کي
سمهندي ئي ننڊ اچي ويئي.

سمنت ۽ لڪشمڻ شري رام ۽ سيتا جي سنڀال ڪندي ۽ انهن

راجا کي جهليو. ڪيڪئيءَ جي ڇهندڻي راجا دشرٿ کي باهه وٺي ويئي ۽ هنجو هٿ ڀري ڪري چيائين :- ڪيڪئي! تون مونکي هٿ نه لاءِ. مان توکي ڏسڻ به نٿو چاهيان ۽ اڄ کانپوءِ نه تون منهنجي استري آهين ۽ نه مان تنهنجو پتي. تو ڌن جي لوڀ ۾ ڌرم کي ڇڏيو آهي ۽ انلاءِ مون تنهنجو تياڳ ڪيو آهي. تنهنجو پٽ ڀرت به هيءَ راڄ پائي خوش ٿئي ته منهنجي مئي کانپوءِ نه هو مونکي جل ڏئي ۽ نه پنڊ پائي. تون وڌوا ٿي راڄ ماڻ چاڪاڻ ته مان رام کانسواءِ جيئرو رهي نه سگهندس.

اهو چئي راجا ڪوشليا جي محل ۾ ويو، پر اُتي به رام کانسواءِ هن کي چوطرف اونده ڏسڻ ۾ ٿي آئي. هو شوڪ ۾ وياڪل ٿي مورڇت ٿي ڪري پيو ۽ هنجي پاسي ۾ ڪوشليا ويٺي ورلاپ ڪيا. اڌ رات جو راجا ڪوشليا کي چيو :- ديوي! منهنجي اکين جي جوت رام سان گڏ هلي ويئي آهي، جو مونکي ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. تون پنهنجو هٿ منهنجي شرير تي گهماءِ.

ڪوشليا راجا کي هٿ گهمائي آٿت ڏيڻ لڳي پر وري رام لڪشمڻ سيتا جي بنواس جي ڪشٽن جو خيال ڪري شوڪ ۾ ڀرجي ورلاپ ڪرڻ لڳي. انوقت سمترا کيس سمجهائڻ لڳي :- مهاراڻي! تنهنجو پٽ رام ڌرماتما ۽ مها بلوان آهي، انلاءِ ايترو شوڪ ڪرڻ اجايو آهي. هو پنهنجن ڀائرن جي پل سان بن ۾ نرڀئه ٿي رهندو ۽ وري ڌنش ڌارين ۾ سريشٽ لڪشمڻ به ساڻ اٿس. تنهن سواءِ ساڪيات لڪشمي روپ سيتا جنهن سان ساڻ آهي تنهنکي ڪهڙي ڪمي ٿيندي! پيڻ! تون ڪو اُلڪو نه ڪر. هو جلد موٽي ايوڌيا ايندا ۽ اچي توسان ملندا. تون اهو نه وسار ته تون ڌرماتما ۽ پراڪرمي رام جي ماتا آهين. توکي پنهنجي پٽ تي ناز ٿيڻ گهرجي. هن وقت سڄي محل ۾ سڀيئي استريون ۽ ٻيا ڪٽنبي وياڪل ٿي روئي رهيا آهن، تن کي تون آٿت ۽ ڌيرج ڏي!

انريت سمترا جي سمجهائڻ تي ڪوشليا کي ڪي قدر شانتي آئي ۽ هوءَ راجا ۽ ٻين کي ڌيرج ڏيڻ لڳي.

اچج. ڀيانڪ بن کي ڏسي جڏهن سيتا ڏکي ٿڌهن ٿون اُنوقت
کيس سمجهائي چئج ته تنهنجي سس سهري گهڻي قدر ٿوکي واپس
موٽڻ لاءِ چيو آهي ۽ ساهري يا پيڪي ٿوکي جتي وڻي تتي رهج.
سيتا موٽندي ته منهنجي پراڻن کي سهارو ايندو نه ته منهنجا پراڻ
ضرور نکرندا.

راجا جي آگيا موجب سمنت رٿ تي چڙهي اُتي آيو جتي
رامچندر لڇمڻ ۽ سيتا وچي رهيا هئا. سمنت راجا جو نياپو ٻڌائي
ٽنهي کي رٿ ۾ چاڙهيو ۽ پوءِ سڀيتي ايوڌيا کي سر نمائي روانا ٿيا.
شري رام کي ويندو ڏسي ايوڌيا واسي ڏکي ٿي رٿ جي پوئتان ڊوڙڻ
لڳا ۽ سندن اکين مان لڙڪ ٽمي رهيا هوا.

اُن وقت راجا دشرٿ به پنهنجين راڻين سميت محلات مان
نڪري رام جي پنيان ڊوڙڻ لڳو. راجا ۽ نگرواسي سمنت کي چوڻ
لڳا ته رٿ آهستي هڪل، پر رامچندر ان ڏکدائڪ موقعي کي جلد
پوري ڪرڻ لاءِ سمنت کي رٿ تکو هلائڻ جي آگيا ڪئي. رام
کي بن ويندو ڏسي سارو شهر وياڪل ٿي زار زار اوڇنگارون ڏيئي
روئڻ لڳو. چوطرف هاهاڪار مچي ويو. دشرٿ سڄيءَ پرجا کي
رام لاءِ ايترو وياڪل ۽ ڏکي ڏسي، پاڙ کان ڪٽيل وڻ وانگر زمين تي
ڪري پيو. راجا ۽ راڻين کي رام لاءِ تڙڦندو ڏسي ماڻهو وڏيڪ ورلاپ
ڪرڻ لڳا. ڪوشليا ٽنهي کي پڪاريندي رٿ جي پوئتان ڊوڙي
رهي هئي. راجا دشرٿ پڪاري پڪاري سمنت کي رٿ روڪڻ
لاءِ چئي رهيو هو. پر سارٿي ماڻهن کي پري ڪري رٿ کي تکو
هلائي ويو. هوڏانهن منترين راجا کي سمجهائي ۽ ڏيرج ڏيئي اڳتي
ڊوڙڻ کان اچي روڪيو. راجا ۽ راڻيون نماڻا نيڻ ڪئي رامچندر کي
پريان ڏسنديون رهيون.

رامچندر جي رٿ جي ڌوڙ جيستائين ڏسڻ ۾ ٿي آئي دشرٿ
سندو رهيو، پر پوءِ ڏاڍو وياڪل ٿي زمين تي ڪري پيو.
هڪ پاسي کان ڪوشليا ۽ ٻئي پاسي کان ڪيڪئيءَ وچي

راجا دشرٿ ڪان بہ سيتا کي ٻنواسڻ جي ڪپڙن ۾ ڏٺو نہ ويو. هن سيتا کي بن ۾ وڃڻ جي پرتگيا تہ ڪونہ ڪئي هئي! گرو وشسٽ سان سهمت ٿي هن خزانچيءَ کان سيتا کي انيڪ مٺيا ۽ عمدا ڪپڙا ڏيارايا ۽ وڌن جي آڳيا مڃي سيتا بہ اُهي سويڪار ڪيا ۽ گيڙو ڪپڙا لاٿا. اُن وقت ڪوشليا پنهنجي نونهن سيتا کي ڇاتيءَ سان لڳائي چيو:- ڌيءَ! جيڪي استريون پنهنجي پتيءَ کان سدائين سک پراپت ڪري، آپدا اچڻ ويل هن سان ڏئنڪو ڪنديون آهن سي ڪلچٽيون چئبيون، پرجيڪي سداچاري پتورتائون ڌرم ۽ ڪل جي مريادا ۾ رهي سک يا ڏک ۾ برابر پتيءَ سان پريم ۽ ٽهل ڪنديون آهن سي ضرور پرم گتي پائين ٿيون. رام نرڌن هجي يا ڌنوان، هو سدائين تنهنجي لاءِ ديوتا سمان آهي.

سس جو اُپديش ٻڌي سيتا هٿ جوڙي جواب ڏنو:- آريي! مان توهانجي اُپديش تي پوريءَ طرح هلنديس. جيئن چندرما کان سندس ڪرڻائون جدا نٿيون ٿين، تيئن مونکان بہ ڌرم جدا نہ ٿيندو. پتا، ڀاءُ يا پٽ ڪنهن حد تائين سک ڏين ٿا پر پتي تہ هن لوڪ ۾ ڇاهي پرلوڪ ۾ اڪٿ سک ڏيڻ وارو آهي. مان چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿي تہ استريءَ جو ديوتا رگھو پتي ئي آهي.

تنهن کانپوءِ شري رام، لڪشمڻ ۽ سيتا پريم ۽ نمرتا سان هٿ جوڙي راجا دشرٿ کي پيرين پئي پرڪرما ڪئي. هنن ڪوشليا، ڪيڪئي، سمترا، ٻين راڻين ۽ وڌن کان پرڻام ڪري موڪلايو ۽ بن ڏانهن روانا ٿيا، جو ڏسي راجا دشرٿ مورڇت ٿي ڪري پيو. انوقت محلات ۾ چوطرف هاهاڪار مچي ويو ۽ سڀني جو رودن ٻڌي جگر ٿي ڦاٽو. جڏهن راجا دشرٿ جي مورڇا ٽٽي تڏهن هن منتري سهمنت کي سڏائي چيو:- هي متر! تون رٿ وٺي رامچندر سان ساڻ وڃ. تون ٻنهي راجڪمارن ۽ سڪماري جانڪيءَ کي رٿ ۾ چاڙهي چار ڏينهن بن گهمائي واپس وٺي اچ. پرجي ڌيرجوان ٻئي ڀائر واپس نہ اچن تہ ڪنهن بہ دستور منٿون ڪري سيتا کي تہ ضرور وٺي

# شري تلسي رامايڻ



گرو وشٽ جو سيتا کي گيرو ڪپڙا پائڻ جي منع ڪرڻ.

آهيان. مونکي نه رڳو ٻاڳوان ڪپڙا ۽ هڪ ڪوڏر گهرائي ڏيو جو
اهي مونکي بن ۾ ڪم ايندا.

اهو ٻڌي ڪيڪئي جهٽ وڃي ڳيڙو ڪپڙا ڪڍي آئي ۽ اچي
رامچندر ۽ لڪشمڻ کي ڏنائين. اونهي قد وارن ٻنهي سندر راجڪمارن
جڏهن پنهنجا راجائي وستر لاهي ٽپسوين جهڙا ڳيڙو ڪپڙا پاتا
تڏهن سڀني جي اندر ۾ وڏ پوڻ لڳا. سلڇڻي سيتا به ڪيڪئي
کان ڳيڙو ڪپڙا پنهنجي لاءِ وٺندي شرمندي ٿي پنهنجي پتيءَ
کي چيو: "ناٿ! رشي مني هي ڳيڙو ڪپڙا ڪيئن پائيندا آهن؟"
اهي ٽليا ڪپڙا نه پائي سگهڻ ڪري، هڪ ڪپڙو ڳچيءَ ۾ ۽ ٻيو هٿ
۾ جهلي راجڪماري سيتا چپ ڪري بيهي رهي. تڏهن شري رام هن
وٽ اچي هن جي ريشمي ڪپڙن مٿان ڳيڙو ڪپڙا پائڻ لڳو. اهو
ڏسي اُتي بيٺل سڀني جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو.

## رام، لڪشمڻ ۽ سيتا جو بن وڃڻ.

راجڪماري سيتا کي ڳيڙو ڪپڙن ۾ ڏسي گرو وسشٺ جو من
به ڀرجي آيو. هن ڪيڪئي کي چيو: "مورک ڪيڪئي! تون مريادا
جو ليڪو لنگهي پاپ ڪرم ڪري رهي آهين. اڙي ڪل ڪلنڪڻي!
رام جتي جو راجا نه هوندو سو راڄ جهنگل ٿي پوندو ۽ جنهن جهنگل
۾ رام هوندو سو جهنگل هڪ سوتنتر راڄ ٿي پوندو. جي ڀرت راجا
دشرٿ جو پٽ آهي ته ڪڏهن به هي راڄ قبول نه ڪندو ۽ نڪي
تو وٽ ويهي رهندو. تون چاهي ڪي به جتن ڪر پر ته به ڀرت
مريادا جي اُلٽ ڪوئي اجوڳو ڪم نه ڪندو. تو پٽ جي ڀلائي سمجهي
حقيقت ۾ هن سان برائي ڪئي آهي. سيتا تنهنجي نونهن ٿئي، هن جا
ڳيڙو ڪپڙا لاهي عمدا ڪپڙا ۽ گهڻا ڏينس. تو اڪيلي رام جي بنواس جو
ور گهريو آهي، تنهنڪري هيءَ راجڪماري مٽيا پائي نوڪرچاڪر هاٿي
گهوڙن وڃي ۽ بن ۾ سدائين راجائي ٺاٺ سان رام سان گڏ رهي.

رهيو آهي جو اپراڌ ڪنهن ڪيو نہ اُنجو ڦل ٻئي ڪنهنکي ڀوڳڻو پوي! ڀڳوان جي ليلا ڏاڍي وچتر آهي، جنهن کي جڳت ۾ ڪوئي ڄاڻي نٿو سگهي.

सुभ अरु असुभ करम अनुहारी। ईसु देइ फलु हृदयं बिचारी॥
करइ जो करम पाव फल सोई। निगम नीति असि कह सबु कोई॥
औरु करै अपराधु कोउ और पाव फल भोगु।
अति बिचित्र भगवंत गति को जग जानै जोगु॥

اُن وقت سمنت آدي منتري ملي ڪري ڪيڪئي کي چوڻ لڳا:- ديوي! رام ڪهڙو قصور ڪيو آهي جو هن کي ديس نيڪالي ملي؟ اسانکي تہ هن ۾ ڪو دوش ڏسڻ ۾ نٿو اچي. اهڙي سلڇڻي ۽ گڻوان پرش کي ناحق ڪشٽ ڏيڻ اڌرم آهي. ٻچڙن ماڻهن جي اثر هيٺ اچي تون پنهنجي ڌرماتما پتيءَ کي اجوڳ ڪم لاءِ لاچار نہ ڪر. راجا دشرٿ پنهنجي وچن جو پڪو نہ ڪندو پر انهيءَ ۾ تنهنجي گلا ٿيندي. توهانجي ونش ۾ هميشه وڏي پٽ کي راڄ ملندو آهي. ان لاءِ تون اجوڳ هٺ نہ ڪر.

انريت ٻين بزرگن بہ ڪيڪئي کي گهڻوئي سمجهايو پر هوءَ باز نہ آئي. تڏهن راجا دشرٿ چيو تہ هيرن جواهرن ۽ موتين سان ڀريل رٿ ۽ چترنگي سينا بہ رام سان ساڻ بن وڃي تہ جيئن بن ۾ رهي هو رشين منين کان يگيہ ڪرائيندو رهي ۽ دان پڻ ڪندو آرامسان رهي. ڪيڪئي کي اها ڳالهہ نہ وڻي تہ خزاني ۽ سينا کانسواءِ راڄ ڪهڙو؟ انوقت رامچندر چيو:- راجن! مونکي خزاني ۽ سينا جي ضرورت ناهي جو مان عيش آرام ڇڏي چڪو



جي پرتگيا پوري ڪري، واپس اچي توهانجي چرڻن ۾ متو نوائيندس.

اهو ٻڌي راجا دشرٿ روئڻ لڳو پر نيٺ چيائين:- پٽ! تنهنجو سدائين ڪلياڻ ٿيندو ۽ تون سکه سان موٽي ايندين. تون هڪڙي رات رهه ته توکي دسي منهنجا نيڻ ٺرن. تون منهنجو وچن پالڻ لاءِ ئي بن وڃي رهيو آهين. پر مان ڌرم جو قسم کڻي ٿو چوان ته تنهنجي بن وڃڻ ۾ مان راضي نه آهيان. هن ڪل ڪلنڪڻي ڪيڪئي وردان وٺي مونسان ڌوهه ڪيو آهي.

پتا جي اها ڳالهه ٻڌي شري رام چيو:- مهاراج! مونکي راڄ ڀوڳ، سکه، عيش آرام ۽ سورڳ جي ڪا خواهش ڪانهي. رڳي هڪ اهائي اڇا اٿم ته توهانجو وچن ڪوڙو نه ٿئي. بن ۾ هرڻ نچندا رهن ٿا ۽ پکي مٺيون مٺيون لاتيون لنون ٿا، سو اسين به اتي مزي سان رهنداسين ۽ چوڏهن ورهيه گذاري اچي توهان سان ملنداسين. هي سيئي ماڻهون روئي رهيون آهن، اُنهن کي ڌيرج ڏيڻ توهان جوئي ڪم آهي ۽ توهان به پنهنجي من مان شوڪ کي ڪڍي ڇڏيو. توهانجي وچن کي ڪوڙو ڪري مونکي ٿوهي لوڪن جو راڄ به سويڪار ناهي. توهان پنهنجي من کي شانت رکو. ائين بلڪل نه سمجهو ته توهان مونکي ڪا تڪليف ڏني آهي. مان بنا ڪنهن ڏکه ۽ رنج جي بن وڃي رهيو آهيان. توهان مونلاءِ بنهه ڏک نه ڪريو.

رامچندر جا اهي وچن ٻڌي راجا دشرٿ ڪيس ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ ڪيس پرسان وهاري چوڻ لڳو:- هي پيارا! سيڪو چوندو آهي ۽ ويدن جي به اِها چوڻي آهي ته شپ ۽ اَشپ ڪرمن جي انوسار ايشور هردي ۾ ويچاري ڦل ڏيندو آهي. جيڪو جهڙو ڪرم ڪندو آ ... ڦل پائيندو آهي. پر هاڻي ته ان چوڻيءَ جي برخلاف ٿي

اهڙي نه زور سان لٽ اُڇلائي جا سرجوُ نديءَ جي ٻيءَ پر ڳئُن جي هڪ وٿاڻ ۾ وڃي پيئي. شري رام ترجٽ کي اوستائين بيٺل ۽ پيون ٻه ڳهٽيون ڳايون دان ۾ ڏنيون ۽ هٿ جوڙي ان چرچي لاءِ معافي ورتي. غريب ترجٽ ڳئن جو وڏو ڌڻ وٺي رامچندر کي آسيسون ڪندو هليو ويو. رامچندر پنهنجو سمورو ڌن ۽ مال پنهنجن نوڪرن، مترن، برهمڻن ۽ غريبن ۾ وراهي سينٽي کي ڏئي ڇڏيو.

انرينت رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا بن وڃڻ لاءِ تيار ٿي پتا کان موڪلائڻ لاءِ ڪيڪئي جي محلات ڏانهن ويا. انوقت ايوڌيا جي سڙڪن تي ماڻهن جا انبوهه بيٺل هوا جي ٻنهي راجڪمارن ۽ سيتا کي پيدل ويندو ڏسي شوڪ ۾ پُرجي ويا ۽ سندن نيترن مان لڙڪ ڪرڻ لڳا. هو چوڻ لڳا:- آها! جنهن جي رٿ جي پنيان چترنگي سينا شان ۽ دٻدٻي سان هلندي هئي، اڄ اُهوئي رگهوڪل شرومڻي شري رامچندر پيدل وڃي رهيو آهي! جنهن سيتا کي ڌسڻ آڪاس ۾ اُڏامندڙن لاءِ به محال هو، تنهن راجڪماريءَ کي اڄ جيڪو "يـ" ڏسي رهيو آهي! ڪلجڳي پٽ کي ٻه پيءُ گهر مان نه ڪيندو آهي، پوءِ رام جهڙي سشيل ۽ گڻوان پٽ کي ڇوٿو بنواس ڏنو وڃي؟ اسان به لڪشمڻ وانگر رامچندر جي پنيان بن ويندا سين ۽ هنجي سک دک جا ڀاڱي ڀائي ٿيندا سين. سيني جي گڏ هئڻ تي جنهن بن ۾ رامچندر رهندو سو شهر ٿي پوندو ۽ سيني جي ڇڏي وڃڻ تي هيءُ شهر به جهنگل ٿي پوندو.

انرينت رامچندر ماڻهن جي واتان گهڻيئي ڳالهيون ٻڌندو پتا جي محلات ۾ اچي پهتو، جتي اڳيئي ڪوشليا، ٻيون راڻيون، منتري ۽ گرو وسشٽ آدي اچي ڪٺا ٿيا هوا. پريان ئي پنهنجي پراڪرمي پٽ رام کي هٿ جوڙي نمرتا سان ايندو ڏسي مهاراج دشرٿ يڪدم اُٿي هن ڏانهن ڊوڙيو، پر گهڻي شوڪ جي ڪري وچ ۾ ئي بيهوش ٿي ڪري پيو. رامچندر ۽ لڪشمڻ يڪدم ڊوڙي وڃي کيس اُٿاريو ۽ پلنگ تي ليٽايو. راجا کي جڏهن هوش آيو ته شري رام چيو:- مهاراج!

۾ بدل آهن. تنهنجي بن هاڻ سان ايوڌيا کي سنڀالڻ وارو ڪو به نه رهندو ۽ پرجا ۾ بي آرامي جاڳندي. جنهن راڄ جي پرجا ڏکي آهي اهو راجا نرڪ وڃيتو. ان لاءِ تون هتي رهي ماتا، پتا ۽ پرجا جي سيوا ۽ رکيا ڪر.

لڪشمڻ وراڻيو:- آريه! توهانجي پرتاپ سان پرت ضرور ماتا پتا ۽ پرجا جي سار سنڀال لهندو ۽ مان بن ۾ هلي توهانجي ٽهل چاڪري ڪندس. مان ماتا پتا گرو گسائين ڪنهن سڃاڻان، منهنجي ته ڪان وٽي اوهان ئي موتڪي سڀ سکيا ڏني آهي ۽ توهين منهنجا سڀ ڪجهه آهيو.

ڀاءُ جا اهي پريم ۽ نمرتا ڀريل وچن ٻڌي رامچندر کيس ساڻ وٺي وڃڻ قبوليو پر ڀيريائين کيس ماتا سمترا کان موڪل وٺڻ لاءِ چيائين. جڏهن لڪشمڻ ماتا سمترا کان وڃي موڪل گهري ته ٿوريءَ ته سمترا مٿان ڄڻ وڄ ڪري پيئي، پر پوءِ جڏهن سيني ڳالهين جو سوچ ڪري ڏنائين ۽ ٻنهي ڀائرن جو نئين ڪان وٺي پاڻ پريم جو خيال ڪيائين تڏهن هوءَ ڌيرج ڌري چوڻ لڳي:- پٽ! تنهنجي جي اها انڇيا آهي ته ڀلي وڃ. رام ۽ سيتا کي پتا ۽ ماتا سمان سمجهي سندن چڱيءَ طرح ٽهل ڪج جو اُنهن کي بن ۾ ڪا تڪليف نه ٿئي ۽ ايوڌيا جا سک به هنن کان وسري وڃن.

انريت ماتا جي آشيرواد وٺي ۽ ٻين پيارن کان موڪلائي، لڪشمڻ رامچندر جي آگيا موجب، گرو وسشٽ وٽ رکيل رامچندر جا ديه استر شستر کڻي آيو. تنهن کانپوءِ رامچندر پنهنجن نوڪرن چاڪرن کي چوڏهن ورهين لاءِ کاڌ خوراک لاءِ ناڻو ڏنو ۽ پنهنجو مال متاع برهمڻن ۽ غريبن کي ڏيڻ شروع ڪيو. اُن وقت ترجٽ نالي هڪ وڏي عيال واري برهمڻ اچي رامچندر کان دان گهريو. شري رام کي اُن وقت هڪ چرچو سجهي آيو سو ترجٽ کي چيائين ته هو پنهنجي لٺ، جيترو پري اُڇلائيندو اوستائين بيغل ڳايون رامچندر کيس . . . . اهو ٻڌي ڏٻري برهمڻ پنهنجي سموري طاقت لڳائي

اهڙي نہ زور سان لٽ اُڇلائي جا سرجوُ نديءَ جي ٻيءَ پر ڳئن جي
هڪ وٿاڻ ۾ وڃي پيئي. شري رام ترجٽ کي اوستائين بيٺل ۽
پيون بہ گهٽيون ڳايون دان ۾ ڏنيون ۽ هٿ جوڙي ان چرچي لاءِ
معافي ورتي. غريب ترجٽ ڳئن جو وڏو ڌڻ وٺي رامچندر کي
آسيسون ڪندو هليو ويو. رامچندر پنهنجو سمورو ڌن ۽ مال پنهنجن
نوڪرن، مترن، برهمڻن ۽ غريبن ۾ وراهي سڀني کي ڏئي ڇڏيو.

انريٽ رامچندر، لڪشمڻ ۽ سيتا بن وڃڻ لاءِ تيار ٿي پتا کان
موڪلائڻ لاءِ ڪيڪئي جي محلات ڏانهن ويا. انوقت ايوڌيا جي
سڙڪن تي ماڻهن جا انبوهہ بيٺل هوا جي ٻنهي راجڪمارن ۽ سيتا
کي پيدل ويندو ڏسي شوڪ ۾ ٻڏي ويا ۽ سندن نيترن مان لڙڪ
ٽمڻ لڳا. هو چوڻ لڳا :- آها! جنهن جي رٿ جي پٺيان چترنگي
سينا شان ۽ دٻدٻي سان هلندي هئي، اڄ اُهوئي رگهوڪل شرومڻي
شري رامچندر پيدل وڃي رهيو آهي! جنهن سيتا کي ڏسڻ آڪاس
۾ اُڏامندڙن لاءِ بہ محال هو، تنهن راجڪماريءَ کي اڄ جيڪو نيڪ
ڏسي رهيو آهي! ڪلڇٽي پٽ کي بہ پيءُ گهر مان نہ ڪڍندو آهي،
پوءِ رام جهڙي سشيل ۽ گڻوان پٽ کي ڇو ٿو بنواس ڏنو وڃي؟ اسان
بہ لڪشمڻ وانگر رامچندر جي پٺيان بن ويندا سين ۽ هنجي سک دک
جا ڀاڱي ڀائي ٿيندا سين. سڀني جي گڏ هئڻ تي جنهن بن ۾ رامچندر
رهندو سو شهر ٿي پوندو ۽ سڀني جي ڇڏي وڃڻ تي هيءُ شهر بہ
جهنگل ٿي پوندو.

انريٽ رامچندر ماڻهن جي وائان گهٽيئي ڳالهيون ٻڌندو پتا
جي محلات ۾ اچي پهتو، جتي اڳ ئي ڪوشليا، ٻيون راڻيون، منتري
۽ گرو وسشٽ آدي اچي ڪٺا ٿيا هوا. پريان ئي پنهنجي پراڪرمي پٽ
رام کي هٿ جوڙي نمرتا سان ايندو ڏسي مهاراج دشرٿ يڪدم اُٿي
هن ڏانهن ڊوڙيو، پر گهڻي شوڪ جي ڪري وچ ۾ ئي بيهوش ٿي ڪري
پيو. رامچندر ۽ لڪشمڻ يڪدم ڊوڙي وڃي ڪيس اُٿاريو ۽ پلنگ
تي ليٽايو. راجا کي جڏهن هوش آيو تہ شري رام چيو:- مهاراج!





۾ ٻڌل آهن. تنهنجي ٻن هلڻ سان ايوڌيا کي سنڀالڻ وارو ڪو به نه
رهندو ۽ پرجا ۾ بي آرامي جاڳندي. جنهن راڄ جي پرجا دکي آهي
اهو راڄا نرڪ وڃيٿو. ان لاءِ تون هتي رهي ماتا، پتا ۽ پرجا جي
سيوا ۽ رکيا ڪر.

لڪشمڻ وراڻيو:- آريه! توهانجي پرتاپ سان پرت ضرور ماتا
پتا ۽ پرجا جي سار سنڀال لهندو ۽ مان بن ۾ هلي توهانجي ٽهل
چاڪري ڪندس. مان ماتا پتا گرو گسائين نٿو سڃاڻان، منهنجا سڀ
ڪجهه آهيو.

وني اوهان ئي موکي سڀ سکيا ڏني آهي ۽ توهين منهنجا سڀ
پياءَ جا اهي پريم ۽ نمرتا ڀريل وچن ٻڌي رامچندر کيس ساڻ
وني وڃڻ قبوليو پر پهريائين کيس ماتا سمترا کان موڪل وٺڻ لاءِ
چيائين. جڏهن لڪشمڻ ماتا سمترا کان وڃي موڪل گهري ته پهرياءَ
نه سمترا متان چڻ وڄ ڪري پيئي، پر پوءِ جڏهن سيني ڳالهين جو
سوچ ڪري ڏنائين ۽ ٻنهي ڀائرن جو نئڊيڻ کان وني پاڻ ۾ پريم جو
خيال ڪيائين تڏهن هوءَ ڌيرج ڌري چوڻ لڳي:- پٽر! تنهنجي
جي اها انڇا آهي ته پلي وڃ. رام ۽ سيتا کي پتا ۽ ماتا سمان
سمجهي سندن چڱيءَ طرح ٽهل ڪج جو انهن کي بن ۾ ڪا تڪليف
نه ٿئي ۽ ايوڌيا جا سک به هنن کان وسري وڃن.

انريت ماتا جي آشيرواد وني ۽ ٻين پيارن کان موڪلائي، لڪشمڻ
رامچندر جي آگيا موجب، گرو وسشٽ وٽ رکيل رامچندر جا
ديه استر شستر کڻي آيو. تنهن کانپوءِ رامچندر پنهنجن نوڪرن
چاڪرن کي چوڏهن ورهين لاءِ کاڌ خوراڪ لاءِ ناڻو ڏنو ۽ پنهنجو مال
متاع برهمڻن ۽ غريبن کي ڏيڻ شروع ڪيو. اُن وقت ترجٽ نالي
هڪ وڏي عيال واري برهمڻ اچي رامچندر کان دان گهريو. شري
رام کي اُن وقت هڪ چرچو سجهي آيو سو ترجٽ کي چيائين ته هو
پنهنجي لٺ، جيترو پري اُڇلائيندو اوستائين ٻيٺل ڳايون رامچندر
س ڏيندو. اهو ٻڌي ڏبري برهمڻ پنهنجي سوري طاقت لڳائي

چاڻجو تہ توهان جي بن وينديءَ ۾ منهنجو اوس مرتيو ٿيندو. ن چئي سيتا اچي اوچنگارن ۾ چٽڪي ۽ پنهنجون نازڪ ٻانهون ي گلي ۾ وجهي ڏکہ ۾ ڀرجي زار زار روئڻ لڳي. تڏهن شري ڀيو تہ جي هٺ ڪري سيتا کي ڇڏي ويندس تہ هيءَ ضرور گيندي. اهو سوچي هو سيتا کي ڇاتيءَ سان لڳائي چوڻ يارِي! جي تنهنجو بن هلڻ جو اهڙو پڪو ارادو آهي تہ مان ي نٿو سگهان. جيئن بنواسي رشي مني پنهنجن استرين سان گڏ ندا آهن؛ تيئن مان بہ توسان گڏ بن ۾ اُنهيءَ ڌرم جو پالن ڪري ٿون ڀلي بن هلڻ جو سانباهو ڪر.

ڀنٺ جڏهن شري رام سيتا کي بن وٺي هلڻ قبول ڪيو تڏهن ڇهري ۾ ٻاٽي وري آيو ۽ مشڪڻ اُجهيس ۽ هوءَ پرسن ٿي بن ن تياريون ڪرڻ لڳي.



لڪشمڻ جو بن وڃڻ جو نشچو ۽ رامچندر جو سيني ڪان موڪلائڻ.

ڻ رامچندر جي جدائيءَ جو سوچي ڪري دادو وياڪل ٿيو ما... آٽي، شري رام جا چرڻ پڪڙي چوڻ لڳو:- آريہ! گڏ بن هلندس. مان توهان کانسواءِ سرگہ وڃڻ، امر جو راڄ پائڻ بہ نٿو چاهيان. خوفناڪ جانورن سان ڏنش، ٻاڻ ڪڻي توهانجي اڳيان هلندس. توهان ندس ۽ توهانجي ٽهل سيوا ڪندس.

اُتاري ڪڻي ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ چيو:- لڪشمڻ! ان پيارو، آگياڪاري ڀراتا ۽ مترآهين. هن شترو گهن بہ هتي ناهن، پتا بيو آهي ۽ منهنجي ي پڻ آهي، ماتا ڪوشليا ۽ سمترا پڻ شوڪ

آڌار! هونئڪي هتي وهاري اوهين بن جا ڪشٽ اڪيلا وچي ڀوڳيندا
ڇا؟ توهين اڪيلا بن جون اُجون، ٻڪون ۽ ٻيون ڀيڙائون سهندا ۽
مان محلاتن ۾ ويهي خوشيون ماڻيندي س؟ هي ناٿ! مان توهانجي
ڌرم پتني آهيان، اُتم ڌرم جو پالن ڪندڙ پتورتا آريه ناري آهيان،
توهان جي سک دک ۾ ساٿ ڏيندڙ توهانجي پريمڻ آهيان، سو مان
توهان جي جدائيءَ ۾ جيئري رهي ڪيئن سگهنديس؟ جيئن پراڻن بنا
ديهه ۽ جل بنا ندي ٿيندي آهي، تيئن پرش بنا استري آهي. بن
جا ڏک توهان جي سنگ ۽ پريم ۾ مون لاءِ سک ٿي پوندا. توهان جڏهن
ٿڪجي ڪنهن وڻ هيٺ وهندا ته مان توهانجا پير ڌوئي توهانکي
پنکو لوڏي هوا ڪنديس ۽ زور ڏيئي ٿڪ نورت ڪنديس. توهان
جي سنگ ۾ مونکي ڪو ڀي ڪونهي. ڪو به مون ڏانهن نهارڻ جي
جريت به نه ڪندو، جيئن شينهن جي استريءَ ڏانهن لومڙ ۽ گدڙ اک
کڻي به نه سگهندا آهن.

سيتا جا اهي پريم ڀريل وچن ٻڌي به رامچندر کيس بن
وني وڃڻ لاءِ تيار نه ٿيو ۽ کيس سمجهائڻ لڳو، تڏهن سيتا چوڻ
لڳي:- هي پراڻ ناٿ! جيئن ساوتري ستيوان جي پٺيان هلندڙ
هئي تيئن مونکي به پنهنجو پاڇو سمجهو. تپسيا ڪرڻي هجيو، بن
وڃڻو هجيو يا سورگ وڃڻو هجيو، سڀ جڳهه مان توهان سان گڏ
هلنديس. بن جا ڀي ۽ ڪنڊا مان کيهه ۽ نرم ڪپڙن مثل سمجهنديس،
بن ۾ رهندڙ پسن ۽ پکين کي مان پنهنجو ڪٽنبي سمجهنديس،
طوفان جي ڌڌڙ کي مان چندن ڪري ليکينديس، سخت زمين
تي سمهڻ مون لاءِ ڪومل سيج سمان ٿيندي ۽ ڪکن ڪانن جي
جهوپڙيءَ کي محلات ڪري سمجهنديس ۽ ماءُ پيءُ ۽ محلاتن کي
ڪڏهن ياد ڪين ڪنديس. توهان سان گڏ رهڻ مون لاءِ سرگ آهي
۽ توهانکانسواءِ ڪابه جڳهه مون لاءِ نرڪ سمان آهن. مان بن جا سڀ
ڪشٽ سک ڪري سمجهنديس پر مون ۾ ايتري طاقت ناهي جو
تو وڇوڙو سهي سگهان. جي توهان مونکي ساڻ نه ونئي ويندا

هي ناٿ! بن ۾ توهان سان گڏ جي هزارين ورهيه به رهڻا پون ته به ڪڏهن ڪک ڪين ٿيندي‌س. توهان ڪانسواءِ مونکي سرڳ جا سک به ڪين گهرجن. منهنجي پريت توهان ۾ ئي آهي ۽ جي توهان جي جدائي ٿي ته مان ضرور مري وينديس. تنهن ڪري توهان منهنجي پرارٿنا مڃي مونکي ضرور پاڻ سان وٺي هلو. منهنجي هلڻ سان توهان تي ڪو بار نه پوندو.

هر شري رام جي مرضي سيتا کي پاڻ سان وٺي وڃڻ جي ڪين هئي ۽ هو هن کي بنواس جون تڪليفون ٻڌائڻ لڳو:- سيتا! مان توکي جيئن چوان تيئن ڪرڻ تنهنجو فرض آهي. تون ڪومل بدن آهين ۽ بن ۾ هزارين ڏک ڏاڍا آهن، ان لاءِ تون بن ۾ هلڻ جو خيال لاهي ڇڏ. نرجن بن ۾ ماڻهوءَ کي خونخوار پسون ڇڻني پاسن کان اچي ورائيندا آهن. چپند ڙ ٿارين ۽ ڪنڊن سان ڀريل بن مان لنگهڻ ۽ اُتي پاڌيءَ جو به نه ملڻ ڏاڍو ڪشٽ دائي آهي. ڏينهن جي ٿڪل مسافر کي رات جي اونداهي بن ۾ سمهڻ جو ٽڪاڻو به نه ملندو آهي. وڻن مان ڪريل ميوو کائي سنتوش ڪرڻو پوندو آهي. بن ۾ ڏڏر ڀريل واڇورا، گرم ۽ ٿڌيون هوائون ۽ گهور انڌڪار ڪي سهڻو پوندو آهي. ڪئين طرح جا نانگ بلائون ۽ مست هاٿي هيڏانهن هوڏانهن گهمندا رهندا آهن ۽ پتنگ، وڇون، ڪيئان ۽ مڇر ته سداءِ ستائيندا رهندا آهن. آدم خور پپائتا راڪشس ماڻهوءَ کي اڪيلو ڏسي ڪٽي وڇي کائيندا آهن. ان ريت بن جي مصيبتن کان ته وڏا وڏا ڌيرجوان به ڌيرج ڇڏي ڏيندا آهن ۽ تون ته محلاتن ۾ پليل راجڪماري آهين، جنهن کي ڪڏهن دک جي ليس به نه لڳي آهي! بن جون انيڪ پيڙائون توکان سٺيون نه ٿينديون، ان لاءِ منهنجو چيو مڃي ئون هتي رهه.

ان ريت رامچندر سيتا کي بن جا ڪشٽ ٻڌائي کيس بن هلڻ ان باز آڻڻ جي گهڻيئي ڪوشش ڪئي پر اهو ٻڌندي هيڪاري سيتا و ارادو پڪو ٿيندو ويو. هوءَ چوڻ لڳي:- هي منهنجا پراڻ

گڏجڻ لاءِ هوءَ يڪدم ڊوڙي وڃي مليءَ ڏاڍيءَ سڪ سان ڪائنس
پڇڻ لڳي :- توهانجي مٿي تي راڄائي ڇٽ هڻڻ گهرجي سو ڇو
ڪونهي؟ چارڻ، برهمڻ، نگرواسي، رٿ، هاٿي ۽ ٻيا راڄائي چنهه
توهان سان مان اڄ ڇو نٿي ڏسان؟
تڏهن شري رام سيتا کي سموري حقيقت ٻڌائي ۽ چيو :- پتا
جي پرڻ کي پاڙڻ ڏيڻ لاءِ مان اڄ ئي بن ويندس. تون پنهنجي
چت کي ڌيرج ڏيئي هتي رهه ۽ منهنجي غير حاضريءَ ۾ منهنجي
ٻرڌ پتا جي شيوا ڪندي رهج. ڀرت ۽ شترگهن مونکي پراڻن کان
به وڌيڪ پيارا آهن، اُنهنکي به هميشه پيارن ۽ پٽن جيان پاليندي
رهج. ڀرت هن وقت اسانجي ملڪ ۽ ونش جو راڄا آهي انڪري تون
هنجي مرضيءَ خلاف ڪوبه ڪم نه ڪج ۽ پنهنجي ڌرم ۽ سنيا تي
قائم رهج. تنهنجي ڪنهن به ڪم ڪري ڪنهن جي دل کي اهنج
نه رسي، انهيءَ جو خيال رکج.
پنهنجي پتيءَ کي راڄائي بدلي بنواس مليل ڏسي سيتا جي
دل کي ڌڪڪو نه ضرور رسيو پر هوءَ هڪ سچيءَ آريه ناريءَ سمان
ٻاڻ کي سنڀالي ويٺي ۽ چوڻ لڳي :- آريه! پيءُ ماءُ، ڀائر پٽ،
سيبٽي پنهنجي پنهنجي پرالبڌ موجب سک دک ڀوڳيندا، رڳو استري ئي
پنهنجي پتيءَ جي ڀاڳ سان ٻڌل آهي جو هن جو ڪو جدا ڀاڳ يا
پرالبڌ ڪونهي. پتيءَ جي سک دک ۾ استري شريڪ آهي، ان لاءِ مان
سمجهان ٿي ته توهان سان گڏ مونکي به بنواس مليو آهي. استريءَ
جو هن لوڪ يا پرلوڪ ۾ رڳو پتي ئي آسرو آهي. وڏن وڏن محلاتن
۾ عيش آرام سان رهڻ يا ومانن ۾ چڙهي گهمڻ يا ٻين سيڌين سڪن
کان وڌيڪ چڱو اهو آهي ته استري پنهنجي پتيءَ جي پاڇي هيٺ
سک ۾ سمان رهي. پتي ۽ پتني مان هڪ سک ۾ ۽ ٻيو دک ۾
رهي سو اڌرم آهي. پتيءَ سان گڏ جهنگل به منگل آهي ۽ پتيءَ
سواءِ محل ماڙيون به نرڪ سمان آهن، ان لاءِ مان توهان سان بن
هلنديس ۽ توهانجي ٽهل ڪندي رهنديس.

اهڙو خوش رکج جو هن کي منهنجي بن وڃڻ جو ڏک نہ ٿئي. ڪيترا بہ ورت اُپواس يا پوڄا پاٺ ڪري پر جي هوءَ پتيءَ جي شيوا نٿي ڪري تہ پاپ جي ڀاڳڻ ٿئي ٿي ڇو جو پتي شيوا ئي استريءَ جو سچو ڌرم آهي.

ڪوشليا تہ پتورتا ۽ سياڻي هئي سو پنهنجو استري ڌرم ويچاري رامچندر کي چوڻ لڳي:- پٽ! هاڻي تون بلاشڪ نشچنت ٿي بن ۾ وڃ ۽ پنهنجي پتا جي وچن کي سچو ڪري ۽ بنواس جو مدو پورو ڪري موٽ سيگهہ سان موٽي اچج. تون خوشيءَ سان مهاتمائن جي ڌرم جو پالن تو ڪرين، اُهو ڌرم ئي تنهنجي رکيا ڪندو. ديوتائن جي ڪيل پوڄا ۽ ماتا پتا جي ڪيل شيوا ئي تنهنجو ڪلياڻ ڪندي.

ائين چئي ماءُ پنهنجي پٽ جي مٿي تي چانور، چندن ۽ تلڪ لڳايو ۽ مٿو چاٽيءَ سان لڳائي ڪيس گهڻيئي آسيسون ڪري موڪل ڏني. رامچندر بہ پنهنجي ماتا کي پيرين پئي سيتا جي محل ڏانهن ويو. سندس ماتا ۽ پراڻا دک ۽ ڪروڌ ۾ وڪوڙجي ويا هئا تہ بہ هن جو هرڌو چلائمان نہ ٿيو هو ۽ نہ سندس منهن ۾ ڌرو بہ ڦير گهير ٿي هئي. راڄ جي بدلي بنواس، سنساوي سکن جي چوٽيءَ تان ڪري مهان دک ماڻ تي بہ شري رام جي شانتي روپ ۾ ڪو رنچڪ ماتر ڦير نہ پيو. هو بنواس ماڻ جي خبر سيتا کي ٻڌائڻ هليو.



## شري رام ۽ سيتا جو سنواد ۽ سيتا جي بن وڃڻ جي تياري

سيتا کي اڃا شري رام کي بنواس ملڻ جي ڳالهہ جي سڌ نہ هئي ۽ هن سمجهيو ٿي تہ سندس پتيءَ جو راڄ تلڪ ٿي رهيو آهي ۽ در ۾ اڪيون پائي وٽي نهاريائين تہ اِجهو تو هو ڌوم ڌام سان گهر موٽي. پر جڏهن هن شري رام کي اڪيلو ۽ سانت ۾ گهر موٽندو ڏٺو تہ سيتا جو من اينڌڙ آپدا جي ڇايا ڇاڻي اُداس ٿي ويو. پنهنجي پتيءَ کي

رامچندر لڪشمڻ جون اهي جوشيليون ڳالهيون ٻڌي ڪيس ڳراٽڙي پائي سندس اکين مان ڳوڙها اُگهڻ لڳو ۽ چيائينس:- ساڃاڻا! مان پنهنجي پتا راجا دشرٿ ۽ ماتا ڪيڪئي جي وچن کي اورانگهي نٿو سگهان. ماتا پتا جي آگيا ۾ رهڻ ئي چڱن پرشن جي مريادا آهي. ذرا پتاجيءَ جي اوستا جو ته ڌيان ڪر. هن جي مٿان هڪ مهان پيڙا اچي ڪڙڪي آهي. جي هو پنهنجو وچن پڙگهه ڪندو ته اپجس ۽ اڌرم جو ڀاڳي بڻبو. هو سمجهي ٿو ته هن مونسان هڪ وڏو ڪنياءُ ڪيو آهي انڪري سندس دل ڇڄي پيئي آهي. پرمان سمجهانٿو ته مون سان ڪو به انياءُ نه ٿيو آهي. راجا کي پنهنجو وچن پالڻ گهرجي ۽ مونکي پنهنجي پتا جي آگيا پالڻ گهرجي. اڄ ته اسان هن دک جي ڳالهه کي آنند جي روپ ۾ ڦيرائي ڇڏيون. تون اهڙي حالت هل جڏهن لوڪ سمجهن ته ڪو انياءُ نه ٿيو آهي ۽ مان به ڪل خوشيءَ سان بنواس وڃي رهيو آهيان. اسانجي اهڙي حالت ڏسي راجا جي دل تان بار لهندو ۽ هن جي ٻرندڙ من تي ڇنڊو پوندو.

انريت رامچندر لڪشمڻ کي وار وار سمجهائي ٿڌو ڪيو.

شري رام جون ڳالهيون ٻڌي ڪوشليا جي اکين مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي. هوءَ ڏاڍي سڀاجهري آواز ۾ پنهنجي پياري پٽ کي چوڻ لڳي:- رام! پرالبڌ برابر بلوان آهي جو اڄ تو جهڙي گڻوان ۽ سڀ کي وڻندڙ منش کي به بن وڃڻو ٿو پوي، پر پٽ! مان اڳيئي پتيءَ جي ريٽيل تنهنجي آسري تي پئي ٽڪيس سو جي تون وڃين بنواس پرگيندين ته پوءِ منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو. مونڪان هنن ٻهاڄن جي وچ ۾ رهيو نه ٿيندو ۽ تنهنجي وڇوڙي جي اگنيءَ ۾ مان جلي ويندي يس. ان لاءِ تون مونکي پاڻ سان وٺي هل.

رامچندر ماتا کي هردي سان لڳائي ڌيرج ڏنو ۽ ڪيس چوڻ لڳو:- ماتاجي! راجا اسان ٻنهي جو سوامي آهي ۽ هن جي جيئري تون پاڻ کي اناٿ نه سمجهه. ڀرت به ڌرماتما آهي ۽ هو به تنهنجي ٽهل [illegible] ڪندو. مهاراج ٻڍو آهي ۽ تون سندس خدمت ڪري

شري رام جي اينري سمجھاڻ تي به لڪشمڻ جو ڪروڌ ڍرو نه ٿيو. هو شري رام سان ڪنياءَ ٿيندو ڏسي ڪروڌ ۾ ڀريل شينهن وانگر تپي ٻاڙهو ٿي ويو هو ۽ هاٿيءَ جي سونڍ وانگر پنهنجي سڄي هٿ کي لوڏيندي چوڻ لڳو:- ڌرماتما ڀراتا! دنيا ۾ پنهنجو سوارٿ پورو ڪرڻ لاءِ گهٽيئي ماڻهو ڌرم جو ڍونگ رچيندا آهن، تيئن دشرٿ ۽ ڪيڪئي به ڪري رهيا آهن ۽ وچن پالڻ جي ڌرم جو ڪوڙو بهانو ڏاهي توهانجي بربادي ڪري رهيا آهن. توهان پنهنجي پراڪرم سان سڀ ڪجهه ڪرڻ ۾ سمرٿ آهيو، پوءِ به ڪيڪئيءَ جي وس ٿيل راجا جي اها پاپ ڀريل ۽ اجوڳه آگيا ڇو ٿا مڃيو؟ هن ٻاهتريءَ ۾ آيل پيڙي راجا، پنهنجي ننڍيءَ راڻيءَ جي ڪام وس ٿي، هوش حواس گم ڪري ڇڏيا آهن- هن ڪانپوءِ هو راجا ٿيڻ جي لائق نه رهيو آهي.

توهان انهيءَ ڳالهه کي پرالبڌ ٿا سمجهو سو به مونکي نٿو وڻي. جي ڪائر ۽ سست آهن سي ئي پرالبڌ کي دوش ڏين ٿا ۽ پراڪرمي ۽ اُدمي پرش ڪم ۾ پيل رنڊڪ کي ڏسي، اورچ ٿي اُنکي ڏين ٿا. اڄ انهيءَ ڳالهه جو فيصلو ٿيندو ته وڌاڻا ۽ پرش ۾ ڪير ... آهي يعني پرالبڌ وڌو ڪين پرشارٿ؟ جن ماڻهن تقديرڪري توهانجو راڄ تلڪ ناس ٿيندو ڏٺو سي اڄ منهنجي تدبير ڪري توهانکي راڄ سنگهاسن تي ويٺل ڏسندا.

آريه! هاڻي توهان پنهنجو راڄ تلڪ ٿيڻ ڏيو. سڄي سيناءَ پرجا توهانجي هٿ آهي ۽ هو توهانکي پنهنجو راجا ڪرڻ چاهين ٿا. اُن هوندي به جي ڪو دشرٿ جو حمائتي مخالفت ڪندو ته انهن لاءِ مان اڪيلوئي ڪافي آهيان. اڄ توهان منهنجو پراڪرم ڏسجو جو مان توهانجي دشمنن کي ٽڪرٽڪري سندن رتن، هاٿين ۽ گهوڙيسوارن جي لوٿن جا ڍڳه لڳائي ڇڏيندس. هي پوڄيه ڀراتا! مان توهانجو داس آهيان. مونکي آگيا ڏيو ته مان اُهو ڪم ڪريان جو سڄي پرٿوي توهانجي اڌڪار ۾ اچي.

دل کي خوش رکہ ۽ ماتا ڪوشليا کي بہ ڌيرج دي. ڪيڪئيءَ
وروڻ کي وڏانا جو ليکہ ڪري سمجهہ، نہ تہ مون نہ ڪڏهن بہ پنهنـ
ماتائن ۾ ڀيد ڀاءُ نہ رکيو آهي ۽ ڪيڪئي بہ مون ۾ ۽ پنهنجي سـ
پٽ ۾ ڪڏهن ڀيد ڀاءُ نہ رکندي هئي. تنهن هوندي بہ جوهن منهنجـ
راڄ تلڪ ۾ رڪاوٽ وجهي، مونکي بن موڪلڻ جي ڪوشش ڪئـ
آهي، اُنهيءَ ۾ وڏانا ڪانسواءِ ٻئي ڪنهنجو هٿ ناهي، نہ تہ اهڙي اُ
سياڻي ۽ گڻن واري راڻي پنهنجي پٽ جي سامهون مونکي بن وڃڻ
لاءِ ڪيئن چوي ها! ڪو بہ جيو وڏانا جي ليکہ کي ميٽي نٿو سگهي.
وڏانا ئي ڪيڪئيءَ جي من ۾ اهڙي پريرڻا ڪئي آهي جو منهنجي
حياتيءَ ۾ هيءَ اُلٽ ڦير ٿي آهي.

ساڳي ئي ڪم جا جدا جدا نتيجا يعني سکہ دکہ يا هاڃي لاڀ
ملڻ سان ئي پرالبڌ يعني. وڏانا جو پتو پوي ٿـو. اهڙي وڏانا سان
ڪير لـڙندو؟ جيڪا ڳالهہ بنا سـوچي اوچتو اچي سر تـي پوي ۽
ڪيترين بہ ڪوشش سان ڪيل ڪم کي روڪي، اصل نمونئي ٻيو
پيدا ڪري ڇڏي تنهن کـي بس وڏانا جوئي ليکہ سمجهڻ گهرجي.
مان تہ اهوئي سمجهي من کي استر ڪيو آهي، جنهن ڪري مونکي
راڄگدي نہ ملڻ جو ڪجهہ بہ شوڪ نٿو ٿئي. تون بہ اهڙوئي ويچار
ڪري، ڏکہ نہ ڪر. ائين نہ سمجهہ تہ راڄ تلڪ نہ ملڻ ۾ ڪو ڪيڪئيءَ
جو هٿ آهي. هوءَ تہ وڏانا جي وس رڳو نمت ماتر آهي. هوءَ تہ
سداءِ ڀرت کان بہ وڌيڪ مونکي گهرندي هئي ۽ هاڻي جو هوءَ پنهنجي
ڀتار جي بـرخلاف بہ اهڙو وهنوار ڪري رهي آهي سو پرالبڌ جـي
زبردست شڪتي هنکي مجبور ڪري رهي آهي- اُنهن ويچاريءَ
جو ڪو بہ دوش ناهي- هن کي سڄو سنسار ڏوهہ ڏيندو ۽ دکہ ۽ گلا
ٺ بوجهہ هنکي برداشت ڪرڻو پوندو. اسانکي هن سان همدردي
ڻ گهرجي ۽ اسانکي گهرجي تـہ اسين هن سان اڳـي جيان پيار ۽
س هلت هلون. ڏيئن پنا جو بہ ڪو قصور ڪونهي. تون پاڻ
اڻ ٿو پرياءُ کي سمجهين ٿو، توکي ڇا سمجهايان؟

منهنجي پراڪرم کي ڏسجو. جيئن سورج اونده کي هٽائي ڇڏيندو آهي تيئن مان به توهانجا ڏک دور ڪندس.

اهو ٻڌي رامچندر لڪشمڻ کي چيو:- لڪشمڻ! مونکي خبر آهي ته تون مون ۾ هميشه پڪتي رکندو آهين، تنهنجو پراڪرم به مونکان ڳجهو ناهي. پر تون رگهو ڪلري پٽي جو عقل ۽ هلڪي ٻڌي رکي، منهنجو مطلب نٿو سمجهين. راجا جو ڌرم آهي ته پنهنجي وچن جي پالنا ڪري ۽ پٽ جو پرم ڌرم آهي ته پتا جي آگيا پالي، پوءِ اِها آگيا نياءَ تي ٻڌل هجي يا ڪنياءَ تي؛ اِها آگيا پنهنجي خوشيءَ سان ڏنل هجي يا دٻاءُ ۽ دولاب سان ڏياري ويئي هجي. جيڪڏهن مان هيءُ پرم ڌرم پالڻ ۾ گسندس ته سڄي پرٿويءَ جو راڄ ۽ اٿاهه ڌن دولت به مونکي شانتي نه ڏيندي. جنهن ڪارج ۾ ڌرم نه هجي سو ڪرڻ نه گهرجي ۽ جنهن ۾ ڌرم نبهي اچي سو ضرور ڪرڻ گهرجي. مايا جي موهه ۾ ٻوڙڻ ڪا چڱي ڳالهه ناهي. مهاراج اسانجو پتا، گرو ۽ راجا تيڻ ڪانسواءِ ٻرڊ به آهي. سو جي هو ڪروڌ، خوشيءَ يا ڪام وس ٿي ڪري به جي اسانکي ڪا آگيا ڏئي ته اسانکي اُها ڌرم سمجهي پالڻ گهرجي.

پوءِ رامچندر ڌيرج سان پنهنجي ماتا کي سمجهائڻ لڳو:- ماتاجي! راجا تنهنجو پتي، گتي ۽ ڌرم آهي، سو هنکي ڇڏي، تنهنجو مونسان بن ۾ هلڻ نٿو جڳائي. ان لاءِ مونکي بن ۾ وڃڻ جي موڪل ڏيئي آسيس ڪر ته مان ڌرم پالن ڪري نو وٽ موٽي اچان. حياتي گهڻو وقت جتاءِ نٿي ڪري، سو مان اڌرم سان سڄيءَ پرٿويءَ جو راڄ به وٺڻ نٿو چاهيان.



## رامچندر جو ڪوشليا ۽ لڪشمڻ کي سمجهائڻ.

شري رام لڪشمڻ کي پيار سان چوڻ لڳو:- لڪشمڻ! من ۾ ڌيرج رک، ڪروڌ ۽ شوڪ نه ڪر ۽ دل مان اپمان جو خيال ئي ڪڍي ڇڏ.

لاءِ پٽ کي چوڻ ۾ ڌرم جي هاڃي پئي ٿي ۽ هيڏانهن پياري پٽ
کي بن ڪيئن وڃڻ ڏي! نيٺ ڌرم جي جئه ٿي ۽ هڪ سچي پتورتا
استريءَ مثل رامچندر ۽ پرت کي سمان سمجهي، هوءَ چوڻ لڳي :-
پتر! پتا جي آگيا مڃڻ تنهنجو ڌرم آهي، پر تنهنجي مٺي مُنهن
ڏسڻ کانسواءِ مان دکياري ڪيئن جيئنديس؟ اهڙي مصيبت آيل
ڏسي به موکي موت نٿو اچي! مون لاءِ يمراج وٽ به جڳهه ڪانهي؟
پٽ! جيئن گئُو ڪمزور هوندي به پنهنجي وڇڙي جي پويان ويندي
آهي، تيئن مان به تنهنجي پٺيان بن هلنديس.

ائين چئي ڪوشليا روئڻ ۽ ورلاپ ڪرڻ لڳي. هن کي وياڪل
ڏسي ۽ رام سان ڪنياءُ ٿيندو ڏسي لڪشمڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ
لڳو:- ماتاجي! موکي رامچندر جو بن ۾ وڃڻ نٿو وڻي. راجا
هن وقت ڪام جي وس ٿي ڪيڪئيءَ جي چوڻ تي هيءُ انڌير ڪرڻ
ٿو چاهي. شري رام ۾ اهڙو ڪو به دوش ڪونهي جنهن ڪري کيس
ديش نيڪالي ڏيئي بن ۾ ڪڍي ڇڏجي. اهڙو ڪهڙو راجا هوندو
جو ديوتا سمان سرل گڻوان ۽ دشمن تي به دياوان شري رام جهڙي
پٽ کي بنا ڪنهن قصور جي ڪڍي ڇڏي؟ رگهونندن! توهان
منهنجي مدد سان هيءُ راڄ پنهنجي هٿ ڪريو. توهان پراڪرم ۾
يمراج سمان آهيو ۽ جڏهن مان توهانجي اڳيان ٿي بيهندس ته ڪنهن
جي مجال آهي جو اسانجي سامهون ٿئي! جيڪو به ڀرت جو پاسو
کڻندو تنهن جو مان موت آڻيندس. راجا ڪهڙي سبب توهان سان
هيءُ ڪنياءُ ڪري رهيو آهي؟ ڪيڪئيءَ جي چوڻ تي لڳي جي هو
اسان سان دشمن جهڙي هلت ٿو هلي ته اسان کي به موهه ممتا ڇڏي
کيس قيد ڪرڻ يا ماري ڇڏڻ گهرجي. جي گرو ۽ پتا به ايمان ۾
اڇي بڇڙي رستي هلن ته اُنهن کي به سيکت ڏيڻ گهرجي. ماتاجي!
مان ڌرم، ڌنش، دان ۽ يگيه جو قسم کڻي سچ ٿو چوان ته شري رام
جي چرڻن ۾ منهنجي ڀڳتي آهي. جي هو برندڙ باهه ۾ يا گهور جهنگل
۾ گهڙندو ته پهريائين مان اُتي گهڙندس. هن وقت توهان ۽ رامچندر

## ڪوشليا جو ڏک ۽ لڪشمڻ جو ڪروڌ.

هوڏانهن رامچندر لڪشمڻ سان گڏ جڏهن ماتا ڪوشليا جي محل ۾ پهتو تہ هوءَ وشنو ڀڳوان جي اُپاسنا ۾ لڳل هئي ۽ اگني هوتر ڪرائي رهي هئي. پنهنجي پياري پٽ کي پاڻ وٽ آيل ۽ پرڻام ڪندو ڏسي، ڪوشليا کيس ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ مٿانئس ڪپڙا ۽ گهڻا گهوڙي دان ڪيائين ۽ وهڻ لاءِ کيس سوني جو سنگهاسن ڏنائين.



شري رام ماتا کي چيو:- هي ماتا! هاڻي مون لاءِ اهي راجائي آسڻ ناهن. پتا مونکي بن جو راڄ ڏنو آهي جتي منهنجا سڀ ڪارج سڌ ٿيندا. مان چوڏهن ورهيہ بن ۾ رهي پتا جي وچن جي پيروي ڪندس. تون منهنجي پريم وس ٿي ڊڄ نہ، پر مونکي پرسن ٿي آسيس ڏي، جو بن جي ياترا سکہ پوروڪ پوري ڪري موٽي اچي تنهنجو درشن ڪريان.

رگهوناٿ جا اِهي مٺا ۽ نمرت ڀريل وچن ماتا جي ڇاتيءَ ۾ ڀالي وانگر وڃي ٿنبيا ۽ هوءَ ڪهاڙيءَ سان ڪٽيل وڻ جي ٽاريءَ وانگر زمين تي ڪري پيئي. جنهن ڪڏهن عمر ۾ ڏک ڪونہ ڏٺو هو، اُنهيءَ ماتا ڪوشليا کي زمين تي ڪريل ڏسي شري رام هٿ ڏيئي کيس اُٿاريو. ڪوشليا ڌيرج ڌري چيو:- پٽ! پتا تہ توکي پراڻن کان بہ وڌيڪ پيار ڪندو هو ۽ راڄگدي ڏيڻ لاءِ بہ پاڻ ئي تيار ٿيو هو، پوءِ هاڻي ڪهڙي اپراڌ ڪري توکي بنواس ٿو ڏي؟

تڏهن سمنت جي پٽ ڪوشليا کي سموري وارتا ڪري ٻڌائي. ڪوشليا کي ڌرم ۽ پريت منجهائي ڇڏيو. پتا جي آگيا نہ مڃڻ

۽ سيبيئي تنهنجي پريم ۽ مٺي سڀاءَ کي ڄاڻندا آهن. هائي ڪوشليا تنهنجو ڇا بگاڙيو آهي جنهنڪري سڄيءَ ايوڌيا تي وڄر ڪيرائي رهي آهين؟ پنهنجي پٽيءَ کانسواءِ سيتا هتي نہ رهندي ۽ نڪي لڪشمڻ رامچندر جو ساٿ ڇڏيندو. ڀرت بہ راڄائي قبول نہ ڪندو ۽ راڄا، رامچندر کانسواءِ جيئرو رهي نہ سگهندو ۽ سڀ اُجڙ ٿي ويندو. اِهي ڳالهيون سوچي تون ڪروڌ ۽ هٺ کي ڇڏ. ڀرت کي ڀلي راڄگدي ڏيئار پر رامچندر کي بن نہ موڪل. اهو انديشو نہ ڪر تہ رامچندر ڀرت جي راڄ ۾ وگهن وجهندو، جو هو ڌرماتما آهي ۽ راڄائي وشيہ ڀوڳن جي هن کي ڪا چاهنا ناهي. تنهن هوندي بہ تون ڀيو ور اهو گهر تہ رامچندر گهر ڇڏي وڃي گروءَ جي آشرم ۾ رهي. جي تون اسانجو چيو نہ مڃيندينءَ تہ پوءِ ڏاڍو پڇتائيندينءَ. انلاءِ اُٿ! رامچندر کي بن وڃڻ کان روڪ تہ ايوڌيا جو شوڪ ۽ تو تان گلا جو ڳانگهو لهي.

انريت ساهيڙين جي گهڻي سمجهائڻ جو بہ ڪيڪئيءَ تي ڪو اثر نہ ٿيو. هن اُنهن کي ڪو جواب ئي نہ ڏنو ۽ ڪروڌ ۾ ڀريل بي مروت ٿي ويٺي رهي. تڏهن سيبيئي روڳ کي لا علاج سمجهي هن کي منڊ ٻڌي ۽ اپاڳڻي چوندي هليون ويون. نگر جا سڀ لوڪ ورلاپ ڪرڻ لڳا ۽ رامچندر جي جدائيءَ کي ياد ڪري ائين وياڪل ٿيڻ لڳا جيئن جل جي سڪي وڃڻ تي تلاءُ ۾ رهندڙ جيوُ دکي ۽ وياڪل ٿيندا آهن پر جنهن رامچندر تي اِهو ڪنياءُ ۽ بربادي‌ءَ جو پهاڙ اوچتو اچي ڪريو هو سو تہ هميشہ وانگر آنند ۾ پنهنجي ڪيج ۾ ٻهڪي رهيو هو ۽ هنکي تہ رنچڪ ماتر بہ ڏک نہ ٿيو. شل اِن شري رام جي آسيس اسان سڀني مٿان ٿئي جو سندس سمرڻ ڪري اسان بہ هن جيوت جي ڏک ڏاکڙن کي صبر ۽ ڌيرج سان سهاري سگهون.



هن چت ڪٺندڙن ۽ چنور جهلائڻ وارن کي منع ڪئي، رٿ کي واپس ڪيو ۽ پنهنجن مٽن ۽ شهرواسين کي به رخصت ڏنائين. تنهن کانپوءِ هو پنهنجي ماءُ ڪوشليا جي محل ۾ ويو. اُنوقت هنجي منهن ۾ ڪنهن به قسم جو شوڪ نه هو ۽ هو هميشه وانگر خوش مزاج هو.

اها دکدائي خبر سڄي ايوڌيا ۾ ائين پکڙجي ويئي جيئن ڏنگ لڳندي ئي وڇونءَ جو زهر سڄي بدن ۾ يڪدم ڦهلجي ويندو آهي. هرڪنهن کي ڏاڍي عجب ۽ دک ٿيو ته ٻڌي ٻڌايل ڳالهه وڌاتا هيئن بگاڙي وڌي. سڀڪو ڪيڪئيءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو ته هن پاپڻ کي کهڙي ڪپت اچي ويئي جو رگهونش روپي محل کي اگني لڳائي رهي آهي! ڪوين سچ چيو آهي ته استريءَ جو سڀاءُ ڪنهن جي پرکڻ جو ناهي. اهو اگم اٿاه ۽ ڀيد سان ڀريل آهي. پنهنجو پاڇو پڻ ئي پکڙي سگهجي پر استرين جي گت مت نٿي جاڻي سگهجي. باهه ڇا نٿي جلائي سگهي؟ سمنڊ ۾ ڇا نٿو سمائجي سگهي؟ ابلا ڇا نٿي ڪري سگهي؟ جڳت ۾ ڪال ڪنهن کي نٿو کائي؟

काह न पावकु जारि सक का न समुद्र समाइ ।
का न करै अबला प्रबल, केहि जग कालु न खाइ ॥

سڀڪو چوڻ لڳو ته استري جي وس ٿي راجا جي مت مارجي ويئي آهي. ڪي وڌاتا کي دوش ڏيڻ لڳا، جنهن ڏيکاريو امرت پر ڏنائين زهر. مطلب ته سڀيئي لوڪ وياڪل ٿي طرحين طرحين جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. سڄي نگر ۾ کلبلي مچي ويئي ۽ آنند اُتساهه ناس ٿي ويو.

اُنوقت برهمڻن جون ۽ رگهوڪل جون وڏيون ڀليون استريون، جن کي ڪيڪئي شردا ۽ پريم سان ڏسندي هئي، سي وٽس وڃي سندس ساراهه ڪري کيس سمجهائڻ لڳيون:- ساري جڳت کي خبر آهي ته رامچندر توکي ڀرت سان پيارو آهي ۽ تون هنکي سڄي هردي سان پيار ڪندي آهين. پوءِ به تون هنکي کهڙي ڏوهه ڪري بن ٿي ڏين؟ تون سدائين ڀاڄن جي جهيڳڙن کان پري رهندي آهين

سو سچ آهي ۽ تون پتا جي وچن جي پالنا لاءِ تيار آهين. هاڻي
بيءَ ڪي به سمجهاءِ ته ٻيائي ۾ اهڙو ڪم نه ڪري جو اپجس جو
ڀاڳي بڻجي.

اِهو ٻڌي رامچندر راجا کي اُٿاري وهاريو ته پريم ۾ ٻڙجي راجا
کيس هردي سان لڳايو. اُنوقت رامچندر پريم ۾ ٻڙيل ڪومل واڻيءَ
سان چيو:- پتاجي! اينريءَ خسيس ڳالهه لاءِ ايڏو ڏک ڇو ٿا ڪريو؟
ماتا ڪيڪئيءَ مونکي سڀ ٻڌايو آهي جو ٻڌي مان ڏاڍو پرسن ٿيو
آهيان. پراڻ پياري ڀرت کي راڄگدي ملي، اُن کان وڌيڪ خوشيءَ
جي ڳالهه مون لاءِ ڪهڙي ٿيندي؟ بن ۾ رشين منين سان سنت سنگ
ٿيندو جنهن ۾ منهنجو به ڪلياڻ ٿيندو. مهاراج! مونکي پرسن ٿي
موڪل ڏيو. مان جلدئي چوڏهن ورهيه گذاري واپس اچي توهانجي
چرڻن ۾ حاضر ٿيندس.

धन्य जनमु जगतीतल तासू। पितहि प्रमोदु चरित सुनि जासू।
चारि पदारथ करतल ताकें। प्रिय पितु मातु प्रान सम जाकें॥

هن پرٿويءَ تي اُن جو جنم ئي سڦلو آهي جنهنجا ڪم سڻي
پتا کي آنند ٿئي. جنهن پٽ کي پنهنجو پتا ماتا پراڻن سمان پيارو
آهي تنهنجي هٿ ۾ چار پدارٿ (ڌرم ارٿ ڪام موکيه) آهن.
چڱو هاڻي مان ماتا ڪوشليا ۽ سيتا کان موڪلائي اچئي ڊنڊڪ بن
ڏانهن وڃان ٿو.

شري رام جي ڳالهه ٻڌي پٽس جي نه ڄڻ ڇاتي ڇڄي پيئي.
رامچندر پتا ۽ ڪيڪئيءَ کي پرڻام ڪري محل کان ٻاهر نڪتو. هن
ٻاهر اچي پنهنجي مترن کي پنهنجي بنواس جي ڳالهه ٻڌائي. لڪشمڻ
اهو انياءُ ڏسي تپي باهه ٿي ويو، پر چپ چاپ اکين مان ڳوڙها
ڳاڙيندو رامچندر جي پوئتان هلڻ لڳو. شري رام جي دل ۾ بن
وڃڻ جو ارادو پڪو ٿي چڪو هو، سو هن راڄ تلڪ لاءِ رکيل سامگريءَ
ڏانهن نهاريو به ڪين. اُن وقت راڄ جي نه ملڻ ڪري هن جي
ڪار پڌدا نه ٿيو ۽ نه ڪي هنجي شوڀيا ۾ ڪو فرق پيو.

رامچندر جي دل ۾ ڪو رنج نہ ٿيو، هنجي مهانڊي تي مايوسيءَ يا نراشا جو ذرو بہ آثار ڏسڻ ۾ نہ آيو. هن مشڪندي چيو:- ماتاجي! ڇا ڳالهہ بہ ايتري آهي؟ جيئن تو چيو آهي تيئن ئي ٿيندو. هي ماتا! اهو پٽ وڏ ڀاڳي آهي جنهنجي ماتا پتا جي آڳيا ۾ پريت آهي. ماءُ پيءُ کي راضي ڪرڻ وارو پٽ ساري سنسار ۾ دلڀ آهي.

सुनु जननी सोई सुतु बड़ भागी। जो पितु मातु बचन अनुरागी।
तनय मातु पितु तोषनहारा। दुर्लभ जननि सकल संसारा॥

هي ماتا! بن وڃڻ ۾ نہ منهنجو هرطرح ڪلياڻ ٿيندو جو رشين منين جو ميلاپ ٿيندو ۽ وري جنهنجي پتا جي وچن جي پالنا ٿيندي ۽ تنهنجو بہ راضپو ٿيندي ۽ وڏي ڳالهہ تہ پراڻ پياري ڀرت کي راجائي ملندي. اهو سڀ ڏسي تہ مان سمجهانٿو تہ اڄ وڌاتا مون تي سڀ پرڪار سان پرسن ٿيو آهي. ان هوندي بہ جي مان بن نہ وڃان تہ مان وڏو مورکہ چئبس! پر هي ماتا! مونکي دکہ رڳو اهو آهي تہ مهاراج مونسان اڳي وانگر ڳالهائي ڇو نہ ٿو؟ معاف ڪجو جو تنهنجي سامهون اها ڳالهہ پڇي رهيو آهيان. مان ضرور بن ڏانهن ويندس. تون راضي رهہ. مان تہ تنهنجي چوڻ تي بہ پنهنجي ڀاءُ ڀرت لاءِ سيتا کي، راج کي، سموري دولت کي ۽ پراڻن کي بہ وڏيءَ خوشيءَ سان ڇڏي سگهانٿو. پوءِ جي مهاراج، منهنجو پتا، آڳيا ڏي ۽ سو بہ توکي خوش رکڻ لاءِ تہ اهو ڪم مان ڪيئن نہ ڪندس؟ تون منهنجي طرفان مهاراج کي دلاسو ڏي. پتا لجي ٿي زمين ڏانهن نهاري اکين مان ڳوڙها ڇو ڳاڙي رهيو آهي؟ اهڙيءَ خسيس ڳالهہ لاءِ پتاجي اهڙو ماندو ڇو ٿي رهيو آهي؟ اڄ ئي مهاراج جي آڳيا سان تيز ڊوڙندڙ قاصد ڀرت کي ماميءَ وٽان وٺي اچڻ لاءِ وڃن ٿا ۽ مان بہ اڄ ئي ڊنڊڪ بن وڃان ٿو.

شري رام جا اهي پريم ۽ ڌرم ڀريل وچن ٻڌي ڪيڪئي خوش ٿي ۽ چوڻ لڳي:- هي پيارا! تون تہ سداءِ ماتا پتا ۽ ڀائرن کي سکہ ڏيڻ وارو آهين. مان توتان ٻلهار وڃان. تون جيڪي چوين ٿو

ته توهان جي ماڻهن ۾ ئي سندس پرڻ پورا ڪري سگهين ٿو پر هو توسان ڳالهه ڪرڻ کان ڪنبي ٿو. پرجي توهان جي وچن پالنا جي خاطري ڏيارين ته هو پنهنجي ڌرم جي رکيا ڪري سگهندو ۽ هنجو ڏک دور ٿيندو. توهان پاڻ سمجهين ٿو ته ستيه ئي ڌرم جو مول آهي. سو جي توهان پيءُ جي ستيه جي رکيا ڪري هنجي پرڻ پالڻ لاءِ راضي هجين ته مان توکي سموري ڳالهه کولي ٻڌايان.

ڪيڪئي جي ڳالهه ٻڌي رامچندر کي ڏاڍو رنج ٿيو جو سمجهيائين ته شايد هوئي پتا جي ڏک جو ڪارڻ بڻيو آهي. هن چيو:- ماتاجي! مونکي ڌڪار آهي جو مان پوڄيه پتا جي ڪشٽ جو ڪارڻ بڻيو آهيان. توهانکي مونلاءِ ڪو شڪ شبهه ڪرڻ نه گهرجي. مان پتاجيءَ لاءِ باهه ۾ ٽپو ڏيڻ ۾، وهه جو پيالو پيئڻ ۾ ۽ سمنڊ ۾ ٽپو ڏيڻ ۾ به ڪس ڪساءَ نه ڪندس. مهاراج منهنجو پتا، گرو ۽ هتيشي آهي. مان هن جي هڪ اِشاري تي پنهنجا پراڻ تياڳڻ لاءِ به تيار رهندس. مان پرتگيا ٿو ڪريان ته پتاجيءَ توکي جيڪي وچن ڏنا آهن، تنهنجي مان پورائي ڪندس ۽ وچن ڀنگ ٿيڻ نه ڏيندس.

شري رام سرل ۽ سچار هو. هن جا وچن ٻڌي ڪاڇٽيءَ ڪيڪئيءَ هيءُ ڪٺور وچن چيا:- رگهونندن! تنهنجي پتا مونکي جيڪي ٻه ور ڏنا آهن، اُنهن مان هڪ ور مون هيءُ گهريو آهي ته ڀرت راجگديءَ تي وهي ۽ ٻيو ور ته توهان تپسويءَ جي ويس ۾ چوڏهن ورهيه بنواس ڀوڳين. بس ڳالهه اهائي آهي. انهيءَ ۾ تنهنجو وڇوڙو ٿيندس، اهو سوچي ڳڻتيءَ کان راجا جو منهن سڪي ويو آهي ۽ توکي ڏسڻ جي همت به نه ٿي ٿئيس. توهان راجا جي پرڻ جي پورائي ڪرڻ جي پرتگيا ڪئي آهي، سو هاڻي تنهنجو ڌرم آهي ته پنهنجي ۽ پتا جي وچن کي پاڙي ڏين. توهان راجگديءَ تي ويهڻ جو ويچار لاهي ڇڏ ۽ اڄ ئي بنواس وڃ. تنهنجي راجتلڪ لاءِ تيار رکيل سامگري ڀرت لاءِ ڪم ايندي.

جا اِهي ڪٺور وچن ٻڌي دشرٿ ٿڙڪڻ لڳو پر

# ايوڌيا ڪانڊ

جڏهن رامچندر ڪيڪئيءَ جي محلات ۾ پهتو ۽ پنهنجي پتا
زمين تي ليٽيل ۽ ڪومايل منهن ۽ قياس جهڙي حالت ۾ ڏٺو
منجهي ويو ته الائي ڪهڙي سبب پتاجيءَ کي ايڏو صدمو رسيو آهي
هن چنتا ۽ حيراني ۾ پرجي پهريائين پنهنجي پتا کي نمرتا سان پرڻام ڪي
۽ پوءِ ڪيڪئيءَ جي پيرن تي مٿو ٽيڪيائين. راجا دشرٿ جي اکين
۾ پاڻي هئڻ ڪري نه هو شري رام کي ڏسي سگهيو ۽ نڪي ڪجهه
ڪڇي سگهيو. هو شوڪ ۽ دک ڪري ڪمزور ٿي ويو هو ۽ هر گهڙيءَ
ڏگها ساهه کڻي رهيو هو. راجا جي اهڙي وياڪل حالت ڏسي
رامچندر کي ڏاڍي ڳڻتي ٿي، ڇو جو هن اڳ ڪڏهن کو ڏک ڪونه
ڏٺو هو. هو ڌيرج ڌري هٿ جوڙي ڪيڪئيءَ کان پڇڻ لڳو:-



ماتاجي! مونکان اڻ ڄاڻائيءَ
۾ کو قصور ته نه ٿيو آهي
جنهن لاءِ پتاجي اڄ مون تي
ناراض ٿيا آهن، جو ڳالهائين
به ڪين ٿا! هنن جي شڪل
ڏاڍي لٿل آهي يا ڀاءُ ڀرت،
شتروگهن ۽ مائن کي ته ڪا
تڪليف ڪين رسي آهي؟
ماتاجي! مونکي سچ سچ
اءِ ته ڳالهه ڇا آهي ته مان
يءَ دک جو نوارڻ ڪريان.

رامچندر جا وچن ٻڌي نرلج ڪيڪئيءَ چيو:- رام! مهاراج ڪنهن
ناراض ناهي. هن جي من ۾ ڪا ڳالهه آهي، جا تنهنجي ڊپ کان
نٿو سگهي. تون هن کي ڏاڍو پيارو آهين، تنهنڪري توکي ڪا
ندر ڳالهه چوڻ لاءِ هن جي زبان نٿي کلي. مونکي هن ٻه وچن
تا جي هاڻي مون گهريا آهن ته هي نت نٽاءُ ڪري رهيو آهي.
پنهنجي وچن جو پڄاڻو ڪري سا ڳالهه هنکي ڄڻائي ٿي؟

تلڪ جي سامگري ڪٺائي دربار ۾ آيو ته رستي تي ڏنائين ته سڄي ايوڌيا جهنڊين ۽ گلن سان سينگاري ويئي آهي، ماڻهن جا انبوهه خوشيءَ ۾ پيرجي هيڏي هوڏي گهمي رهيا آهن ۽ جتي ڪٿي راڳ رنگ ٿي رهيا آهن. دربار ۾ اچي گرو وسشٽ ڏٺو ته شهر جا مکي، واپاري ۽ سردار سڀ اڳ ئي حاضر آهن. گروءَ کي آيل ڏسي ۽ راڄ تلڪ جي سڀ تياري مڪمل ڏسي هرڪو سوچڻ لڳو ته ڪهڙو سبب آهي جو راجا اڃا جاڳيو ناهي! اهو ڏسي منتري سمنت راجا کي ڪوٺڻ لاءِ محلات ۾ ويو. هن ڪيڪئيءَ جي محل ۾ راجا کي شوڪ جي ساگر ۾ ٻڏل ڏٺو ته ڏاڍيءَ چنتا ۽ عجب ۾ پئجي ويو. سمنت کي ڏسي راجا چيو:- سمنت! مان رام کي ڏسڻ ٿو چاهيان. تون هن کي جلدي وٺي اچ.

راجا جي آگيا موجب سمنت يڪدم رام جي محل ڏانهن ويو. هيءَ محل پنهنجي شان شوڪت ۾ اندر جي راڄ محل کان به وڌ هو. اُن جي منڍ ۾ سوني جا وڏا پتلا رکيل هئا. ٻاهريون ڦاٽڪ مٽين ۽ گاڙهن داڻن سان سينگاريل هو ۽ محل ۾ به جتي ڪٿي چمڪندڙ پٿر ۽ سون جڙيل هو. چئني طرفن کان چندن ۽ ڌوپ جي هٻڪار اچي رهي هئي. ڪيترائي عاليشان ۽ سينگاريل دالان لتاڙي، سمنت محلات جي اندر آيو جتي مها تيجسوي رامچندر سوني ۾ هيرا ماڻڪ جڙيل پلنگ تي ويٺو هو. جڏهن سمنت کيس پرڻام ڪري راجا جو نياپو ڏنو، تڏهن رامچندر هن سان گڏجي محل کان ٻاهر نڪتو. ٻاهر کين لڪشمڻ مليو جو اچي رامچندر سان گڏ رٿ تي چڙهيو ۽ پوئتان چنور جهلائڻ لڳس ۽ پيا به ڪيترائي هٿيار بند شرير رکيڪ گهوڙن ۽ هاٿين تي سوار ٿي سندس پوئتان هلڻ لڳا. رستي تي باجا وڄي رهيا هئا ۽ شادمانا ٿي رهيا هئا. استريون خوشيءَ ۾ پيرجي هار سينگار ڪيا هوا ۽ رامچندر تي گلن جي ورکا ڪرڻ لڳيون. ايوڌيا ۾ ٻاهران آيل ماڻهو ۽ شهرواسي رامچندر کي راڄمحل ڏانهن [illegible] ڏسي خوشيءَ ۾ پيرجي شري رام جي جئهجڪار مناڻڻ لڳا.

ٿون منهنجو انت نہ آڻ. مان تنهنجي پيرن تي سر ٿو نمايان،
مون تي ديا ڪر!
ان ريت پنهنجي وڏائيءَ ۽ راجائيءَ جو خيال نہ ڪري برڌ
دشرٿ پنهنجي استريءَ جي پيرن تي ڪري گهڻيئي منٿون ڪر
لڳو، پر ڪيڪئي هٺ کان هيٺ نہ لٿي ۽ پرڻ جي پورائي گهر
لڳي. راجا ڪيس گهڻيئي آزيون نيزاريون ڪيون پر ڪيڪئيءَ کي ڪهل
نہ پيئي. راجا بيهوش ٿي زمين تي ڪري پيو ۽ سڄي رات لڇندي
گذاريائين. هن هر گهڙيءَ ڏکيا گرم ساهہ پئي کنيا. ان ريت ساري رات
لنگهي ويئي ۽ صبوح جو راجا کي جاڳائڻ لاءِ جڏهن منا راڳہ ڳائڻ لڳا
تہ هن اُهي بند ڪرائي ڇڏيا.

جنڊ جي ٻن پرن جي وچ ۾ پيسجڻ مثل، راجا جي من ۾ وڏي
پيڙا ٿي رهي هئي. هڪ طرف هوس پنهنجي ڏنل وچن کي پورو
ڪري راجائي ڌرم جي رکيا ڪرڻ ۽ ٻئي طرف هوس پنهنجي مربي
پٽ جو پريم ۽ ڪل مريادا جي پالنا. انهن ٻنهي ڌرم مريادائن جي يڌ
۾ هنکي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هو ڇا ڪري! هن کي هڪ جهڪي
اُميد جاڳي ۽ هو سوچڻ لڳو تہ ”رامچندر منهنجي ڏنل وچن سان
ٻڌل ناهي. پرجا ۽ منتري منڊل جو هنجي مٿان ڏاڍو آڙو آهي
پاڻ بہ پراڪرمي آهي. هو منهنجي ڏنل وچن کي ريتي پنهنجا
ق ڇڪي سگهيٿو. ڪهڙو نہ جيڪر چڱو ٿئي جو هو پنهنجو انڪار
ئي پر هو ائين نہ ڪندو. هن مان اهڙي اميد رکڻ ئي اجائي آهي.
ن ڏکن سورن کان رڳو هڪ موت ئي مونکي بچائيندو.“ اِهو سوچي
هنجي مرڻ جو ويلو ويجهو سمجهي راجا ڏک جي سمنڊ ۾ ٻڏي
ٿي پيو رهيو.



## رامچندر کي تخت بدران بنواس ملڻ.

وح ٿيندي مهرشي وسشٽ، پنهنجي شش کي وٺي، راج

راجا جي ايتري چوڻ تي به جڏهن ڪيڪئيءَ تي ڪو اثر نه ٿيو
تڏهن هو ”هاءِ رام! هاءِ رگهوناٿ!“ چئي مٿو پٽي وياڪل ٿي زمين
تي ڪري پيو. اهو ڏسي ڪيڪئي وري ڪٺور وچن چوڻ لڳي جڻ
نه ڦٽ ۾ زهر پرڻ لڳي:- جي توهانکي پس پيش ائين ڪرڻو هو نه پوءِ
”گهر گهر“ ڇاجي زور تي چئي رهيا هئا؟ ڇوايو نه پاڻ کي داني ٿا پر ٿيو
ٿا ڪنجوس! يا نه وچن ڀنگ ڪريو يا ڏيرج ڌريو. باقي هيئن رن زال
وانگر منهن مٿو پٽڻ توهانکي شوڀيا نٿو ڏئي. ستيه وادي اڳيان نه
شريں، استري، پٽ، زر ۽ زمين ڪکه پن مثل آهن. توهانکان پٽ
جي جدائي سٺي نٿي وڃي!

راجا چيو:- جيڪي توکي چوڻو آهي سو چئه! منهنجو هوونهار
ڪال ئي تنهنجي واتان چوائي رهيو آهي. پيرت کي نه راجائيءَ جو
خيال به ناهي پر هوونهار جي وس ٿي تنهنجي اچي مت ماري آهي.
اڙي پاپڻ! مون پاپيءَ گهٽيئي ڏينهن تنهنجي پالنا ڪئي ۽ توکي ڳلي
لڳايو، پر اڄ تون منهنجي ڳلي جي ڦاسي ٿي رهي آهين. دنيا جا ماڻهو
مون تي لعنت وجهندا ته راجا دشرٿ کهڙو نه مورکه ۽ ڪامي هو جو
زال کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجي گڻوان پٽ کي بنواس ڏيئي ڇڏيائين.
رام کي جي مان چوندس نه تون بن وڃ نه هو يڪدم هليو ويندو،
بي ڳالهه به منهن مان نه ڪيندو. ڪينترو نه جيڪر چڱو ٿئي جو هو
منهنجي اها ڳالهه نه مڃي، پر هو ائين نه ڪندو. جي ڀرت کي رام
جو بن وڃڻ چڱو لڳي نه هو منهنجي موت جو ڪريا ڪرم به نه
ڪري. جنهن هميشه ريشمي ڪپڙا پائي آرام ۾ گذاريو، سو رام گيروءَ
جا ڪپڙا پائي بن ۾ ڪيئن رهي سگهندو! ديو ڪمار سمان سندر رام
کي ريشمي ڪپڙا ۽ گهڻا پاتل ڏسندو آهيان نه اها شوڀيا ڏسي نهال
ٿي ويندو آهيان. هن کي ڏسي پائيندو آهيان نه جڻ وري مان
جوان ٿي پيو آهيان. اڙي! جڏهن تون اهڙي بڇڙي ڳالهه منهن
مان ٿي ڪيدين نه تنهنجي جيڀ هزار ٽڪر ٿي ڪري ڇو نه ٿي
پوءِ ... پڪ جاڻ نه مان پياري رام کانسواءِ جيئرو رهي نه سگهندس.

ڏيئي هينئر ڦري وڃڻ ٿا چاهيو ڇا؟
جن! توهان جي مونکي ٻه ور ڏيڻ جي هام نه هڻجو. جڏهن مهرشي
ري ڪڏهن پنهنجي ڌرماتما هجڻ جي هام نه هڻجو. جڏهن جي
ري ڪڏهن پنهنجي ڌرماتما هجڻ جي هام نه هڻجو ته جنهن جي
پنهنجن ورن بابت توهان کان پڇون ته ائين ئي چئجون ته جنهن جي
مهرباني ڪري مان هاڻي جيئرو آهيان، جنهن آپدا مهل منهنجي رکيا
ڪئي، اُنهيءَ ڪيڪئيءَ کي وردان ڏيئي ڪري ٻه مون پالنا نه ڪئي!
مهاراج! توهان جي پرتگيا ڪري ٻه اُن تان ڦري ويندؤ ته پنهنجي
ڪل تي ڪارنهن جو داغ لڳائيندءِ. توهان کي پنهنجي پرتگيا ڪوڙي
ڪرڻ نه گهرجي، پر توهان کي ڇا آهي؟ توهان ته ڌرم کي ٽلائجلي
ڏيئي رام کي راڄ تلڪ ڏيئي ڪوشليا سان موجون ماڻڻ ٿا چاهيو.
پر مان توهان کي پڪ ٿي ڏيان ته جي رام بنواس نه ويو ته مان اڄ
رات ئي وهه جو پيالو پي پنهنجو انت آڻيندس. منهنجو موت ٿيندو
۽ توهانجو اپجس. مان پنهنجو ۽ ڀرت جو قسم کڻي ٿي چوان ته
رام کي بن موڪلڻ کانسواءِ ٻئي ڪنهن به ور سان مونکي سنتوش
نه ايندو.

ايترو چئي ڪيڪئي اُٿي بيٺي، ڄڻ ته ڪروڌ روپي ندي ٻوڏ
ڪندي ڏوڪيندي ٿي آئي. اُها ندي پاپ روپي پهاڙ مان نڪتي
آهي ۽ ڪروڌ روپي پاڻيءَ سان ڀريل اهڙي ته ڀيانڪ آهي جو ڏٺي
ٻه ڏيپ ٿو لڳي. ڪيڪئيءَ جي هٺ جي اُها تيز ڌارا راجا دشرٿ
روپي وڻ کي پاڙون پٽي مصيبت روپي سمنڊ ڏي وهائي رهي آهي.
راجا سمجهي ويو ته استريءَ جي بهاني سندس مرتيو ئي سامهون بيٺي
آهي. ڪيڪئيءَ جو هٺ ڏسي راجا "هاءِ رام!" چئي، ٻڳها ساهه کڻي
ڪٽيل وڻ وانگر زمين تي ڪري پيو. تنهن کانپوءِ هوش ۾ اچي ور
نماڻي آواز ۾ ڪيڪئيءَ کي چيائين هي منڙي! مون کاوڙ ۾ توکي
جيڪي چيو سو وساري ڇڏ! مونکي معاف ڪر! تنهنجو ۽ منهنج
پاڻ ۾ ڪيڏو نه پريم آهي. قسم اٿيئي اِنهي پريم جي، تون پنهنج
ضد تان لهي وڃ. منهنجو هيءُ سڄو راڄ تنهنجي ملڪ آهي. تو
رام کي ڏي يا وٺيئي ته ڀرت کي ڏي. مان ڪو به اعترا

## راجا دشرٿ جو ڪيڪئيءَ کي سمجهائڻ.

مهاراجا دشرٿ ائين ڏک ۾ ٻرجي ورلاپ ڪري رهيو هو ۽ هرگهڙيءَ
ڏک جي سمنڊ ۾ غوطا کائي بيهوش ٿي ٿي ويو ۽ هوش ۾ اچڻ تي وري
وري ڪيڪئي کي منٿون ڪرڻ لڳو. هو چوڻ لڳو:- اڄ ڏينهن تائين
تو کو به اهڙو ڪم نه ڪيو آهي جنهن مان مونکي ڪو ڏک رسي.
تون هڪ اُتم گڻن واري راڄڪماري آهين ۽ ڪڏهن ڪو گٿو لفظ به
ڪين ڳالهايو اٿيئي. پوءِ اڄ توکي ٿي ڇا ويو آهي ۽ اهڙا ڪذا ۽ پاپي
ويچار تو ۾ ڪيئن آيا آهن! رام کي تون ڪيترو نه پيار ڪندي
آهين! ۽ هو به تنهنجي ڪيتري نه شيوا ڪندو آهي! ان هوندي تون
هنجي بنواس جي گهر ڪيئن ڪري رهي آهين! رام پنهنجي پراڪرم
۽ تيج ڪري ديوراڄ اِندر جي مٽ آهي. جهڙي آهي منجهس
ويرتا، تهڙي آهي منجهس نمرتا. هنجي سريشٽ گڻن ڪري سڄي
پرجا هنکي پيار ڪندي آهي. اهڙي گڻوان ۽ پرجا جي پياري پٽ
کي مان ڪيئن چوان ته تون بن ڏانهن وڃ؟ انکري سڀ لو
مونکي نفرت سان ڏسندا ۽ زال جو غلام چئي مونتي چٿرون ڪندا.
پرت ڏرماتما آهي ۽ رام جو پڳت ۽ پيارو آهي. هو ته ڪڏهن به
راجا ٿيڻ قبول نه ڪندو. پوءِ ڀلا ڇا لاءِ اُهجس جي ڪارنهن کٽي رهي
آهين؟ تون جنڪ ڪماري سيتا جو ته ڪو ويچار ڪر! رام بنواس
ويندو ته ڇا سيتا جيئري رهندي؟ پڪ سان سڄي راجونس جو ناس
ٿيندو. ڪيڪئي! مان تنهنجي پيرن تي ڪري توکي وينتي ٿو
ڪريان ته هن ضد کي ڇڏي ڏي. مونتي ڪجهه ڏيا ڪر! ڪجهه
ترس کاءُ! مونکي پاپ ڪرم کان بچاءِ!

ائين چئي راجائن جو راجا، وڏي شان مان وارو دشرٿ ڏرتيءَ
تي ليٽڙيون پائي، سڏڪا پري، ڪيڪئيءَ جي پيرن کي چنبڙي
رحم گهرڻ لڳو. راجا جي اهڙي قياس جوڳي حالت ڏسي به ڪيڪئي
جي دل نه پگهري. هوءَ هيڪاري وڏيڪ ڪاوڙ ۾ ٻرجي چوڻ لڳي:-




ڪوشليا به ساڳي آهي، مون سڀني کي سڃاتو! جيڪا سازش سٽي
ٿو، اُن جو ڦل پاڻ ڀوڳيو.
ڪيڪئيءَ جا ڪنو، وچن ٻڌي.

پاپڻ! تون ڏاڍي
ته مون يا رام تنهن
ماءَ جيئان هلندو آ
ٿي آهين؟ مون نڪ
نانگڻ آهين. سڄي
اُنهيءَ پياري پٽ
سورج ڪانسواءِ هيءَ
ڪانسواءِ منهنجي سر
نه ڪر انهيءَ پاپ
پوان، تون مونتي راڻ
پيارو آهي يا نه، ته
ٿي وهي سو مونکي
پيانڪ بن ۾ موڪلڻ
پرت ڪان به وڏيڪ
وڏن جي خدمت
استريون؛ ٻانهيون ۽ داس اهن پر ڪڏهن به ڪنهن هنجي گلا يا
ڏانهن نه ڪئي آهي. هنجي مک مان ڪڏهن به ڪو ڪڙو وچن ڪو نه
نڪتو آهي. مهرشين سمان تيجسوي، سڏي سادي رام جي تون
منداڻي چوتي ڪرين. جنهن رام ۾ ڪميا، سچائي، ڌرم، جيون تي
ديا پريل آهي، تنهن پياري رام ڪانسواءِ مان ڪيئن رهي سگهندس!
ڪيڪئي! مان پيرو آهيان، موت جي ڪناري ويٺو آهيان، مان توکي
منٿ ٿو ڪريان، تون مونکي موت جي منهن ۾ ڏکو نه ڏي
توکي هن راڄ مان پيو جيڪي ڪجهه گهرجي سو وٺ، اُهو مان توکي
ڏيندم، پر پياري رام کي بنواس ڏيئي مونکي پرلوڪ نه موڪل

پرجي سوچڻ لڳو ته مون هيءَ ڇا ڪيو! سوچيندي سوچيندي هنجو
مٿو ڦرڻ لڳو ۽ هن اکيون ڪري بوتيون. ڪن ڪانپوءِ جڏهن سامت
۾ آيو ته چوڻ لڳو:- اڙي! مون هي ڇا ڪيو! مون ناحق استريءَ
تي وشواس ڪيو. مونسان ڏاڍو ڌوهه ٿيو!

راجا کي اهڙو وياڪل ڏسي ڪيڪئي ڪروڌ ۾ ڀرجي چوڻ
لڳي:- ڇا ڀرت توهانجو پٽ ڪين آهي؟ ڇا مونکي ٽڪا ڏيئي
ڳنهي آيا هئا؟ ڇا مان توهانجي شادي ڪيل استري نه آهيان، جو
منهنجي ڳالهه توهانکي تيروانگر وڃي لڳي. ڇا توهان سمجهو ٿا ته
مان ڦلن مٿ گهري وٺنديس؟ رگهو ونش جي پرڻ پالڻ جي ته دادي
تي ٻڌاڪ هنيو! راجا شبي، ڌڌيچ ۽ بليءَ پنهنجا شريرءَ سڀ ڪجهه
ڏيئي به پرڻ جي پالنا ڪئي. توهان پاڻ ئي تي وٽ وٽ ڪئي.
هينئر ناڪار ڪري پاڻي آپجس جا ڀاڱي ٿيندو.

راجا دشرٿ ڏيري ڏيري ساهه کڻي نرميءَ سان ڪيڪئيءَ کي
سمجهائڻ لڳو:- اي مٺڙي! تون ريت پرنيت ۽ پريت کي ناس
ڪرڻ وارا اهڙا وچن ڪيئن چئي رهي آهين؟ مان شنڪر ڀڳوان کي
ساکي رکي ٿو چوان ته رام ۽ ڀرت ٻئي منهنجا نيتر آهن. تون پاڻ
سدا مونکي چوندي هئينءَ ته "مونکي ٻه پيارا پٽ آهن ۽ اُنهن
ٻنهي مان وڏو رام مونکي وڌيڪ پيارو آهي. رام کي راجتلڪ ڏيئي
مان ته تنهنجي دل جي اِڇا تي پوري ڪئي. مان ته رگهو ننڍ وڏائيءَ
جو لحاظ ڪري رام کي راجگدي تي ڏني. رام جي ماءُ مونکي اُن
بابت ڪجهه به نه سيکاريو آهي. مان هينئر ئي ڀرت کي ناناڻي گهران
گهرائي ڍنڍورو ڏياري کيس راج تلڪ ٿو ڏيان، پر تنهنجو ٻيو ور
اجوڳو آهي. تون ته پاڻ رام کي ساراهيندي آهين ته هو ساڌو پرش آهي.

دشرٿ جا اهي مٺا وچن ٻڌي به ڪيڪئي ڪروڌ ۾ ڀرجي
چوڻ لڳي:- توهان ڪري ڪروڙين اُپاءُ ڪريو، پر هٿي توهانجون
چالبازيون نه هلنديون. وڌيڪ پرپنچ نه ڪريو. ور پورا ڪريو،
نه ته نرڪ جا ڀاڱي ٿيندو. رام به ساڌو آهي، توهان به ساڌو آهيو ۽




هئي، تڏهن توهان پرسن ٿي مونکي ٻه ور ڏنا هئا. اج مونکي توهان
وٽ امانت رکيل اُهي ٻئي ور گهرجن. هاڻي جي اُهي ور ڏيڻ جو پڪو
پڻ ڪيو ته مان چوان!

راجائون نيتيءَ ۾ نپڻ ٿيندا آهن پر استري چرتر اٿاهه سمنڊ آهي
جنهنجو پار پائڻ ڏکيو آهي. راجا دشرٿ ته ڪام جي وس ٿي رهيو
هو، سو ڏرو به سمجهه رکي ڪين سگهيو ۽ پاڻيهي پنهنجي پير تي
ڪهاڙو هنيائين. هو ڪيڪئيءَ جي ڳالهه ٻڌي مشڪي چوڻ لڳو:-
آڙي رسڻي! بس! رڳي ٻه ان لاءِ آهين؟ تنهنجا اهي ٻه ور برابر مون
وٽ امانت رکيل آهن پر تو اهي ور مونکان ڪڏهن به اڳيم نه گهريا
۽ مونکي به ياد نه رهيا. هاڻي ٻه ويل
آهن ۽ مونکي به آهي ويس، سو مونکي بدلي چار ور گهر. اسانجي رگهوڪل
ويٺي ناهي، تون ڪري ٻن جي بدلي چار ور گهر.
جي اِها ريت آهي ته پراڻ ڀلي وڃن پر پرڻ خالي نه ويندو.

रघुकुल रीति सदा चलि आई । प्राण जाहुँ बरु वचन न जाई ॥

توکي سڌ آهي ته رام کان وڌيڪ مونکي ٻيو ڪو به پيارو ناهي،
مان رام کانسواءِ هڪ پل به جيئرو رهي نٿو سگهان، اُنهيءَ رام جوئي قسم
کڻي مان پرتگيا ٿو ڪريان ته تون جيڪي چوندينءَ سو مان ڪندس.

انريت راجا کي شري رام جي قسم ۾ پڪو ٻڌي ڪيڪئيءَ رام
کي بنواس پيو ڳايو. راجا کي پنهنجي ڇل جي ڄار ۾ سوگهو ڦاٿل ڏسي
هوءَ چوڻ لڳي:- مهاراج! توهانجي پرتگيا جا ساکي سڀ ديوتائون
آهن. هاڻي ٻڌو: ڀهريون ور ته ايهو ڏيوم ته منهنجو پٽ ڀرت راج
گديءَ تي وهي ۽ ٻيو ور هيءُ ته رام تپسوي ٿي هرڻ جي کل پائي
چوڏهن ورهيه بن ۾ وڃي رهي. ڀرت کي ٻي جوکي راج ماڻ گهرجي.
توهان ڏرمائما ۽ پنهنجي پرتگيا جا پڪا آهيو، سو پنهنجي وچن
جي پالنا ڪريو.

هيءُ ٻڌي دشرٿ جون واڻيون ئي ڦري ويون. هو وائڙو ٿي
ويو ۽ سمجهه ۾ ئي نٿي آيس ته هي سپنو آهي يا ساڀيا! جئن ڪنهن
تي بجلي ڪري هجي، تئن هو ڪاٺ ٿي ويو. هو وسمهه

هو ڪيڪئي جي پرسان ڌرتيءَ تي وڃي ويٺو ۽ ڪيس پريم پرين
وچنن ۽ لاڏ ڪوڏ سان پرچائڻ لڳو. هن چيو:- پراڻ پياري! ڪهڙيءَ
ڳالهه تان رٺي آهين؟

ائين چئي راجا پنهنجن هٿن سان ڪيڪئيءَ جو بدن ۽ ڪپڙا
چنبڻ لڳو. ڪيڪئيءَ جهٽڪو ڏيئي سندس هٿ پري ڪيو ۽ منهن
۾ گهنجه وجهي ويٺي رهي. راجا وري به منٿون ڪرڻ لڳس:- هي
سندري! هي سلوچني! ماجرا آهي ڪهڙي؟ تون ڇا لاءِ هيئن بيحال
ٿي پيئي آهين؟ تو اڄ ڪنهن تي ڪروڌ ڪيو آهي؟ ڪهڙي ڳالهه
ڪري هيئن ڏوڙ ۾ ليٽڙيون پائي مونکي ڏکي ڪري رهي آهين؟
ٻڌاءِ تنهنجو ڪنهن اپمان ڪيو آهي ته اُنکي يمرلوڪ موڪليان؟ مان
۽ منهنجو سڄو راڄ، خزانو ۽ ستا سڀ تنهنجي آڌين آهن. تنهنجي
اِڇا پوري ڪرڻ لاءِ مان سڀڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، چاهي اُن
۾ منهنجا پراڻ ئي هليا وڃن. تنهنجي من ۾ جيڪي هجي سو صاف
صاف ٻڌاءِ! هيءَ سڄي پرٿوي منهنجي اڌڪار ۾ آهي. ڏارور،
سنڌ، سوراشٽر، دکن جا سڀ ديش، انگ، بنگ، مگڌ، ڪاشي ۽
ڪوشل انهن سڀني ملڪن تي منهنجي حڪومت آهي. اُنهن ۾ پيدا
ٿيندڙ سڀني شين مان توکي جيڪي گهرجي سو گهر. منهنجو سرونس
۽ هيءُ پراڻ به تنهنجي آڌين آهن. توکي جيڪي گهرجي سو گهري وٺ ۽
پنهنجي منوهر انگن تان هيءُ اَشڀ ڪپڙا لاهي ريشمي وستر ۽ گهڻا
پائي سينگار ڪر.

راجا جي ائين ليلائڻ تي ڪيڪئي جي دل کي دلاسو مليو ۽
راجا کي ڪوڙي ڳالهه ڪرڻ جي همت ٿيس. هوءَ اُٿي ويٺي ۽
ڏاڍيءَ رکائيءَ سان چوڻ لڳي:- راجن! گهر گهر ته سداءِ پيا چئو پر ڏيو
ته ڪجهه نٿا. ٻه ور ته اڳي ڏنا اٿو، مونکي ته اُنهن جي ملڻ ۾ به
شڪ آهي. مهاراج! اُن جهونيءَ ڳالهه کي ياد ڪريو، جڏهن اَسرن
سان لڙائي ڪندي توهان سخت گهائل ٿي پيا هئا، تڏهن مون
سڄيون راتيون جاڳي، ڪئين جتن ڪري توهانجي جان بچائي

سينگاريل اُن محل جي شوڀيا اَنوکي هئي. اُن محل جي سن
سروورن جي نرمل جل ۾، رنگين ڪمل جي گُلن جي وچ ۾، پکين پ
رانديون ڪيون ۽ ٻئي طرف مور پنهنجا پر کولي پئي نچيا. را
گهڻو ڪري ٻين راڻين وٽ نه ويندو هو ۽ ڪيڪئي وٽ ئي گذاريند
هئو ۽ هن سان ئي مٺي مٺي روح رهاڻ ڪندو هو. اڄ راجا ج
من بلڪل پرسن هو. پر پنهنجي پياري استريءَ کي نه ڏسي، هو
چنتا ۾ پئجي ويو. راجا من ۾ سوچڻ لڳو ته هن محل ۾ گهرندي ئي
من موهيندڙ ڪيڪئي سدائين مشڪندي دروازي وٽ ئي سامهون
ايندي هئي سا اڄ ڏسڻ ۾ ڇو نٿي اچي. اتلاءِ هن داسيءَ کان راڻيءَ
لاءِ پڇيو. ڏڪندي ڏڪندي هٿ جوڙي عرض ڪيو:- مهاراج!
راڻي ڪيڪئي ڏاڍي ڪروڌ ۾ پئجي ڪوپ ڀون ۾ ويئي آهي.

اهو ٻڌي راجا منجهي پيو ۽ دپ ۾ اڳتي قدم ئي نه کڄيس.
ڏسو ڪامديو جو پرڀاءُ جو وير پرش پينڪر يڌ ۾ ٻاڻ ۽ ترارون
برداشت ڪري سگهي ٿو سو ڪامديو جو گلن جو ٻاڻ سهڻ ۾ اسمرٿ
آهي يعني هڪ سندر استريءَ جو رسڻ سهي نٿو سگهي. نيٺ راجا
ڏڪندو ڏڪندو ڪوپ ڀون
۾ آيو ۽ ڏٺائين ته ڪيڪئي
زمين تي ليٽي پيئي آهي ۽
پراڻا ۽ ٿلها ڪپڙا پيل اٿس.
هن پنهنجا زيور اُڇلائي ڇڏيا
آهن ۽ سندس سندر وار ٽڙيا
پکڙيا پيا آهن. پنهنجي دل
...ريءَ راڻيءَ جي اِها حالت
...سي راجا ڏاڍو حيران ۽
...ريشان ٿيو. جو هن ته
...ڪئي کي ناراض ٿيڻ جو
... ڪو به سبب ڪونه ڏنو هو.



پٽڙ ٻٽائي ڇڏيو. هن ڪوپ ڀون ۾ وڃي قيمتي هار ۽ لڪن جي ملهه جا ڳهڻا لاهي هيڏانهن هوڏانهن اُڇليا ۽ زمين تي ليٽڙجي منٿرا کي چيائين:- ڪٻجا! هاڻي يا ته ڀرت گاديءَ تي ويهندو يا ته منهنجو موت ٿيندو. جي رام کي بن نه موڪليم ته منهنجو جيئڻ اجايو آهي. منٿرا وري به ڪيڪئي کي سمجهايو ته رامچندر کي ڪيئن به بنواس ڏيڻ گهرجي. هن چيو:- "رام جو پرجا تي ڏاڍو پرڀاءُ آهي، اُهو آهستي آهستي تڏهن لهندو جڏهن هو هتي نه رهندو. ڀرت به بنا ڀؤ ڀولي تڏهن راڄ ڪري سگهندو جڏهن رام کي بنواس ملندو. راجا توکي گهڻوئي پرچائيندو ۽ ڀيون گهڻيئي لالچون آڇي توکي سرچائڻ جي ڪوشش ڪندو پر تون هنجي ڳالهين ۾ ڦاسجي نه وڃج. ڀرت کي راڄگدي ۽ رام کي بنواس جي گهرن تي پڪتي رهج.

ڪيڪئي منٿرا کي تسلي ڏني ته هوءَ راجا کان ضرور اِهي ئي ٻه ور وٺندي.

سڄي نگر ۾ ڌوم ڌام ٿي رهي هئي ۽ هن سازش جي ڪنهن کي ڪل ئي ڪانه رهي!



## ڪيڪئيءَ جو ڀرت جي راڄ تلڪ ۽ رام کي بن موڪلڻ لاءِ ور گهرڻ.

راجا دشرٿ شري رام جي راڄ تلڪ جي تيارين ۾ لڳو رهيو ۽ سڀني کي ٻئي ڏينهن پوري وقت تي حاضر ٿيڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين. هن سوچيو ته رام جي راڄ تلڪ جي ڳالهه اڄ ئي ظاهر ٿي آهي، ان ڪري ڪيڪئيءَ کي اڃا انهيءَ ڳالهه جي سڌ نه هوندي. اهو سوچي اها خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ راجا ڪيڪئي جي محل ۾ ويو. پنهنجي ننڍيءَ راڻيءَ لاءِ راجا اِهو محل خاص طرح من موهيندڙ ٺهرايو هئو. سنگمرمر ۽ سوني چانديءَ جي ٿنڀن ۽ ڀتين تي گلڪاريءَ سان

منٿرا چيس :- مٿان اهي اشپ وچن واٽان ڪيڏين. تو
سدا ۽ سهاڳڻ ڀاڳڻ رهندينءَ ۽ جيڪو تنهنجو برو چاهيندو سو پنهن
ڪيتو ڀاڻ لوڙيندو.

منٿرا جي ڳالهه ٻڌي ڪيڪئي ڏکيا ۽ گرم ساهه کڻي چوڻ لڳي :-
ڪبجا! رام کي بن موڪلا رائجي ۽ ڀرت کي راجگديءَ تي ٻه ويهارجي،
پر اهو ٿيندو ڪيئن ؟

منٿرا چيس :- راڻي! ڇا توکي وسري ويو آهي ته جڏهن
شمبراسر ديت سان ڀڏ ڪندي راجا گهايل ٿي ڪري پيو هو تڏهن
تو پنهنجي سر جي سٽ ڏيئي ڪيس ڀڏ جي ميدان مان ڪيڏي
سندس جان بچائي هئي ؟ اُن وقت تنهنجي ويرتا تي پرسن ٿي راجا
توکي ٻه ور ڏنا هئا جي تو چيو هوس ته جڏهن گهرج پيئي ۽ تڏهن گهري
وٺنديس. راجا وٽ امانت رکيل پنهنجا اُهي ٻه ور هاڻي تون ڪائونس
وٺ ۽ هڪ ۾ ڀرت جي راجگدي ۽ ٻئي ۾ رام جو بنواس گهرينس.
انريت پنهنجي ڀهاج جي رٿيل منصوبي تي پاڻي ڦيري ڇڏ ۽ سندس
سڀ آنند برباد ڪر هاڻي ميرا ڪپڙا پائي ڪوپ ڀون ۾ وڃي زمين
تي ليٽ ۽ راجا اچي ته ساڻس نه ڳالهائج پر روئڻ شروع ڪج. تون
پنهنجي سهاڳ جي زور کي آزماءِ. راجا توکي بيحد اُپيار ڪندو
هي ۽ توکي خوش ڪرڻ لاءِ هو سڀ ڪي ڪندو پر توکي ڀنيلائڻ لاءِ
ي هيرا جواهر وغيره ڏيڻ جي ڪوشش ڪري ته ٻه تون نه ڀنيلج،
. راجا کي رام جو قسم وجهي، پڪوڪري، پوءِ اُن ڪان ور گهرج.
اهڙيءَ ريت منٿرا ڪيڪئيءَ کي ڪوتيون مٽيون ڏنيون. سمجهدار
ڪئي منٿرا جي مٽين ڏي بي سمجهه بالڪ وانگر بيواجب ڪم
ڻ لاءِ تيار ٿي. ڪروڌ ڪري هنجي ٻڌيءَ مٿان پردو پئجي
و هو. تنهنڪري هن سمجهيو ته سچ پچ ساڻس دولاب ٿي
آهي. هنڪي اِهو ڀؤ ويڙهي ويو ته ڪيس راج ماتا ڪوشليا جي
تي رهڻو پوندو ۽ ڀرت جي حياتي سلامت نه رهندي. اِنهي
ٻڌيءَ ۽ ڀؤ هنجو سڀاءُ ئي بدلائي ڇڏيو ۽ هنجي هوڏ ...

پنهنجي پٽ رام کي راڄگدي ڏياري، هاڻي ڀاڻ راڄماتا ٿي راڄ ماڻيندي ۽ توکان بدلو چڪائيندي. رام جي راجا ٿيڻ پرمان ڪا آرهي ناهيان پر ايندڙ ڳالهيون ويچاري مونکي ڌپ ٿو ٿئي. ڀرت جي غير حاضريءَ ۾ ڀرت جو حق کسي رام کي راڄگدي ٿي ڏني وڃي. اِهو توسان ۽ ڀرت سان وڏو ڌوهه ٿي رهيو آهي.

ديوتائن ۽ رشين منين راوڻ جي ناس ٿيڻ لاءِ وينتي ڪئي هئي ۽ انلاءِ رامچندر جو بن وڃڻ ضروري هئو. وڌاتا اهڙو چڪر هلايو جو ڪيڪئي جو پوتر ۽ پريمي هردو منٿرا جي ڪوٽين صلاحن ڪري اپوتر ۽ بدگمان ٿي پيو. هوءَ منٿرا کي پنهنجو خيرخواهه سمجهي سندس ڳالهين تي غور ڪرڻ لڳي. اُنوقت منٿرا به ڪيس پنهنجي پيچ ۾ ڦاٿل ڏسي ڀاڄن جي دشمنيءَ جون هنڪي گهٽيئي ڳالهيون ٻڌايون. هوءَ چوڻ لڳس:- اڙي ڳهيلي! تون پنهنجي برائيءَ کي ڀلائي سمجهي پنهنجي ڀاڄ جي سک ۾ اِنعام ٿي وراهين! راجا توکي ڀائين ٿو سو ڪوشليا کان سٺو نٿو وڃي، انلاءِ هن اهڙو پرپنچ رچيو آهي جو تنهنجي جڙ ٿي ڪٽجي. ياد رک ته رام ڀاڻ کي بي جوکي ڪرڻ لاءِ ڀرت کي ديس نيڪالي ڏيندو ۽ ڀوءِ ڀرت کي آنائن وانگر هيڏي هوڏي ڀٽڪندي جيوت گذارڻي پوندي. رام ۽ لڪشمڻ جو هڪ ٻئي لاءِ پريم ته جڳ پرسڌ آهي، سو لڪشمڻ ته منتري ٿيندو صرف ڀرت کي ئي نقصان رسندو. انلاءِ آهڙي ڪا تجويز سوچ جو رام بن وڃي ۽ ڀرت کي راڄ ملي، جنهن ۾ تنهنجو ۽ تنهنجن مٽن مائٽن جو مان مٿي ٿئي ۽ ڀلو ٿئي.

ڪيڪئي اهي ڳالهيون ٻڌي ڪنبڻ لڳي ۽ سڄي ڀگهرجي ويئي. هوءَ چوڻ لڳي:- منٿرا! مون ۾ ته ڇل ڪپٽ آهي ئي ڪين ۽ وس پهچندي ته مون ڪنهنجي برائي نه ڪئي آهي پوءِ الائي ڪهڙن پاپن جو ڦل ٿو هينئر آڏو اچيم. نهيو، مان پيڪي وڃي باقي جيوت جا ڏينهن ڪاٽيندس پر ڀاڄ جي داسي ٿي ڪين رهنديس. بيعزتي کان ته موت ڀلو آهي.

اُن وچن جي تات به ڪا نه ڪئي هئي. اِن ڪري دشرٿ سمجهي
هو ته راڄ ڪل جي مريادا موجب رام کي راڄتلڪ ڏيڻ ۾ ڪا رنڊ
نه ٿيندي. ڪيڪئي جي من تي به ڪو غبار ڪو نه هو جو هوءَ ٿ
شري رام کي پنهنجو پيٽ ڄڻيو پٽ ڪري سمجهندي هئي. ڪيڪئي
هڪ سريشٽ ڪل جي راڄڪماري هئي، اِنڪري ڪبريءَ منٿرا ج
نيچ ۽ سوارٿي ويچارهن تي جلدي غالب نه پيا. هن چيو:- ڪبجا
مونکي ڀرت جهڙو پيارو آهي، رام اُنکان به وڌيڪ پيارو آهي ۽ هو ب
ڪوشليا کان وڌيڪ منهنجي سيوا ڪندو آهي. رام کي راڄ مليو ت
ڄڻ ڀرت کي مليو جو رام پنهنجن ڀائرن کي پاڻ جهڙوئي ڪري
سمجهندو آهي. هو ڌرماتما، گڻوان، پراڪرمي ۽ مهاراجا جو وڏو پٽ
آهي، ان لاءِ راڄگديءَ تي هنجوئي حق آهي. هو شل وڏي حياتي
ماڻي ۽ سيني جي پيءُ وانگر پالنا ڪري. تون هنجي راڄگديءَ جي
ڳالهه ٻڌي ڇو ٿي جلين؟ چيل آهي ته ڪاڻي، لنگڙي ۽ ڪبي کي ڪوتو
۽ ڪٽل سمجهجي ۽ جي اِهي دوش اِستريءَ ۾ هجن ته اُن جهڙي ڪوتي
ڪانه سمجهڻ گهرجي. تون اسانجي ڪل ۾ ڏنيروجهي رهي آهين!
منٿرا چيو:- تنهنجي جيڪو خوشامد ڪري سوئي توکي وڻي
ٿو ۽ منهنجي سچي ڳالهه به توکي ڪوڙي ٿي لڳي! هڪ ته وڌانا
مونکي ڪيو ڪروپ، پر منهنجو ڇا؟ ڪير به وڃي راجا ٿئي، مان
ڪو داسيءَ مان راڻي ڪو نه ٿينديس. مونکي ته ڏک اِهو آهي جو
تون راڻيءَ مان ٿي داسي ٿين، مون کان ڀرت جي ۽ تنهنجي برائي
سٺي نٿي وڃي. توکي پنهنجي سهاڳ جو ڪوڙو اِيمان آهي ۽ راجا
جي مٺين مٺين ڳالهين تي پنهنجي سمجهين ٿي ته راجا تنهنجي
وس آهي! هوڏانهن ڪوشليا آهي چالاڪ ۽ گنڀير، هن جي ٿاهه پاڻ
مشڪل آهي. هوءَ ڏسي ٿي ته پيون ڀاڄون ته سندس آگيا موجب
هلن ٿيون ۽ رگهو تون ئي پنهي پريم جي گهمنڊ ۾ پرجي هنجي ڪا
پرواهه نٿي ڪرين ۽ راجا جو رگهو توکي ئي پيار ڪري ٿو، سو هن کان
سٺ... . انلاءِ هن راجا کي صلاح ڏيئي ڀرت کي ناناڻي موڪليو ۽

۽ دک ۾ پرجي چوڻ لڳي:- اڙي ڀورڙي! ايڏي وڏي خطري جي ويجهي اچڻ تي بہ تون شوڪ جي بدلي آنند ۾ رهيو آهين! ڀاڄ جو پٽ تہ سدائين دشمن آهي، اُنجي ڀلائي ڏسي ڪا سياڻي زال خوشي منائيندي؟ هن راڄ تي رام کان وڌيڪ ڀرت جو حق آهي. اِهو سمجهي رام ڀاڻ بي فڪر ٿي نشڪنٽڪ راڄ ڪرڻ لاءِ ڀرت کي سداءِ لاءِ گم ڪندو. رام جي راجا ٿيڻ تي ڀرت جي جان جو وڏو خطرو آهي. وڏ ڀاڳڻ تہ آهي ڪوشليا، جو پٽس راجا ٿئي ٿو ۽ هوءَ راڄ ڀاڳ ماڻيندي ۽ تون بہ اسان وانگر سندس داسي ٿي هنجي اڳيان هٿ جوڙي بيهندينءَ ۽ تنهنجي پٽ ڀرت کي بہ رام جي شيوا ڪرڻي پوندي.

ڪن ڀين رامائڻن ۾ لکيل آهي تہ راجا دشرٿ کي جڏهن ڪوشليا يا ٻين راڻين مان ڪا پٽ سنتان پيدا ڪانہ ٿي تہ هن ڪيڪئي جي سندرتا تي موهت ٿي ۽ پٽ سنتان جي منشا سان هن سان شادي ڪرڻ چاهي. ڪيڪئي هڪ وڏي راڄ ونش جي راجڪماري هئي ۽ هنجي پتا، دشرٿ کان اِهو وچن ورتو پنهنجي ڌيءَ ڏني هئي تہ ڪيڪئيءَ جو پيٽ جاول پٽ ئي دشرٿ کانپوءِ راجگديءَ تي ويهندو. اُن وقت دشرٿ کي ٻين راڻين سان وواهہ ڪئي گهڻو وقت ٿي چڪو هو پر تہ بہ ڪنهن کا سنتان ڪانہ ٿي هئي، ۽ هو نراس ٿي چڪو هو، اِنڪري راجا دشرٿ بنا ڪنهن هٻڪ جي ڪيڪئي جي پيءُ کي اِهو وچن ڏيئي ڪيڪئي سان وواهہ ڪيو هو.

پر ڪئين ورهيہ گذري ويا تہ راجا دشرٿ کي ڪيڪئيءَ مان بہ ڪا سنتان ڪانہ ٿي. اُن کانپوءِ پتريشٽي يگيہ ڪيو ويو هو ۽ اُن ڪري تنهي راڻين کي پٽ ڄاوا هئا ۽ اُنهن ۾ پٽ راڻي ڪوشليا جو پٽ ئي سڀني کان وڏو هو. شري رام راجائي گڻن ۽ پراڪرم جي ڪاڻ هوءِ پرجا ۽ منتري منڊل بہ هنکي راجائي جي لائق ٿي سمجهو. آهڙيءَ حالت ۾ پنهنجي وڏي پٽ رام کي ريتي راجا ڀرت کي ڪيئن يؤراج بڻائي ها! هوڏانهن ڪيڪئي کي بہ رواجيءَ ريت پٽ نہ ڄائو هو ۽ اُن وچن جي ڳالهہ کي بہ گهڻيئي ورهيہ ٿي چڪا هئا تہ ڪنهن

هٿي ڪبي ۽ نالو هوس منٿرا. تنهن جڏهن شري رام جي ر
لاءِ ايوڌيا ۾ اُتسو منگل ٿيندا ڏٺا ۽ ڏٺائين تہ ڪوشليا پنه
سيٽي داسين کي نوان ڪپڙا ۽ مٺيا انعام ڏيئي رهي آهي، ڏ
هوءَ جاي خاڪ ٿي ويئي. هنڪي ان ۾ ڪيڪئيءَ لاءِ خرابي سم
۾ آئي ۽ هوءَ اهو ڪم بگاڙڻ جا ٻهہ ڀڄائيندي ڪيڪئيءَ وٽ آ
ڪيڪئيءَ کيس اُداس ڏسي سبب پڇيو پر هن ڪو جواب ڪ
ڏنس ۽ ڏکيا ساھ کڻي لـڙڪ وهائڻ لڳي. پوءِ جڏهن راڻيءَ گھ
پڇيس تڏهن چوڻ لڳي :- هي ديوي! مهاراجا دشرٿ سڀاڻي رامچند
کي راڄگديءَ تي ويهاريندو، جو ٻڌي مان تہ ڏپ ۽ ڳڻتيءَ ۾ ڀرجي
ويئي آهيان. تنهنجي ڏک سک ۾ ئي منهنجو ڏک سک آهي. تنهنج
ٻني نوسان ٻاهرون تہ مٺيون مٺيون ڳالهيون ٿو ڪري پر آهي اندر
جو ڪارو جو ڀرت کي ناناڻي موڪلي رام کي تخت تي ٿو وهاري!



منٿرا جـي ڳالھ ٻڌي ڪيڪئي خوشيءَ ۾ ڀرجي پنهنجو هار
هي منٿرا کي ڏنو ۽ چيائينس :- منٿرا! مان تہ ڀرت ۽ رام ۾ ڪو فرق
ي سمجهان سو رام جي راڄتلڪ جو ٻڌي مان ڏاڍو خوش ٿـي
يان. ان خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ هيءَ قيمتي هار وٺ ۽ ٻيو بہ جيڪي
ي گھرجي سو گھر. شري رام تہ مونکي ڀراٽن کان بہ وڌيڪ پيارو
. هن جي راڄتلڪ جو ٻڌي توکي ڇو ٿو ڏک ٿئي؟
اهو ٻڌي منٿرا اُهو هار وني زور سان پري ڦٽو ڪيو ۽

راڻي سمترا ۽ لڪشمڻ بہ اُٿي وٽس وينا هوا. ڪوشليا پنهنجي پراڪرمي پٽ شري رام ۽ سلڇڻيءَ سيتا کي پرڻام ڪندو ڏسي ڪٺي ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ اکين مان خوشيءَ جا ڳوڙها ڳاريندي گدگد ٿي چيو:- پٽ! شل وڏي آورجا ماڻين ۽ راڄ لڪشمي پراپت ڪري منهنجي ۽ سمترا جي متن مائٽن کي خوش رکين. اڄ منهنجي پوڄا سڦلي ٿي جو توکي راڄگدي ملي.

اُن وقت رامچندر ڏٺو تہ پاسي کان لڪشمڻ هٿ جوڙي بيٺو آهي تنهن کي ڀراتري پائي شري رام چوڻ لڳو:- هي ڀراتا! تون تہ منهنجي آتما آهين. تون مون سان گڏ هن پرٿويءَ تي راڄ ڪر. منهنجو جيون ۽ راڄ تون پنهنجو ئي ڪري سمجهہ. مونکي ارمان رڳو اِهو آهي تہ پيارا ڀائر ڀرت ۽ شترگهن هتي نہ آهن. اسان چئني ڀائرن جو جمڻ، ڪائڻ، جڻيا، وواهہ سڀ گڏ ۽ هڪ وقت ئي پئي ٿيا آهن ۽ تنهنڪري اهو ٺيڪ ناهي تہ بين ڀائرن کي ڇڏي رڳو مونکي ئي راڄگديءَ تي وهاريو وڃي!

پنهي ڀائرن جو پاڻ ۾ اهڙو پريم ڏسي سندن مائٽن ڏاڍو خوش ٿيون ۽ خوشيءَ ۾ پرجي خوب دان پنج ڪرڻ لڳيون. هوڏانهن شهر ۾ جڏهن اها وارتا پکڙجي ويئي تڏهن هرهنڌ شادمانا ٿيڻ لڳا. نگرواسي خوشيءَ ۾ پرجي هڪ ٻئي کي واڌايون ڏيڻ لڳا. گهر گهر ۾ راڳ ۽ ناچ ٿيڻ لڳا ۽ هرهڪ پنهنجي گهر ۽ گهٽيءَ کي سينگارڻ لڳو. چوطرف رنگ برنگي جهنڊيون لڳي ويون. گهرن، دڪانن، مندرن ۽ رستن کي خوب گلن سان سينگاريو ويو ۽ چندن جو ڇٽڪاءُ ڪيو ويو تہ اُنجي سرهاڻ سان سڄو شهر ڀرجي ويو. شري رام جو راڄ تلڪ ڏسڻ لاءِ ڪيترا ٻاهر جا ماڻهو بہ اچي ڪٺا ٿيا ۽ ايوڌيا ۾ جتي ڪٿي آنند منگل ۽ اُتسو ٿيڻ لڳا.



## منترا جي مت تي ڪيڪئيءَ جو ڪوپ ڀون ۾ وڃڻ.

راڻي ڪيڪئيءَ کي پيڪي گهران مليل هڪ داسي هئي، جا

بابت صلاح ڪئي، جن کي به اِها ڳالهه ڏاڍي وڻي.

راجا دشرٿ پنهنجي راڄ جي جدا جدا شهرن مان پرجا جي مکيه مکيه ماڻهن، سردارن ۽ پنڊتن کي گهرايو ۽ جڏهن راجا جي دربار ۾ سڀيئي ويهجي ويا تڏهن دشرٿ کين چوڻ لڳو:- هي ست پرشو! توهانکي چڱيءَ طرح خبر آهي ته انيڪ پيڙهين کان وني منهنجي ونش جي وڏن ڪين نه هن راڄ جي پالنا پتن جيان ڪئي آهي. مون به پنهنجي طاقت آنوسار پنهنجي فرض ادائي ڪئي آهي، پر جئن ته هينئر مان اچي پيرو ٿيو آهيان، ان لاءِ جي توهان منظوري ڏيو ته مان پنهنجي ڌرماتما ۽ پراڪرمي وڏي پٽ رامچندر کي هن راڄ جون زميواريون سونپي پاڻ نشچنت ٿيان. ڪرپا ڪري منهنجي انهيءَ پرستاو تي ويچار ڪري پنهنجو فيصلو ٻڌايو.

راجا دشرٿ جا ايهي وچن سڀني کي ڏاڍا وڻيا ڇوجو رامچندر ته سڀني جو پيارو هو. انهن سڀني پاڻ ۾ صلاح ڪري راجا دشرٿ کي چيو ته جلد به جلد مها پراڪرمي ۽ گڻوان رامچندر کي راجگديءَ تي ويهاريو. پرجا جي اها راءِ ٻڌي راجا دشرٿ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ گروءَ کان مهورت ڪڍائي راڄ تلڪ ٻئي ڏينهن تي مقرر ڪيائين ۽ اُن لاءِ تياريون ڪرڻ جي آگيا ڏنائين.



راجا اهو سماچار رامچندر کي گرو وشسٽ کان چوائي موڪليو، جو ٻڌي شري رام ۽ سيتا ماتا ڪوشليا جي محل ۾ آيا. اُنهن ڏٺو ته ماتا کي اڳيئي اها خوشخبري ملي چڪي هئي ۽ انلاءِ

راجا دشرٿ پنهنجن چئن پٽن کي پريم ڪندو هو، پر اُنهن ۾ جو شري رام سڀني کان وڌيڪ گڻوان، پراڪرمي ۽ نمرت وارو هو، سو راجا جو رامچندر ۾ ته ساهه هوندو هو. اهڙي تيجسوي ۽ سلڇڻي پٽ ڪري ڪوشليا جو به مان مٿي هو. رامچندر اهڙو ته سوروير ۽ هٿيار هلائڻ ۾ نپڻ هو جو دنيا ڀر ۾ هن جي برابري ڪرڻ وارو ڪو نه هو، پر ته به هٺ يا وڏائي ته رتي ماتر به ڪو نه هوس. هو سدائين وڏن جي ادب ۾ رهندو هو ۽ سڀ سان مٺو ڳالهائيندو هو. هو اندر ۽ ٻاهر سدائين پوتر رهندو هو، ڪڏهن ڪنهن تي ڪروڌ نه ڪندو هو، پر دشمن کي ڏنڊ ڏيڻ، هيڻن جي همراهي ڪرڻ ۽ ودوانن ۽ تپسوين جي عزت ڪرڻ به هو خوب ڄاڻندو هو. انهن گڻن ڪري پرجا جو رام ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو ۽ رام به سدائين پرجا جي ڀلائيءَ ۾ لڳو رهندو هو. مطلب ته وڌاتا سڀني گڻن جو نچوڙ آڻي شري رام ۾ ڪٺو ڪيو هو.

هڪ ڏينهن راجا دشرٿ جي پياريءَ راڻيءَ ڪيڪيئيءَ جو پيءُ يڌاجيت راجا وٽ آيو ۽ اچي چيائينس ته ڪرمڪ نالي راڪشس سندس پتا جي راڄ ۾ تباهي مچائي ڏني آهي، انلاءِ ڪيس مدد گهرجي. راجا دشرٿ پنهنجن پٽن ڀرت ۽ شترگهن کي لشڪر ڏيئي ماڻي سان موڪليو. انهن وڃي راڪشسن کي جيتيو ۽ ناني جي ڪيڪئه ديش ۾ شانتي قائم ڪرڻ لاءِ ڪجهه وقت رهي پيا.

جڏهن سيتا ارڙهن ورهين جي ۽ رامچندر ستاويهن ورهين جو ٿيو، تڏهن هڪ ڏينهن راجا دشرٿ آرسيءَ ۾ ڏٺو ته ڪن جي پرسان سندس وار اڇا ٿي ويا آهن ۽ ڄڻ ته اِهو اُپديش ڏئي رهيا اٿس ته ”هي راجا! هاڻي اچي ٻڍو ٿيو آهين، ان لاءِ راڄگدي رامچندر کي ڏيئي تون وڃي پنهنجو پرلوڪ سڌار.“ ان وقت رامچندر جي پراڪرم ۽ گڻن جي واکاڻ سڀني جي وات هئي، ان لاءِ راجا دشرٿ پنهنجي جيئري ئي شري رام کي تخت تي وهارڻ جو ارادو ڪيو. هن پنهنجي گرو وششٽ ۽ ٻين منترين سان به ان

# شري تلسي رامائڻ



## ايوڌيا ڪانڊ



### رامچندر جي راڄتلڪ جون تياريون.

प्रसन्नतां या न गताभिषेकतस्तथा न मम्लौ बनवासदुःखतः।
मुखाम्बुज श्री रघुनन्दनस्य मे सदास्तु सा मञ्जुलमङ्गल प्रदा॥

شري رامچندرجي مک جي شوڀيا، جا راڄتلڪ جي ڳالهه ٻڌي نه پرسن ٿي ۽ نه بنواس جي دک سان رنج ٿي، سا شوڀيا منهنجي لاءِ سداءِ سندر چڱائي ۽ ڀلائي ڪرڻ واري ٿئي.

नीलाम्बुजश्यामलकोमलाङ्ग सीतासमारोपितवामभागम्।
पाणौ महासायकचारुचापं नमामि रामं रघुवंशनाथम्॥

نيل ڪمل سمان جنهنجا سانورا ۽ ڪومل انگ آهن، جنهنجي کٻي پاسي سيتا براجمان آهي ۽ جنهنجي هٿن ۾ سندر ڌنش ۽ اموگهه ٻاڻ آهي، رگهوونش جي ناٿ شري رام کي مان نمسڪار ڪريان ٿو.

لاٿائون. چارئي نهر به پنهنجن سسن کي پيرين پيون ۽ پوءِ پنهنجن پنين سان به ڏاڍي آنند سان مليون.

انهي موقعي تي راجا دشرٿ ڄاڄڪن کي ۽ پين ايوڌيا واسين کي گهوڙا، رٿ، ڪپڙا ۽ ڳهڻا ڏنا ۽ جنهن جيڪي گهريو تنهن کي سو ڏنو ويو. انريت چئني راجڪمارن جا وواهه آنند منگل پوروڪ نروگهن سماپت ٿيا. چارئي راجڪمار پنهنجي پتا جي آگيا موجب راڄ جي سنڀال ڪرڻ لڳا ۽ سدائين اهڙا ڪم ڪندا هئا جنهن ۾ پرجا جي ڀلائي ٿئي. انڪري سڄي پرجا راجڪمارن مان ڏاڍو خوش رهندي هئي ۽ ڪين پائيندي هئي. راجڪمارن ۽ سندن استرين جو به پاڻ ۾ ڏاڍو پريم هوندو هو ۽ خاص ڪري سيتا جي من ۾ ته سدائي رام پيو وسندو هو ۽ شري رام جو من به سيتا ۾ سمايل هوندو هو. انريت انهن ٻنهي هڪ ٻئي جي پريم ۽ آنند ۾ گهڻيئي ڏينهن گذاريون.

---

بال ڪانڊ سماپت.

شڀ مهورت تي وواهه جا منگل ڪارج ٿيڻ لڳا ۽ خوب نغارا، شرنايون ۽ باجا وڄڻ لڳا. راجا دشرٿ چئني ڪمارن کي ڳهڻن لائق ويس ڪرائي جڃ وٺي وواهه منڊپ ۾ آيو، جتي وسشٺ وشوامتر ۽ ٻين پروهتن ويد منتر اُچاريندي وواهه جو ڪارج شروع ڪرايو. اُنوقت راجا جنڪ، ديو ڪنيائن سمان پنهنجن ٻنهي ڌيئن ۽ ڀائٽين کي ڳهه ڳٺا پارائي وواهه منڊپ ۾ وٺي آيو جتي ڪل جون ريتيون رسمون پوريون ڪري، ويدن جي وڌيءَ موجب سيتا جو رام سان، اُرملا جو لڪشمڻ سان، مانڊويءَ جو ڀرت سان ۽ شرت ڪيرتيءَ جو شترگهن سان وواهه ٿيو. اُنوقت چوطرف خوشيون ٿيڻ لڳيون.

ٻئي ڏينهن صبوح جو مني وشوامتر راجا جنڪ ۽ دشرٿ کان موڪلائي تپسيا ڪرڻ لاءِ هليو ويو ۽ راجا دشرٿ به ايوڌيا ورڻ جي تياري ڪئي. انوقت راجا جنڪ پنهنجن ڌيئن جي ڏاج ۾ ڪئين لک ڳئون، انيڪ اوني ڪمبل ۽ ڪروڙين ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙا، سينگاريل هاٿي، گهوڙا، وغيره ڏنا ۽ هٿ جوڙي راجا دشرٿ کي وينتي ڪئي:- مهاراج! توهان جيتريءَ جا لائق آهيو، اُها خاطري مونکان ڪجهه ٿي ناهي ۽ جيڪي ڏنو اٿم سو پتر پشپ سمجهجو ۽ هيءَ سڄو راڄ پنهنجو ڪري سمجهجو ۽ اسانکي پنهنجو شيوڪ ۽ ڪنيائن کي داسيون سمجهي پالنا ڪجو.

راجا دشرٿ به جنڪ کي جوڳي وراڻي ڏني ۽ ڪائونس موڪلائي پنهنجن نونهن کي پالڪين ۾ چاڙهي جڃ سميت ڏاڍيءَ ڌوم ڌام سان ايوڌيا واپس وريو. ايوڌيا ۾ پهچڻ مهل اُتي جا رهواسي آجيان ڪرڻ لاءِ آيا ۽ خوب ڌوم ڌام سان راجا ۽ جڃ کي شهر ۾ وٺي آيا. اُن موقعي تي ايوڌيا کي جهنڊين وغيره سان خوب سينگاريو ويو هو ۽ چوطرف ڍول دماما ۽ نغارا وڄي رهيا هئا.

جڏهن راجا دشرٿ پنهنجن راجڪمارن ۽ نونهن سميت محلاتن وٽ پهتو، تڏهن ڪوشليا، سمترا ۽ ڪيڪئي آدي راڻيون ڏاڍيون خوش [illegible] ۽ چانئٺ وٽ اچي پنهنجن نونهن کي پالڪين مان هيٺ

رامچندر سان پرڻائيندو ته راجا دشرٿ ۽ سڀ درٻاري ڏاڍو پرسن ٿيا. جڏهن اهو شڀ سماچار راجا راڻين کي وڃي ٻڌايو ۽ ايوڌيا واسين به ٻڌو ڪڏهن گهر گهر ۾ آنند منگل ٿيڻ لڳا. راجا دشرٿ ٻئي ڏينهن ئي پنهنجي گرو وسشٽ، پروهتن، منترين، سردارن ۽ نگرواسين جي هڪ وڏي جڃ ڏاڍي ڌوم ڌام سان وٺي مٿلاپوريءَ لاءِ روانو ٿيو.

راجا جنڪ ان جڃ لاءِ رستي تي ڳوٺ ڳوٺ ۾ سڀ قسم جا سهنج ڪرائي رکيا هوا، جنهن ڪري جڃ کي واٽ تي ڪابه تڪليف نه ٿي. جڏهن اها جڃ مٿلاپوريءَ جي ٻاهران اچي پهتي ته راجا جنڪ پنهنجن مٽن مائٽن سميت اڳواڻيءَ لاءِ آيو ۽ سڀني آجيان ڪري آڻي سينگاريل محلاتن ۾ رهايائين، جتي هر قسم جو سک ۽ آرام ڏسي گهوٽيتا پنهنجا گهر به ڀلجي ويا. اُن وقت وشوامتر مني شري رام ۽ لڪشمڻ کي وٺي راجا دشرٿ وٽ آيو، جنهن ڏنڊوت پرڻام ڪري منيءَ جي چرڻن جي ڌوڙ پنهنجي سر تي رکي. منيءَ به آشيرواد ڏيئي سک ڪلياڻ ۽ ٻنهي راجڪمارن کي صحيح سلامت واپس ڏنائين. راجا دشرٿ شري رام ۽ لڪشمڻ کي پريم سان هردي سان لڳايو ۽ وڇوڙي جو دک مٽايو. ٻئي راجڪمار گرو وسشٽ آدي برهمڻن کي پيرين پيا ۽ پنهنجن پيئرن ۽ ڀين ڀاڇين سان به يٿا يوڳيه مليا. اُن وقت راجا دشرٿ جي اڳيان وينل چارئي پٽ اهڙي شوڀيا ڏيئي رهيا هوا، جو ڄڻ ته ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش چارئي ساکيات منش روپ ڌاري آيا آهن.

ٻئي ڏينهن راجا جنڪ جي اهڙي مرضي ڏسي مني وشوامتر ۽ گرو وسشٽ راجا جنڪ جي ننڍيءَ ڌيءَ اُرملا جو مڱڻو لڪشمڻ سان ۽ جنڪ جي ڀاءُ ڪش ڌوج جي ڌيءَ مانڊويءَ جو ڀرت سان ۽ ٻيءَ ڌيءَ شرت ڪيرتيءَ جو شترگهن سان مڱڻو ڪرايو. انهيءَ جڏهن چئني راجڪمارن جو مڱڻو ٿي ويو تڏهن راجا دشرٿ خوشيءَ ۾ پرجي هرهڪ پٽ جي ڪلياڻ لاءِ هڪ هڪ لک ڳئون ۽ ٻيو به گهڻوئي ڌن ۽ ڪپڙا لٽا برهمڻن کي دان ڪيا.

ان ريت پرشرام رامچندر جي جئه جئڪار مڃائيندو مهيندر پربت ڏانهن هليو ويو ۽ اهو ڏسي دشرٿ راڄائون به دهشت جهلي نه سگهيا ۽ آهستي آهستي ڪسڪي پڇي ويا. چئني طرفن خوشيون ملهائجڻ لڳيون ۽ ڍول شرنايون ۽ نغارا وڄڻ لڳا ۽ گهر گهر ۾ استريون منگل گيت ڳائڻ لڳيون.



## دشرٿ جو مٿلا اچڻ ۽ چئني راجڪمارن جا وواهه.

راجا جنڪ هٿ جوڙي وشوامتر کي چيو:- هي پڀو! مون رامچندر جو پراڪرم ڇڱيءَ ريت ڏٺو ۽ هاڻي منهنجي سيتا سندس ڌرم پتني ٿي هنجي ڪل جي ڪيرتي وڌائيندي. هاڻي توهان آگيا ڪريو ته مهاراجا دشرٿ کي مٿلاپوريءَ گهرائجي ۽ وواهه جي تياري ڪجي.

وشوامتر چيو:- هي راڄن! ائين ته ڌنش جي ڀڃڻدي ئي وواهه ٿي چڪو، پر تنهن هوندي به ڪل مريادا موجب برهمڻن کي گهرائي ويد وڌيءَ انوسار وواهه ڪرڻ گهرجي، ان لاءِ مهاراجا دشرٿ کي ايوڌيا مان گهرائي وٺو ته اچي پنهنجي پٽ جي وواهه جو سعيو ڪري.

راجا جنڪ پنهنجي منترين کي سمجهائي ايوڌيا روانو ڪيو ۽ پاڻ وواهه جون تياريون ڪرڻ لڳو. وواهه لاءِ هڪ مها سندر منڊپ ٺاهيو ويو ۽ راجا جي محلاتن ۽ سڄيءَ مٿلاپوريءَ کي ايترو ته سينگاريو ويو جو ڄڻ ساکيات اندر پوريءَ سمان ڀاسڻ لڳي. راجا جنڪ پنهنجي ڀاءُ ڪشڌوج کي به سانڪشا نگريءَ مان گهرائي ورتو.

هيڏانهن راجا جنڪ جي منترين جڏهن راجا دشرٿ جي دربار ۾ اچي سموري حقيقت ٻڌائي ته ڪنن ته رامچندر اهڙو پراڪرم ڏيکاري مهاديو جو ڌنش ڀڳو آهي جيڪو وڏا وڏا هاڪارا سورويرن کڻي به نه ٿي سگهيا ۽ ان لاءِ راجا جنڪ پنهنجي ڪنيا سيتا

رامچندر سان پرڻائيندو ته راجا دشرٿ ۽ سڀ درٻاري ڏاڍو پرسن ٿيا. جڏهن اهو شڀ سماچار راجا راڻين کي وڃي ٻڌايو ۽ ايوڌيا واسين ٻه ٻڌو تڏهن گهر گهر ۾ آنند منگل ٿيڻ لڳا. راجا دشرٿ ٻئي ڏينهن ئي پنهنجي گرو وسشٽ، پروهتن، منترين، سردارن ۽ نگرواسين جي هڪ وڏي ڄڃ ڏاڍي ڌوم ڌام سان وٺي مٿلاپوريءَ لاءِ روانو ٿيو.

راجا جنڪ ان ڄڃ لاءِ رستي تي ڳوٺ ڳوٺ ۾ سڀ قسم جا سهنج ڪرائي رکيا هوا، جنهن ڪري ڄڃ کي واٽ تي ڪابه تڪليف نه ٿي. جڏهن اها ڄڃ مٿلاپوريءَ جي ٻاهران اچي پهتي ته راجا جنڪ پنهنجن مٽن مائٽن سميت اڳواڻيءَ لاءِ آيو ۽ سڀني آجيان ڪري آڻي سينگاريل محلاتن ۾ رهايائين، جتي هر قسم جو سک ۽ آرام ڏسي گهوٽيتا پنهنجا گهر ٻه ڀلجي ويا. اُن وقت وشوامتر مني شري رام ۽ لڪشمڻ کي وٺي راجا دشرٿ وٽ آيو، جنهن ڏنڊوت پرڻام ڪري منيءَ جي چرڻن جي ڌوڙ پنهنجي سر تي رکي. منيءَ به آشيرواد ڏيئي سک ڪلياڻ جي ڀيس ۽ ٻنهي راجڪمارن کي صحيح سلامت واپس ڏنائين. راجا دشرٿ شري رام ۽ لڪشمڻ کي پريم سان هردي سان لڳايو ۽ وڇوڙي جو ڏک مٽايو. ٻئي راجڪمار گرو وسشٽ آدي برهمڻن جي پيرين پيا ۽ پنهنجن پائرن ۽ ڀين ڀاڄين سان به ڀلا ڀوڳيه مليا. اُن وقت راجا دشرٿ جي اڳيان ويٺل چارئي پٽ اهڙي شوڀيا ڏيئي رهيا هوا، جو ڄڻ ته ڌرم، آرٿ، ڪام ۽ موڪش چارئي ساڪيات مٺش روپ ڌاري آيا آهن.

ٻئي ڏينهن راجا جنڪ جي اهڙي مرضي ڏسي مني وشوامتر ۽ گرو وسشٽ راجا جنڪ جي ننڍيءَ ڌيءَ اُرملا جو مڱڻو لڪشمڻ سان ۽ جنڪ جي ڀاءُ ڪش ڌوج جي ڌيءَ مانڊويءَ جو ڀرت سان ۽ ٻيءَ ڌيءَ شرت ڪيرتيءَ جو شترگهن سان مڱڻو ڪرايو. انهيءَ جڏهن چئني راجڪمارن جو مڱڻو ٿي ويو تڏهن راجا دشرٿ خوشيءَ ۾ ڀرجي هر هڪ پٽ جي ڪلياڻ لاءِ هڪ هڪ لک ڳئون ۽ ٻيو به گهڻوئي ڌن ۽ ڪپڙا لٽا برهمڻن کي دان ڪيا.

ان ريت پرشرام رامچندر جي جئہ جئکار مناءيندو مهيندر پربت ڏانهن هليو ويو ۽ اهو ڏسي دشٽ راجائون بہ دهشت جهلي نہ سگهيا ۽ آهستي آهستي کسڪي پڄي ويا. چئني طرفن خوشيون مناءجڻ لڳيون ۽ دهل شرنايون ۽ نغارا وڄڻ لڳا ۽ گهر گهر ۾ استريون منگل گيت ڳائڻ لڳيون.



## دشرٿ جو متلا اچڻ ۽ چئني راجڪمارن جا وواهہ.



راجا جنڪ هٿ جوڙي وشوامتر کي چيو:- هي پڀون! مون رامچندر جو پراڪرم چڱيءَ ريت ڏٺو ۽ هاڻي منهنجي سيتا سندس ڌرم پتني ٿي هنجي ڪل جي ڪيرتي وڌائيندي. هاڻي توهان آگيا ڪريو تہ مهاراجا دشرٿ کي متلاپوريءَ گهرائجي ۽ وواهہ جي تياري ڪجي.

وشوامتر چيو:- هي راجن! ائين تہ ڌنش جي ڀڃندي ئي وواهہ ٿي چڪو، پر تنهن هوندي بہ ڪل مريادا موجب برهمڻن کي گهرائي ويد وڌيءَ انوسار وواهہ ڪرڻ گهرجي، ان لاءِ مهاراجا دشرٿ کي ايوڌيا مان گهرائي وٺو تہ اچي پنهنجي پٽ جي وواهہ جو سعيو ڪري.

راجا جنڪ پنهنجي منترين کي سمجهائي ايوڌيا روانو ڪيو ۽ پاڻ وواهہ جون تياريون ڪرڻ لڳو. وواهہ لاءِ هڪ مها سندر منڊپ ناهيو ويو ۽ راجا جي محلاتن ۽ سڄيءَ متلاپوريءَ کي ايترو تہ سينگاريو ويو جو هوءَ ساکيات اِندرپوريءَ سمان ڀاسڻ لڳي. راجا جنڪ پنهنجي ڀاءُ ڪش ڌوج کي بہ سانڪشا نگريءَ مان گهرائي ورتو.

هيڏانهن راجا جنڪ جي منترين جڏهن راجا دشرٿ جي دربار ۾ اچي سموري حقيقت ٻڌائي تہ ڪئن نہ رامچندر اهڙو پراڪرم ڏيکاري مهاديو جو ڌنش ڀڳو آهي جيڪو وڏا وڏا هاڪارا سورويرا راجائون ڪٿي بہ نہ ٿي سگهيا ۽ ان لاءِ راجا جنڪ پنهنجي ڪنيا سيتا

مان گهڻو چاڄو ڪندس! هي ناٿ! مان برهمڻ سمجهي توهانجي اڳيان نمان ٿو ۽ نه مان ڪنهن به جوڌي کي ڪجهه نٿو ليکيان. پڻ ۾ خود ڪال به ڪري سامهون اچي ته انسان به لڙندس. توهان جي برهمڻپڻي جي ايڏي وڏائي آهي ته جيڪو توهانکي پوڄيندو سو نرڀئه ۽ سکي رهندو.

جڏهن رامچندر پنهنجي تيجوان درشنيءَ سان سڏو پرشرام ڏانهن نهاري اهي تيجسوي وچن چيا ته پرشرام پنهنجي شڪتي نربل ٿيندي ڏٺي ۽ هو شري رام جي پرتاپ کي سمجهي ويو، پروري به شڪ مٽائڻ لاءِ چوڻ لڳو:- هي رام! هيءُ مهاديو جو ڌنش جيڪو تو ڀڳو آهي اهڙو پيو به مهاڀاري ڌنش منهنجي هٿ ۾ آهي جيڪو پيو ڪو به ڪٽي نٿو سگهي. وشڻو ڀڳوان اهو ڌنش منهنجي وڏن کي ڏنو هو. تون هيءُ ڪٽي هن تي ٻاڻ چاڙهي ڏيکار.



تنهنتي شري رام پرشرام جي هٿ مان اهو ڳرو ڌنش ۽ ٻاڻ ورتو ۽ ڌنش تي ڏوري چاڙهي ٻاڻ چوڙيائين. رامچندر جو اهو اديٽ بل ڏسي پرشرام ڪاٺ سمان ماٺ ۾ اچي ويو ۽ هنجو تيج ۽ پراڪرم گم ٿي ويا. هڪ هڪ ڌهڪائيندڙ ۽ جگهه جيتيندڙ جوڌي بدلي هڪ نماڻو نهنو رشي ٿي پيو. هو چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! تو جو وشڻو ڀڳوان جي مهاڀاري ڌنش تي ٻاڻ چاڙهيو سو مونکي پڪ ٿي آهي ته تون ئي پاڻ وشڻو آهين. تنهنجي سدائِ جئه ٿيندي ۽ توسان ڪو به مقابلو ڪري نه سگهندو. تنهنجي سدائِ جئه جئڪار آهي.

رامچندر هٿ جوڙي نمرتا سان پرشرام کي چوڻ لڳو:- هي
[illegible]ت! توهين گياني ۽ ڌيرجوان آهيو. بالڪ جي ڳالهه ٻڌي آڻ ٻڌي ڪري
[illegible]ڏيو. ڏينهن ۽ بالڪ هڪ سڀاوَ جا ٿيندا آهن ۽ مهاتمائون انهن جو خيال
ڪندا آهن ۽ وري توهانجو اپراڌ ته مون ڪيو آهي. انلاءِ ڪروڌ،
ڪريا، موت يا بنڌن جيڪي ڪرڻو اٿو سو مون کي پنهنجو داس
سمجهي ڪريو. جتن توهانجو ڪروڌ شانت ٿئي سو اُپاءُ مون کي
ٻڌايو ته مان ڪريان.

پرشرام چيو:- هي رام! تنهنجو ڀاءُ ته اڃا به مشڪي رهيو آهي ۽
تون ڪپٽ ڪري هٿ جوڙي بيٺو آهين. هو بدن جو اڇو پر اندر
جو ڪارو آهي جڻ ته زهر سان ڀريل سوني جو دلو آهي. هو تنهنجي
زور تي اهاڻ هليو آهي ۽ ٻيو ته مهاديو جو ڌنش ڀڃي تو پنهنجي
ويرتا ثابت ڪئي آهي، انلاءِ تون مونسان يڌ ڪر.

شري رام من ۾ چيو:- ڏوهه لڪشمڻ جو ۽ ڪروڌ مونتي ٿو ڪري!
ڪنهن مهل خراب آهي جو ڏنگي ماڻهوءَ سان سڀ سڌا
سڌو ٽيڙ ڪنهن مهل خراب آهي جو ڏنگي چندرمان کي راهو به نٿو گراسي. پوءِ ٻاهران
هلندا آهن. ڏنگي چندرمان کي راهو به نٿو گراسي. سيوڪ ۽ سواميءَ
چيائين:- هي منيشور! مان توهانجو داس آهيان. توهانجا هٿيار
۾ يڌ ڪيئن ٿيندي؟ لڪشمڻ جو به ڏوهه ڪونهي. توهانجا هٿيار
ڏسي ڪيس ڪروڌ اچي ويو. توهان، جي منيءَ جي ويس ۾ اچو ها
ته هو توهانجي چرڻن جي ڌوڙ مٿي تي رکي ها! هي ناٿ! منهنجي
۽ توهانجي برابري ڪهڙي! مان تن اکرن وارو رام ۽ توهان ڇهن اکرن
وارا پرشرام! منهنجو ته [illegible] رڳو هيءُ ڌنش آهي ۽ توهان ته
[illegible]جا ڀنڊار آهيو. مان [illegible] توهان کان هارايل آهيان.
[illegible]رام چيو:- هي [illegible] منهنجي برتاءُ جي سڌ ڪانهي،
[illegible] رڳو برهمڻ [illegible] منهنجو نرادر ٿو ڪرين. ڌنش
[illegible] چڙهي ويو [illegible] سنسار کي جيتيو اٿئي!
[illegible] منی! [illegible] نندي آهي ۽ توهان
[illegible] ڀڃي ٻيو انلاءِ




[ د ... نہ توهان ناحق ٿا ڪٽي گھمو. انهيءَ ڏنش ٻاڻ کي ڏسي جي مون ڪ
گهٽ وڌ ڳالهايو هجي نہ معاف ڪجو.
پرشرام تپي ٿامون ٿي ويو ۽ وشوامتر کي چوڻ لڳو:- ه
.وشوامتر! هيءَ ٻالڪ ڏاڍو موڙڪ ۽ اڏنگو آهي ۽ ڪن پل ۾ ڪال ج
گره ٿي ويندو. جي هن جو خير ٿو گهرين نہ هن کي پاڻ وٽ گهرائي
منهنجي ٻل، پرتاپ ۽ ڪروڌ بابت ٻڌائي هن جي زبان روڪ نہ تہ
مونکي ڏوهہ نہ ڏج.
اهو ٻڌي لڪشمڻ چيو:- هي مني! توهان پنهنجي وڏائي پاڻهي
پٽي ڪئي آهي. اچا ٻڌائڻي هجيوَ تہ ٻڌايو ۽ ڪروڌ روڪي ڏک
نہ سهو. توهان سورويَر ٿي گاريون ڏيئي رهيا آهيو. سي توهانکي
نہ ٿيون سهائين: سورويَر يڌ ۾ ويرتا ڏيکاريندا آهن ۽ چوندا ناهن،
ڪائر پنهنجي پراڪرم جي لباڙ هڻندا آهن.
لڪشمڻ جا اهي ڪنور وچن ٻڌي پرشرام پنهنجو ڪهاڙو ٿاهي
هٿ ۾ ڪنيو ۽ لڪشمڻ کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو. تنهن تي وشوامتر
سمجهايس:- "هن جو اپراڌ معاف ڪريو جو ٻالڪن جي گڻ دوش
کي مهاتمائون نہ ڏسندا آهن." پرشرام چيس:- "تنهنجي شيل کي
ڏسي هن اپراڌيءَ کي ڇڏي ٿو ڏيان، نہ تہ سؤلوئي کيس هن ڪهاڙي
سان ڪاٽي ڇڏيانس." وشوامتر دل ۾ چيو:- منيءَ کي سڀ سؤلو ٿو
ڳي. نٿو سمجهي تہ هيءَ فولاد جي لٺ آهي ۽ نہ ڪمند جي. اچا
سڃاڻي نٿو.
لڪشمڻ وري بہ کلي چوڻ لڳو:- هي مني! ڪروڌ پاپ جو مول
: مان توهانجو داس آهيان، انلاءِ توهان ڪروڌ نہ ڪريو. ڪروڌ
ڻ سان نہ ڀڳل ڏنش سڃو ٿي ڪين سگهندو. انلاءِ نہ ڪنهن
يگر کي گهرائي مرمت ڪرائجي. لڪشمڻ جا نرپٽنا جا وچن
پرشرام جلي رهيو هو ۽ سندس ٻل ۽ تيج گهٽجي رهيو هو. جڏهن
د ر پرشرام کي ششد ر ٿيل ڏٺو تڏهن لڪشمڻ کي اشارو ڪيائين
ھائڻ بند ڪري وڃي گروءَ وٽ ويٺو.

ٻڌي ڪي ورائيو:- ”هي مني! مون لاءِ سڀ ڏنش هڪ جهڙا آهن
پراڻي ڏنش ڀڃڻ ۾ ڪهڙي هاڃي يا لاڀ! اُن ۾ رامچندر جو
ڪو قصور ناهي جو اهو تہ هٿ لائيندي ئي ڀڄي پيو. توهان ناح
بيا ڪروڌ وڌايو!“

اهو ٻڌي پرسرام جو ڪروڌ وڌي ويو ۽ هو چوڻ لڳو:- ”اڙي
دشٽ! توکي منهنجي سڀاءَ جي خبر ناهي ۽ مان توکي ٻار سمجهي
نٿو ماريان. مان ٻال برهمچاري ۽ مها ڪروڌي آهيان ۽ ڪترين جو
مها ويري آهيان.
مون انيڪ دفعا
هيءَ پرٿوي ڪتري
راجائن کان رهت
ڪري برهمڻن
کي دان ڪري
ڏني آهي. هن
ڪهاڙي ڏاڍن
نهار، جنهن سان
مون سهسر باهوءَ
جون ٻانهون
ڪپيون ۽ جنهنجي ڌپ کان گرڀ وارين جا گرڀ ڪري پوندا آهن.“



ڪروڌ ۾ پرسرام جي شڪل ڏاڍي ڀوائتي ٿي لڳي پر تہ بہ لڪشمڻ
کلي چيو:- آها! هيءَ منيشور تہ پاڻ کي ڏاڍو جوڌو ٿو سمجهي ۽
ور ور ڪري پنهنجي ڪهاڙي ٿو ڏيکاري ۽ جڻ تہ ڦوڪ سان پهاڙ ٿو
اُڏائڻ چاهي! هي ڀرگو ونشي برهمڻ ديوتا! مان پنهنجي ڪروڌ کي
روڪي توهان جو سڀ ڪجهہ سهان ٿو. ڇو جو اسانجي ڪل ۾
برهمڻ، ڀڳت ۽ گئوءَ تي ويرتا ڏيکارڻ جو دستور ڪونهي. اُنهن کي
مارڻ تي پاپ ۽ هارائڻ تي اپجس ملي ٿو. هي منيشور! توهانجا
وچن ئي تيز هٿيارن مثل آهن، سو رڳو ڌنش ٻاڻ ۽ ڪهاڙيءَ جو بوجهو

جو جڻ ڪو جبل ڦاٽو هجي ۽ ڪن ٽوڙن ڪانسواءِ سڀ حاضرين ٻي سرت
ٿي ويا. ٿوريءَ دير ڪانپوءِ جڏهن سڀ سامت ۾ آيا ته رامچندر جو
آديت پراڪرم ڏسي نبرس ۾ پئجي ويا. پوءِ ته سڀئي خوشيءَ ۾
ڀرجي جئه جئڪار ڪرڻ لڳا ۽ جهانجهه، مردنگ، شنک، شرنايون ۽
نغارا وڄائڻ لڳا. استريون منگل گيت ڳائڻ لڳيون ۽ سيتا ته ڄڻ
ٻڏندي ٻڏندي اچي ڪناري لڳي. اڀماني راجائون ته ائين ڦڪا
ڀاسجڻ لڳا جيئن سورج جي اڳيان ڏيئا.

پروهت شتانند جي آگيا تي سيتا رامچندر تي ورمالا ڀرائڻ
هلي. اُن وقت گيت ڳائيندڙ سهيلين جي وچ ۾ سيتا جي اهڙي شوڀيا
ٿي رهي هئي جڻ تارن جي وچ ۾ چندرمان ڀڪي رهيو آهي. هن جي
هٿن ۾ هئي جئه مالا ۽ انگ انگ ۾ هئس اَپار شوڀيا، سرير ۾ هوس
سنڪوچ ۽ من ۾ هوس اُتساهه. هوءَ رامچندر جي سانوري سندر ڇبي



ڏسي مورت بڻجي بيهي رهي ۽ ورمالا ڀرائڻ به وسري ويس. اهو
ڏسي سکين ورمالا رامچندر جي ڳلي ۾ وجهڻ لاءِ چيس ۽ پاڻ وري
به گيت ڳائڻ لڳيون ته سيتا رگهوناٿ جي ڳلي ۾ ڪٽي مالا وڌي. اهو
ڏسي سڀئي نرناريون خوش ٿي جئه جئڪار ڪرڻ لڳا.





'दूलह राम सीय दुलही री'

چا مندراچل پربت کي
ڪومل شرير راجڪمار کي چٽي رهيو آهي! چا مندراچل پربت کي
هڪ هنس جو ٻچو کڻندو؟
اهو ٻڌي راڻيءَ جي ساهيڙين چيو:- هي راڻي! ٽيجوان کي ننڍو
سمجهڻ نه کپي. سورج ڪيترو نه ننڍو آهي پر اُپرڻ سان ٽنهي
لوڪن جو انڌڪار دور ٿو ڪري! منتر ڪيترو نه ننڍو آهي پر اُن سان
وڏا وڏا ديوتائون به وس ٿيو پون! مهان هاٿيءَ کي هڪ ننڍو
ڪنڊو قابوءَ ۾ ٿو رکي. ٿون پڪ جاڻ ته رامچندر ئي ڏنش ڀڃيندو.
اهو ٻڌي راڻيءَ کي ڌيرج آيو ۽ من ۾ ڏاڍو اُخوش ٿي. سيتا
به رامچندر کي ڏسي من ئي من ۾ سڀني ديوتائن کي منائي رهي
هئي ته هي شو پاربتي! مونتي پرسن ٿيو ۽ ڏنش جي ڳرائيءَ کي هلڪو
ڪريو. هي گجانن گڻيش! مون اجوڪي ڏينهن لاءِ ئي تنهنجي
شيوا ڪئي آهي. هي مهاديو جا ڏنش! آءٌ تنهنجي شرڻ آهيان.
شري رام جو ڪومل سرير ڏسي به تون اوترو ئي هلڪو ٿي پئه.
وري ورور ڏئي رامچندر ڏي نهاري لڄ وچان ڪنڌ هيٺ ڪري،
من ئي من ۾ چوڻ لڳي " ڀڳوان ضرور مونکي رامچندر جي داسي
بڻائيندو ڇو جو جنهنجو جنهن تي سچو پريم هوندو آهي سو تنهن کي
ملندو آهي."



رامچندر سيتا جا اهي
منورٿ سڀ ڪري، ويو ۽
ڏنائين ته سڀ آدمي ٽڪٽڪي
لڳائي ڏانهس نهاري رهيا آهن
۽ سيتا جي پيت ۾ پڻ ساهه
ڪونهي، سو اُمالڪ وڃي ڏنش
مٿي ڪنيائين ۽ اُنکي نمائي
ڏوري به چاڙهيائين ۽ جيئن
اُنکي چڪ ڏنائين ته ڏنش به
ٽڪر ٿي پيو. اُنوقت ڏنش
ڀڄڻ جو اهڙو ته ڪڙڪاٽ ٿيو

ها ته اهڙو ڪنهن پرڻ ڪين ڪريان ها، پر نهيو، هاڻي به اهو پرڻ ڪين پڄندس، سيتا ويچاري سڄي عمر ڪنواري رهندي!

راجا جنڪ جا اهي وچن ٻڌي سڄي منڊپ ۾ ماٺ ٿي ويئي ۽ هرڪو سيتا جي حال تي ارمان ڪرڻ لڳو. اُن وقت لڪشمڻ کي راجا جنڪ جا اهي وچن ٻاڻن مثل لڳا ۽ ڪروڌ ۾ هن جا نيتر لعل ٿي ويا ۽ چپ ڦرڪڻ لڳا. هو هٿ جوڙي رامچندر کي چوڻ لڳو:- هي پراڻا! اسان رگهوونسين جي روبرو راجا جنڪ هيءَ بيواجبي لفظ چئي رهيو آهي! مان اِيمان نٿو ڪريان؛ پر جي آگيا ڪريو ته انهيءَ ڌنش کي ڪمل جي ڏانديءَ مثل ڀڃي ڇڏيان. جي ائين نه ڪيم ته توهانجي چرڻن جو قسم کڻي ٿو چوان ته جيسين جيئرو رهندس تيسين ڪنهن ڌنش کي هٿ به ڪين لڳائيندس.

لڪشمڻ جا اهي تيجسوي وچن ٻڌي حاضرين نر ناريون، وشوامتر ۽ ٻيا رشي مني، سيتا ۽ رامچندر من ۾ خوش ٿيا. رامچندر اشارو ڪري لڪشمڻ کي پنهنجي پرسان وهاري ڇڏيو. اُن وقت وشوامتر شري رام کي چيو:- هي رام! اُٿي شري مهاديو جو ڌنش کڻ ۽ راجا جنڪ جو ڏک دور ڪر.



گروءَ جي آگيا ٻڌي شري رام يڪدم اُٿيو ۽ گروءَ ۽ ٻين مهاتمائن کي متو نوائي مست هاٿيءَ وانگر ڌنش ڏانهن وڃڻ لڳو. اُن وقت سيتا جي ماتا چوڻ لڳي:- ڏسو ته وشوامتر ڪهڙي نه اجوڳي آگيا ڪئي آهي! جنهن ڌنش کي راوڻ ۽ ٻاڻاسر يا ٻيا انيڪ ٻلوان راجائون گڏجي به کڻي نه سگهيا، سو ڪم ڪرڻ لاءِ هو

انوقت پنج هزار جوان هڪ آٺن ڦيٿن واريءَ لوهہ جي ڳاڏيءَ ڇڪيندا آيا جنهن تي مهاديو جو ڳرو ڌنش رکيل هو. اُن وقت راجا جنڪ جي آکيا موجب سندس پٽ هنريٽ هوڪو ڏيڻ لڳا:- ”هي راجائون! جيڪو جوڌو، مهاديو جو هيءُ ڳرو ڌنش کڻي سگهندو، تنهنکي سيتا ٻنا کنهن هٿ جي ورينديءَ. هاڻي سيڪو پنهنجو پراڪرم ڏيکاري.“



اهو ٻڌي ڪي راجائون پنهنجي اشٽ ديو جو سمرڻ ڪري ڌنش ڏانهن هليا ۽ ڪيس جهلي ڏاڍي جوش سان زور لڳائي کڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا، پر ڌنش ڏاڍو ڳرو هو سو چريو بہ ڪين. جيڪي سياڻا هوا سي ٻين جو حال ڏسي پنهنجو شرم بچائڻ لاءِ اٿيائي ڪين. ڪيترائي ديوتائون، آسر، راڪشس ۽ گنڌرو، جيڪي راجائن جو ويس ڪري آيا هوا، تن بہ گهڻيئي حيلا وسيلا ڪيا پر ڌنش کنهن کان بہ ڪين ڪڇيو. اُن وقت ڪيترن راجائن پاڻ ۾ ٺهراءُ ڪيو تہ هو گڏجي ڌنش کڻن ۽ سيتا هٿ ڪن ۽ پوءِ جيڪو ڏاڍو ٿئي سو سيتا کڻي. پر راجائن جي گڏيل طاقت بہ ڌنش[کي] چوري نہ سگهي ۽ جڏهن ٿڪا ٿي موٽي آيا تڏهن حاضرين نرناريون مٿائن چٿرون ڪرڻ لڳا.

راجا جنڪ اهو حال ڏسي ڏاڍو نراس ٿيو ۽ دکي ٿي چوڻ لڳو[:-] ”ڪيتري نہ شرم جي ڳالهہ آهي جو هيترن جوڌن مان ڪو بہ ڌنش کڻي نٿو سگهي! اڳتي ڪو بہ پاڻ کي سورهيہ نہ سڏائي! ڏسڻ ۾ اچيٿو ... ٿي ڪو ڪندي ٻچو ٻچيوڪي ڪونهي. مونکي اهڙي سڌ هـ...

## رامچندر جو ڌنش ڀڃڻ.



ٻئي ڏينهن منيءَ وشوامتر رام لڪشمڻ کي ساڻ وٺي جڏهن سويمبر سڀا ۾ آيو تڏهن اُتي ڏاڍي ڀيهه لڳي پيئي هئي ۽ راجا جا ڪرمچاري نرناٽا ۽ آدرڀاءَ سان سڀني کي ٺڪاڻي ڏوگيه جڳهين تي وهاري رهيا هوا. وشوامتر ۽ راجڪمارن کي ڏسي راجا جنڪ اچي منيءَ کي پرڻام ڪيو ۽ هڪ مٿاهين استان تي وهاريو. اُن وقت جنهنجي جهڙي ڀاونا هئي، اُن کي رامچندر اهڙو ڏسڻ ۾ آيو. پهلوان راجائن کي مها پراڪرمي ڏسڻ ۾ آيو، نگرواسين کي نيڻن کي سک ڏيڻ وارو ۽ راجا جنڪ جي عزيزن کي پنهنجو سنبنڌي مائٽ ڏسڻ ۾ آيو. شري رام جي سوپاوڪ تيج کي ڏسي چٽاپيٺيءَ لاءِ آيل راجائون ۽ جوڌا ائين نراس ۽ بي همت ٿي پيا جئن چندرمان جي اُڀرڻ تي تارن جو تجلو ڦڪو ٿي ويندو آهي.

جڏهن سڀئي ويهجي ويا تڏهن راجا جنڪ جي آگيا موجب ساهيڙيون راڳ ڳائينديون سيتا کي رنگ ڀوميءَ ۾ وٺي آيون. اُن وقت سندس الوڪڪ شوڀيا ڏسي سڀ ويٺل اچرج ۾ پئجي ويا. ايڏي وڏي ميڙ کي پاڻ ڏي نهاريندو ڏسي سيتا شرمائجي سڪين ڏي منهن ڪري بيٺي. رام ۽ سيتا جي من ڀاوندڙ جوڙي ڏسي سڀ نرناريون من ئي من ۾ پرارٿنا ڪرڻ لڳا تہ شل راجا پنهنجو هٺ ڇڏي سيتا رام سان پرڻائي.

شوڀيا ڪري هيءَ باغ ٻه ڀيڻڪي رهيو آهي ۽ ڪيس ڏسي منهنجو من
ٻه ڊانوا ڊول ٿي رهيو آهي. رگهوونسين جو اهو گڻ آهي ته هو من
سان ٻه ڪڏهين ڪمارگ ۾ ڪين وڃن. مونکي پنهنجي من جو ڀروسو
آهي جو مون ڪڏهن سپني ۾ ٻه پرائيءَ استريءَ جي چاهنا نه ڪئي
آهي. انرڀت شري رام ڳالهيون نه پاڻ سان ڪري رهيو هو پر من سيتا
جي روپ ۾ لوڀائجي رهيو هوس.

هوڏانهن سيتا رامچندر کي ڏسي اهڙو نه آنند ۾ پرجي ويئي جڻ
ته پنهنجو پراڻو خزانو مليو هجيس. شري رام جي ڇبي ڏسي ڪجهه
وقت ته اکيون ڇنبڻ ئي بند ٿي ويس پر پوءِ اکين رستي رامچندر
کي دل ۾ آڻي ڇپرن جا دروازا بند ڪيائين (يعني اکيون ٻوٽي
ڌيان ۾ مگن ٿي ويئي.) سندس ساهيڙيون ٻه رامچندر کي ڏسي
پاڻ وساري ويٺيون. نيٺ هڪ سکيءَ چيو :- ڏاڍي دير ٿي آهي.
هاڻي هلو ۽ سڀاڻي وري هن وقت ايندي سين. ساهيڙيءَ جي مطلب
ڀري ڳالهه ٻڌي سيتا شرمائجي ويئي ۽ سڀيئي هلڻ لڳيون پر سيتا هرڻ
پکي ۽ ٻوٽا ڏسڻ جي بهاني، بار بار پٺيان منهن ٻورائي رامچندر کي ٿي
ڏٺو ۽ ڏسي سندس پريت پٺي وڌي.

سيتا، ديويءَ جي مندر ۾ اچي ڏاڍيءَ شرڌا سان پرارٿنا ڪرڻ
لڳي ته هي جڳت جنني ماتا! هي ڀڳتن جي منوڪامنا پوري ڪرڻ
واري! اڄوڪي ڏينهن لاءِ ئي مون تنهنجي پوڄا پئي ڪئي آهي ۽
تون منهنجي من جي ابلاکا سمجهين ٿي. سيتا جو پريم ۽ صدق ڏسي
ديوي مٿس پرسن ٿي ۽ سندس مالها گسڪي آئي جا سيتا ڪري
مٿي تي لڳائي. سيتا پريم ۾ اهڙو نه مگن ٿي ويئي جو سمجهيائين
ته مورتي مرڪي ڪيس چئي رهي آهي-”هي سيتا! تنهنجي منو
ڪامنا پوري ٿيندي. جنهن ۾ تنهنجو من لڳو آهي سوئي تنهنجو و
توکي ملندو.“ ديويءَ کي پاڻ تي پرسن ڏسي سيتا خوش ٿيندي
سهيلين سميت پنهنجي محل ڏانهن موٽي ويئي.

ڏاڪن ۾ سون چانديءَ ۽ قيمتي پٿرن سان گلن ڦلن جا چٽر اُڪريل هوا ۽ اُنجي نرمل جل ۾ انيڪ ڪمل ٽڙي رهيا هوا. اُن فرحتي باغ ۾ ٻئي راجڪمار مالهين ڪان آگيا وٺي گروءَ لاءِ گل چونڊڻ لڳا.

انوقت راجڪماري سيتا به پنهنجن ساهيڙين سميت اُن باغ ۾



آئي ۽ تلاءَ ۾ سنان ڪري پرسان گرجا جي مندر ۾ وڃي پوڄا ڪرڻ لڳي. سيتا جي ڪن ساهيڙين جو شري رام ۽ لڪشمڻ کي باغ ۾ ڏٺو، تن سيتا کي اچي چيو:- جن راجڪمارن جي الوڪڪ شوڀيا ڏسي سڄو شهر موهت ٿي پيو آهي سي راجڪمار باغ ۾ گل چونڊي رهيا آهن. هلو ته هلي کين ڏسون. سيتا کي اِها ڳالهه وڻي ۽ هوءَ سڀني ساهيڙين سميت باغ ڏانهن هلي.

نورن ۽ ڪنگڻين جي کڙڪڻ جو آواز ٻڌي رامچندر چوڻ لڳو:- هي لڪشمڻ! هيءُ آواز ته ٻڌ! ڄڻ ته ڪامديو جڳت کي جيتڻ لاءِ نغارو وڄائيندو پيو اچي. ائين چئي اُن آواز ڏانهن نهاريائين ته ساهيڙين جي وچ ۾ سيتا ڏسڻ ۾ آيس. هو سيتا جي چندرمان سمان منهن کي چڪور وانگر ٽڪٽڪي لڳائي ڏسڻ لڳو. سيتا جي شوڀيا ته سونهن کي به سهڻو ٿي ڪيو جو وڌاتا پنهنجي سموري هوشياري اُن کي گهڙڻ ۾ ويهي خرچي هئي. رامچندر جي هردي ۾ اها شوڀيا گهر ڪري ويئي ۽ هو لڪشمڻ کي چوڻ لڳو:- هيءَ راجا جنڪ جي ڌيءَ سيتا ٿي ڏسجي جنهن لاءِ هي ڌنش يگيه رچايل آهي. هنجي الوڪڪ

ڪيترائي ڪوهه، تلاءُ ۽ واهه هئا، جن جي نرمل جل ۾ رنگين ڪنولن جا گل ٽڙيل هئا، جن تي رس جا لوڀي ڀئور چوڌاري گونجار ڪري رهيا هئا. شهرواسي سلڇڻا، ڌرماتما، گياني ۽ فضيلت وارا هئا.

راجا جنڪ جو محل ته ڏاڍو عاليشان هو، جنهنجي سوني جي دروازن تي ماڻڪ ۽ جواهر ڪنل هئا. شاهي فيلخانن ۾ شاندار هاٿي، گهوڙا ۽ انيڪ پرڪارن جا رٿ هوا. راجا جي سردارن، سئناپتين ۽ وزيرن جا محل به ڏاڍا شاندار هوا. ڌنش يگيه جو منڊپ به ڏاڍو سهڻو سينگاريو ويو هو. وچ ۾ ڌنش رکڻ لاءِ هڪ چبوترو، جنهن جي گهيري جو ٿالهو ڊگهو جنهن جي چوگرد راجائن لاءِ سونا سنگهاسن رکيل هوا. انهن جي پوئتان مٿيرو گولائيءَ ۾ عام ماڻهن لاءِ سندر ٿلها ٺهيل هئا ۽ هڪ پاسي استرين جي وهڻ لاءِ جدا استان جو بندوبست هو. سڄي رنگ پرمي ريشمي ڪپڙن ۽ طرحين طرحين جي گلن سان سينگاريل هئي.

اندريت سوررو شهر گهمي ڦري ٻئي ڀائر موٽي آيا ۽ گروءَ کي مٿو نوائي اچي ويٺا. تنهن ڪانپوءِ سنڌيا وندن ڪري گروءَ کان پراچين ڪٿائون ۽ اتهاس ٻڌائون ۽ جڏهن مني وڃي سمهيو ته ٻئي ڀائر سندس پيرن کي زور ڏيڻ لڳا. ڏسو ته جنهن پرڀوءَ جي چرڻ ڪملن جي ڇهڻ ڪاڻ يوگي ۽ رشي مني انيڪ جپ تپ ڪن ٿا سو مريادا پرشوتم پرڀو پاڻ لوڪن جي سکيا لاءِ گرو وشوامتر جي چرڻن کي پيٽرون ڏيئي رهيو آهي! منيءَ جڏهن وار وار آکيا ڏنن تڏهن ٻئي ڀائر به وڃي سمهيا.

صبوح جو سويل اُٿي نتيه ڪرم ۽ سنڌيا وندن ڪري ٻئي راجڪمارن اچي وشوامتر منيءَ اڳيان سر نوايو ۽ سندس پوڄا لاءِ گل چنڻ لاءِ راجا جنڪ جي باغ ۾ ويا. اُن باغ ۾ نون پنن، ڦلن ۽ گلن سان ڀريل انيڪ رنگ برنگي ٻوٽا، وڻ ۽ وليون هيون جن تي ڪوئل، پپيها، طوطا ۽ ٻيا پکي منيون لائيون لنوي رهيا هوا ۽ مور نچي رهيا هوا. باغ جي وچ ۾ هڪ سندر تلاءُ هو جنهنجي سنگمرمر جي

سانوري ۽ گوري رنگ جي انهيءَ من موهيندڙ جوڙي جي الوڪڪ
شوڀيا شهرواسين جو من وس ڪري ڇڏيو. شهر ۾ يڪدم اها خبر
ڦهلجي وئي ته هڪڙا ٻه وڏا سهڻا راجڪمار شهر ڏسڻ آيا آهن. پوءِ
ته سڀ نرناريون پنهنجا ڪم ڪاريون ڇڏي سندن درشن ڪرڻ لاءِ
ائين ڊوڙي آيا جڻ ڪي ڪنگال ڪو خزانو ميڙڻ لاءِ ڊوڙندا هجن.

جنڪ پوريءَ جون استريون ڪنهڙن تان ڀي رامچندر جي
روپ کي ڏسي پريم ۾ پرجي هڪ ٻئي کي چوڻ لڳيون:- هي سکي!
ديوتائن، منشن، اسرن، ناگن ۽ منين ۾ اهڙي شوڀيا ڪنهن جي نه
ٻڌي نه ڏٺي! هنن جي ته هڪ هڪ انگ تي ڪروڙين ڪامديون
کي ٻه گهوري ڇڏجي. ڀلا اهڙو ڪير هوندو جو هنن جي مورت ڏسي
موهت نه ٿئي وڃي؟ راجا جنڪ هن سانوري رامچندر کي ڏسندو ته
پنهنجي پرتگيا ڇڏي به جانڪيءَ جو وواهه رام سان ڪندو. تنهن تي
ٻيءَ چيو:- راجا هن کي ڏٺو آهي پر اڃا پنهنجي هوڏ تي قائم آهي.
ڪٿي هيءُ نازڪ بدن راجڪمار ۽ ڪٿي مهاديو جو ڳرو ۽ سخت
ڌنش! ڪنهن ٻيءَ چيو:- چون ٿا ته ڏسڻ ۾ سو ننڍڙو ۽ ڪومل
انگن وارو آهي پر هن جو ٻل ۽ پراڪرم تمام وڏو آهي. هي ضرور
شوجيءَ جو ڌنش ڀڃيندو ۽ سيتا جو ور ٿيندو. جي ائين ٿيو ته اسان
جا ڀاڳ ڪلندا جو انهيءَ بهاني هي ڪڏهين ته هتي ايندو
۽ اسين سندس درشن ڪنديونسين. تنهن تي ٻين چيو:- ورڌاتا!
جهڙيءَ چترائي سان سيتا کي سنواري سڀول رچيو آهي، تهڙوئي
هيءُ سانورو سندر ور به اُن لاءِ ئي جوڙيو آڻائين. هنن جو وواهه ضرور
ٿيندو. اهو ٻڌي سڀيئي خوش ٿيون ۽ ڪومل واڻيءَ ۾ چوڻ لڳيون
"شل ائين ٿئي".

هيءُ ٻئي ننڍا ٻانڪا بهادر راجڪمار اوچي ڳاٽ هلي مشڪندي
مشڪندي جنڪ پوريءَ جون شاندار بزاريون ۽ عاليشان محل ڏسڻ
لڳا. دڪانن ۾ شاهوڪار واپاري قسمين قسمين جا مال رکي واپار ڪري
رهيا هئا ۽ گهرن جي ٻاهران سهڻا سهڻا چتر چٽيل هئا. جتي ڪٿي

مهرشي وشوامتر جهڙي ڪٺن تپسيا ٻئي ڪنهن به نه ڪئي آهي ۽ هو ساکيات تپسيا ۽ پراڪرم جو ڀنڊار آهي.

مها مني وشوامتر جي ڪٺن تپسيا ۽ ورت جون ڪٿائون ٻڌي سڀ وسمئه ۾ پئجي ويا ۽ سندن جئه جئڪار ڪرڻ لڳا. راجا جنڪ چوڻ لڳو- هي مني ور! توهان جهڙن مهرشين ۽ مهاتمائن جي اچڻ ڪري منهنجو ڏنش ڀڳيه سڦلو ٿيو آهي ۽ منهنجو گهر تيرٿ سمان پوتر ٿيو آهي.

ائين چئي راجا جنڪ مها مني وشوامتر جي پرڪرما ڪئي ۽ سندس منڊليءَ جي پوڄن ۽ هون سامگريءَ وغيره جو بندوبست ڪري ڪائونس موڪلائي پنهنجي محلات ڏانهن ويو.



رام لڪشمڻ جو جنڪ پوري گهمڻ ۽ سيتا رام جو هڪ ٻئي کي ڏسڻ.



ٻئي ڏينهن وشوامتر ٻين رشين منين سميت پوڄن ڪري جڏهن آرام سان ويٺو هو ته لڪشمڻ جي دل ثي ته جيڪر جنڪ پوري گهمي ڏسجي، پر وشوامتر ۽ رامچندر جي حجاب ڪري ڪڇي نٿي سگهيو. رامچندر ننڍي ڀاءُ جي دل جو مطلب سمجهي، وشوامتر کان شهر گهمڻ جي موڪل ورتي ۽ ٻيءِ ٻئي ڀائر گروءَ کي نمسڪار ڪري شهر ڏسڻ لاءِ نڪتا.

ٻنهي ڀائرن کي ٻياي رنگه جا وستر پيل هوا ۽ چيلهه ۾ پوچٽن سان ترڪش ٻڌل هون ۽ هٿن ۾ هين ڏنش. هنن جا شينهن سمان مظبوط ڪلها، ڊگهيون ٻانهون، ڪنول سمان اکيون، چندرمان سمان مکڙا ۽ ڪشاديءَ ڇاتيءَ تي موتين جي مالها ڏاڍي سندر ٿي لڳي. سندن ڪنن ۾ سوني جا ڪنڊل، ڏنش سمان ڏنگيون ڀروئون، ڪارا ڪڪرالا وار ۽ چتون (نگاهه) ڏاڍي منوهر هئي.

# ٻال ڪانڊ

وشوامتر وسشٽ تي برهم استر به ڇوڙيو پر اُهو به برهم ڏنـ…
ٿي ويو ۽ وسشٽ کي ڪو جوکو نـه پهتو. تڏهن وشوامتر …
هار ڏسي سمجهو ته برهمڻن جي شڪتيءَ اڳيان ڪترين جو ٻل
ڪم جو ناهي. اِهو ڄاڻي هو وسشٽ جهڙو برهم رشي ٿيڻ لاءِ
وڃي گهور تپسيا ڪرڻ لڳو.

وشوامتر ڪئين ورهيه گهور تپسيا ڪئي جا ڏسي ديوتائن ڪ…
انديشو ٿيو ته هو اِندر ديوتا جي پدوي حاصل ڪرڻ لاءِ اهڙي ڪ…
تپسيا ڪري رهيو آهي. هنن وشوامتر جي تپسيا کي ڀنگ ڪرڻ …
ميناڪا نالي هڪ مهاسندر اپسرا کي موڪليو. وشوامتر پشڪر سرو…
(تلاءَ) جي ڪناري پنهنجي ڌيان ۾ ويٺو هو ته ميناڪا هن جي اڳيان
اچي ناز نخرا ڪري ننگن سنان ڪرڻ لڳي. اُن گلن جهڙي نـرم
بدن واريءَ اپسرا جي عجيب سونهن ڏسي وشوامتر ڪام وس ٿي
پيو ۽ پنهنجي تپسيا وساري، ميناڪا سان ڀوڳ ولاس ۾ لڳي ويو.
ميناڪا وشوامتر وٽ ڏهه سال رهي ۽ جڏهن هنکي شڪنتلا نالي ڌيءَ ڄائي
تڏهن وشوامتر کي ساڃهه آئي ۽ هو پنهنجي تپسيا ڀنگ ٿيڻ تي ڏاڍو
پڇتاءُ ڪرڻ لڳو. هنجو پڇتاءُ ڏسي ميناڪا هنکي ڇڏي اِندر لوڪ
هلي ويئي ۽ هو پاڻ به هماليہ تي وڃي گهور تپسيا ڪرڻ لڳو. ماتا
پتا کان ڇڏيل ٻالڪيءَ شڪنتلا جي مهرشي ڪڻو پالنا ڪئي ۽ سندس
…واهه مهاراج دشينت سان ٿيو. جنهنجي ڪٿا جڳ پرسڌ آهي.

وشوامتر مون ورت ڌاري، اِندرين کي وس ڪري هڪ هـزار
…رهيه ڪٺن تپسيا ڪئي ۽ جڏهن پنهنجو ورت پورو ڪري کاڌي
…ڻ لاءِ تيار ٿيو تـه اُن وقت اِندر هڪ برهمڻ جو روپ ڌاري
…ي کائونس اُهو اَن گهريو. وشوامتر بنا ڪنهن سنڪوچ يا ناراضگيءَ
…کيس اُهو اَن ڏيئي ڇڏيو ۽ پاڻ وري پراڻ چاڙهي تپسيا ڪرڻ
…منيءَ جي اهڙي ڪٺن تپسيا ۽ ورت تي سڀ ديوتائون پرسن
…کيس برهم رشي ڪري مڃڻ لڳا. مهرشي وسشٽ به وشوامتر
…هم رشي ڪري مڃيو ۽ ساڻس مترتا گنڍي. انريت هي رام!

مال ڏسي وشوامتر حيرت ۾ پئجي ويو ۽ وسشٽ کان اُنجو راز پڇي
رشيءَ ٻڌايس ته وٽس جيڪا ڪپلا ڳئون آهي سا ڪيس سڀ گهربل پد
ميسر ڪري ڏيندي آهي.

ڪپلا ڳئوءَ جو اهڙو چمتڪار ڏسي وشوامتر چيو:- هي رشي! اهڙ
شڪتيوان ۽ ڪرامتي شين رکڻ جو حقدار ته راجائي آهي، انلاءِ توهان
ڳئون مونکي ڏيو. اِها ڳئو مون وٽ وڌيڪ ڪارائتي ٿيندي. اُن
بدلي توهانکي ٻيو ڪجهه گهرٽئي ڏيندس.

مهرشي وسشٽ پنهنجي اِها ايشوري وستو ڏيڻ کان انڪار ڪ
پر راجا به پنهنجو هٺ نه ڇڏيو. جڏهن وشوامتر ڳئو ڏيڻ لاءِ. وسشٽ
ڪي هرڪائي نه سگهيو تڏهن پنهنجن آدمين کي حڪم ڏنئي زوري
ڳئون گهلي وٺي وڃڻ لڳو. اُنوقت وسشٽ جي آگيا ڪرڻ تي پنهنجي
شرير مان بيشمار جوڌا پيدا ڪيا، جن راجا وشوامتر جي سموري چترنگي
سٽنا کي ماري مات ڪيو. وشوامتر پاڻ ڪروڌ ۾ ڀرجي ڪپلا ڳئون جي
يوڌن تي انيڪ پرڪار جي هٿيارن جو وسڪارو ڪندو رهيو پر اُنهن
جوڌن سان پڄي نه سگهيو ۽ هنکي پوري شڪست ملي.

وشوامتر ڏاڍو شرمسار ٿيو ۽ پنهنجو راج پنهنجي پٽ کي سونپي
پاڻ هماليه ڏانهن تپسيا ڪرڻ لاءِ هليو ويو. اُتي هن انيڪ ورهيه تپ
ڪري ڀڳوان شنڪر کي پرسن ڪيو ۽ اُن ڪان انيڪ اموگهه استر شستر
پراپت ڪيا. اُهي هٿيار حاصل ڪري وشوامتر جو من اڀمان ۾ ڀرجي
ويو ۽ هو زوم مان ڪاهيندو وري وسشٽ جي آشرم تي آيو. هن
ايندي شرط اگني استر هلائي وسشٽ جو سارو آشرم جلائي ڀسم ڪري
ڇڏيو. وسشٽ جا شش ۽ پاليل جانور هاهاڪار ڪندا هيڏانهن هو ڏانهن
ڀڄڻ لڳا.

هيءَ حال ڏسي مهرشي وسشٽ پنهنجو برهم ڏنڊ کڻي شانتيءَ
سان اچي وشوامتر جي سامهون ٿيو. راجا ڪروڌ ۾ ڀرجي رشيءَ تي
خوفناڪ ٻاڻن جو وسڪارو شروع ڪيو. پر جيئن اُهي ٻاڻ وسشٽ جي
ڏنڊي جي ويجهو تي آيا، تيئن اُن لٺ ۾ سمائبا ٿي ويا. آخر

ساڻس آيل مهاتمائن جو بہ يٿا يوگيہ آدر ستڪار ڪيو. جڏهن سڀيئي ويهجي
ويا تڏهن راجا جنڪ وشوامتر جي پاسي ۾ ويٺل رام ۽ لڪشمڻ جي ڇپ
ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو ۽ منيءَ کان پڇڻ لڳو:- هي ڀڳون! هيءُ ٻئي
راجڪنور ڪير آهن؟ هيءُ ٻئي ڪومل انگ ۽ سندر هوندي بہ ديوتائن
سمان کهڙا نہ تيجسوي ۽ پراڪرمي ٿا ڏسجن! هنن کي ڏسي
منهنجو من سپاويڪ پريم ۾ پرجي ويو آهي جو ڪين نهاريندي نيتر
ڍاپن ئي نٿا.

وشوامتر ورندي ڏني:- هي راجن! اهو سچ آهي تہ هي ٻئي
سڀني جيون جا پيارا آهن ۽ رگهوڪل شرومڻي مهاراج دشرٿ جا
ڪمار آهن. اُن ڪانپورءِ هن راجا کي سموري حقيقت ڪري ٻڌائي تہ
هو ڪيئن نہ ڪين پنهنجي آشرم ۾ وٺي آيو هو، جتي هنن پيانڪ
راڪشسن کي ناس ڪيو ۽ ڏنش يگيہ لاءِ متلاپوريءَ ايندي اهليا جو
اُڌار ڪيو هو.

شري رام ۽ لڪشمڻ جي پراڪرم جون ڳالهيون ٻڌي راجا جنڪ
۽ پيا وسمہ ۾ پئجي ويا ۽ راجا جنڪ جو گرو شتانند جيڪو مهرشي
گوتم جو پٽ هو سو اهليا جي اُڌار جو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. هو
رامچندر کي چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! اسانجا وڏا ڀاڳ آهن جو
مني وشوامتر سان گڏ توهان هتي پڌاريا آهيو. مهرشي وشوامتر جي
مهما اپار آهي ۽ هن ڏاڍي تپسيا ڪئي آهي. هيءُ مهاتما اصل ۾
اوچ ڪنتري ڪل ۽ راجائي گهراڻي مان آهي ۽ پنهنجي پتا مهاراجا
گاڌيءَ جي ديهانت ڪانپورءِ راجگديءَ تي ويٺو. هن پنهنجي راجائي
ڇڏي ڪيئن هڪ برهم رشيءَ جي پدوي پاتي سا ڪٿا هنريت آهي.
هڪ دفعي راجا وشوامتر پنهنجي لشڪر سميت بنن ۾ گهمندي گهمندي
مهرشي وسشٽ جي آشرم ۾ اچي نڪتو. رشيءَ، راجا ۽ سندس سٿنا
جو ڏاڍو آدرستڪار ڪيو ۽ سندس سڀني سهنج لاءِ طرحين طرحين جا
طعام، پلنگہ، بسترا ۽ هر پرڪار جا پيا آرام جا سامان موجود ڪري
سندن ڏاڍي مهمانوازي ڪيائين. بن جي هڪ آشرم ۾ هيئتر واڪيچار

هن هٿ جوڙي شري رامچندر جي اُستتي ڪئي ۽ سيني جو آدرسنڪ
ڪيائين. اُن کان اڳ اهليا ڪنهن جي نظر نه ايندي هئي، پر هاڻ
سراپ سماپت ٿيڻ ڪري ۽ پنهنجي تپسيا ڪري هوءَ شڌ ۽ پوتر ٿي
هنجي مود ڀاونا ۽ جڙتا ناس ٿي ۽ اڳئين وانگر وهنوار ڪرڻ لڳي
تنهن ڪانپوءِ هوءَ گوتم رشيءَ وٽ هماليه جي آشرم ۾ ويئي ۽ اڳئين وانگر
پنهنجي پتيءَ سان پريم پوروڪ رهڻ لڳي.

ان ريت اهليا جو اڌار ڪري شري رام سيني سميت اچي
مٿلا پوريءَ پهتو.

## مهرشي وشوامتر جو جيون ورتانت

جڏهن مها مني وشوامتر ۽ سندس منڊلي جنڪ پوريءَ اچي
پهتا تڏهن اُن شهر جي سوڀيا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا. خاص ڪري
جو سيتا سويمبر ڪري انيڪ راجائون ۽ ڀيا ڪنوري شورويرُ اُتي آيل
هوا، انڪري شهر ۾ ڏاڍي رونق، پيڙ لڳي پيئي هئي. ڌنش يگيه لاءِ
ڏاڍيون شاندار تياريون ٿيل هيون. جتي ڪٿي انيڪ ديشن جا
برهمڻ ۽ ودوان ويد ڌني ۽ گيان وارتائون ڪري رهيا هوا. وشوامتر
منيءَ به انهن جي هڪ عمدي
اغ ۾ ايڪانت استان ڏسي
جي ڏيرو ڪيو.

راجا جنڪ کي جڏهن
بيئي ته مها مني وشوامتر
نجي منڊليءَ سميت پڌاريو
تڏهن پنهنجي گرو
د ۽ ٻين برهمڻن ۽ منترين
ني وشوامتر وٽ آيو ۽
ڪيس پرڻام ڪيائين.
ر راجا جنڪ کي آشيرواد
ڪشل منگل پڇيو ۽



اُن وقت گوتم رشيءَ ڪروڌ ۾ ڀرجي اِندر کي سراپ ڏنو- هي دراچاري! تو هڪ ڀڳ (ڀوڳ ڪرڻ جي استان) لاءِ هيءُ پاپ ڪرم ڪيو آهي، انڪاءِ تنهنجي شرير ۾ هزارين ڀڳ ٿي پوندا، جن جي پيڙا ڪري تون ڏاڍو وياڪل ٿيندين. مهرشيءَ جي انهيءَ سراپ ڏيڻ تي اِندر جي سرير ۾ هزارين ڀڳ ٿي پيا جنهن ڪري هو ڏاڍو دکي ٿيو. گوتم پنهنجي استريءَ کي بہ سراپ ڏنو- هي پاپڻ! تون پٿر ٿي پوءِ ۽ سيءَ، هوا ۽ برسات سهندي بکہ ۽ رکہ ۾ پئي رھہ. تون سيني جيون ڪان پاڻ لڪائي پئي هونديءَ ۽ جڏهن دشرٿ ڪمار شري رام هتي ايندو تڏهن اُنجو درشن ڪري تنهنجي مڪتي ٿيندي ۽ تون پنهنجو اڳيون شرير ڌاري مون سان اچي ملنديءَ ؟

هي رام! انريت سراپ ڏيئي مهاتما گوتم هيءُ آشرم ڇڏي هماليہ جي چوٽيءَ تي وڃي تپسيا ڪرڻ لڳو. هنجي وڃڻ ڪانپوءِ پيا رشي مني بہ هن پرشٽ ٿيل آشرم کي ڇڏي ويا، رڳو پنڊ پهڻ سمان ويچاري اهليا پنهنجو سراپ ڀوڳيندي تنهنجي درشن جو رستو ڏسي رهي آهي. هاڻي تون اُن تي مهر ڪر.

وشوامتر جي چوڻ موجب رامچندر اُن آشرم ۾ ويو. پتت پاون شري رام جي پرويش ڪندي ئي اُن پرشٽ آشرم جو پاراتو پورو ٿيو. جا اهليا پنهنجي پشچاتاپ ۽ رشيءَ جي سراپ ڪري ورهين جا ورهيہ پنن ۽ ولين هيٺان منهن لڪائي پنڊ پٿر وانگر پئي هوندي هئي، سا ڀڳوان جي چرڻ جو سپرش ڪري پنهنجي اڳئين سندر سروپ ۾ اُٿي ويئي.



## اهليا اُڌار.

ياگيہ واڪ چوڻ لڳو:- هي ڀاردواج! ٻئي ڏينهن صبوح جو گن
پار ڪري وشوامتر ۽ سڀجي منڊلي مٿلا ديش ڏانهن هليا. رستي ۾
هنن هڪ پراچين آشرم ڏٺو، جنهن ڪيترائي وڏا ڇايادار وڻ
ڳلن ۽ ميون جا وڻ ۽ سندر واٽڪائون هيون. پر اهڙو رمڻيڪ آشر
هوندي بہ اُهو ويران پيو هئو جو اُتي ڪو بہ منش ڪو نہ هو. اه
ڏسي رامچندر وشوامتر مني ۽ کان پڇيو:- سوامي! هن سندر آشرم ۾
هڪ بہ رشي مني ڏسڻ ۾ نٿو اچي، سو ڇو؟ ڪرپا ڪري ٻڌايوم تہ
ان ريت هيءُ آشرم ڪنهن جو آهي ۽ خالي ڇو پيو آهي؟

وشوامتر چوڻ لڳو:- هي رگهونندن! هن آشرم کي ڀاڳ ملي
آهي. هيءُ آشرم مهرشي گوتم جو آهي جتي هو پنهنجي استري ۽
اهليا سان گڏ رهي تپسيا ڪندو هو. اهليا ڏاڍي روپوتي هوندي
هئي، جو ديوراج اِندر بہ مٿس موهت ٿي پيو. هڪڙي ڏينهن هن
ڇا ڪيو جو اُن آشرم جي ٻاهران بيهي اَڌيءَ رات جو ڪڪڙ جي ٻانگ
ڏيڻ جو آواز ڪرڻ لڳو. مهرشي گوتم انهي دوکي ۾ اچي ويو ۽ سنان
سنڌيا جو وقت سمجهي گنگاجيءَ تي ويو. پٺيان راجا اِندر گوتم
جهڙو ويس ڌاري اهليا وٽ آيو ۽ اچي سماگم ڪرڻ لاءِ چيائينس.
راجا جي بدليل ويس ڪري، اهليا کو پنهنجي نہ ويئي، پر
هنڪي هو پنهنجي سونهن جو ايمان ۽ ديوتائن جي راجا اِندر کي پاڻ تي
موهت ڏسي هٿان ئي وڏيڪ وڏائيءَ ۾ پيرجي ويئي. هوءَ اِندر جو موهيندڙ
۽ سندر سروپ ڏسي بہ هرکجي ويئي ۽ هڪ نئين آزمودي پرائڻ جو بہ
شوق جاڳيس. هنجي ٻڌي پرشٽ ٿي پيئي ۽ اِندر جي ترشنا اگيان
جهڪي پيئي. جڏهن پاپ ڪرم پورو ٿيو تہ اهليا کي ڏاڍو پڇتاءُ
ٿيو ۽ اُنوقت گوتم رشي بہ موٽي آيو ۽ اچي در کڙڪايائين. اهليا راجا
کي لڪائي دروازو کولڻ آئي پر دروازي ڪاڻ تي جو دير ٿي ۽ اهليا
۽ اِندر ڏسي گوتم کان ڳالهہ ڳجهي نہ رهي.

سگهي. گنگا جو چوهہ سان ڪريل جل پڳوان شوَ جي ور وڪڙ ڳنڍيل وارن جي ڇڳن ۾ ئي بند ٿي ويو جڏهن پڳوان جي جٽائن ۾ هڪ مها سروور ٿي پيو. گنگا گهڻيئي جتن ڪيا پر ٻاهر نڪري نہ سگهي.

انهيءَ گنگا کي نہ ڇڏي سيڪت ملي پر ڀاڳيرٿ ڏاڍو مايوس ٿي ويو پر نہ ٻہ هن اورچائي نہ ڇڏي. نيٺ گنگا جي پرپتائي ڪرڻ ۽ ڀاڳيرٿ جي وري تپسيا ڪرڻ تي پڳوان شنڪر پرسن ٿي گنگا کي ٽن ڌارائن ۾ پنهنجي جٽائن مان ٻاهر ڪڍيو. هڪڙي وهئي آڪاش ۾، جنهنجو نالو ديوتائن پاپ ناشني منداڪني رکيو، ٻي وهئي پاتال ۾، جا دکہ هرڻ واري پرڀاوتي نالي سان سڏي ويئي ۽ ٽين اُها، جا سڀني کي سکہ ڏيندڙ گنگا ماتا ڪوٺجي ٿي. شنڪر جي جٽائن مان نڪري گنگاجي بندُ سرووَر ۾ آئي ۽ اُتان نڪري مهاراجا ڀاڳيرٿ جي پٺيان هلڻ لڳي. ڀاڳيرٿ کيس اُن هنڌ تي آندو جتي سندس وڏن جي رکہ پيئي هئي. راجا گنگا جل سان سندن ترپڻ ڪيو. نہ هنن جا پاپ ناس ٿيا ۽ هو سرڳ ۾ ويا. تنهن کانپوءِ راجا ڀاڳيرٿ هوا مثل تکي هلندڙ رٿ تي اڳيان شنکہ وڄائيندو هليو ۽ اُنجي پٺيان گنگا ناچ ڪندي ڪڏهن تکي، ڪڏهن ماٺي، ڪڏهن گسڪندي ڪڏهن ٽپندي هلڻ لڳي. رستي ۾ ايندڙ سڀني ديشن کي گنگا جي پوترہ آباد ڪندي سمنڊ سان وڃي ملي.

راجا ڀاڳيرٿ ڏاڍي مشڪلات ۽ اورچائيءَ سان گنگاجيءَ کي هماليہ ڏان هن ديش ۾ آندو ۽ جيڪي ملڪ اڳي ويران رڻ پٽ هوندا هئا ۽ رعيت ڏکر ۾ پئي مرندي هئي، سي ملڪ سرسبز آباد ٿيا ۽ پرجا جو دکہ دور ٿيو. ان وڏي جتن ڪري راجا ڀاڳيرٿ جو جس ۽ ڪيرتي سدائين قائم رهندا ۽ ان لاءِ گنگا کي ڀاڳيرٿي بہ ڪري چئبو آهي. گنگا جو جل سدائين پاپن کي ناس ڪندو آهي ۽ سندس ڪناري تي رشي مني پراچين زماني کان وٺي آشرم ٺاهي تپسيا ڪندا آهن.

-:-

وڃي پنهنجي ڏاڏي جو يگيه پورو ڪراءِ.

انشومان گهوڙو وٺي واپس وريو ۽ ڏاڏي کي سموري حقيقت اچ
ٻڌايائين. راجا کي پنهنجن پٽن جي موت جو ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو
پنهنجو يگيه پورو ڪري هو هميشه انهيءَ چنتا ۾ ئي رهندو هو ته گنگاجي
کي پرٿويءَ تي ڪيئن آڻجي. هن گهٽيئي رڳائون رٿيون ۽ آخر گهڻوئي
وقت راڄ ڪري سرڳ پڌاريو.

راجا سگر جي مرتيوءَ کان پوءِ پرجا سندس پوٽي انشومان کي
راڄ گاديءَ تي ويهاريو. انشومان به هاڪارو راجا ٿيو. هن پنهنجي پٽ
دليپ کي راڄ ڏيئي پاڻ هماليه تي وڃي گنگا کي پرٿويءَ تي آڻڻ
لاءِ مها ڪٺن جتن ڪيا ۽ اُها تپسيا ڪندي اُتي ئي گذاري ويو.
انڪانپوءِ مهاراجا دليپ به گهڻيون ئي ڪوششون ڪيون پر هو به
گنگا کي آڻڻ ۾ ناڪامياب رهيو. دليپ جو پٽ هو ڀاڳيرٿ سو
پنهنجي راڄ جو سمورو ڪاروبار وزيرن تي رکي پاڻ گنگاجيءَ کي پرٿويءَ
تي آڻڻ جي اُدم کي لڳو. هن هماليه ۾ گئوڪرڻ تيرٿ تي وڃي
گهور تپسيا ڪئي، اينري قدر جو مهيني مهيني رسوئي کائيندو هو.
ڀاڳيرٿ جي اکري معنيٰ آهي اڻٿڪ اورچائي ۽ وڏو جتن. آخر
گنگاجي مٿس راضي ٿي پر راجا سوچي ڏٺو ته جنهن وقت گنگا مٿان
ڪرندي ته پرٿوي اُنجي ويگ کي سهي نه سگهندي ۽ گنگا زمين
ڦاڙي هيٺ پاتال ۾ ٻڏي ويندي، انڪري راجا وڃي مهاديو جي
آراڌنا ڪئي،

پرالائت مهاديو گنگا کي مٿي تي ڌارڻ سويڪار ڪيو. نيٺ
هماليه جي وڏي ڌيءَ گنگا، وڏي آڪار سان ڏاڍي زور مان آڪاس
مان شو جي مستڪ تي ڪري. گنگا پنهنجي ايمان ۾ اهو سوچيو هو
ته "مان اهڙي ته ڇوهه سان ڪرنديس جو شنڪر کي به وهائي پاتال
۾ ٻيهي ويندِيس. اُنجو اهنڪار ڀڳوان شنڪر کان ڳجهو نه رهيو،
لاءِ گنگا جڏهن شنڪر جي مٿي تي ڪري ته اُنجي جٽائن ۾ اهڙو
پنهنجي ٻيڻي جو ڪيتريءَ ڪوشش ڪرڻ تي به ٻاهر نڪري نه

ٻاريو. راجا پنهنجن سٺ هزار پٽن کي گهوڙي جي تلاش ۾ موڪليو، جن ڳوليندي ڳوليندي اچي ڪپل منيءَ جي آشرم ۾ گهوڙي کي ٻڌل ڏٺو. اُنوقت مهرشي ڪپل سماڌيءَ ۾ ويٺو هو. اهو ڏسي، اڀماني راجڪمار غصي ۾ ڀرجي ڀڳوان ڪپل ديو کي بد شد ڳالهائڻ لڳا ته هن ئي اسانجو گهوڙو چورايو آهي ۽ هاڻي اکيون ٻوٽي ڍونگ ڪري ويٺو آهي. هن پاپيءَ کي ماري ڇڏيو. ائين چئي هو ڪپاديو تي اُلر ڪري آيا. سگر جي پٽن جون ڳالهيون ٻڌي مها تيجسوي ڪپاديو کي ڪروڌ لڳو ۽ انهيءَ ڪروڌ ۾ هن جي منهن مان هنڪار نڪتي، جنهن جي نڪرڻ تي سگر جا سڀئي پٽ جلي رک ٿي ويا.



جڏهن راجا سگر جا پٽ گهوڙو وٺي واپس نه آيا ته راجا سگر اسمنجس جي پٽ انشومان کي اُنهنجي تلاش ۾ موڪليو. ڳولهيندي انشومان اُنهي جڳهه تي اچي پهتو جتي سندس چاچا رک جو ڍير ٿيا پيا هوا. اهو ڏسي هنکي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ ڀرسان ڏٺائين جتي ڀڳوان ڪپلديو سماڌي لڳائي ويٺو هو. پنهنجن چاچن جو ترپڻ ڪرڻ لاءِ انشومان پاڻيءَ جي ڳولا ڪرڻ لڳو پر هن کي ڪٿي به پاڻي نه مليو جو چوطرف ويران پٽ لڳا پيا هوا. پوءِ انشومان هٿ جوڙي ڪپل ديو جي اُستتي ڪئي، تنهن تي ڪپلديو پرسن ٿي کيس چيو:- انشومان! شوڪ نه ڪر. تنهنجي چاچن جو موت جڳت جي ڪلياڻ لاءِ ٿيو آهي. مون هنن راجڪمارن کي ڀسم ڪيو آهي، تنهنڪري نون هنن جو ترپڻ هماليه جي وڏيءَ ڌيءَ گنگا جي پوتر جل سان ڪندين ته سڀ سرڳ ويندا. هاڻي يگيه جو گهوڙو وٺي

کائي ٻي پرسن ٿي مهاتما وشوامتر جي چوڳرد ڪٿا ٻڌڻ لاءِ اچي
ويٺا. مني چوڻ لڳو:- هماليه پربت سڀني پهاڙن جو راجا آهي ۽ سڀني
ڌاتن جو ڀنڊار به آهي. اُن راجا هماليه جون ٻه ڌيئر آهن، وڏي گنگا
۽ ننڍي اُما. ننڍيءَ اُما جو وواهه ڪئلاس ناٿ مهاديو سان ٿيو ۽ وڏي
گنگا ٽنهي لوڪن کي پوتر ۽ آباد ڪرڻ لاءِ ڪيئن پرٿوي تي
ٻڌاري ۽ سمندر سان وڃي ملي، سا ڪٿا مان توهان کي ٻڌايان ٿو.

اڳين زماني ۾ ايوڌيا ۾ سگر نالي هڪ پراڪرمي ۽ چڪرورتي
راجا راڄ ڪندو هو. هن گهڻيئي دفعا سڄي پرٿوي فتح ڪئي ۽
تالجنگهه، يون، شڪ، هيهيه ۽ بربر جاتين کي ماري ڀڄايو پر هنن جو
عام قتل نه ڪيائين. هن اُنهن کي ڪروپ بڻايو يعني ڪن کي صفا وار
ڪوڙائڻ جو ته ڪن کي ڏاڙهي ڀڄون رکڻ جو حڪم ڪيائين، ڪن کي
ڪپڙن پهرڻ بدران ڪپڙن ڍڪڻ جو حڪم ڏنائين ۽ سدائين اُنهن جاتين
کي پوري دٻاءَ ۾ رکندو ايندو هو.

راجا سگر کي ٻه راڻيون هيون اُن مان ڪيشنيءَ مان ڪيس هڪ
پٽ اسمنجس نالي ڄائو ۽ ٻيءَ سمتيءَ جي گرڀ مان هڪ تنبي
پيدا ٿي. اُن تنبيءَ مان سٺ هزار جيوَ نڪتا جن کي گيهه جي دلن ۾
پالي وڏو ڪيو ويو. اُهي سٺ هزار راجڪمار ڏاڍا ٻاون ۽ اپماني ساماٿا.
اسمنجس اڳئين جنم ۾ يوگي هو ۽ هو جڏهن وڏو ٿيو تڏهن ڄاڻي
ٻجهي اهڙا ڪوتا ڪرم ڪرڻ لڳو جو پرجا وڃي راجا کي دانهون ڏنيون.
راجا پرجا جون دانهون اونائي اسمنجس کي شهر نيڪالي ڏني. هن کي
نه کپندو ئي اهو هئو، تنهن بن ۾ وڃي پنهنجي اڳلي جنم جي يوگه
سادنا پوري ڪئي. بن ۾ وڃڻ کان اڳ اسمنجس کي هڪ پٽ ڄائو هو
جنهن جو نالو هو انشومان.

ڪجهه وقت کانپوءِ راجا سگر اشوميڌ يگيه شروع ڪيو. جڏهن
جڏهن ڪو پرتاپي راجا ڪو يگيه ڪندو هو ته ديوراج اِندر کي اچي
آنڌ مانڌ لڳندي هئي ته متان سندس اوچ استان نه کسجي وڃي، انڪاءِ
سگر جي يگيه جو گهوڙو چورائي وڃي ڪپل منيءَ جي آشرم ۾

ويا. هو يڳيه جي ويڏيءَ مٿان رت ۽ بدبوءِ سان ڀريل اپوتر شين وجهڻ جي تياري ڪرڻ لڳا. اهو ڏسي رامچندر ماريچ کي مانؤ استر هنيو ته هو سؤ جوجن پري سمنڊ جي ڪناري وڃي ڪريو ۽ اگني استر هڻي سباهوءَ جي ڇاتي چيري ڦاڙي ڇڏيائين. لڪشمڻ به ٻين راڪشسن کي ناس ڪري ڇڏيو.

انريت شري رام ۽ لڪشمڻ يڳيه ۾ وگهن وجهندڙ راڪشسن جو انت آندو ۽ وشوامتر جو يڳيه نروگهن سماپت ٿيو. اُن ٻن ۾ رهندڙ سڀ رشي مني راڪشسن جي ظلم کان آجا ٿيا ۽ رام لڪشمڻ جي پراڪرم جي ساراهه ڪرڻ لڳا. وشوامتر جي آنند جو ورڻن ڪري نٿو سگهجي. هن ٻنهي راجڪمارن کي ڇاتيءَ سان لڳائي آشيرواد ڏني.

ٿورن ڏينهن بعد سڌ آشرم ۾ رهندڙ تپسوين ڳالهه ڪئي ته مٿلا ديش جي راجا جنڪ پرڻ ڪيو آهي ته جيڪو سورير مهاديو جي ڳري ڌنش کي ڪٽي تير چاڙهي سگهندو تنهن کي هو پنهنجي مهاسندر ڌيءَ سيتا پرڻائي ڏيندو. انلاءِ راجا پنهنجي راجڌانيءَ مٿلا ۾ هڪ سويمبر سڏيا ڪئي آهي جنهن ۾ انيڪ ديسن جا راجائون آيل آهن. اهو ٻڌي وشوامتر ۽ ٻين تپسوين اِهو مها اُتسؤ ڏسڻ لاءِ اوڏانهن هلڻ جو ارادو ڪيو. انموجب وشوامتر مني ٻنهي راجڪمارن ۽ پنهنجي شش منڊلي کي ساڻ وٺي جنڪ پوريءَ ڏانهن روانو ٿيو. هو واٽ تي منزلون ڪندا هليا ۽ جن جن جڳهين ۽ آشرمن تي هو رات گهاريندا هوا اُتي اُن هنڌن جون گهٽيئي ڪٿائون وارتائون ٻڌندا هوا، جي ٻئي راجڪمار چت لائي ٻڌندا هوا.



## گنگا جي پرٿويءَ تي اچڻ جي ڪٿا.

ٻئي ڏينهن وشوامتر مني، شري رام لڪشمڻ ۽ ٻيا رشي مني سڀ لٿي اچي گنگا جي ڪناري پهتا، جتي اچي ڏيرو ڪيائون، سڀني پوتر نديءَ ۾ سنان ڪري پترن ۽ ديوتائن جو ترپڻ ڪيو ۽

ڪندرقي ناڪي، يگيه يا پيو ڪو به يڻ ۾ رامچندر کي جيتي نه سگهيو.

تنهن ڪانپوءِ ڪجھ پنڌ ڪرڻ ڪانپوءِ هو ٽيئي اچي وشوامتر جي آشرم ۾ پهتا. اهو سڌ آشرم وڏن گهاٽن وڻن جي وچ ۾ هڪ ايڪانت آستان تي هئو جتي ڪئين رشي مني يوگ سادن ۽ تپسيا ۾ لڳا رهندا هوا. وشوامتر شري رام کي ٻڌايو:- هي رام! ڀرپايئين هيءَ آشرم ڀڳوان وامن جو هو، جتي رشي هن انيڪ ورهيه تپسيا ڪري سڌي پراپت ڪئي هئي. هن ڪان پوءِ هن آستان تي انيڪ سڌن ۽ جوڳين پنهنجون سادنائون ڪيون آهن. مان به ڀڳوان وامن جو ڀڳت آهيان ۽ هتي ئي تون منهنجي يگيه جي رکيا ڪري راڪشسن سان يڌ ڪندين.

وشوامتر ۽ ٻنهي راجڪمارن کي ڏسي آشرم ۾ رهندڙ تپسوين اڳتي وڌي اچي مهرشيءَ کي پرڻام ڪيو ۽ رام لڪشمڻ کي آشيرواد ڏني. ٻئي ڏينهن تي وشوامتر مُون ورت ڌارڻ ڪري پنهنجو انوشٺان شروع ڪيو ۽ رامچندر ۽ لڪشمڻ پنهنجا استر شستر کڻي ساوڌان ٿي



سندس رکيا ڪرڻ لڳا. ان ريت پنج ڏينهن راتيون گذريون جنهن راجڪمارن ننڊ به نه ڪئي. ڇهين ڏينهن جڏهن يگيه جي ويديءَ مان اگنيءَ جي الا ۽ دونهون مٿي ويو ۽ آهوتيون پوڻ شروع ٿيون ته آڪاش مان اڄڪوڙ بـڌڻ ۾ آئي. مهاٻلي ماريچ ۽ سباهو راڪشس پنهنجي سٿنا سميت آڪاش ۾ هڪ وڏي ڪاري ڪڪرمنڊل جانءِ جي

سندس نڪ ۽ ڪن ڪپي ڇڏيا . اهو ڏسي مني ۽ وشوامتر کين چيو:-
هي رام! هن راڪشسياڻيءَ کي مارڻ ۾ توهان استري هتيا جو خيال
نہ ڪريو جو تہ پرجا جي رکيا لاءِ هن مها پاپڻ کي مارڻ اڌرم ناهي.
هاڻي جلد هن کي ماري ڇڏ نہ تہ رات جو راڪشسن کي جيتڻ ڏاڍو
مشڪل آهي.

وشوامتر جي انريت سمجهائڻ تي رامچندر تاڙڪا کي مارڻ
لاءِ تيار ٿيو ۽ هوڏانهن تاڙڪا آڪاس مان پٿر گرجنا ڪندي رام
لڪشمڻ جي مٿان اچي ڪڙڪي تہ جٿن کين گهرڪائي وجي. هن کي



انريت پاڻ تي ڪرندو ڏسي، رامچندر هڪ ٻاڻ اهڙي تہ زور سان
هنيس جو هنجي ڇاتي ڦاڙي پيٺي ۽ هوءَ زمين تي ڪري مري وئي.
تاڙڪا کي مئل ڏسي وشوامتر ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ پوءِ هنن ٽنهي اُها رات
اُن بن ۾ گذاري.

ٻئي ڏينهن مني وشوامتر رامچندر کي ديوہ استر شستر سيکاريا.
دنڊ چڪر، ڪال چڪر، وشڻو چڪر، اِندر چڪر، مهاديو جو شولوت
استر، اِندر جو وجر، برهما جو برهم استر ۽ وشنوءَ جو نارائڻ استر ۽ ٻين
انيڪ استرن جي وشوامتر رامچندر کي سکيا ڏني ۽ کيس اها ترتيب بہ
سيکاريائين تہ اهي استر واپس موٽي ڪيئن اچن. اهي ديوہ استر
راڪشسن کي مارڻ لاءِ شري رام کي ڏاڍا ڪارائتا ٿيا ۽ ان ڪري ديوتا،

نڪتي آهي ۽ سروور ڪان نڪرڻ ڪري سندس نالو سرجو پيو آهي ۽ اُن ندي جي ڪناري ايوڌيا ۽ بيا وڏا شهر وسيل آهن.



رامچندر جو تاڙڪا ۽ سباهو آدي راڪشسن کي مارڻ.



ياڳيه ولڪ مني چوڻ لڳو:- هي ڀاردواج! وشوامتر مني ٻنهي راجڪمارن کي وٺي گنگا جي ٻئي ڪناري تي هڪ گهاٽي ڀيانڪ بن ۾ اچي پهتو. اُن بن ۾ ماڻهن جي اچڻ وڃڻ جو ڪو نشان به نه هئو. ۽ چوطرف رڳو ڀيانڪ هنسڪ جيو- شينهن، چيتا، سوئر، بگهڙ ۽ جهنگلي هاٿي پئي گهميا. اهڙي نرجن بن مان هلندي هلندي شري رام جي پڇڻ تي وشوامتر کيس ٻڌايو:- هي رام! هتي اڳي ملد ۽ ڪروش نالي به آسودا ۽ پراچين ديش هوندا هوا، جن کي تاڙڪا نالي ڀيانڪ راڪشياڻي ويران ڪري ڇڏيو آهي. هن جي بدن ۾ ڏهه هزار هاٿين جيترو بل آهي ۽ هنجي ظلم ۽ ڌهڪاءُ ڪري هن ديش جا گهڻا رهواسي پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويا آهن ۽ باقي بچيلن کي هوءَ کائي ويئي آهي. هوءَ ماريچ جي ماءُ آهي ۽ جي تون هن ظلمي راڪشسڻ جو انت آڻيندين ته پرجا نرڀئه ٿيندي ۽ هي ويران ملڪ وري وسندا.

مها پراڪرمي رام هٿ جوڙي جواب ڏنو:- ڀڳون! گئو، براهمڻ ۽ پرجا جي رکيا لاءِ مونکي جيڪا آگيا ڪندا سا مان بجا آڻيندس. ايئن چئي شري رام ڌنش جي ڏوري ڇڪي اهڙي ٽنڪار ڪئي جنهن سان چارئي ڏسائون پرجي ويئون ۽ بن جا سڀ جانور دهلجي ويا. اهو آواز ٻڌي تاڙڪا ڏوڪيندي آئي ۽ اچي اهڙي ته ڌوڙ وسائين جو ڪجهه ڏسڻ ۾ ئي نه ٿي آيو. پوءِ هوءَ ٻنهي ڀائرن تي پٿر وسائڻ لڳي ۽ ڀينڪر گرجنا ڪري ڌهڪائڻ لڳي. تڏهن رامچندر ۽ باڻ هلائي سندس ٻئي ٻانهون ڪپي ڇڏيون ۽ لڪشمڻ

رام ۽ لڪشمڻ هٿن ۾ دستانا پائي، تير ڪمان ڪُلهي ۽ ڪمر ۾ تلوارون
لٽڪائي هلڻ لڳا. ان ريت سرجُو نديءَ جي ڪناري هلندي
جڏهن هو ڏکڻ ڏانهن ڇهه ڪوهه ويا تڏهن وشوامتر کين چيو:- هي
رام ۽ لڪشمڻ! هاڻي توهين ٻئي سرجُو نديءَ ۾ سنان ڪري مونکان
ٻلا ۽ اتيٻلا نالي وديائون سکو جنهنڪري توهان ۾ شڪتيءَ ۽ تيج
جو بيحد واڌارو ٿيندو ۽ ڪڏهن به توهانکي ٿڪ، چنتا، بک ۽ اُڃ نه
ستائيندي. انهن وديائن جي اڀياس ڪري توهان تي ننڊ ۾ يا غفلت
۾ ڪو به حملو ڪري جيتي نه سگهندو ۽ ٽنهي لوڪن ۾ توهان جهڙو
ٻلوان ۽ پراڪرمي ڪو نه ٿيندو.

ان موجب شري رام ۽ لڪشمڻ سنان ڪري پوتر ٿيا ۽ منيءَ
کان اهي ٻئي وديائون سکيا، انهن وديائن جو اڀياس ڪرڻ تي
هنن کي منيءَ جي ٻڌايل ڦل جي پراپتي ٿي. ٽنهن کانپوءِ رات ٿيڻ
تي ٽنهي گاهه وڇائي سرجوءَ جي ڪناري آرام ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن
پرهه ڦٽيءَ جو ٻنهي راجڪمارن سنان ڪري گايتريءَ جو جپ
ڪيو ۽ پوءِ اچي وشوامتر اڳيان متو ٽيڪيائون. وري سندن سفر
شروع ٿيو. رستي تي هلندي هلندي وشوامتر کين انيڪ گيان ۽ وديا
جون وارتائون ٻڌائيندو هليو ۽ ٻئي راجڪمار به ڏاڍي ادب سان سندس
شيوا ڪندا هوا.

سانجهيءَ تائين هو ٽيئي انهيءَ آستان تي پهتا جتي سرجُو ۽
گنگا نديون پاڻ ۾ ملن ٿيون. پرڪرتيءَ جي اُن شوڀنيڪ جڳهه تي
هڪ رمڻيڪ آشرم هو جتي ڪيئين رشي مني تپسيائون ۽ پاٺ ۾ گيان
وارتائون ڪندا هئا. اُنهن مهاتمائن وشوامتر ۽ ٻنهي راجڪمارن کي
ڏاڍي آدر ڀاءُ سان پاڻ وٽ رهايو ۽ پوڄن ڪرايو. ٻئي ڏينهن صبوح
جو هنن کين آشرم جي ٻيڙي گهرائي ڏني ۽ هو ٽيئي اُن تي چڙهي
ندي پار ڪرڻ لڳا. درياهه جي وچ ۾ ٻنهي ندين جو ڇوهه سان
وهندڙ پاڻي پاڻ ۾ ٽڪري گجگوڙ ڪري رهيو هو. وشوامتر ٻنهي
راجڪمارن کي ٻڌايو ته ڪيلاس پربت تي مانسرور مان سرجو ندي

لڙائي ڄاڻندو ئي ناهي، سو مان ان کي هرگز نه موڪليندس.

اهو ٻڌي وشوامتر ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ چوڻ لڳو:- هي راجن! ارمان آهي جو ڀڙيائين وچن ڏيئي، هاڻي ڦري ٿا وڃو. اهو توهانجي رگهو ڪل جي شان وٽان ناهي. چڱو، مان خالي موٽي ٿو وڃان ۽ توهين پنهنجو وچن ڀڃي پنهنجن مترن ۽ مائٽن سان سکي رهو!

وشوامتر جو ڪروڌ ڏسي گرو وسشٽ راجا کي چيو:- مهاراج! مهرشي وشوامتر سان رام کي موڪلڻ ۾ توهين ڪنهن قسم جو ألڪو نه ڪريو. وشوامتر جي سنڀال هيٺ راڪشس سندس وار به ونگو ڪري نه سگهندا. وشوامتر تپسيا ۽ ڌرم جو ڀنڊار آهي، ڪائونس هلندڙ، گذريل ۽ ايندڙ وقت جي ڪابه ڳالهه ڳجهي نه آهي ۽ هنکي سڀني استرن شسترن جي ڄاڻ آهي. هو پاڻ راڪشسن کي سولائيءَ سان ماري سگهي ٿو پر توهانجي پٽن جي چڱائي لاءِ ئي هو توهانکان رام جي گهر ڪري رهيو آهي. توهين رام ۽ لڪشمڻ کي رشيءَ سان وڃڻ ڏيو ۽ راڪشس هنن جي سامهون بيهي نه سگهندا. مهرشي وشوامتر جهڙا مهاتمائون جيڪي ڪرن ٿا سو پنهنجي لاءِ نه، پر جڳت جي ڪلياڻ لاءِ ڪرن ٿا.



گروءَ جا وچن ٻڌي راجا کي دلجاءِ ٿي ۽ هن رام ۽ لڪشمڻ کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ پريم سان سندن مٿو چمي ٻنهي جي ٻانهن وشوامتر کي سونپي ڏنائين. مها تپسوي وشوامتر راجا کان موڪلائي ٻنهي راجڪمارن سان روانو ٿيو. اڳيان ...ترءِ سندس پٺيان

پرشٽ ڪري رهيا آهن. اُنهنکي سراپ به ڏيئي نٿو سگهان جو يگيه ۾
ڪنهنتي به ڪروڌ ڪرڻو ناهي. انلاءِ توهين پنهنجو وڏو پٽ رام مونسان
ڏيو ته هلي منهنجي يگيه جي رکيا ڪري. هو ٻلوان ۽ پراڪرمي آهي
۽ هنجي هٿان بس راڪشسن کي مئل ئي سمجهو.

راجا کي جا ڳالهه خواب خيال ۾ به نه هئي سا ٻڌي هو اهڙي
پريشانيءَ ۾ پئجي ويو جو دم ساعت وات مان هڪ اکر به نه
اُڪليس. هو ٻاڏڪي ٻن ٻاهين جي وچ ۾ سمجهڻ لڳو يا ته پنهنجن
سڪيلڌن ٻالڪن کي ڀيانڪ راڪشسن جي منهن ۾ ڏي، يا ته وشوامتر
جو ڀيانڪ ڪروڌ پنهنجي سر تي کڻي. نيٺ ٿوريءَ دير کانپوءِ
چيائين:- هي منيشور! منهنجو ٻالڪ رام اهڙن ڀيانڪ راڪشسن سان
ڪيئن سامهون ٿي سگهندو؟ مونکي هن ورڌ اوسٿا ۾ سڪي سڪي
پٽر ٿيا آهن تنهن مان به سڀني ۾ وڌيڪ مونکي پيارو رام آهي،
تنهن ڪومل شرير رام کي مان هيبتناڪ راڪشسن جي مقابلي ۾ ڪيئن
موڪليان! توهان ويچار ڪري وچن نه ٻوليا آهن. توهين هرويرو
[…]رام کي وٺي وڃڻ چاهيو ٿا ته مان ۽ منهنجو لشڪر به ساڻ هلندو.
[…]سين سڀيئي انهن راڪشسن سان لڙنداسين ۽ توهانجو يگيه نروگهن
[…]ڙرو ٿيندو. هي مني! اهي راڪشس ڪير آهن ۽ اُنهن جو دمائتي
[…]ڪير آهي؟

وشوامتر وراڻيو:- تنهي لوڪن کي آزاريندڙ لنڪا جي راجا راوڻ
[…] چيڙڻ تي ماريچ ۽ سٻاهو منهنجي يگيه ۾ وگهن وجهي رهيا آهن.

اهو ٻڌي راجا دشرٿ ڪنبي ويو ۽ چوڻ لڳو:- هي مني سريشٽ!
[…]ين ڌرماتما آهيو ۽ منهنجي پٽن تي ديا ڪريو! راوڻ سان جنگ
[…]ڻ جي مونهه به سمرٿي نه آهي، جنهن راوڻ جي اڳيان ديوتائون،
[…]ندرو ۽ يڪيه به يڌ ۾ سامهون ٺيڻ جي همٿ ڪري نٿا سگهن،
[…]جو مقابلو اسان منش ڪيئن ڪري سگهنداسين! هن سان لڙائي
[…] ڪوجيئرو نه موٽيو آهي. مان هيڏي لشڪر هوندي به راوڻ
[…]دس دمائتن سان لڙڻ ۾ اسمرٿ آهيان ۽ منهنجو ٻالڪ رام ته

شري رامچندر جيتوڻيڪ پاڻ گيان جو ڀنڊار ۽ سڀ ڪجھ ڄاڻڻ جاڻڻهار هئو پر تہ بہ مريادا جي رکيا لاءِ پنهنجي گروءَ کان گيان اُپديش ورتائين ۽ جنهن اُپديش ڪري انيڪ جيون جو ڪلياڻ ٿيو آهي. جيڪو سرو وياپڪ، اِڇا رهت، اَجنما، نرگڻ، نام ۽ روپ کان رهت آهي سوئي پريو ڀڳتن جي ڪلياڻ لاءِ اَدڀت ليلائون ڪري رهيو آهي.



## وشوامتر جو رام لڪشمڻ کي بن وٺي وڃڻ.

هڪڙي ڏينهن راجا دشرٿ پنهنجي گروءَ ۽ منترين سان دربار ۾ پٽن جي وواھہ بابت صلاح ڪري رهيو هئو تہ مهرشي وشوامتر راج دوار تي اچي دوارپالن کي چيو تہ منهنجي اچڻ جي خبر راجا کي ٻڌايو. منيءَ جي اچڻ جو ٻڌي راجا ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ منترين سميت اُٿي دروازي وٽ وڃي منيءَ کي پرڻام ڪيائين ۽ کيس وٺي آڻي پنهنجي سنگهاسن تي وهاريائين. راجا منيءَ جا چرڻ ڌوئي پوڄا ڪري کيس ڀوڄن ڪرايو ۽ پوءِ هٿ جوڙي چيائينس:- هي مها مني! اڄ منهنجا ڌنيہ ڀاڳ آهن جو توهان چرڻ گهمائي منهنجي گهر کي پوتر ڪيو آهي. توهان جو اهڙي ڪرپا اڳہ ڪڏهن نہ ڪئي آهي سو ضرور ڪنهن سبب سان آيا هوندا. هاڻي ڪرپا ڪري ٻڌايو تہ مان توهانجي ڪهڙي شيوا ڪريان؟ مان توهانجي هرڪا ڪامنا پوري ڪندس.

اهڙيءَ طرح بنا ويچار ۽ سنڪوچ جي راجا دشرٿ منيءَ کي خاطري ڏيئي پاڻ کي ٻڌي ڇڏيو ۽ سندس نمرتا ڀريل منا وچن ٻڌي وشوامتر ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ چوڻ لڳو:- هي راجن! جي وچن تو چيا آهن ... دل ۾ رهي اُنهن جي پالنا ڪرين. مون يگيہ شروع ڪيو آهي جنهن ۾ ماريچ ۽ سباھو نالي ٻہ راڪشس وگهن وجهي رهيا آهن. هو يگيہ ... ۾ وجهي سڀ اپوتر ڪري رهيا آهن ۽ يگيہ کي

سي ھوُ نہ آسڪت من سان، ناٽڪ ۾ پارٽ ڪرڻ مثل ڀوڳي ٿو. اسٽري
آدڪ ڀوڳن جي ڀوڳڻ سان نہ ھن کي آنند اچي ٿو ۽ نہ دکہ ٿئي ٿو. ھو
نہ ڪنھن وشيہ جي اِڇا ڪري ٿو ۽ نہ ڪنھن کان نفرت ڪري ٿو. ھو
ڀوڳہ ڀوڳيندي بہ اڀوڳتا آھي. ھو سکہ دکہ کي سمان ڄاڻي ٻڍاپو ۽
جواني، موت ۽ جيئڻ، راجائي ۽ فقيريءَ کي ھڪ جھڙو ڏسي ٿو. ھو
سمجھي ٿو تہ ديھہ ۽ اِندريون پنھنجي قدرتي خاصيت موجب پنھنجا
پنھنجا ڪم ڪري رھيون آھن ۽ ھو ساکي ٿي اُھي ڪم ڏسي ٿو
۽ اُنھن ۾ لپائمان نٿو ٿئي. جئين ترن ۾ تيل جو ھئڻ قدرتي آھي
تئين ھن سرير ۾ اِندرين جون ڪريائون بہ قدرتي ٿينديون رھن
ٿيون. انريت ٻاھرين وھنوار ۾ جھڙو گياني آھي تھڙو اگياني آھي. تفاوت
فقط واسنا ۾ آھي، ڇو تہ واسنا ئي ٻنڌن ۽ موکش جو ڪارڻ آھي.
اگيانيءَ جو من سکہ دکہ ۾ لپٽيل آھي، جنھنڪري ھو ٻنڌن ۾ ۽
گيانوان جو من اسنگہ آھي، جنھنڪري ھو مڪت آھي. اِندرين ۽
من جون جيڪي بہ ڪريائون گيانوان ڪري ٿو تن ۾ سندس ڪرتا
ٻڌي نہ آھي، تنھنڪري گياني ڪرم ڪندي بہ اڪرتا آھي.
جنھنجي چت ۾ واسنائون ڀريل آھن سو ڪرم نہ ڪندي بہ ڪرتا
آھي. مطلب تہ سنسار جي يا نرڪ سرڳہ جو انڀوُ ڪرائڻ واري من جي
اِندري آھي ۽ نہ ڪرم اِندريون.

ھي رگھونندن! مون توکي برھم وديا جو امولڪ اُپديش ٻڌايو.
اُن موجب تون راڳہ دويش جو تياڳہ ڪري، سمٻڌيءَ سان سڀ جو
ساکي ٿي جڳت جي ڪلياڻ لاءِ ڪرم ڪندو رھہ. جنھنکي پاڻ سڃاڻڻ
کانپوءِ ڪابہ چنتا ناھي اُن کي پرم امرت پد جي پراپتي ٿئي ٿي.

گرو وشسٽ جا اھي وچن ٻڌي شري رام چيو:- ھي گرو مھراج!
توھانجو وڏو اُپڪار مڃان ٿو جو توھانجي اُپديش ڪري منھنجا
سڀ سنديھہ ناس ٿي ويا آھن ۽ مون ڄاتو آھي تہ آتم سدا ڪانسواءِ
ڪجھہ ڪينھي ۽ مان پرم شانتيءَ کي پائي برھم آنند ۾ استٿت
آھيان.




۽ سڀني پراڻين جي اندر آهي. اُنجي ٻوڌا جي وڏي آهي اُن
پان يعني اُنکي هرهنڌ هروقت محسوس ڪرڻ. اهو ڌيان ڪرڻ ئي
سڀ کان وڏي اُپاسنا ۽ اُتم پوڄا آهي. هلندي، چلندي، ڏسندي
ٻڌندي، ڇهندي، سنگهندي؛ مطلب تہ سڀني ڪريائن ڪندي، آتما
جو ڌيان قائم رکڻ گهرجي. اندريت نت نيم سان سادهہ اڀياس ڪندي
چت شڌ ٿئي ٿو ۽ آتما جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ انيؤ ٿئي ٿو تہ هڪ ست
چت آنند آتما ئي جت ڪٿ اسٿت ٿي رهيو آهي.

هي رام! جڏهن ٿئي لوڪن ۾ چيتن آتما کانسواءِ ٻيو ڪجهہ
ٿيو ئي ڪونہ، تڏهن دشمن ۽ دوست ڪنهن کي چوان! آتما سڀ
ڪنهن هنڌ پورڻ آهي ۽ هن کان الڳ ڪابہ وستو ڪانهي. آتما ۾
نہ ٻنڌن آهي ۽ نہ موکش. جنهن آتما جو گيان پاتو آهي، تنهن کي پوڄا
پاٺ جي يا ڌيان لڳائڻ جي ڪهڙي ضرورت؟ هو نہ مري ٿو، نہ جمي ٿو؛
نہ ست آهي، نہ اَست آهي، نہ سکي آهي، نہ دکي آهي. هي رگهونندن!
تون پاڻ آتم نشچي کي ڌارڻ ڪر تہ سڀ مان ئي آهيان. تون نت
شڌ ٻڌ روپ ۽ برهم آهين. تون ڪيول سروپ، جڳت جو سوامي ۽
چيتن سورج سڀني کي پرڪاش ڪندڙ آهين.

هي رگهونندن! گيانوان پرش پاڻ کي سرير کان الڳ سمجهي سرير
جي سکہ دکہ ڪري سکي يا دکي نٿو ٿئي، مگر اگياني پرش لاءِ سرير
انيڪ دکن جو ڪارڻ بڻجي ٿو، چاڪاڻ تہ هو سرير جي ناس ٿيڻ
ڪري پاڻ ناس ٿيل سمجهي ٿو. گيانوان کي ديهہ ناس ٿيڻ تي بہ
ڪو دکہ نٿو ٿئي چاڪاڻ تہ هو سدائين ان پرم پد ۾ اسٿت رهي ٿو جو
پورڻ آهي، شانت آهي، اننت آهي ۽ اکنڊ آهي. گيانوان جيئنوٽيڪ
سرير ڌاري آهي تڏهن بہ سرير سان هنجو سنبنڌ ناهي، جئن سروياپڪ
آڪاس دلي ۾ هوندي بہ دلي جي سنبنڌ کان آجو آهي. گيانوان
سڀني ڪرمن جي ڪرتا هوندي بہ ڪرم ۾ ليپائمان نٿو ٿئي ۽ سدائين
هڪ آتم ديو جي رس ۾ پريل رهي ٿو.

هي رام! گيانوان کي سهج سڀاءَ جيڪي ...

ڦِناندر سوچ ڪرڻ آهي "ويچار". هي رام! جنهن ۾ آتما پرش گيان جا اهي چار ساڌن سانڍيا آهن ۽ هردو شڌ ڪيو آهي، اُن کي آتما جو انڀوَ ۽ گيان ٿئي ٿو.

هي رگهونندن! جئن سمنڊ جون لهرون سمنڊ کان جدا نه آهن، تئن جڳت جا سڀ پدارٿ برهم کان جدا نه آهن. درحقيقت تون برهم آهين، آءٌ برهم آهيان ۽ هيءُ سارو جڙ ۽ چيتن جڳت برهم آهي. گياني پرش اُنءِ منجهي ٿو، جئن هڪ صراف انيڪ ڳهڻن کي ڏسي به سڀ سونوئي سونو سمجهي ٿو. هي رام! تون نشچيه سمجهه ته جڳت ۽ آتما يعني برهم ۾ ڪوئي ڀيد نه آهي. جڳت جي روپ ۾ برهم ئي ڏيکاري ڏيئي رهيو آهي.

هي رگهونندن! ڇوهي مان نڪرندڙ جل مثل من مان واسنائون ۽ سنڪلپ نڪرندا رهن ٿا. انهن واسنائن ۽ سنڪلپن جي جار ۾ جيوُ ائين بيوس ٿي رهيو آهي، جيئن ريشم جو ڪينئون پاڻ کي پنهنجي تندن تارن جي جار ۾ بند ڪندو آهي. پر جنهن ويچاروان پرش برهم پاونا جي تلوار سان پنهنجن واسنائن روپي جار کي ڪٽي ڇڏيو آهي، تنهن لاءِ جڳت جي هستي ئي ڪانهي. هن کي چوطرف مٿي هيٺ، اوري پري هڪ برهم جي سدا سمايل ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هن کي ڪنهن به وستوءَ جي چاهنا نٿي رهي ۽ نه ڪنهن حالت ۾ خوش ٿئي ٿو ۽ نه رنج ڪري ٿو. هو جنم مرڻ جي چڪر کان ڇٽي سم، شانت ۽ نروڪلپ روپ موکيه پد کي پائيندو. پر جيڪو ائين سمجهي ٿو ته آءٌ سرير آهيان ۽ استري گهر ڌن آدڪ پدارٿ منهنجا آهن سو پنهنجي مٿان دنيا جون آپدائون نازل ڪري ٿو. هي رام! اهو پڪ ڄاڻ ته جيوپڻي جي پاونا بنڌن آهي ۽ ست چت آنند پري پورڻ برهمپڻي جي پاونا موکش آهي.

هي رام! ست چت آنند برهم ۾ آتما جي پاونا رک. آتما جي پوڄا ۽ آراڌنا ڪر. اُن ديون جي ديو آتم ديو جي پوڄا لاءِ ڪنهن مندر يا سامگريءَ جي ضرورت نه آهي. هو ته سڀ جڳهه موجود آهي

سان سنسار جي جل ۾ رهندي به سان ڪمل وانگر نرليپ رهان ۽
ڏويش جي سنتاپ کان بچان ؟

گرو وسشٽ جو اُپديش.

جڳت جي ڪلياڻ لاءِ شري رامچندر جيڪي سوال گرو
وسشٽ کان ڪيا تن جي جواب ۾ مها گياني وسشٽ چوڻ لڳو :-
هي رام! وڏي آنند جي ڳالهه آهي جو توکي سنسار جي سيني سکن
هوندي به آتم وراڳ اُتپن ٿيو آهي. پنهنجي وويڪ ڪري جو
تنهنجي من ۾ دنيا کان ڪنارو پيدا ٿي آهي، انهيءَ ڪري ٿون برهم وديا
جي بيشڪ لائق آهين جا مان توکي ٻڌايانٿو ۽ جنهن ۾ تنهنجو ڪلياڻ
ٿيندو. ٻيا ڪنهن کي ٿنهي لوڪن جو راڄ ملي پر تنهن به آتم گيان جي
پراپتيءَ کانسواءِ هن کي شانتي نٿي ملي.
هي رام! سڀ پراڻي آنند پائڻ لاءِ جتن ته ڪري رهيا آهن، پر هو
نٿا ڄاڻن ته وشين جا ڀوڳ ڪڏهن به سکم ڏيڻ وارا نه آهن. اهي پري
کان وڻندڙ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر ڪڻ ماتر ۾ ڪيڻ ٿي وڃن ٿا. پرم آنند
جي پراپتي گيان سان ٿئي ٿي، انڪري گيان حاصل ڪرڻ لاءِ اُدم
ڪرڻ گهرجي. گيان جا چار ساڌن آهن- شم، سنتوش، ست سنگم
ويچار. شم وارو پرش اُن کي چئجي جيڪو پنهنجي اِندرين کي
[illegible]ني سيني جيون سان ملرتا جو وهنوار ڪري، نه ڪنهن وسنوءَ
[illegible] تياڳ ڪري ۽ نه ڪنهن وسنوءَ جي اِنڇا ڪري. سنتوشي پرش
[illegible] آهي جو ترشنا جو تياڳ ڪري اڻ پراپت ٿيل شيءِ جي چاهنا نه
[illegible]ي ۽ پراپت ٿيل پدارٿ جو سکم دکم کانسواءِ ورتاءُ ڪري.
[illegible] سنگم سان ست پرکم جي ڄاڻ ٿئي ٿي ۽ هردي جي اگيان روپي
[illegible]ار ۾ پرڪاش ٿئي ٿو. ويچار سان تتو گيان ۽ تتو گيان سان
[illegible] حاصل ٿئي ٿي. آءُ ڪير آهيان؟ سنسار ڇا آهي ۽ ڪيئن
[illegible]؟ ۽ جنم مرڻ ڪيئن ٿو ٿئي؟ انهن منٿل[illegible]

ڪان ٿين ٿا. مان، اپمان، پيدائش، موت، موھ، بيماري ۽ ٻيا انيڪ پرڪارن جا ڪشٽ منش کي ديھ جي ڪري پراپت ٿين ٿا. انلاءِ ھن دک جي گھر شرير ۾ منھنجو موھ ناھي. تو ھين اھڙو ڪو اُپاءُ ٻڌايو جنھن ڪان ھن شرير ۾ منھنجو ”مان پڻو“ نہ رھي.

ھي گـروجي! جيوَ جي ٻالڪ اوسٿا مورکتا، چنچلتا، ڏينتا ۽ ڀپ ۾ دکي گذري ٿي ۽ جوڀن اوسٿا ۾ جيوُ وشيہ ڀوڳن جي گمپ ۾ قاسي پوي ٿو. جوڀـن اوسٿا روپي اونداھيءَ رات ۾ ڪام ڪروڌ اھنڪار روپي چور آتم آنند روپي ڌن کي لٽي وڃن ٿا، جنھنڪري ھيءُ جيوُ سکہ ۽ شانتي نٿو پائي. جوڀن اوسٿا ۾ وويڪ، ويـراڳہ ۽ سنتوش ناس ٿي وڃن ٿا ۽ جوڀن اوسٿا واري منش کي وشين جي پڻيان ڊوڙندي ڪڏھن بہ ترپتي نٿي ٿئي ۽ ھو سداءِ ترشنا جي آڳہ ۾ جلندو رھي ٿو. نيٺ پيڙاپي روپي ٻلي جوڀن روپي ڪوئي کي کائي پرسن ٿئي ٿي. ٻيڍي جي نربل شرير ۾ سڀ بيماريون اچي گھر ڪن ٿيون ۽ جيئڻ جنجال ٿيو پـوي. اُن وقت استري، پٽ ۽ ٻيا مٽ مائٽ بہ اُن مـان ڪڪ ٿيو پون. آخـر ھڪ ڏينھن اھو شرير ڪال جي پيٽ ۾ ھضم ٿي وڃي ٿو. ڪٿليءَ کان وٺي برھما تائين سڀ ڪال جو بکہ ٿين ٿا، پر پيٽوڙي ڪال ڪڏھن بہ نٿو ڍاپي.

ھي منيشور! جڳت جا جيترا بہ پدارٿ آھن سي سڀ نـاس ٿي ويندا، تنھجو آسرو ڪرڻ يا تن ۾ دل لڳائڻ مورکتا آھي. ھن جڳت روپي بن ۾ ڀوڳہ روپي اگني سڀني جيون کي جلائي رھي آھي. وڄ جي چمڪي مثل ڀوڳہ ۽ آيوُ استر نٿا رھن. جڳن ھاٿيءَ جي پيرن ھيٺان ٻوٽا چيپيا وڃن ٿا، تئن ڀوڳن کان جيو پيسجي دکہ پائي رھيا آھن. انلاءِ ھي سوامي! موکي اھو اُپديش ڪريو جنھن کان چت جي شانتي پراپت ٿئي ۽ شوڪ مٽجي وڃي. موکي ٻڌايو تہ منھنجو ڪلياڻ ڇا ۾ آھي ۽ ھن منجھائيندڙ سنسار ۾ ترشنا روپي ڏائڻ کان ڇوٽڪارو ڪيئن ملي؟ اُھو ڪھڙو اُپاءُ ۽ ڪھڙو سادن آھي، جنھن

ڪري اهڙو اُپاءُ ٻڌايو جنهن ڪان آءٌ هيءُ چٽو روپي جاري ڪري مڪت ٿيان.

ترشنا روپي ٻن ۾ وچڙن وارو من روپي بانــدر، ڪام روپي وڻ جي انيڪ ٽارين ۾ ٽپي رهيو آهي؛ جنهن مان ڪجهه به حاصل مطلب ڪونه ٿو ٿئي. سڀني دکن جو ٻنياد ترشنا ئي آهي. جيو جو شرير پڻ ڏڪي ٿي وڃي تو پر ترشنا ڏيئي ڪانه ٿي ٿئي. سنتوش آدڪ سڀ گڻن کي ترشنا ناس ڪيو ڇڏي ۽ انڪري وڏا وڏا ڌيرجوان پرش به ويڪ ڪان آندا ٿي وڃن ٿا. سڀ پوڳه مها روڳه آهن جي من کي سنتوش ڪرائڻ ۾ سمرٿ ناهن.

هي مني! جئن گهوڙن کــي ٻڌڻ لاءِ ڪلا ٿين ٿــا ۽ هاٿين کي ٻڌڻ لاءِ ٿنڀا ٿين ٿا تئن پرش جي ٻنڌڻ لاءِ استري جوڙيــل آهي. ڪام جي ڀوڳڻ لاءِ پرش جنهن استريءَ جي چاهنا ڪريٿو سا وشٽا ۽ موترسان ڀريل، رت ۽ ماس جي پتلي آهي، جا پراڻن جي آسري سڀ ڪيل ڪري ٿي. جئن نانگڻ جو بدن تمام ڪومل ڏسڻ ۾ ايندو آهي، مگر هوءَ ڇهڻ سان ڏنگي ٿي، تئن استري به پرش جو ناس ڪري ٿي. جئن پتنگ پنهنجي ناس ڪرڻ لاءِ باهه جي اِڇا ڪري ٿو تئن ڪامي پرش استريءَ جي اِڇا ڪريٿو. نانگڻ ته جڏهن ڪـڪي تڏهن اُنجو زهر چڙهي ٿو، مگر استري روپي نانگڻ کي ته پريان ڏسڻ ۽ چتوُنا ڪرڻ سان ئي ڪام روپي زهر چڙهي وڃي ٿو. انڪاءِ جيڪو پرش اهڙي دکدائي استريءَ جي چاهنا ڪريٿو سو وڏو مورک آهي.

هي گروجي! هن شرير روپي وڻ ۾ ترشنا روپي زهر سان ڀريل من روپي نانگ رهيٿو ۽ جيڪو منش ڪامنائن جي پوري ڪرڻ لاءِ اُن وڻ جو آسرو وٺي ٿو سو اُن ترشنا روپي زهر ڪان پيڙجي مري ٿو. هيءُ سرير وڏو ڳڻ چور آهي جو هيٺري ڪارائڻ پيٺارڻ ٿي، به انت ۾ ساٿي ڪونه رهي ۽ ناس ٿي وڃي ٿو، انڪاءِ هن شرير کي ڀوڳه ڀوڳائي ٿاهو ڀتارو ڪرڻ بي سود آهي. جيترا به دک آهن سڀ شرير جي سنجوڳه

ٻوڙندي حيران ٿي رهيو آهي. هميشه هڪ روپ ۾ رهڻ وارو ڪوئي پدارٿ نه آهي. جڏهن خود پنهنجو شريرئي گهٽندو وڌندو رهي ٿو تڏهن ٻين پدارٿن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! بازيگروانگر من به ڪڻ ڪڻ ۾ پنهنجا روپ بدلائي ليلائون ڪريٿو جو ڪڻ ۾ آنند وارو، ڪڻ ۾ شوڪ وارو ۽ ڪڻ ۾ شانت ٿيو وڃي.

هيءَ سنسار جو وهڪرو ڪيڏن سڪدائي ڏيندڙ آهي! هت ته جيءُ مرڻ جي ٻوٽا اُنپن ٿين ٿا ۽ سنسار جا سڀ وهنوار چنچل آهن؛ جيڪي به وشيه ڀوڳ آهن سي دک جو ڪارڻ آهن، سمپتي آفت جو روپ آهي، سک فقط دک لاءِ آهي ۽ جيئڻ مرڻ جي لاءِ آهي. ڪوڙي سک لاءِ جيءُ ائين گهاڄو پيا وڃن، جئن رڻ پٽ ۾ پاڻيءَ جي پاڇي پٺيان هرڻ پيو ٻوڙندو آهي. سنسار جي ڪنهن به پدارٿ ۾ سک ناهي. لڪشمي (ڌن) به دک روپ آهي جو ڌن جي ڪمائڻ ۾ دک، ڌن جي سانڀي رکڻ ۾ دک ۽ ٻيپ، ڌن جي هڃڻ ڪري پٽ به دشمن ٿيو پوي ته بابو مري ته ڌن ملي. ڌن لڪشميءَ سمان منوهر روپ ڌارڻ ڪري من جي ورتيءَ کي ڇڪي ونيٿو جو ايڏي دکدائي هوندي به ڌن جي پراپتيءَ لاءِ جيءُ انيڪ دشٽ ڪرم ڪري ٻين کي دکي ڪريٿو؛ پرپاڻ کي به سک نٿو مليس.

جيءَ جو چت سمنڊ جي لهرين سمان ڌرو به نهر نٿو پائي ۽ وشين جي پٺيان سک لاءِ ائين ٻوڙندو رهي ٿو جئن ڪتو ٽڪر لاءِ در در ڊوڙيندو رهندو آهي. من وري گهڙيءَ پل ۾ئي پدارٿن کان ائين ڪٿوٿئي ٿو جئن بالڪ رانديڪن مان. جئن ڇاڻيءَ ۾ پاڻي پرجي نٿو سگهي، تئن چت به ڀوڳن مان ڪڏهن به ڍاپي نٿو. هي منيشور! وقتي چت ۾ گيان اچي ٿو پر وري ڀوڳن کي ڏسي ائين موهجي ٿو وڃي جئن سرڻ ماس جي ٽڪر کي ڏسي آسمان مان لامارو ڏيئي زمين تي لهي ايندي آهي. هي گروجي! جئن مڇي چار ۾ ڦاسي دکي ٿيندي آهي تئن واشنائن روپي ڌاڳن واري چت روپي چار ۾ مان ڦاسي دکي ٿيو آهيان، تنهن ڪري توهين ڪرپا

چاهه هوندو هو ۽ پاڻ ته ڏاڍو اڀياس ڪندو هو پر ٻارن کي به ٻيو سيکاريندو هو. اُنڪانسواءِ سڀ ويد شاستر به گوروءَ ڪان چِٽ لائي ٻڌندو هو ۽ ٻارن کي ويهي سمجهائيندو هو. مطلب ته چارئي راجڪمار وديا، نمرتا، ڳڻن ۽ راجنيتيءَ ۾ پڙ ٿي گوروءَ جي آشرم مان موٽي محلاتن ۾ آيا.

چارئي راجڪمار جهڙا هئا رشٽ پشٽ، تهڙائي هئا ڌرمشٽ. جيتري هئي منجهن ويرتا، اوتري هئي منجهن نمرتا. هو هرروز صبح جو گهوڙن تي چڙهي جهنگل ۾ شڪار ڪرڻ ويندا هئا ۽ اُتي شينهن چيتن وغيره خونخوار پسن کي ماري واپس اچي پتاجيءَ کي ٻڌائيندا هئا. راجا دشرٿ پنهنجن گڻوان پٽن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو هو. چارئي راجڪمار به سداءِ پتا جي آگيا ۾ ۽ پرجا جي رکيا ۽ پالنا جي ڪم ۾ لڳا رهندا هئا.

جڏهن رامچندر وڏو ٿيو ۽ سندس راج جي سڪن پوڳڻ ۽ نوجوانيءَ جي مزن ماڻڻ جو سمو آيو تڏهن اچي ڪيس ويراڳ ورتي پئدا ٿي ۽ سنسار جا سڀ پدارٿ ڪيس ڪئا لڳا. هو هميشه وانگر سياڻ جو حليمي نهٺو رهيو ۽ وچن مڌر چوندو هو پر نه به دنيوي خوشين ماڻڻ کان اُداس ٿي ايڪانت ۾ نيتر هيٺ ڪري ويٺو هوندو هو. سندس پتا ڪيترائي رمڻيڪ پدارٿ آڻي حاضر ڪيس ۽ سندس ٻارن ۽ مترن هن جي ويراڳ ورتي لاهڻ لاءِ ڪيترائي حيلا ڪيا، پر اُنهن مان ڪو ڪڙ ٿيل ڪونه نڪتو. نيٺ گورو وسشٽ آتم گيان جي بوڌ سان هن جي ويراڳ ورتي ڪهڙي ريت مٽائي سا گيان جي ڀنڊار يوگ وسشٽ شاستر ۾ وستار پورو ڪ ورڻن ٿيل آهي.

جڏهن گورو وسشٽ رامچندر کي آشيرواد ڪري چيو:- هي پتر! تنهنجي چت ۾ جيڪي به ويچار پئدا ٿين ٿا سي مونکي ٻڌاءِ، تڏهن شري رام چوڻ لڳو:- گوروجي! مونکي هن سنسار ۾ ڪابه سار وستو ڏسڻ ۾ نٿي اچي. سڄو سنسار دکن ۾ گهيٽو پيو آهي، ته به مڙڪم آشائن ۽ ترشنائن روپي رڄ جي ڦاهيءَ ڦٻيان بي سوُد

نالا رکيا ۽ انوقت به راجا براهمڻن، نگرواسين ۽ پنهنجن ڪرمچارين کي پوڄن ڪرايو ۽ وري به براهمڻن کي جهجهو دان ڏنو.

رامچندر ۽ ڀرت رنگ جا سانورا ۽ لڪشمڻ ۽ شترو گهن رنگ جا گورا هوا. جيتوڻيڪ چارئي ٻالڪ سندر ۽ منوهر ها ته به شري رام جو گڻ ۽ تيج سڀني کان سرس هو ۽ راجا دشرٿ به کيس سڀني کان وڌيڪ پيارو هو. لڪشمڻ ننڍي هوندي کان ئي رامچندر جو ڀڳت هو ۽ ٻئي اِئين ورتندا هوا ڄڻڪ ٻن ديهن ۾ هڪ جيو هو. لڪشمڻ سدائي شري رام جي مرضيءَ موجب هلندو هو ۽ هن ٻنان نه ٿئب ڪندو هو ۽ نه ڪو سوادي کاڄ کائيندو هو. انهيءَ ئي ڀرت به هڪ ٻئي کي پراڻن کان وڌيڪ پيار ڪندا ها. انهيءَ سانوري ۽ گوري راجڪمارن جون به جوڙيون ڏسي سندن مائون خوشيءَ ۾ نه ماپنديون هيون. جيئن جيئن ٻالڪ ويا وڏا ٿيندا تيئن تيئن سڀني جو پريم به متن ويو وڌندو. جڏهن چارئي راجڪمار هٿن ۾ ڏنش ٻاڻ کڻي ڪنهن رستي تان لنگهندا هوا ته اُتي جا سڀ استريون پرش پنهنجا ڪم ڪاريون ڇڏي کين پريم ڀريل نيڻن سان نهارڻ لڳندا هوا ۽ پنهنجي ڀاڳ کي ساراهيندا هئا.

اُنهيءَ اوڪاري ۽ اکرتا پرماتما رگهوڪل ۾ منش اوتار وٺي منش جهڙا ڪم ڪيا، پر ويچار ڪري ڏسجي ته هو ڪجهه به نٿو ڪري.



## شري رامچندر جو وڏراڳ.



جڏهن چارئي راجڪمار ڪجهه وڏا ٿيا ته ماتا پتا کين جڻيا پارايا ۽ گورو وسشٽ جي آشرم ۾ ودیا پرائڻ لاءِ موڪليو. گوروءَ هنن کي لکڻ پڙهڻ، سواري ڪرڻ ۽ رٿ هڪالڻ ۽ سڀ قسم جا استر شستر (هٿيار) هلائڻ سيکاريا. شري رام کي ڏنر وديا جي اڀياس جو ڏاڍو






ڪوشليا ۽ ڪيڪئيءَ ڏاڍيءَ خوشيءَ سان پنهنجن حصن مان اڌ سمترا کي ڏنو. ان ريت ٽيئي راڻيون ڳرڀوتيون ٿيون ۽ راجا جو منورٿ پورو ٿيو.

ڏکيه پوري ٿيڻ کان ٻارهن مهينا پوءِ چيٽ سُڌي نومي ڏينهن جو راڻي ڪوشليا شڀ لڇڻن واري رام کي جنم ڏنو. اُنوقت پنروسو نکتر ۽ ڪرڪ لڳن گذري رهيو هو ۽ پنج گرهه يعني سورج منگل، شني، گورو ۽ شڪر پنهنجن استانن تي هئا ۽ لڳن ۾ چندرمان، سان ورهسپتي گڏ هو. اهڙن شڀ لڳن ۾ جاول اُن ٻالڪ جون اکيون وڏيون، ڇپ ڳاڙها، ٻانهون ڊگهيون ۽ آواز گنڀير هو. ٻار جي رئڻ جو وڻندڙ آواز ٻڌي محلات جون سڀ راڻيون ڊوڙنديون آيون ۽ پٽ جي جنم جو ٻڌي راجا دشرٿ نه ڄڻ پرم آنند ۾ لين ٿي سڌ ٻڌ وڃائي ويٺو.

راجا جي گهر پٽ جي جنم جو ٻڌي شهر ۾ چوطرف خوشيون ٿيڻ لڳيون ۽ نغارا، ڍول، ۽ شرنايون وڄڻ لڳيون. راجا براهمڻن کي هزارين ڳئون، گهوڙا، هاٿي، رٿ، سون، رتن ۽ ڪپڙا دان ڪيا. ٿورنڪانپوءِ ڪيڪئيءَ جي ڳرڀ مان ڀرت جائو ۽ سمترا لڪشمڻ ۽ شترگهن کي جنم ڏنو. اُنهنجي جنم جي وارتا ٻڌي ايوڌيا جي گهر گهر ۾ خوشيون ٿيڻ لڳيون ۽ جتي ڪٿي راڳ ڳائجڻ لڳا ۽ واڌايون ورڻ لڳيون. سڄو شهر جهنڊين ۽ ٻاٺونڻن سان سينگاريو ويو ۽ گلاب جل، ڪستوري، چندن ڪيسر ايتري اُڏائي وئي جو سڄو وايو منڊل سُڳنڌ سان ڀرپور ٿي ويو. نگر جون استريون هار سينگار ڪري ۽ سوني جي ٿالهين ۾ منگل مئه وستو کڻي راجمحل ۾ اچي ٻالڪن جي آرتي اُتارڻ ۽ گهورون گهورڻ لڳيون. سڀڪو کليءَ دل سان دان ڪرڻ لڳو ۽ راجا دشرٿ کان ته جنهن جيڪي ٿي گهريو سو ٿي مليس. راجا سڀ ڪنهنکي راضي ڪيو ۽ سڀڪو چئني راجڪمارن کي آسيسون ڪرڻ لڳو.

ڇهين ڏينهن گورو وسشٽ راجڪمارن جي ڇٺيءَ تي سندن

برهم گياني مني راجا جا گرو هئا ۽ اُنهن ڪانسواءِ ڪيترائي رشي مني به راجا جا صلاحڪار ۽ منتري هوندا هئا. راجا جا ڏر ماتما منتري راڄنيتيءَ ۾ اهڙا ماهر ۽ عقلمند هوندا هئا جو ٻاهرين هالت ڏسي اندر جو مطلب سمجهي ويندا هئا ۽ ٻيا راجائون ڇا ڪري رهيا آهن سو هميشه پنهنجن جاسوسن معرفت معلوم ڪندا رهندا هئا. انصاف جا ڪوڏيا وري اهڙا هئا جو وقت سر پنهنجي اولاد کي سزا ڏيڻ ۾ به ڪين گسندا هئا. اهڙن گڻوان ۽ ٻڌيمان منترين ذريعي راجا دشرٿ ڪوشل ديش تي راڄ ڪندو هو.

هيڏي وڏي سمپتي ۽ پرتاپ هوندي به راجا دشرٿ جي دل ۾ هڪ ارمان هو جو کيس ڪو پٽ ڪونه هو. راجا کي ڪوشليا ڪيڪئي ۽ سمترا نالي ٽي راڻيون هونديون هيون پر ورهين جا ورهيه گذري ويا تنهن هوندي به کيس ڪا پٽ سنتان نه ٿي ۽ هو سداءِ انهيءَ چنتا ۾ رهندو هو ته سندس ونش کي چالو رکڻ وارو ڪو پٽ هجي. راجا جي چنتا ڏسي گورو وسشٽ کيس صلاح ڏني ته رشي شرنگيءَ کان پٽر پراپتيءَ لاءِ يگيه ڪراءِ. جو اِهو رشي انهيءَ مراد جي يگيه جو خاص ڄاڻو هوندو هو. اُن موجب راجا دشرٿ شرنگيءَ رشيءَ کي گهرائي ويدن جي وڌيءَ موجب يگيه ڪرايو. يگيه پوري ٿيڻ تي اگني ڪنڊ مان هڪ مها تيجسوي ٻاڙهو ديوتا نڪتو، جنهنجي تيج اڳيان ٻرندڙ اگني به ڦڪي ٿي لڳي. اُن پرجاپتيءَ پرش راجا کي هڪ کيرڻيءَ جو لوٽو ڏنو ۽ چيو:- "هي راجا! هيءَ کيرڻي پياريڻ سان تنهنجي راڻين کي گرڀ ٿيندو."
راجا لوٽو وٺي پنهنجي مٿي تي رکيو ۽ ديوتا جي پرڪرما ڪري کيس پرڻام ڪيائين، جنهن ڪانپوءِ هو ديوتا انتر ڌيان ٿي ويو.

راجا دشرٿ کيرڻي کڻي محلات ۾ ويو ۽ اُنمان اڌ پنهنجي پٽراڻيءَ ڪوشليا کي ۽ باقي اڌ ڪيڪئيءَ کي ڏنائين. اُنوقت اُها کيرڻي ونڻ جي چاهنا رکي راڻي سمترا به اُتي اچي نڪتي. تڏهن

راڄائن جو راڄ هوندو هو. اُن ديش ۾ من موهيندڙ سرجو ندي
رهندي هئي ۽ پرجا ڏاڍي سکي ۽ آباد هوندي هئي. اُن ديش جي
راڄڌاني ايوڌيا به سرجو نديءَ تي وسيل هئي ۽ ٻارهن جوجن ڊگهي
۽ ويڪري هئي. اُن جي ڪشادن رستن جي ٻنهي پاسن کان ڇايادار
وڻ ۽ ڦلن ڦلن جا ٻوٽا پوکيل هوا. پرجا جي وسرام لاءِ گهاٽيون باغ
باغيچا، کوه ۽ تلاءُ نهرايل هوا ۽ عاليشان محلاتن ۾ انيڪ ڪلا پوڻ
۽ ڪاريگرون هيؤن. شهر ۾ رتنن ۽ مڻين سان جڙيل انيڪ محلاتن ۽
مڪانن ۾ ڌنوان، ٻلوان ۽ وديادان گرهستي سنتوش ۽ سک پوروڪ
رهندا هوا.

اُن ايوڌيا نگريءَ ۾ رهي سڄي ڪوشل ديش تي مهاراج دشرٿ
راڄ ڪندو هو ۽ سداءِ پرجا جي رکيا ۽ ڀلائيءَ ۾ لڳو رهندو هو. هو
ويد شاسترن جو ڄاڻو، ڏاڍو دورانديش، پرجا جو پيارو، مهرشين
سمان ڌنوان ۽ ڪبير سمان ڌنوان هو. هن ڪيئين دفعا ديوتائن جي
مدد ڪري دئيتن کي لڙاين ۾ شڪست ڏني هئي ۽ سندس اِنهيءَ
پراڪرم جو جس دنيا جي سڀني ديسن ۾ ڦهليل هو.

ايوڌيا واسي به ڌرماتما، ودوان، سچيار ۽ نرلوڀي هوندا هئا ۽
ڪامي، ڪروڌي، ڪنجوس ۽ مورک ماڻهو ته ڳوليو به نه لڀندو هو.
براهمڻ سدا پنهنجي ڪريا ڪرم ۾ رڌل رهندا هئا ۽ وديا پڙهڻ
۽ پڙهائڻ، دان وٺڻ ۽ ڏيڻ، يگيه ڪرڻ ۽ ڪرائڻ، اهي سندن مکيه
ڪم هوندا هئا. ٻين سڀني ورڻن جا ماڻهو به سداچاري، اُدار، مهمانواز،
ٻلوان ۽ ڀڳتي ڀاو وارا هوندا هئا. شهر جي چوطرف اُٺن ڪوهن جي
ڦيري ۾ جنگي سورما گهوڙن ۽ هاٿين تي تيار رهندا هئا جو ڪنهن
جي ڦيري ۾ جنگي سورما هاٿين تي تيار رهندا هئا جو ڪنهن به
دشمن کي پڻ ڪڙڻ جي جرئت نه ڏيندي هئي ۽ انڪري اُن نگريءَ
جو "ايوڌيا" نالو ٺيڪ ئي آيو.

مهاراجا دشرٿ کي اٺ وزير هئا جي سداءِ راجا ۽ پرجا جي
ڀلائيءَ ۾ رهندا هئا. مهرشي وسشٽ ۽ وامديو جهڙا ترڪال درشي ۽

هڪ ننڍڙي ٻالڪي ملي جا ساڪيات لڪشمي سمان سندر ۽ گڻوان هئي.
راجا ۽ راڻي هن کي ڏاڍي پيار سان گهر کڻي آيا ۽ ڏاڍي لاڏ ڪوڏ
سان نپائڻ لڳا. هنن اُن شوڀياوان ڪنيا جو نالو رکيو سيتا ۽ اُها
آهڙي نہ سدوري ۽ ڀاڳيوان هئي جو هن جي ايندي ئي برسات جا
وسڪارا پوڻ لڳا ۽ ملڪ ۾ ڏڪر جو نالو بہ نہ رهيو. انهيءَ راجا جنڪ جو
سيتا ۾ ڏاڍو پيار هوندو هو.



## ڀڳوان رام جو اوتار وٺڻ.



شوجي چوڻ لڳو:- هي پاروتي! راڪشس جڏهن زور ورتو
تڏهن ڌرم کي پاڙون پٽڻ جا ڪم ڪرڻ لڳا. جپ، تپ، هوم
هون ۽ ٻيا شڀ ڪرم بند ڪرائي ڇڏيائون ۽ سڄو سنسار آچار ڀرشٽ
ٿي پيو. چور، جواري ۽ بدمعاش وڌڻ لڳا جي پرائو ڌن ۽ اِستريون
ڌڪڻ لڳا. پٽ ماءُ پيءُ کي ڌڪارڻ لڳا ۽ شِشيہ گرن کان ٽهل ڪرائڻ
لڳا. اهڙن ڪُڪرمن جو بوجهو پرٿوي جهلي نہ سگهي ۽ ڳئُوءَ جو
روپ ڌاري، سيني ديوتائن ۽ رشين کي ساڻ وٺي ڀڳوان وشنوءَ جي
شرڻ وئي. جڏهن سڀ ديوتائون ۽ پرٿوي سچيءَ دل سان ڀڳوان
کي ٻاڌائڻ لڳا ۽ پنهنجي رکيا لاءِ وينتي ڪرڻ لڳا تڏهن آڪاس
واڻي ٿي تہ:- هي پرٿوي ۽ ديوتائون! توهان هاڻي ڪو ڌکر نہ
ڪريو. مان ايوڌيا ۾ راجا دشرٿ جي گهر جنم وٺي پرٿويءَ جو
ٻار لاهيندس ۽ راڪشسن جو انت آڻيندس. توهان ديوتائون بہ
وڃي وانرن جي روپ ۾ جنم وٺو. اها آڪاس واڻي ٻڌي ديوتائن
۽ پرٿويءَ کي دلجاءِ ٿي ۽ ديوتائن وڃي وانرن جي روپ
۾ جنم ورتو.

ياگيہ ولڪ مني چوڻ لڳو:- هي ڀاردواج! هاڻي ايوڌيا ۽ اُنجي
راج ونش جو ورنانت ٻڌ جنهنم رامچندر جنم ورتو. وشال ڪوشل
ديش تي آد جڳاد کانوٺي مها پرتاپي اڪشواڪو ونس جي سورج ونسي

گهريو هو، پر هن سيتيءَ کي انڪار ڪيو جو هن وشڻو ڀڳوان کي ئي منهنجو پتي بڻائڻ ٿي چاهيو. جڏهن منهنجي پتا شنڀاسر ناليءَ دئيت کي به انڪار ڪيو ته هن دئيت منهنجي پتا کي ماري ڇڏيو. پر مان پنهنجي پتا جي آهلاڪ وقت وچڻ کان نابري واري ۽ وشڻو ڀڳوان جي ماڻ لاءِ هيءَ مها تپسيا ڪري رهي آهيان. منهنجو اهو درڍ سنڪلپ آهي ته جي وريندءِ ته وشڻو ڀڳوان کي نه ته ساري عمر ڪنواري رهنديس.

ويدوتيءَ جي اينري چوڻ تي به راوڻ ڪيس ريجهائڻ لڳو ۽ جڏهن هن کي هٿ ڪرڻ لاءِ پرسان ويو ته ويدوتيءَ پاڻ بچائڻ لاءِ يوڳ جي اگنيءَ ۾ پاڻ جلائي ڇڏيو. پاڻ جلائڻ کان اڳ ويدوتيءَ راوڻ کي چيو:- هي پاپي! هيءَ ڏسي ته مان جلائي رهي آهيان پر مان ٻيو جنم وٺي تنهنجي موت جو ڪارڻ بڻبس ۽ هن ڪيل تپسيا جي ڦل ڪري وشڻو ڀڳوان جي پتني ٿينديس.

ڀاردواج! اها ويدوتي ٻئي جنم ۾ سيتا ٿي ۽ وشڻو ڀڳوان جي اوتار رامچندر جي اڌانگني ٿي ۽ راوڻ جي موت جو سبب بڻي. هاڻي سيتا جي جنم جو ورتانت ٻڌ. هڪ دفعي راوڻ رشين منين کان به ڍل جي طلب ڪئي. پلا بنواسي تپسوي ڇا ڏئي سگهندا، انلاءِ انهن پنهنجي سرين مان رت ڪڍي هڪ دلو ڀري راجا راوڻ ڏانهن ڍل طور موڪلي ڏنو. راوڻ جي درٻار ۾ جڏهن اهو هيبت ناڪ دلو پهتو، تڏهن راوڻ حڪم ڏنو ته اهو دلو سندس دشمن راجا جنڪ جي راڄ ۾ وڃي پوريو وڃي. راجا جي حڪم موجب نوڪرن اهو دلو وڃي جنڪ پوريءَ جي هڪ ٻنيءَ ۾ ڏٻيو.

اُن ڪانپوءِ راجا جنڪ جي ملڪ ۾ مينهن وسڻ بند ٿي ويو، جنهنڪري ڍنڍون، نديون، تلاءُ ۽ کوهه سڀ سڪي ويا ۽ ملڪ ۾ اچي ڏڪر ڏڪر پيو. ڏڪر به اهڙو پيو جو ماڻهن جا ڏاڍا برا حال ٿيا ۽ چوطرف هاهاڪار مچي ويو. گروءَ جي چوڻ موجب راجا ۽ راڻي پاڻ ۾ کيڙي اُن پوکڻ لڳا. هر کيڙيندي راجا جنڪ کي ٻنيءَ مان

سگريو کي گهڻ وڏ ڳالهائي راوڻ ڏکڻ سمنڊ تي آيو جتي مهاٻلوان ٻالي سنڌيا اُپاسنا ڪري رهيو هو. راوڻ کي گرجندو ۽ ٻانهون لوڏيندو ايندو ڏسي به ٻاليءَ جپ ڪرڻ بند نه ڪيو پر جڏهن راوڻ سندس اڳيان آيو ته زور سان چنبو هڻي راوڻ کي ائين ته سوگهو جهلايائين، جئن ٻلي ڪوئي کي پڪڙيندي آهي. پوءِ ٻاليءَ راوڻ کي ڪڇ ۾ وڌو ۽ پوڄا ڪندو رهيو، ۽ جڏهن ڏکڻ سمنڊ تي پوڄا پوري ڪري اولهه سمنڊ تي پوڄا لاءِ ويو تڏهن به راوڻ ڪڇ ۾ سوگهو پيو هوس. اتريئن اُتر ۽ اوڀر سمنڊن تي به نت نيم واري پوڄا ڪري ٻالي آڪاس مارگ رستي پنهنجي راڄڌانيءَ ڪشڪندا ۾ موٽي آيو ۽ اُتي اچي راوڻ کي پنهنجي ڪڇ مان ڪڍيائين ۽ حال احوال پڇڻ لڳو. ٻاليءَ جو آديت ٻل ڏسي راوڻ کيس نمرتا سان چيو:- هي وانرراج! توهان ٻل ۽ شڪتيءَ جو ساکيات پنڊار آهيو. مان لنڪا جو راجا راوڻ آهيان ۽ تنهنجي هاڪ ٻڌي توسان يڌ لاءِ آيو هوس، پر مونکي يڌ ملي چڪي ۽ هاڻي مان تنهنجي مترتا جو اڀلاکي آهيان. تڏهن ٻاليءَ اگنيءَ کي ساکي رکي راوڻ سان مترتا ڳنڍي ۽ راوڻ کائونس موڪلائي لنڪا موٽيو.

هڪ دفعي بن ۾ گهمندي راوڻ هڪ مهاسندر رشي ڪنيا ڏٺي جيڪا هرڻ جي کل پهري تپسيا ۾ مگن هئي اُن ڪنيا جي اديت شوڀيا ڏسي راوڻ مٿس موهت ٿي پيو ۽ کيس چوڻ لڳو:- هي سندري! تون پنهنجي هن نئينءَ جوانيءَ ۾ تپسيا ڇا لاءِ ڪري رهي آهين. تنهنجي سندرتا ڏسي ئي سڀ منش مست ٿي پوندا. تپسيا ڪرڻ ته پيرن ماڻهن جو ڪم آهي ۽ تنهنجي هيءَ اوسٿا ته موڄن ماڻڻ جي آهي. انلاءِ تون هيءَ تپسيا ڇڏي، منهنجي راڻي ٿي سنسار جا سڀ ڀوڳ پدارٿ ماڻ ۽ آنند ۾ رهه.

انهيءَ ڪنيا وراڻيو:- هي راجن! مان ڪشڌوج نالي رشيءَ جي ڪنيا آهيان ۽ منهنجو نالو ويدوتي آهي. ڪيترن ئي راجائن، ٻلوان راڪشسن، ديوتائن ۽ دئيتن منهنجي پتا کان منهنجو سڱ

جي دهشت ناڪ پراڪرم جون ڳالهيون ٻڌي مونکي ڏاڍو اچرج ٿي لڳي. ڇا سنسار ۾ ٻيو ڪو اهڙو ٻلوان ئي ڪونہ هو جنهن سندس گهمنڊ ٽوڙيو هجي؟

ياگيہ ولڪ وراڻيو:- ڀاردواج! هن سنسار ۾ ڪهڙو بہ وڏو وير هجي پر اُنکان بہ وڌيڪ طاقتور ڪو نہ ڪو ٿيندو ئي آهي. راوڻ کي بہ سهسر باهو ارجن ۽ وانر راج باليءَ کان هار کائڻي پئي هئي سو ورتانت بہ مان توکي ٻڌايانٿو. هڪ دفعي نرمدا جي ڪناري راوڻ مهاديو جي مورتي ٺاهي پوڄا ڪري رهيو هو. هو مٽيءَ مان مهاديو جي مورتي ٺاهي انيڪ استوتر ۽ منتر پڙهي مورتيءَ تي ٻل پٽر ۽ پشپ چاڙهي پوڄا ڪري رهيو هو. اُنکان ٿورو پريرو مهشمتي نگر جو راجا سهسر باهو ارجن پنهنجن استرين سان نرمدا ۾ جل ڪريڙا ڪري رهيو هو ۽ پنهنجن ٻانهن سان جل جي وهڪري کي روڪي چرچا ۽ رانديون ڪري رهيو هو. وهڪرو رڪجڻ ڪري جل چڙهي آيو ۽ راوڻ جي پوڄا جي سامگري وهائي ويو. اُن تي راوڻ کي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ سهسر باهوءَ سان ڏوبدو لڙائي شروع ڪيائين، پر نيٺ سندس هار ٿي ۽ سهسر باهو کيس ٻوڙين ۾ ٻڌي پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ آڻي قيد ڪيو.

پنهنجي پوٽي راوڻ جي قيد ٿيڻ جو ٻڌي پلستيہ مني مهاراج ارجن وٽ آيو، جنهن سندس پوڄا ڪئي ۽ ڏاڍو آدر ستڪار ڪيائينس. مهرشي پلستيہ جي چوڻ تي سهسر باهو ارجن راوڻ کي آزاد ڪيو ۽ اگنيءَ کي ساکي رکي ساڻس متر تا ڳنڍيائين.

سهسر باهو ارجن کان هار کائي بہ راوڻ گهمنڊ ۾ پرجي پرٿويءَ تي ٻاڻ جهڙو ٻلوان ڳولهيندو وتندو هو. هن ٻڌو تہ ڪشڪنڌا جي وانرن جو راجا ٻلي ڏاڍو ٻلوان آهي. اهو ٻڌي هو پشپڪ ومان تي چڙهي ڪشڪنڌا آيو پر اُن وقت ٻالي شهر ۾ ڪونہ هو. سندس پاڻ سگريو، راوڻ جي اچڻ جو مطلب ٻڌي، کيس چيو:- راڪشسراج! ٿورو ترس تہ ڄاڻ ٻالي پوڄا ڪري موٽندو پر جي مرڻ جي جلدي هجي تہ ڏکڻ سمنڊ تي وڃي ٻاليءَ جو درشن ڪر!

ورائيس:- هي راڄن! موکي ڇڏ. هو مان هن وقت تنهنجي پائڻي نل ڪبير وٽ وڃي رهي آهيان ۽ انکري مان تنهنجي نهن ٿيس ۽ ٿون مونکان پري ٿي. راوڻ چيس:- رنڀي! نهن نہ اُها ٿيندي آهي جا ڪنهن هڪ پرش جي استري هجي. توهان اپڇرائن جو نہ ڪو پتي ناهي. ائين چئي راوڻ رنڀا سان هڪ پتر جي ڇپ تي ڀوڳہ ڪيو. رات گذاري جڏهن رنڀا ڪليل وارن، بگڙيل ڪپڙن ۽ گهٽڻ سان وڃي نل ڪبير کي سموري واردات ٻڌائي، تڏهن نل ڪبير راوڻ کي سراپ ڏنو تہ جي هو ٻيهر ڪنهن بہ استريءَ جي مرضيءَ برخلاف ساڻس ڀوڳہ ڪندو تہ سندس مستڪ جا ست ٽڪرا ٿي ڪري پوندا. اهو سراپ ٻڌي رشي مني ۽ پتورتا استريون خوش ٿيون ۽ اُن ڪانپوءِ راوڻ ڪنهن بہ استريءَ سان زوريءَ ڀوڳہ ڪرڻ ڇڏي ڏنو.

جڏهن راڪشسن ديولوڪ تي وڃي گهيرو ڪيو تہ ديوتائن بہ ساڻن ڏاڍي گهمسان لڙائي ڪئي ۽ راوڻ جي ناني سماليءَ ۽ ٻين ڪيترن وڏن جوڌن کي ماري ڇڏيو. اُن وقت ميگهناد اهڙو تہ پراڪرم ڏيکاريو جو ديوتائن جي سگها ۾ ٻاڪر ڪتو مچائي ڏنائين ۽ ديوراڄ اِندر کي قيد ڪري وٺي آيو. انريت ديوتائن کي جيئني راڪشس لنڪا ۾ موٽي آيا. اُنوقت برهماجيءَ ميگهناد وٽ اچي اِندر کي ڇڏي ڏيڻ لاءِ چيو. ميگهناد برهما جي پوڄا ڪئي ۽ سندس چوڻ موجب اِندر کي آزاد ڪيو. برهماجيءَ پرسن ٿي ميگهناد کي اموگهہ ور ڏنا ۽ کيس اِندرجيت جي پدوي ڏني. هوڏانهن اِندر دايو لڄي ٿي وڃي ديولوڪ ۾ راڄ تہ ڪرڻ لڳو پر سداءِ راڪشسن جي دٻ ۾ رهندو هو.



ارجن ۽ ٻاليءَ هٿان راوڻ جي هار ۽ سيتا جي جنم ڪٿا.

پارِدواڄ ياگيہ ولڪ منيءَ کان پڇڻ لڳو:- هي منيشور! راوڻ

اُنهن لنڪا ۾ اچي خوب خوشيون مڃايون ۽ پڇائي آيل استرين سان پوڄ ولاس ڪرڻ لڳا.

راوڻ جڏهن لنڪا ۾ موٽي آيو ته ڪيس وڀيشڻ چيو ته "راجن! توهان پنهنجي جاتين جي استرين کي زوريءَ پڇائي آڇو ٿا سو ڪڪرو اسانجي ڪل تي ڪلنڪ آهي. جڏهن توهان پين سان ڪريو ٿا تڏهن ٻيا توهانجي ڪل جي استرين سان ڪن ٿا. توهانجي غير حاضريءَ ۾ مان جڏهن تپسيا ڪري رهيو هوس ته مڌو نالي راڪشس توهانجي ماسات ڪنڀينسيءَ کي زبردستيءَ ڪڍي ويو آهي." اهو ٻڌي راوڻ ڪروڌ ۾ پرجي مڌو راڪشس تي ڪاهي ويو. سندس ماسات ڪنڀينسي جڏهن ڏٺو ته راوڻ سندس پتيءَ کي مارڻ لاءِ آيو آهي ته هوءَ وٽس اچي سندس پيرن تي ڪري پيئي. راوڻ ڪيس ڏاڍي پريم سان اٿاريو ۽ چيائيس ته پيڻ! توکي جيڪي گهرڻو هجي سو گهر. تڏهن ڪنڀينسي چيو ته هي پراتا! پتورتا استريءَ لاءِ پتيءَ کان مٿي ٻيو ڪي ڪينهي، انڪري توهان منهنجي پتيءَ کي جيئدان ڏيو ۽ مونکي نرپتي ڪريو. هن جي چوڻ موجب راوڻ مڌوءَ کي معاف ڪيو ۽ ساڻس ماڻي ۽ مترتا ٻڌي. مڌو به پنهنجي سگها وٺي راوڻ کي مدد ڏيڻ لاءِ سندس اِندرلوڪ جي چڙهائيءَ ۾ شريڪ ٿيو.

راوڻ پنهنجو شاهي لشڪر وٺي اِندرلوڪ تي چڙهائي ڪئي ۽ رستي تي ڪيلاس پربت تي منزل ڪيائين. اُتي اڌ رات جو، جڏهن سندس سگها ننڊ ۾ آرامي هئي، تڏهن راوڻ پهاڙ جي چوٽيءَ تي چانڊوڪيءَ ۾ ڪيلاس پربت جي شوڀيا ڏسڻ لڳو. چوگرد گلن جي ٽڪار، سيتل وايو، پهاڙ جي رونق ۽ خاموش چانڊوڪيءَ راوڻ کي گهائل ڪري ڇڏيو. انوقت جو هن ڏٺو ته اپسرا رنڀا سنها ريشمي ڪپڙا پائي ۽ انيڪ هار سينگار ڪري ڪيڏانهن وڃي رهي آهي. راوڻ سندس هٿ پڪڙيائين ۽ هنکي چوڻ لڳس ته هي چند مکي! تون ڪيڏانهن وڃي رهي آهين؟ رنڀا

هو گنڌ رون تي ڪاهي ويو ۽ ڪبير کي لڙائيءَ ۾ شڪست ڏيئي وٽانئس گهڻيئي هيرا جواهر ۽ پشپڪ ومان ڦري آيو. پشپڪ ومان هڪ عجيب ومان هئو جو من جهڙي تيز رفتار سان اُڏامندو هو ۽ اُنجي ٿنڀن ۾ هيرا ۽ مٽيون جڙيل هيون. اُن ومان ۾ گرمي يا سردي نه ٿيندي هئي ۽ سداءِ هڪ جهڙي وڻندڙ منڌ رهندي هئي. اُن ومان ۾ هال ۽ ڪوٺيون نهيل هيون ۽ ڪڏهن به پڇي پري نه سگهندو هو. اهڙو دويه ومان پراپت ڪري راوڻ وڏيڪ گهمنڊ ۾ پرجي ويو.

هڪ ڏينهن راوڻ پشپڪ ومان تي چڙهي ڪيلاس پربت وٽان تي لنگهيو ته هماليه جي اوچائيءَ ڪري ومان اڳتي وڌي نه سگهيو. تنهن تي راوڻ چيو ته جنهن پربت ڪري پشپڪ ومان جي گتي روڪجي وئي تنهنکي ئي پٽي ڦٽو ڪريان. جڏهن هو پنهنجن ويهن ٻانهن جو زور لڳائي پربت کي کڻڻ لڳو ۽ ڪيلاس کي ڏودڻ لڳو، تڏهن مهاديو پنهنجي آڱوٺي جي زور سان پربت کي دٻايو ته راوڻ هيٺان چيپاڻجڻ لڳو. اُنوقت راوڻ وياڪل ٿي روئڻ لڳو ۽ مهاديو جي اُستتيءَ ۾ انيڪ استوتر ٺاهي ڀولاناٿ کي پرسن ڪيائين. اُنوقت شوجيءَ چيس :- هي دشگريو! مان توتي پرسن ٿيو آهيان ۽ توکي هيءَ وجيه ڪندڙ تلوار ڏيان ٿو. هيءَ جو پربت کان دٻجي تو روئڻ "راو" شبد ڪيو، ان لاءِ اڳتي تون راوڻ جي نالي پرسڌ ٿيندين. راوڻ مهاديو کي وارنوار پرڻام ڪري تلوار ورتي ۽ پشپڪ ومان تي چڙهي واپس لنڪا موٽي آيو.

ڪجهه وقت ڪانپوءِ راوڻ راڪشسن جو وڏو لشڪر سنبرائي سڄي پرٿويءَ تي دگوجيه ڪرڻ لاءِ نڪتو. جتي به ديوتائون مليس تتي کين ناس ڪيائين ۽ ڏيتن، دانون ۽ منشن جي سيني راجائن کي آڻ مڃائي پنهنجو زبردست بڻايائين. سندس ڀيڻ شورپنڪا جي پتيءَ ودنيجهوءَ سندس اڌڪار مڃڻ کان انڪار ڪئي ته اُن کي به ماري ڇڏيائين. راڪشسن جيڪو جيڪو ملڪ فتح ڪيو، اُنهون جا مال متاع ۽ درليڀ شيون، سندر سندر استريون ۽ ڪنيائون لنڪا ۾ کڻي آيا.

ور پنڪا جو به وواهه ڪرايو. وقت پائي راوڻ کي مندودريءَ مان
ڪ مها بلوان پٽ ڄائو جيڪو ڄمڻ مهل ميگهه (بادل) سمان ناد
(گرجنا) ڪري روئڻ لڳو، انڪري راوڻ سندس نالو ميگهه ناد رکيو.

## راوڻ جا ڪرتوت ۽ ديوتائن تي وڄهه.

ياڳيه ولڪ مني چوڻ لڳو: ڀاردواج! راڪشسن کي لنڪا مان
ته هو ڏاڍو زور وٺي ويا. هڪ ته راوڻ پاڻ مها بلوان هو ۽ ڪنڀڪرڻ
سان ته مقابلي ڪرڻ وارو اڃا سنسار ۾ پيدا ئي نه ٿيو هو. راوڻ جا
سيناپتي ڪمڪ، اڪمپن، وجرڪيتو ۽ ڌومرڪيتو وغيره وغيره
اهڙا جوڌا هئا جو اڪيلي سر ئي سڄي پرٿويءَ کي جيتي سگهن. راوڻ
جو پٽ ميگهناد ته وري مهاپراڪرمي ساماڻو جو سندس نالو ٻڌي ئي
ديوتائون ٿر ٿر ڪنبندا هئا. راوڻ جو سک، سنپتي، مٽ، مائٽ،
سئنا، سهائڪ، جس، ٻڌي ۽ ٻل ڏينهون ڏينهن ائين وڌڻ لڳا جئن
لاڀ ٿيڻ سان لوڀ وڌندو آهي.

راڪشس زور ۾ آيا ته پنهنجن آڳاٽن دشمنن ديوتائن کي
ناس ڪرڻ شروع ڪيائون. هو انهن ملڪن ۾ ڪاهي ويندا هئا
۽ سندن گهر ٻار، باغ ۽ شهر جلائي ۽ ڦرلٽ ڪري ايندا هئا. راڪشسن ديوتائن
جي ملڪ ۾ هاهاڪار مچائي ڏنو ۽ ايتري قدر جو هڪ دفعي سندن
راڄڌانيءَ کي ڦري لٽي سندن مشهور نندن بن جو باغ به برباد ڪري
آيا. جڏهن به ديوتائون راڪشسن جي سامهون پوندا هئا ته انهن جي
پراڪرم اڳيان بيهي نه سگهندا هئا ۽ هار کائي ڀڄي ويندا هئا. نيٺ
ديوتائن گنڌرون جي راجا ڪبير کان سهائتا گهري. ڪبير راوڻ کي
چوائي موڪليو ته سندس انياچار ڪري سندن ڪل جي بدنامي
ٿي رهي آهي ۽ جي هو ديوتائن تي ظلم ڪرڻ بند نه ڪندو ته گنڌرو
ديوتائن جي مدد ڪندا. راوڻ کي انهيءَ ڳالهه تي ڏاڍي مٺيان
مٺائين ديوتائون گنڌرو پاڻ ايڪو ڪن تنهن کان اڳ ئي

ڇانيءَ سان لڳائي چوڻ لڳو:- پٽ! تو تپسيا ڪري برهما کان اموگهه وردان پراپت ڪري منهنجو منورٿ سڦلو ڪيو. هاڻي ديوتائون يا گنڌرو اسان کي جيتي نه سگهندا ۽ راڪشس پنهنجي اڳين اوج تي رسندا ۽ پنهنجي راڄڌاني لنڪا هٿ ڪندا. پر راوڻ چيو:- ڪٻير منهنجو وڏو ڀاءُ آهي، ان لاءِ هن سان مان نه لڙندس. پر نيٺ راڪشسن کيس سمجهائي باز آندو، تڏهن هن ڪٻير کي چوائي موڪليو:- هي پراڻا ڪٻير! لنڪا جو بيٽ آدجڳاد کان وٺي راڪشسن جي راڄڌاني هئو سو توهان اهو ملڪ کين موٽائي ڏيو.

ڪٻير جواب ۾ چوائي موڪليو:- هـي راوڻ! جڏهن اسان گنڌرون اچي لنڪا هٿ ڪئي ته راڪشس اهو ٻـيٽ ڇڏي ويا هئا. توهين منهنجو ڀاءُ آهين، انلاءِ منهنجو راڄ پاٽ ۽ ڌن دولت تنهنجي به آهي. تون بلاشڪ لنڪا ۾ اچي مونسان گڏ سکي ٿي رهه. اهو جواب موڪلي ڪٻير پنهنجي پتا وشروا مني‌ءَ کي وڃي سموري حقيقت ٻڌائي، جنهن چيس:- هي پٽ! راوڻ برهما کان ور پائي گهمنڊ ۾ ڀرجي ويو آهي. ٻنهي ڀائرن جو پاڻ ۾ وڙهڻ ٺيڪ نٿو ڄڳائي، ان لاءِ تون منهنجي ڳالهه مڃي ڪيلاش پربت تي وڃي پنهنجي نگري وساءِ ۽ لنڪا جي قلعي لاءِ راوڻ ۽ ٻين راڪشسن سان يڌ نه ڪر.

پتا جي صلاح موجب ڪٻير سڀني گنڌرون کي وٺي پنهنجو مال متاع، هاٿي، رٿ، ومان ۽ قيمتي شيون ۽ وستر وغيره کڻي ڪيلاش جي پرسان الڪاپوريءَ نالي نگر وسايو. اُن کان پوءِ راڪشس لنڪا ۾ آيا ۽ راوڻ کي اچي پنهنجو راجا ٿاڦيائون. انريت راوڻ جي ڪري راڪشسن کي لنڪا موٽي ملي. راوڻ جو پراڪرم ڏسي راڪشسن جاتيءَ جي وشو ڪرما (وڏي انجنير) ميه نالي راڪشس کيس پنهنجي سندر ڪنيا مندودري پرڻائي ڏني ۽ ڏاج ۾ هڪ اموگهه شڪتي پڻ ڏني. تنهن کانپوءِ ميه دانو لنڪا جي مرمت ڪري کيس هڪ مها ڄبرو قلعو بڻايو ۽ اُنهر انيڪ شاندار سونا محل بڻايا، جن ۾ وڏا وڏا سورويرراڪشس سينائپتي رهڻ لڳا. راوڻ پنهنجن ٻنهي ڀائرن ۽ ٻين

هڪ ڏينهن راجا ڪبير پنهنجي پيءُ سان ملڻ لاءِ پشپڪ ومان تي چڙهي سندس آشرم ۾ آيو. هنجو شان شوڪت ڏسي ڪيڪسي پنهنجي وڏي پٽ راوڻ کي چوڻ لڳي:- هي پٽ! تون پنهنجي مائٽيلي ڀاءُ ڪبير جي سمپدا ۽ پرتاپ ڏس ته هو ڪهڙن نه شوڀايمان تي رهيو آهي ۽ تون پنهنجي به حالت ڏس! تون پراڪرم ۾ هن کان گهٽ ناهين، رڳو تون اُدم ڪر!

راوڻ کي ماءُ جا وچن تير وانگر چڀجي ويا ۽ هو پنهنجن ڀائرن کي وٺي وڃي تپسيا ڪرڻ لڳو. ڪيترن ورهين جي گهور تپسيا ڪانپوءِ برهما مٿن پرسن ٿيو ۽ کين ور گهرڻ لاءِ چيائين. راوڻ ور گهريو ته:- مان امر ٿيان. برهما چيس ته:- ائين ٿي نٿو سگهي؛ تون ٻيو ڪو ور گهر. تڏهن راوڻ چيو:- ڀڳون! مونکي اهو ور ڏيو ته مان. منش ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جيو هٿان نه مران، ڇو جو ته منش مان مونکي ڪو ڀئو ناهي، هو ته ڪک پن مثل خسيس آهن. برهما پرسن ٿي چيس:- راوڻ ائين ئي ٿيندو ۽ تنهن ڪانسواءِ تون جهڙو به روپ چاهيندين تهڙو ٿي سگهندين. تنهن ڪانپوءِ برهما وڀيشڻ جي مرضيءَ موجب کيس اهو ور ڏنو ته سندس بڌي سداءِ ڌرم ۾ اٽل رهي. باقي رهيو ڪنڀڪرڻ جو اڳيئي هو ڀيانڪ ۽ نردئي سو ديوتائن کي اچي ڀئو لڳو ته متان ڪو ٻيو خوفائتو ور وٺي وڏيڪ ظلم ڪري تن سرسوتيءَ کي سندس واتيءَ ۾ وهاريو ته ڪنڀڪرڻ جي زبان مان نڪري ويو:- ڀڳون! مونکي اهو ور ڏيو ته مان ڇهه مهينا سمهان ۽ هڪ ڏينهن ڀوڄن ڪريان. برهما چيو:- تٿاستو! ائين ئي ٿيندو. تڏهن ڪنڀ ڪرڻ دکي ٿي سوچڻ لڳو:- اڙي! ڀاڳيه جو چڪر ڏسو جو منهنجي چاهنا به نه هئي سا ڳالهه منهنجي زبان مان ڪيئن نڪري وئي!

اهڙا ور پراپت ڪري جڏهن راوڻ پنهنجن ڀائرن سميت موٽي آيو ته پاتال مان راڪشس راج سمالي ٻين راڪشسن کي وٺي اچي پنهنجن پراڪرمي ڏوهٽن سان مليو. هو راوڻ کي ڏاڍي پريم سان

ڪيڪسيءَ ڪان وشروا جڏهن اچڻ جو سبب پڇيو تڏهن هوءَ مڌر واڻيءَ ۾ چوڻ لڳي :- هي سندر مني ! منهنجو نالو ڪيڪسي آهي ۽ مان پنهنجي پتا جي رضامنديءَ سان توهان وٽ آئي آهيان. توهان جهڙو سوڀياوان ۽ تيجسوي پتي پائي مان خوش ٿيندس ۽ پنهنجي قسمت چڱي سمجهندس.

وشروامنيءَ ڪي ڪيڪسيءَ جي سندرتا ۽ مڌر واڻي ڏاڍي وڻي. هو چوڻ لڳو:- هي سندري! تون پترسنتان جي اڀلاکا رکي مون وٽ آئي آهين، پر هيءُ جو تون سنڌيا جي هن ڀينڪر ويلي ۾ مون وٽ آئي آهين، اُن لاءِ تنهنجا پٽ به ڀينڪر سڀاءَ وارا ٿيندا ۽ پنهنجي براهمڻ ڪل کي ڇڏي نردئي راڪشسن سان پريت رکندا.

منيءَ جا اهي وچن ٻڌي ڪيڪسي چوڻ لڳي ته:- مونکي دراچاري پٽر نه گهرجن. تڏهن وشروا چيس :- تنهنجو سڀ کان ننڍو پٽ ڌرماتما ۽ منهنجي برهمڻ ونس جي انوسار سداچاري ٿيندو. تنهنڪانپوءِ ڪيڪسي وشروا منيءَ جي استري ٿي اُنجي آشرم ۾ رهڻ لڳي ۽ وقت ٿي پائي کيس هڪ ڀينڪر شڪل وارو عجيب بالڪ ڄائو جنهنکي ڏهه سر ۽ ويهه ٻانهون هيون ۽ رنگ هوس ڪاري سرمي جهڙو. اُنجي پيدا ٿيڻ تي بادل ڀينڪر گرجنا ڪرڻ لڳا، سورج جي جوت ڦڪي ٿي ويئي، ڌرتي ڌڙڪڻ لڳي ۽ سمنڊ ۾ طوفان لڳڻ لڳا. وشروا منيءَ اهڙي ڀيانڪ بالڪ جو نالو رکيو دشگريو يعني ڏهن سسين وارو، جو پوءِ راوڻ جي نالي سان مشهور ٿيو.

راوڻ کانپوءِ ڪيڪسيءَ کي ٻيو بالڪ ڄائو سو به مهابلوان هئو ۽ اُنجو نالو رکيائون ڪنڀ ڪرڻ. تنهنڪانپوءِ ڪيڪسيءَ کي شورپنکا نالي هڪ ڌيءَ ڄائي ۽ سڀ کانپوءِ هن ڌرماتما وڀيشڻ کي جنم ڏنو. انهن ٽنهي ٻارن مان ڪنڀ ڪرڻ ڏاڍو مست ۽ تامسي هوندو هو جو هو جلد ڪجهه جي وڻ جيڏو ٿي ويو ۽ کيترو به گهڻو کائيندو هو ته به سندس پيٽ نه ڀربو هو ۽ هو بن ۾ وڃي رشين منين کي به ماري کائيندو هو. اهي ٽيئي بالڪ پنهنجي پتا جي آشرم ۾ رهي ويد شاسترن جو اڀياس ڪندا هئا ۽ راوڻ نه ڏاڍو ودوان ٿيو.

کائي پچڻ لڳا. ديوتائن ۽ گنڌرون ۾ بہ نئون جوش ۽ بل جاڳيو جو انهن لنڪا ۾ بہ راڪشسن جي پٺ نہ ڇڏي. نيٺ جڏهن ماليوان، سمالي ۽ ماليءَ ڏٺو تہ سندن سڄو لشڪر لڙائيءَ ۾ مارجي ويو آهي، ۽ لنڪا کي بہ دشمن چوگرد ويڙهي ويا آهن تڏهن هو لنڪا ڇڏي پنهنجن استرين سميت پاتال ۾ وڃي لڪا. لنڪا گنڌرون جي هٿ آئي ۽ سندن راجا ڪبير اُتي راڄ ڪرڻ لڳو ۽ ديوتائون بہ نشچنت ٿي پنهنجي ديس ۾ رهڻ لڳا.

هوڏانهن پاتال ۾ راڪشس انهيءَ ئي چنتا ۾ رهڻ لڳا تہ هو پنهنجو وڃايل راڄ ۽ شان شوڪت ڪيئن حاصل ڪن. پر اُنهن ۾ ڪو اهڙو پراڪرمي راڪشس ڪو نہ بچيو هئو جو اهو مها ڪٺن ڪم ڪري سگهي. ڪجهہ ورهيہ گذرڻ بعد سماليءَ کي هڪ سندر ڪنيا ڄائي جنهنجو نالو هن ڪيڪسي رکيو. اُها جڏهن جوان ٿي تہ سمالي هن کي لنڪا وٺي آيو، جتي ڪبير جو شان ۽ دبدبو ڏسي سماليءَ ڪيڪسيءَ کي چيو:- هي ڌيءَ! تون هاڻي وواهہ يوڳيہ ٿي آهين. تون ڪبير جي پتا مها تيجسوي وشروامنيءَ کي وڃي پنهنجو پتي بڻاءِ تہ جيئن توکي بہ ڪبير سمان پراڪرمي ۽ ٻاوان پٽ ڄمن جيڪي راڪشس-جاتيءَ کي ذواليت جي کوهہ مان ڪڍي اڳئين اوج تي پهچائين.



پتا جي آگيا موجب ڪيڪسي مهرشي پلستيہ جي پٽ وشروامنيءَ جي آشرم ۾ آئي. اُن وقت سنڌيا جو وقت هو ۽ مني اگني هوتر ڪري ويٺو هو تہ ڪيڪسي بہ وڃي سندس پرسان ويٺي ۽ پنهنجي شرميلي نگاهن سان کيس ڏسڻ لڳي. چنڊ سان چهري واريءَ سندر

## لنڪا ۾ راڪشسن جو راڄ ۽ راوڻ جو جنم

ياگيه ولڪ مني چوڻ لڳو:- ڀاردواج! هاڻي راوڻ ۽ ڪنڀ ڪر[ڻ] جو جنم ورتانت ٻڌ. راڪشسن جي جاتيءَ ۾ ماليوان، سمالي ۽ مالي نالي ٽي مها ٻلوان راڪشس هوا جن گهور تپسيا ڪري برهما کان وردان ورتا [۽] وڏي طاقت ۽ شڪتي حاصل ڪري سمنڊ جي وچ ۾ وچي لنڪا ٻيٽ وسايو. انهن لنڪا ٻيٽ جي ترڪوٽ نالي پربت تي هڪ مظبوط قلعو اڏايو، جنهن ۾ سوني ۽ مڻين سان جڙيل عاليشان محلات ۽ گهر ٺاهيائون. اُن قلعي ۾ هنن منوهر باغ باغيچا، وڏيون شاندار سڙڪون ۽ آرام گاهه ٺاهيا جنهن ۾ خوشبودار ٻوٽا ۽ گل ڦل هوندا هئا. مطلب ته ناگن جي ڀوڳوتي ۽ اِندر جي امراوتيءَ کان به وڌيڪ سندر ۽ رمڻيڪ لنڪا هئي، جتي رهي اُهي ٻلوان راڪشس پرٿويءَ تي راڄ ڪندا هئا.

ماليوان، سمالي ۽ مالي ته اڳيئي مها ٻلوان هئا ۽ وري جڏهن لنڪا جهڙو اجيت قلعو ٺاهيائون ته پوءِ هنن کي ڪنهن جو ڀؤ نه رهيو. هو راڪشسن جا وڏا وڏا ڪٽڪ وٺي ديوتائن ۽ گنڌرون تي چڙهايون ڪري انهن جا ملڪ ويران ڪرڻ لڳا. هو رشين منين جا آشرم ڊاهي ۽ انهن جا يگيه بگاڙي سندن تپسيائون ۽ ڌرم ڪريائون بند ڪرائڻ لڳا. هو ساڪيات ڪال سمان ڀينڪر هئا ۽ مست ٿي سڀني کي پيا آزاريندا هئا، پر ڪنهن کي به سندن مقابلو ڪرڻ جي يا سمنڊ جي وچ ۾ لنڪا ٻيٽ جهڙي مظبوط قلعي تي چڙهائي ڪرڻ جي جرئت نه ٿيندي هئي.

سڀ ديوتائون، گنڌرو ۽ رشي مني وشڻو ڀڳوان جي شرڻ ويا ۽ ڪيس راڪشسن جي انياچار ۽ پنهنجي دک جو ورڻن ڪري ٻڌايائون. وشڻو ڀڳوان کين سهائتا ڪرڻ جو وچن ڏنو ۽ سڀني جو پاڻ ۾ سنگهٽن ڪري ۽ اُنهن ۾ پنهنجو تيج ۽ ٻل ڀري راڪشسن تي چاڙهي موڪليو. پوءِ ته اچي ڀينڪر يڌ لڳي جا ڪيترائي ورهيه هلندي رهي. جڏهن وشڻو ڀڳوان ڏٺو ته ديوتائون ۽ گنڌرو پاڻ ۾ ملي ڪري به راڪشسن کي جيتي نٿا سگهن تڏهن هو پاڻ وچي ديوتائن جي طرفان وڙهڻ لڳو. پوءِ ته چوطرف راڪشسن ۾ هاهاڪار مچي ويو ۽ هو هار

گهوڙي کي وچي طبيلي ۾ ٻڌو. راجا سوديل جو جاڳي پاڻ کي محلات ۾ ڏسي عجب ۾ پيو ۽ منيءَ جي سڌ مهاتما هجڻ جو پڪو ويساهه ٿيس ۽ هنجي ساراهه ڪرڻ لڳو. تن ڏينهن ڪانپوءِ ڪپٽي منيءَ ڪال ڪيتوُ روپ بدلي راجا وٽ آيا ۽ اچي کيس سڀ سمجهايائون. انهن جي چوڻ موجب راجا هڪ لک براهمڻن کي ڀوڄن ڪرائڻ لاءِ پاڻ وٽ گهرايو. هن ڪپٽي راڪشس ۽ منيءَ ڀوڄن تيار ڪيو، جنهن ۾ انيڪ پرڪارن جا طعام هئا جنهن ۾ ماس ملايو هئائون. راجا اُهو ڀوڄن پرڇي براهمڻن کي ڏنو ته اُنوقت آڪاس واڻي ٿي ته:- هي براهمڻو! اُٿو، اُٿو. هي ڀوڄن مٽان ڪائو جو انهه ۾ براهمڻن جو ماس مليل اٿوَ —
آڪاس واڻي ٻڌي سڀ براهمڻ اُٿي کڙا ٿيا. راجا به وياڪل ته ڏاڍو ٿيو پر مٿس اهڙو ڪو جادو چڙهيل هئو جو ڪجهه ڪجي نه سگهيو. تڏهن براهمڻن اِنهيءَ پاپ ڪرم لاءِ راجا کي جوابدار سمجهي، ڪروڌ ۾ ڀرجي کيس سراپ ڏنو ته:- هي مورکه! جئن تو هڪ راڪشس جو ڪم ڪري سڀني براهمڻن کي ڪٽنب سميت ناس ڪرڻ ٿي چاهيو، تئن شل تنهنجو ٻل ۽ راجائي ناس ٿئي ۽ تون ڪٽنب سميت وڃي راڪشس ٿئين.
راجا اهڙو ڀيانڪ سراپ ٻڌي بيهوش ٿي پرٿويءَ تي ڪري پيو. ان ريت راجا کي سراپ ڏياري ڪپٽي منيءَ ڪالڪيتوُ پڇجي ويا ۽ ٻين راجائن کي وٺي آڻي مٿس چڙهائي ڪيائون. پرتاپ ڀانو ۽ اري مردن لڙائيءَ ۾ مارجي ويا ۽ سندس ڪٽنب ۾ به ڪوڪو نه بچيو. ياگيه ولڪ چوڻ لڳو:- هي ڀاردواج! ڀلا براهمڻن جو سراپ به ڪو مٽي؟ جڏهن وڌاتا ڪنهن سان رسندو آهي ته اُن لاءِ واريءَ جا ڪڻا به پربت، نوڙي نانگه ۽ ڀتا به ڪال ٿي پوندو آهي. ٻئي جنم ۾ پرتاپ ڀانوُ ڪٽنب سميت وڃي راڪشس ٿيو ۽ ڏاڍو ٻلي ساماڻو. هن جو نالو راوڻ ۽ سندس ڀاءُ جو نالو ڪنڀڪرڻ ٿيو. اُنهنکي مارڻ لاءِ ڀڳوان اوتار ورتو.

لاءِ نرم آسڻ ڏنو. جڏهن راجا جي ٿڪاوٽ دور ٿي تڏهن منيءَ
ڪائونس پريڇيو پڇيو ته راجا چيو:- هي مني! مان پرتاپ ڀانوءَ نالي
راجا جو وزير آهيان ۽ شڪار جي پٺيان ڊوڙندي رستو وڃائي ويٺو
آهيان. اهو ٻڌي منيءَ چيو:- ٻچا! مونکان پاڻ نه لڪاءِ جو اسانکي
پنهنجي تپسيا جي ٻـل ڪري سڀ معلوم آهي ته تون پـاڻ راجا
پرتاپ ڀانوءُ آهين. مان تنهنجي شيل سڀاءُ ۽ نمرتا ڪري ڏاڍو پرسن
ٿيو آهيان سو تون مونکان ڪو من گهريو ور گهر.

ڪپٽي منيءَ جي ڳالهه ٻڌي راجا جو منس وشواس جمي ويو ۽
هو ڪيس سڏيَ وارو پهتل تپسوي سمجهي چوڻ لڳو:- هي ڪرپانڌان!
مونکي اهڙو ور ڏيو جو مان اجر امر رهي سوين ڪلپن تائين پرٿويَ
جو راج ڪندو رهان ۽ مونکي ڪو به جيتي نه سگهي.. تپسويَ وراڻيو:-
راجن! اهو ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. تون مها پراڪرمي آهين ۽ پرٿويءَ
جو ڪو به ڪتري جوڌو نه توکي جيتي نٿو سگهي. مگر توکي براهمڻن
جا نسواءِ ڪو به آڌين ڪري نه سگهندو. براهمڻن کي آڌين ڪرڻ جو
اُپاءُ هيءُ آهي ته جيڪو ڀوڄن مان تيار ڪريان سو تون پرچي براهمڻن
کي کاراءِ. جيڪو به اُهو اَن کائيندو سو تنهنجي آڌين رهندو. تون
جڏهن پنهنجي راڄڌانيءَ ۾ پهچين تڏهن هڪ لک براهمڻن کي ڏاهو
کارائج ۽ مان انوقت تنهنجي گهر براهمڻ جي روپ ۾ اچي ڀوڄن
تيار ڪندس. پر اها ڳالهه ٻئي ڪنهنکي به نه ٻڌائج. چا لاءِ ته يوگه،
يڪتي، تپ ۽ منترن جو پرڀاءُ تڏهن ٿيندو آهي جڏهن اهي ڪم
لڪي ڪيا آهن. هينئر تون آرام ڪر ته مان توکي پنهنجي يوگه جي
ٻل سان تنهنجي گهوڙي سميت محلات ۾ پهچائيندس ۽ ٽئين ڏينهن
توسان اچي پروهت جي ويس ۾ گڏ بس.

راجا کي ڪپٽي منيءَ تي وڏيڪ ويساهه جمي ويو ۽ هنجي اکيا پائي
سمهي پيو. انـوقت راڪشس ڪال ڪيتو آيو جنهنکي ڪپٽي منيءَ
سڄي حقيقت ٻـڌائي، جا ٻڌي هو ڏاڍو خوش ٿيو. هـن راڪشس
راجا کي کڻي آڻي سندس محلات ۾ پلنگ تي سماريو ۽ سندس

موهه ۾ نه ڦاٿو هجي، اهو مَن ۾ سوچي مايا جي مالڪ ڀڳوان جي شرڻ پوڻ گهرجي. هڪ ٻئي ڪلپ ۾ ڀڳوان جي اوتار وٺڻ جو جيڪو سبب ٿيو سو به مان توکي ٻڌايان ٿو.

ڪيڪئہ ديش جي ستيہ ڪيتوءَ نالي راجا کي پرتاپ ڀانوءَ ۽ اري مردن نالي ٻه پٽ هوندا هئا، جي مها ٻلوان ۽ گڻوان هئا ۽ پاڻ ۾ ڏاڍو پيار هوندو هون. ستيہ ڪيتوءَ ڪانپوءِ سندس وڏو پٽ پرتاپ ڀانوءَ تخت تي ويٺو ۽ هن ڪيترن راڪشسن جو انت آڻي براهمڻن ۽ مهاتمائن جي رکيا ڪئي. انڪري هن ڪال ڪيتوءَ نالي راڪشس جي ڏهن ڀائرن ۽ سؤ پٽن کي به ماريو هو جو جو هو رعيت کي آزاريندا هئا؛ پر ڪال ڪيتو پاڻ ڀڄي وڃي جهنگل ۾ لڪو. پرتاپ ڀانوءَ هڪ ٻئي ظالمي راجا کي جيتي سندس راڄ ۾ شانتي ۽ ڌرم جي استاپنا ڪئي. اُهو راجا به جهنگل ۾ وڃي تپسوي ٿي رهڻ لڳو پر هو سدائين پرتاپ ڀانوءَ کان بدلو چڪائڻ جي فڪر ۾ رهندو هو.

هڪ دفعي جهنگل ۾ پرتاپ ڀانوءَ جي ٻنهي دشمنن يعني اُن راجا ۽ راڪشس ڪال ڪيتوءَ جي پاڻ ۾ ملاقات ٿي ته ٻنهي هڪ ٻئي سان پنهنجو حال اوريو ۽ پرتاپ ڀانوءَ جي درگتي ڪرڻ لاءِ هڪ سازش سٽي. هڪ دفعي جڏهن پرتاپ ڀانوءَ جهنگل ۾ شڪار ڪري رهيو هو تڏهن ڪال ڪيتو هڪ سوئر جي روپ ۾ سندس اڳيان ويو. راجا کيس تير هڻندو پٺيانئس پيو، پر اُهو ڪپٽي سوئر اهڙي نہ رمزسان ڊوڙندو ڀڄي ويو جو کيس هڪ به تير نہ ٿي لڳو ۽ هو پرتاپ ڀانوءَ کي ڪپٽي تپسويءَ جي ڪٽيا پرسان آڻي گم ٿي ويو. راجا اُن گهاٽي جهنگل ۾ سوئر کي ڳوليندي رستو ڀلجي پيو ۽ جڏهن کيس اُڃ ۽ ٿڪ اچي وياڪل ڪيو تڏهن اُن منيءَ جي آشرم ۾ گهڙي ويو. پرتاپ ڀانوءَ جو هارايل راجا هڪ منيءَ جي روپ ۾ اُتي رهيو پيو هو.

ڪپٽي مني پرتاپ ڀانوءَ کي پاڻ وٽ ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو پر راجا کيس سڃاڻي نہ سگهيو ۽ هن کي سچو تپسوي سمجهي پرڻام ڪيائين. منيءَ کيس پئڻ لاءِ جل، کائڻ لاءِ ڦل ڦول ۽ آرام ڪرڻ



ڪئي. ڪيترن ورهين گذرڻ بعد ڀڳوان مٿن پرسن ٿيو ۽ کين پنهنجو درشن ڏنائين. شنک، چڪر، گدا ۽ پدم ڌاري ڀڳوان کي ساکيات پنهنجي اکيان ڏسي هو ٻئي گد گد ٿي ڀڳوان کي وار وار پرڻام ڪرڻ لڳا. جڏهن ڀڳوان کين ور گهرڻ لاءِ چيو تڏهن هو ٻئي چوڻ لڳا:- ڀڳوان! اسانکي توهان جهڙو پٽ گهرجي.

ڀڳوان چيو:- تٿاستو! راجن. پرمون جهڙو ته ٻيو ڪو به ڪونهي انلاءِ مان پاڻ اچي اوهانجو پٽر ٿيندس. هاڻي توهان ٻئي اِندر پريءَ ۾ رهي ديوتائن جا سک ڀوڳيو ۽ پوءِ توهان تريتا جڳ ۾ جنم وٺي ايوڌيا جا راجا دشرٿ ۽ راڻي ڪوشليا ٿيندءِ تڏهن مان توهانجو پٽر ٿي توهانجو منورٿ پورو ڪندس. ائين چئي ڀڳوان انترڌان ٿي ويو ۽ سوايم ڀو منوُ ۽ شت روپا ڪجهه وقت ڪانپوءِ ديهه تياڳي اِندر پوريءَ ۾ وڃي ديوتائن جا سک ڀوڳيا. وقت پائي اهي ٻئي راجا دشرٿ ۽ ڪوشليا ٿيا ۽ ڀڳوان پنهنجي ڏنل ور کي سچو ڪرڻ لاءِ انهن جي گهر اوتار ورتو.

ياگيه ولڪ چوڻ لڳو:- ڀاردواج! هرهڪ ڪلپ ۾ ڀڳوان جو اوتار ٿيندو آهي ۽ اوتار وٺڻ جا انيڪ سبب آهن جي سندر ڪٿائون رشي مني ورڻن ڪندا آهن. جئن ڀڳوان بي انت آهي تئن سندس ليلائن جو به انت ناهي. ڀڳوان جي مايا ڏاڍي پربل آهي

सुरनर मुनि कोउ नाहिं, जेहि न मोह माया प्रबल।
अस बिचार मन माहिं, भजिय महा माया पतिहि॥

ديوتا، منش ۽ رشي مني اهڙو ڪو به ڪونهي جيڪو مايا جي

پيا راجائون موٽي ويا تڏهن
چڏهن سويمبر سڀا برخواست ٿي ۽ ڀيا راجائون موٽي ويا تڏهن
نارد بہ ڏاڍو نراس ٿيو ۽ پاڻ جو ڪلڻ هاب ٿيو هڻوسو پاڻيءَ ۾ وڃي
پنهنجي شڪل ڏٺائين. پنهنجي باندر جهڙي شڪل ڏسي نارد ڪـي
ڀڳوان تي ڏاڍو ڪروڌ لڳو ۽ وري جو ساههون ڀڳوان کي ڏٺائين تہ
اُمالڪ سراپ ڏنائينس:ـ هي ڪپٽي! هيءَ منش ديهہ ڌاري جو مونکي
ٺڳيو اٿئي سو وڃي مرتيو لوڪ ۾ منش جوڻ وٺ ۽ جئن مونکي استريءَ
جو وڇوڙو ڏنو اٿئي تئن توں بہ وڃي استريءَ جي جدائيءَ جو ڏکہ
ڀوڳہ ۽ منهنجي شڪل، جو باندر جهڙي بڻايئہ سو باندر ئي تو کـي
سهائتا ڪندا.

اُنوقت ڀـڳوان پنهنجي مايا ڇڪي ورتي تہ اُها نگري ۽ وشو
موهني راجڪماري الوپ ٿي وئي. اها روبڪار ڏسي نارد ڀـڳوان
جي مايا کـي سمجهي ويو ۽ اهنڪار مٽجي ويس. هو ڀـڳوان جي
چرڻن تي ڪري پنهنجي ڀـل بخشائڻ لڳو ۽ پنهنجي سراپ لاءِ
پڇتائڻ لڳو. ڀـڳوان کيس ڏيرج ڏيئي روانو ڪيو ۽ پنهنجي ڀڳت
جو سراپ انـگيڪار ڪري شري رام جـي روپ ۾ منش لـوڪ ۾
اوتار ورتو.



منوءَ ۽ شت روپا جي تپسيا ۽ پرتاپ ڀانوءَ کي سراپ.



شوجي چوڻ لڳو:ـ هي اُما! ڀڳوان جي اوتار وٺـڻ جو ٻيو بہ
هڪ سبب ٻڌ:ـ سوايم ڀومنوءَ سندس استريءَ شت روپا کان هيءَ
منش سرشٽي شروع ٿـي آهي. اُنهن ٻنهي گهڻيئي سنتان پئدا
ڪئي ۽ گهڻيئي ورهيہ راج ڪيو ۽ نيٺ اُنهن کـي گيان اُپجيو تہ
ڀڳوان جي درشن کانسواءِ اسان پنهنجي جيوت اَڪارٿي وڃائـي
آهي... اهو سوچي اُنهن ٻنهي وڃـي ڀـڳوان جـي ڪئن تپسيا

نارد کي رستي تي هڪ عاليشان شهر ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي سندرتا ۽ بناوٽ وڻڪندڙ ڪان به وڌيڪ هئي ۽ نگرواسي ڪامديو ۽ رتيءَ سمان روپوان هئا. اُن شهر جي راجا پنهنجي وشو موهني ڪنيا جو سويمبر رچيو هو جنهن لاءِ ڪيترن ئي ڪيترن جا راجڪمار اچي ڪٺا ٿيا هئا. جڏهن نارد سويمبر سڀا ۾ وڃي راجڪماريءَ جي سونهن ڏٺي ته سڌ ٻڌ وڃائي ويٺو ۽ اهو ويچار ڪرڻ لڳو ته اهڙو ڪو اُپاءُ ڪريان جو هيءَ راجڪماري موهتي ريجهي مونکي ورمالا پهرائي. اهو سوچي نارد ايڪانت ۾ ويهي ڀڳوان جو ڌيان ڪيو ته هو دين ديال اچي پرگهٽ ٿيو. نارد ڀڳوان کي هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي ته:- هي ڀڳون! ڪرپا ڪري مونکي اهڙي سندرتا ڏيو جو راجڪماري اُٿيڇو مونکي پسند ڪري. هي ناٿ! مان توهانجو داس آهيان سو جنهن ۾ منهنجو ڀلو ٿئي، تئين ڪريو.

پنهنجي مايا جي پربلتا ڏسي ڀڳوان من ۾ مشڪي نارد کي چيو:- جنهن ۾ تنهنجي ڀلائي ٿيندي سو ڪم آءٌ ضرور ڪندس. جئن بيمار جي گهرڻ تي به حڪيم کيس نقصان ڪندڙ شيون نه ڏيندو آهي، انهيءَ طرح مان به تنهنجي ڀلائي ڪندس.

ائين چئي ڀڳوان انترڌان ٿي ويو ۽ مايا جي موهه ۾ ڦاٿل نارد کي ڀڳوان جي وچن جو رهسيه سمجهه ۾ نه آيو. هو سويمبر سڀا ۾ ٻين راجائن جي پرم نهي ٽڪي وڃي ويٺو. هن پڪي سمجهيو ته هو اهڙو ته روپوان ٿو لڳي جو راجڪماري کيس ڏسندي ئي مٿس موهت ٿي پوندي. پر حقيقت ۾ ڀڳوان سندس شڪل هڪ باندر جهڙي ڪري ٻڌائي هئي. راجڪماري سڀني راجائن کي ڏسندي ويئي پر ڪروپ نارد ڏانهن اک کڻي به نه نهاريائين. تڏهن نارد وياڪل ٿي، راجڪماريءَ جو ڌيان ڇڪڻ لاءِ آسڻ تي اُٿ ويهه ڪرڻ لڳو، جنهن تي ٻيا راجائون مٿس چٿرون ڪرڻ لڳا. انوقت هڪ راجا جو روپ ڌاري ڀڳوان به اُتي آيو، جنهنجي سروپ تي موهت ٿي راجڪماريءَ کيس ورمالا پهرائي.



ٿي جنم ورتو. ڀڳوان وراهه اوتار ڌاري هرڻاڪش سان گڏا يڌ ڪئي ۽ نيٺ کيس ماري ڇڏيو. هرڻڪشپ جو پٽ ڀڳت پرهلاد هو جنهنجي رکيا لاءِ ڀڳوان نرسنگهه اوتار ڌاري هرڻڪشپ جو انت آندو. ٻئي جنم ۾ اهي ٻئي ڀائر راوڻ ۽ ڪنڀ ڪرڻ جي روپ ۾ جاوا، جن کي مارڻ لاءِ ڀڳوان، رامچندر جو اوتار ورتو. هي ڀاردواج ٽئين جنم ۾ انهن دئيتن ششوپال ۽ دنت وڪرٽي جنم ورتو جنکي ڀڳوان، ڪرشڻ اوتار ۾ ماريو ۽ اندريت سنتڪمارن جو سراپ پورٻي جنم ۽ وجئه وري وجي ڀڳوان جا پارشد ٿيا.

شوجي چوڻ لڳو:- هي پاروتي! شري رامچندر جي اوتار ڌارڻ جو ٻيو سبب نارد جو سراپ به هئو. اهو ٻڌي پاروتي عجب ۾ پرجي چوڻ لڳي:- هي ڪرپاڌان! نارد جهڙي ڀڳت ۽ گياني ڀڳوان کي سراپ ڇا لاءِ ڏنو؟ ڏڌهن مهاديو چيو:- پاروتي! نه ڪوئي گياني آهي ۽ نه ڪومورکه! جنهنکي جنهن وقت شري رام، جهڙو بڻائي ٿو سو اهڙوئي ٿيو پوي. هڪ دفعي ڪامديو، رنڀا آدي اپسرائن سان نارد منيءَ کي ريجهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر نارد کي ڊانواڊول ڪري نه سگهيو. ڪامديو نه هار کائي موٽي ويو پر نارد تي اهنڪار غالب پئجي ويو، سو هو جتي ڪٿي ٿانءَ ۾ پرجي پنهنجي وڏائي ڪرڻ لڳو. ڀڳت هتڪاري ڀڳوان ڏٺو ته منهنجي ڀڳت جي هردي ۾ اهنڪار جو سلو اُڀريو آهي سو مونکي پٽي ڪيڻ گهرجي، انلاءِ ڀڳوان [illegible] جو هڪ کيل رچايو.

پر ته ٻه ڏسي ٿو، سرير نه اٿس پر ته ٻه ڇهي ٿو اندريت هنجا سڀ ڪرم الوڪڪ آهن ۽ هنجي مهما جو ڪو ٻه ورڻن ڪري نٿو سگهي. اُهو نرگڻ پرماتما دشرٿ جو پٽ راجا رامچندر آهي جنهنجي نالــي ڳنهڻ سان انيڪ جنمن جا پاپ ناس ٿين ٿا ۽ منش ڀوساگر لنگهي پار پوي ٿو.

هي پياري! نرگڻ پرماتما منش ديهه ڇو ڌاري سو هاڻي ٻڌايان ڏيڻي ٻڌ. اها ڪٿا پکين جي راجا گرڙ کي ڪاڪڀشنڊيءَ ٻڌائي هئي سا هاڻي مان توکي ٻڌايانٿو. جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿيندي آهي ۽ دشٽن جا ٻچڙا ڪم ۽ ظلم وڌي ويندا آهن تڏهن ڌرم جي استاپنا ڪرڻ لاءِ ۽ ڀڳتن جو دک دور ڪرڻ لاءِ ڀــڳوان اوتار ڌارڻ ڪندو آهي. شري رامچندر جو جنم ٻه انهيءَ ڪري ئي ٿيو هو.

هڪ دفعي مها تيجسوي سنتڪمار رشي ڀڳوان جو درشن ڪرڻ لاءِ وئڪنٺ ڌام ويا ته جئه ۽ وجئه نالي ڀڳوان جي ٻن دوارپالن کين ڀڳوان وٽ وڃڻ نه ڏنو. جيتوڻيڪ اهي چارئي آتم گياني ڪمار سڀ کان عمر ۾ وڏا آهن پر ته ٻه سدائين پنجن ورهين جا ننڍڙا ٻالڪ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. جڏهن انهن چئن اُگهاڙن ٻالڪن کي جئه وجئه ڀڳوان وٽ وڃڻ کان روڪيو تڏهن سنتڪمارن جئه وجئه کي هنريت پاراٿو ڏنــو:ــ ڀڳوان لاءِ نه نه ڪو ننڍو آهي نه وڏو ۽ نه اُگهاڙو ۽ نه ڍڪيل، پر هيءَ جو توهان پاسخاطري لـڳائي ويٺا آهيو ۽ ڀڳوان وٽ وڃڻ کان روڪيو ٿا، ان لاءِ توهان هتي رهڻ لائق نه آهيو. توهان وڃي مرتيو لوڪ ۾ دئيتن جي جوڻ وٺو.

جڏهن جئه ۽ وجئه اهو ڀيانڪ برهم سراپ ٻڌو تـڏهن سنتڪمارن جي چرڻن تي ڪري معافي گهرڻ لـڳا ۽ هنن کان پنهنجي اُڌار جو اُپاءَ پڇيائون. سنت ڪمارن چيو:ــ توهان ٽي دفعا دئيتن جي جوڻ ۾ جنم وٺندءَ ۽ ٽيئي دفعا ڀڳوان اوتار ڌاري توهانجو انت آڻيندو، تنهنڪانپوءِ توهان وري اچي ڀڳوان جا پارشد ٿيندا.

ان کانپوءِ سنتڪمار ڀــڳوان جو درشن ڪري هليا ويا ۽ انهن جي سراپ ڪري جئه ۽ وجئه پهرين جنم ۾ هرڻيڪشپ ۽ هرڻاڪش






## جيه وجيه کي سراپ ملڻ ۽ نارد جو ڀڳوان کي سراپ ڏيڻ



شو ۽ پاروتي جي اهڙي منوهر ڪٿا ٻڌي ڀاردواج رشي ڏاڍو
[پر]سن ٿيو ۽ ياگيه ولڪ منيءَ کي وڌيڪ ڪٿا ٻڌائڻ لاءِ وينتي ڪيائين.
[يا]گيه ولڪ هن جي شرڌا ڏسي چيو:- هي مني! ڪيلاس پربت تي
[هـ]ڪڙو وڏو گهاٽو ٻڙ جو وڻ آهي جنهن جي شيتل ڇايا ۾ سگنڌ واري
[هـ]وا ڳهي لڳندي آهي. اُن وڻ جي هيٺان هڪڙي ڏينهن شنڪر ڀڳوان
ويٺو هو ۽ سندس پياري پاروتي به اُتي اچي ويٺي ۽ کيس چوڻ
لڳي:- هي ناٿ! توهين جو سداءِ رام نام پيا سمريو سو رام ايوڌيا جو
راجا هئو ڪين پيو ڪو اَجنما، الکه ۽ نرگڻ ڀڳوان آهي؟ اڳئين جنم ۾
مون رامچندر جي پريکيا ورتي ۽ سندس مهما ڏٺي ته به مون مند ٻڌيءَ
کي پوري ڄاڻ نه ٿي ۽ جنهن جي سبب مونکي اها ملي جو توهان
کان ويوگ ٿيو. هاڻي مونکي سموري رام ڪٿا ٻڌڻ جي ڏاڍي چاهنا
آهي سا ڪرپا ڪري ٻڌايوم ۽ پهريائين اهو ٻڌايوم ته نرگڻ ڀڳوان
سگڻ اوتار ڇا لاءِ ڌاريو؟

پنهنجي پياريءَ جا اهي وچن ٻڌي شوجي چوڻ لڳو:- هي
پاروتي! نرگڻ ۽ سگڻ ۾ ڪو به ڀيد ڪونهي. جيڪو ڀڳوان نرگڻ،
روپ-رهت، اَلکه ۽ اَجنما آهي سوئي ڀڳتن جي پريم ڪري سگڻ
ٿيو پوي، جئن ٿڌ جي ڪري پاڻي برف ٿي پوندو آهي. خوشي،
رنج، گيان، اگيان، ممتا ۽ اپمان اهي سڀ جيو جا ڌرم آهن ۽
جيتوڻيڪ اهي سڀ اَست آهن پر اَست هوندي به سک يا دک ڏين
ٿا، جئن سپني ۾ ڪو سر وڍي ته سواءِ جاڳڻ جي اهو دک نورنت
نٿو ٿئي. شري رامچندر انهي سپني جي ڀرم کان پري، پارٻرهم،
سروياپڪ، سچدانند سروپ آهي ۽ هنجو نه آدي آهي ۽ نه انت.
ويد ۽ پراڻ چون ٿا ته هنجا پير ناهن ته به هلي ٿو، ڪن ڪينهنس
... ٿو، هٿ ڪينهنس پر ڪارج ڪري ٿو، نيٽر ڪينهنس

سرپہ ڏاريءَ مان توکي ڪهڙو سک ملندو؟ تون انهيءَ اگهوريءَ جو خيال لاهي ڇڏ. اسان تنهنجو وواهہ منوهر روپوان ۽ گڻوان وشڻو ڀڳوان سان ڪرائينداسين.

پاروتيءَ وراڻي ڏني ! منيشورو! شنڪر ڪهڙو بہ آهي، مونلاءِ گڻن جو ڀنڊار آهي. مان هردو هاري چڪي آهيان ۽ اُن ۾ ڪو ڦير نہ پوندو. مان وواهہ ڪنديس تہ مهاديو سان نہ تہ ڪنواري رهنديس.

پاروتيءَ جو شوجيءَ لاءِ اهڙو اٽل پريم ڏسي سپت رشي گد گد ٿي ويا ۽ هٿ جوڙي چوڻ لڳا:- هي جڳدمبي! هي ڀواني! تنهنجي سداءِ جئہ ٿئي. تون مايا ۽ شوجي ڀڳوان آهي ۽ اوهين جڳت جا ماتا پتا آهيو.

ائين چئي سپت رشي هماچل وٽ آيا ۽ کيس پاروتيءَ ڏي موڪليائون، جو کيس گهر وٺي آيو. پوءِ سپت رشي برهما کي وٺي مهاديو وٽ آيا ۽ اچي کيس پاروتيءَ جي درڙ پريم جي حقيقت ٻڌايائون ۽ وينتي ڪيائون تہ هو پاروتيءَ کي وواهہ ۾ انگيڪار ڪري. شنڪر برهما جي ڳالهہ سويڪار ڪئي، جنهن تي سپت رشي هماچل وٽ ويا جنهن اُهو سڀ خوشيءَ سان قبول ڪيو. پوءِ تہ ٻنهي پاسن وواهہ جون تياريون ۽ شادمان ٿيڻ لڳا. سڀني ديوتائن پنهنجا وماڻ ۽ سواريون سينگاريون ۽ شوجيءَ کي گهوٽ جي ويس ۾ هماچل جي گهر وٺي آيا، جتي شڀ مهورت ۾ سندس پاروتيءَ سان وواهہ ٿيو. هماچل پنهنجي ڌيءَ کي بيشمار ڏاج ڏنو ۽ سندس استريءَ مئنا پاروتيءَ کي اهوئي اُپديش ڏنو تہ "سداءِ مهاديو جي سيوا ۾ رهج ڇو جو پتيءَ کانسواءِ استريءَ جو ٻيو ڪو بہ ديوي ديوتا پوڄڻ لائق ناهي." شوجي پاروتيءَ کي وٺي ڪئلاس آيو ۽ ٻيا ديوتائون بہ پنهنجي پنهنجي گهر راهي ٿيا. ڪئلاس ۾ شو پاروتي ڏاڍي آنند ۾ رهڻ لڳا ۽ ڪجهہ وقت کانپوءِ پاروتيءَ کي ڪارتڪيہ نالي مها پراڪرمي پٽ ڄائو جنهن تارڪاسر دئيت کي ناس ڪري ديوتائن کي سکي ڪيو.



## ستيءَ جو ٻئي جنم ۾ پاروتي ٿي مهاديو سان وواهه.

ستيءَ مرڻ وقت شنڪر ڀڳوان جو ڌيان ڪيو هو ۽ اهو ئي ور گهريو هئو ته جنم جنمانتر ۾ سندس پريت شوجيءَ جي چرڻن ۾ لڳي رهي. انهيءَ ور موجب هوءَ ٻئي جنم ۾ هماچل جي گهر ۾ جائي ۽ سندس نالو پاروتي پيو. پاروتي جڏهن وواهه لائق ٿي ته هڪ ڏينهن نارد مني هماچل جي گهر آيو، جنهن هماچل سندس ڏاڍو آدر ستڪار ڪيو ۽ پاروتيءَ کي اڳيان آڻي سندس پرالبڌ بابت پڇڻ لڳو. نارد چيس :- هي راجا! تنهنجي هيءَ ڪنيا گڻونتي، شيلونتي ۽ روپونتي آهي ۽ سدائين سهاڳڻ رهندي. سڀني سنسار جون استريون هن جو سمرڻ ڪري پنهنجي پتيورتپڻي ۾ دڙ رهنديون. هن جو وواهه شوجيءَ سان لکيل آهي. پر هو ديوتائن جو به ديو آهي ۽ هن کي وواهه لاءِ مڃائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. پر جي پاروتي وڃي تپسيا ڪندي ته هو دين ديال ضرور سڀ منورٿ پورا ڪندو.

اهو چئي نارد مني ته آشيرواد ڏئي برهم لوڪ ڏي هليو ويو پر هماچل ۽ سندس استريءَ منا کي ڏاڍو ڪنڪوتي بيٺو. پاروتيءَ کي ته پنهنجي اڳلي جنم جي سڌ هئي سا ماتا پتا کي دلداري ڏيئي وڃي ڪٺن تپسيا ۾ لڳي. جيتوڻيڪ هوءَ ڪومل انگن واري هئي ته به پنهنجي پراڻ پياري شنڪر جي ڌيان ۾ پنهنجي ديهه جي سڀ سڌ ٻڌ ڀلائي سدائِ اُنهي لنو لڳائي آراڌنا ڪندي رهندي هئي.

پاروتيءَ جي ڪٺن تپسيا ڏسي ستن رشين مهاديو وٽ وڃي سموري حقيقت سڻائي، تڏهن مهاديو ڪين پاروتيءَ جي پريکيا وٺڻ لاءِ موڪليو. سپت رشي پاروتيءَ وٽ اچي چوڻ لڳا :- هي راجڪماري! تون نارد جي ڳالهه ٻڌي جنهن مهاديو کي ورڻ لاءِ ڪٺن تپسيا ڪري رهي آهين تنهن ۾ تو اهڙو ڪهڙو گڻ ڏٺو آهي؟ هن ته ننگو ٿي بدن کي ڀسم لڳائي، ڪپالن ۽ هڏن جون مالائون سدائين مساڻن ۾ پيو ڦرندو آهي. اهڙي اشپ ويس ڌاريءَ ۽

ملي. هن ڏنو ته يگيه ۾ مهاديو لاءِ ڪو حصو نه رکيو ويو هئو
شوجيءَ جي نندا ڪري رهيو هئو. ستيءَ ڪان پنهنجي پتيءَ جو اپمان
سٺو نه ويو ۽ هوءَ ڪروڌ ۾ ڀرجي يگيه سڀا ۾ چوڻ لڳي:- هي سڀاسدو!
جنهن به مهاديو جي نندا ڪئي آهي ۽ ٻڌي آهي تنهن کي جلد اُن جي
سيکت ملندي ۽ منهنجي پتا کي به پڇتائڻو پوندو. جو شنڪر ڀڳوان
ساري جڳت جو آتم سروپ، هتڪاري ۽ ڪرتا ڌرتا آهي تنهن ديا جي
ساگر جي نندا منهنجو گهمنڊي پتا ڪري رهيو آهي. منهنجو هيءُ
شرير اهڙي اگياني ۽ منڊ ٻڌيءَ مان پيدا ٿيو آهي ان لاءِ ڌڪار جوڳو
آهي ۽ تنهنڪري مان هن سرير جو تياڳ ڪريان ٿي.

ائين چئي ۽ مهاديو جي چرڻن جو ڌيان ڌري ستيءَ پنهنجي
يوگ ٻل سان پنهنجي سرير کي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيو. اهو ڏسي
يگيه سڀا ۾ هاهاڪار مچي ويو. اُن وقت ستيءَ سان آيل گڻن يگيه کي
بگاڙڻ چاهيو پر ڀرگو آدي رشين ۽ دڪش جي ماڻهن کين هڪالي ڪڍيو.
جڏهن ڪيلاس ۾ مهاديو ستيءَ جي ڀسم ٿيڻ ۽ پنهنجن سيوڪن
جي هڪالجڻ بابت ٻڌو ته هن ڪروڌ ۾ ڀرجي پنهنجي هڪ جٽا مان
ويرڀدر نالي هڪ ڀيانڪ ديو کي پيدا ڪيو. مهاديو دڪش جي
يگيه ناس ڪرڻ لاءِ ويرڀدر
کي آگيا ڪئي ته هو مها ڀينڪر
گرجنا ڪندو وڃي دڪش جي
يگيه تي ڪڙڪيو. هن سڄو
يگيه ڍاهي سڀني ديوتائن ۽
رشين منين کي ماري ڪٽي
پوري پوري سزا ڏني ۽
دڪش جو سر لاهي اگني
ڪنڊ ۾ جلايو. اُن يگيه ۾
...ن جي اُها گتي ٿي جا
...جيءَ ڪان ٻي ڪن جي
...دي آهي.



جڏهن ستيءَ ديوتائن ۽ سندن استرين کي هار سينگار کري پنهنجن وماڻن ۾ چڙهي مٿن ۽ سريلا راڳ ڳائيندو ويندو ڏٺو ۽ پنهنجي پتا جي گهر ۾ مها يگيه جو سماچار ٻڌو تڏهن هوءَ مٿن واڻيءَ سان شوجيءَ کي چوڻ



لڳي :- پراڻناٿ! پتا جي يگيه ۾ ڏاڍي ڌوم ڌام ٿي رهي آهي سو جي توهان موڪل ڏيو ته مان اوڏانهن وڃان. شايد گهڻي ڪم سبب پتاجيءَ کان اسانکي نوتو موڪلڻ وسري ويو آهي. مونکي پنهنجن مائٽن سان ملڻ جي سڪ به لڳي آهي، سو اُنهن سان به ملنديس ۽ مها يگيه به ڏسنديس.

تڏهن مهاديو ستيءَ کي دکش جي وير ڀاوَ جي ڳالهه ٻڌائي چيو:- توُن ري ڪوٺئي وينديءَ ته آدرستڪار ڪونه ٿيندءِ. جيتوڻيڪ مٺي، سواميءَ، پتا ۽ گروءَ جي گهر ري ڪوٺيو وڃڻ ۾ ڪو اهڙ ڪونهي پر جي اُتي به ويرڀاوُ هجي ته ڪڏهن نه وڃجي. تلوار ۽ ٻاڻ جو زخم ته ڪجهه ڏينهن ۾ چڱي وڃيٿو پر پنهنجن مائٽن جي اپمان جو گهاءُ اهڙو ته گهرو ٿئي ٿو جو رات ڏينهن پيڙا ڏئي ٿو. انڪاءِ پنهنجي پتا جي گهر وڃڻ ۾ تنهنجي ڀلائي نه ٿيندي. B.

مهاديو جي اينري سمجهائڻ تي به، هوونهار جي وس ٿي، جڏهن ستيءَ هٺ ڪين ڇڏيو تڏهن مهاديو ساڻس کي گڏ ۽ سيوڪ ڏيئي کيس روانو ڪيو. جڏهن ستي پتا جي گهر پهتي تڏهن سندس پتا سندس ڪو به آدر ڀاءُ نه ڪيو ۽ هنجي ڊپ کري ٻين مائٽن به کيس ڪين ڪيڪاريو، رڳو سنديس ماتا اچي ساڻس پريم سان

پاوي ڏاڍي پربل آهي. اهو سوچي مهاديو پڪو ارادو ڪيو ته ستيءَ
جي هن ديهه سان مان ميلاپ نه ڪندس.
مهاديو جو پرڻ ڀڳتي مارگ کي درڍ ڪندڙ هئو ۽ ان لاءِ
ديوتائن آڪاش واڻي ڪئي ته:- هي شنڪر! توهانجي سداءِ جئه
هجي. توهانجي ڀڳتي نهچل ۽ درڍ آهي جو اهڙو ڪنهن پرڻ ڪيو
اٿو. اها آڪاش واڻي ٻڌي ۽ شنڪر جو رخ ڏسي ستي سمجهي
وئي ته مهاديو ڪيس تياڳيو آهي ۽ ان لاءِ من ۾ ڏاڍو وياڪل ٿيڻ لڳي.
شنڪر ڀڳوان ڪيلاس ۾ پهچي ۽ پنهنجي پرڻ کي ياد ڪري کيترائي
ورهيه سماڌيءَ ۾ لين ٿي ويو. اُن وقت ستي ڏاڍو وياڪل
ٿي وقت گذارڻ لڳي ۽ شري رام جو سمرڻ ڪري اهائي چاهنا ڪرڻ
لڳي ته سندس اها ديهه جلد ڇٽي ته ٻيءَ ديهه سان پنهنجي پتيءَ کي
پائي سگهي. ستاسي هزار ورهيه گذرڻ کان پوءِ مهاديو "رام - رام"
چئي سماڌي کولي ۽ ستيءَ کي دکي ڏسي کيس انيڪ منوهر ڪٿائون
ٻڌائڻ لڳو.



## دڪش جي يگيه ۾ ستيءَ جي ديهه تياڳڻ.

اُنهيءَ سمي ستيءَ جي پتا دڪش کي برهماجيءَ سڀني پرجاپتين جو
مکي بڻايو هو جنهنڪري هو گهمنڊ ۾ ٻرجي ويو ۽ پاڻ جهڙو ڪنهن کي نه ٿي
سمجهيائين. ڇاڪاڻ ته :-

नहिं कोउ अस जममेउ जग माहीं। प्रभुता पाइ जाहि मद नाहीं।

هن سنسار ۾ اهڙو ڪو به جائو ڪونهي جو پدوي پائي وڏائيءَ جي
نشي ۾ ٻرجي نه وڃي. دڪش به وڏائي ۾ ٻرجي هڪ مها يگيه ڪيو
جنهن ۾ سڀني ديو ديوتائن ۽ گنڌرون کي نيند ڏيئي گهرايائين. پر
اُن کان اڳ هڪ دفعي برهما جي سڀا ۾ مهاديو ٻين ديوتائن وانگر
اُٿي ٻيهي پرجاپتيءَ کي نمسڪار نه ڪيو هئو، جنهن ۾ دڪش پنهنجو
اَپمان ٿيل سمجهي، مهاديو سان وير رکندو هو. ان لاءِ هن پنهنجي
يگيه ۾ اچڻ لاءِ پنهنجي ڌيءَ ستيءَ ۽ ناٺيءَ مهاديو کي ڪوٺ نه ڪئي.

ريت مهاديو جي گهڻي سمجهائڻ ٿي به جڏهن ستيءَ جي شنڪا جو
سماڌان نه ٿيو، تڏهن مهاديو ڪيس مرڪي چيو ته:- جيڪڏهن اڃا به
تنهنجي شنڪا نورت نه ٿي آهي ته وڃي پريکيا وٺي اچ؛ ۽ جيستائين
تون اچين تيستائين مان هن ٻڙجي وڻ هيٺان ويٺو آهيان.

اهو ٻڌي ستي رامچندر جي پريکيا لهڻ لاءِ هلي ۽ چاڪاڻ ته
شري رام سيتا جي ڳولها ۾ بن ۾ گهمي رهيو هو سو ڇا ڪيائين جو
سيتا جو روپ ڌاري ۽ لڪشمڻ اڳيان اچي لنگهي. هن ڪري ڏسي
لڪشمڻ ته ڌاڍي عجب ۾ پئجي ويو پر انترياميءَ ڀڳوان شري رام ستيءَ
کي هٿ جوڙي پرڻام ڪيو ۽ پڇيو:- هي ستي! ڀڳوان مهاديو ڪٿي آهي
۽ تون اڪيلي بن ۾ ڪئن گهمي رهي آهين؟

اهو ٻڌي ستي ڌاڍو لڄي ٿي ۽ مهاديو ڏانهن موٽي هلڻ لڳي.
واٽ تي ڌاڍو پڇتاءُ ٿيس ته مون مهاديو جو چيو نه مڃي اڳيان وس
رامچندر جي پريکيا ورتي. رامچندر ستيءَ کي دکي ڏسي ۽ ڪيس
پنهنجو چمتڪار ڏيکارڻ لاءِ ڇا ڪيو جو پارونيءَ کي پنهنجي اڳيان
پٺيان رام لڪشمڻ ۽ سيتا ڏيکاري ڏيڻ لڳا. هو جيڏانهن نهاري
تيڏانهن ڪيس اُهي ٽيئي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا. وري ڏٺائين ته رڳو
هڪ رامچندر رئي آهي جنهنجي سيوئي ديو ديوتائون، گندرو، ڪنر،
منش ۽ ٻيا سڀ پوڄا ۽ وندنا ڪري رهيا آهن. اهو سڀ ڏسي
ستيءَ رامچندر جي چرڻن ۾ وارنوار پرڻام ڪيو ۽ شوجيءَ وٽ موٽي آئي.
مهاديو ستيءَ کان پڇيو ته پريکيا ڪئن ورتءِ؟ تنهنجي
من جو سنديه نورت ٿيو؟ ستيءَ پريکيا جي ڳالهه مهاديو کان لڪائي
چيو ته:- مون شري رام کي پرڻام ڪيو ۽ منهنجي شنڪا جو سماڌان
ٿي ويو. تڏهن مهاديو ڌيان ڪري ڏٺو ته جيڪي ستيءَ ڪيو هو
سو معلوم ٿيس. ستيءَ جو سنديس اشٽ ديو رامچندر جي پتنيءَ
سيتا جو روپ ڌاريو هو، تنهن لاءِ مهاديو کي ڌاڍو دک ٿيو ۽ خيال
ڪيائين ته هاڻي جي مان ستيءَ سان پريم ۽ سماگم ڪندس ته ڀڳتي
جو ناس ٿيندو ۽ انيتي ٿيندي. پربوءَ جي مايا اپار آهي



# ٻال ڪانڊ

رام هڪ رواجي منش وانگر چريتر ڪئن ڪندو، سا منهنجي شنڪا ڪرپا ڪري نورت ڪريو.

اهو ٻڌي ياگيہ ولڪ منيءَ مرڪي وراڻيو:- هي مني! مان توکي سندر رام ڪٿا ٻڌايان ٿو جا ڪن ڏيئي ٻڌ. هڪ دفعي پارونيءَ ڪي پڻ اهو ساڳيو شڪ اُٿيو هو، جنهنجي نورتي هن ريت ٿي هئي.

هڪ سمي تريتا يگہ ۾ شنڪر پارونيءَ سان گڏ اگست منيءَ جي آشرم تي ويو، جتي مني سندن پوڄا ڪئي ۽ پوءِ مهاديو ۽ اگست ڏاڍي پريم سان شري رام جي گڻن ۽ ليلائن بابت هڪ ٻئي سان ڳالهائيندا رهيا. جڏهن شنڪر ڀڳوان منيءَ کان رخصت وٺي موٽيو، تڏهن سندس دل ۾ رامچندر جي ڏاڍي پڪتي هئي ۽ چاهيائين ته جيڪر ڀڳوان جو درشن ٿئي. اُن وقت پرٿويءَ جو بار لاهڻ لاءِ ڀڳوان رگهونش ۾ شري رام جو اوتار وٺي منش چريتر ڪري رهيو هو ۽ راوڻ جي سيتا چورائڻ تي بن بن ۾ سيتا کي ڳولهي وياڪل ٿي رهيو هو. جنهن پرماتما لاءِ نہ ميلاپ آهي نہ وڇوڙو، تنهن انترجامي ڀڳوان شري رام جو بن ۾ مهاديو کي درشن ٿيو.

شري رام جو درشن ڪري مهاديو آنند ۾ ڀرجي ڪيس پرڻام ڪري چيو:- جئہ سچدانند! جئہ جڳت کي پوتر ڪرڻ وارا!

شنڪر جڏهن اڳتي وڌيو تڏهن ستي انريت نمسڪار ڪري (پاروتي) جي من ۾ شنڪا ٿي تہ مهاديو تہ جڳت جو پريو آهي ۽ سڀ ديوتائون، گندرو ۽ منش سندس پوڄا ڪن ٿا، تنهن هڪ راجڪمار کي "سچدانند" چئي پرڻام ڪئن ڪيو، جنهن وشڻو ڀڳوان منش اوتار ڌاريو آهي، سو تہ مهاديو وانگر ڄاڻي ڄاڻهار آهي، سو هڪ اَڄاڻ منش وانگر استريءَ جي جدائيءَ ۾ دکي ٿي ڪيئن گهمندو!

شنڪا ڄاڻي انترجامي ڀڳوان شنڪر ڪيس ستيءَ جي من جي سمجهائڻ لڳو تہ "هي ستي! مون ۽ اگست منيءَ جنهنجي مهما جو ورڻن ڪئي ڪيو سو منهنجو اشٽ ديو شري رام اهوئي اٿيئي." ان

دين ديال پرڀو شري رام جي چرڻن ۾ پرڻام ڪري سندس پوتر ڪٿا شروع ڪريون. هيءَ پوتر ڪٿا جيڪو به پڙهندو ۽ ٻڌندو تنهنکي ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش جي پراپتي ٿيندي.

ستيءَ جو شري رام جي پريکيا وٺڻ ۽ مهاديو جو پرڻ.

شري راماڻ جي هيءَ منوهر ڪٿا ڀڳوان شنڪر ڀريائين پاروتيءَ کي ٻڌائي هئي ۽ پوءِ ڪاڪڀشنڊيءَ کي، رام جي ڀڳتيءَ جو اڌڪاري ڄاڻي ٻڌائي هئائين. ڪاڪڀشنڊيءَ ياگيه ولڪ کي ۽ ياگيه ولڪ ڀاردواج کي هيءَ ڪٿا ٻڌائي. ڀاردواج منيءَ جو رمڻيڪ آشرم پرياگ ۾ هوندو هئو ۽ جيڪي سنت مهاتمائون ترويڻي جو پوتر سنان ڪرڻ لاءِ ايندا هئا سي اُن آشرم ۾ اچي رهندا هئا. اُتي سنان، ڌيان، جپ تپ ڪري پاڻ ۾ رگهوپتي گيان گوشٽ ڪندا هئا ۽ مهرشي ڀاردواج کان پوتر رام ڪٿا ٻڌندا هئا. اهي سادو سنت جڏهن پنهنجن آشرمن ۾ موٽي ويندا هئا ته اُتي وڃي رام ڪٿا ڪندا هئا. انريت هن سندر رام ڪٿا جو پرچار ٿيو.

اها ڪٿا ياگيه ولڪ ڀاردواج کي هن ريت ٻڌائي هئي جو ڪنهن سمي ياگيه ولڪ رشي ڀاردواج جي آشرم تي آيو ته ڀاردواج سندس ڏاڍو آدر ستڪار ڪيو ۽ منٿون ڪري ڪيترا ڏينهن پنهنجي آشرم ۾ رهائي ڇڏيائينس. هڪ ڏينهن ڀاردواج ياگيه ولڪ کان پڇيو:- هي مني! اوهين سڀني ويدن جي تتوَ کي ڄاڻندڙ آهيو ۽ مونکي هڪ شنڪا اُٿين ٿي آهي سا ڪرپا ڪري نورت ڪريو. اها هيءَ آهي ته سيڪو پيو چوي ته رام نام جي مهما اپار آهي، سو اهو رام ڪهڙو آهي؟ جيڪو ايوڌيا جي راجا دشرٿ جو پٽ هئو ۽ پنهنجي استريءَ جي ويوگ ۾ وياڪل ٿي بن بن ۾ پيو گهمندو هئو ۽ نيٺ راوڻ کي ماري پنهنجي استري هٿ ڪيائين، سو رام اُهوئي ڪين ڪو ٻيو آهي؟ [illegible]ري رام جي پوتر نام کي شوجي به جپي ٿو سو ڀڳوان

राम नाम मनि दीप धरु जीह देहरी द्वार ।
तुलसी भीतर बाहेरहुँ जौं चाहसि उजिआर ॥

جي توکي اندر ۽ ٻاهر جو سوجهرو گهرجي ته جيڀ روپي چائنٺ تي رام نام روپي مٽيءَ جي ڏيئي کي رکُ. نام جي مهما خود شري رام کان به وڌيڪ آهي جو شري رام ته هڪ اهليا کي تاريو پر نام ڪري ڪروڙين منشن جو اُڌار ٿيو آهي. شري رام ته سگريو ۽ وڀيشڻ کي شرڻ ڏني پر سندس نام جي شرڻ ۾ بيشمار ديڻن ۽ اناٿن کي شانتي ۽ آجهو مليو آهي. شري رام تہ اُدم ڪري راوڻ ڪي ماري سيتا واپس ورتي پر رام جا داس تہ سندس نام سمرڻ سان سهج ۾ ئي ڪام ڪروڌ لوڀ موهه ۽ اهنڪار آدي راڪشسن جي زبردست سينا کي جيتي شانتي پراپت ڪن ٿا.

ست جُڳ ۾ تپسيا سان، ترينا جُڳ ۾ يگيه سان، دواپر جُڳ ۾ پوڄا سان ڀڳوان پرسن ٿيندو هو، پر ڪلجُڳ ۾ ته منش جو من پاپ جي سمنڊ ۾ مڇيءَ وانگر پاپ کان ڪڏهن جدا نٿو ٿئي ۽ انڪري تپسيا، يگيه ۽ پوڄا ٿي نٿي سگهي.

नाम कामतरु काल कराला । सुमिरत समन सकल जग जाला ॥
म नाम कलि अभिमत दाता । हित परलोक लोक पितु माता ॥

اهڙي وڪرال ڪلجُڳ ۾ تہ رام نام ئي ڪلپ ورکش سمان آهي جو سمرڻ ڪندي ئي سنسار جا سڀئي جنجال ناس ڪري ڇڏيٿو. ڪلجُڳ ۾ رام نام من گهريا مطلب پورا ڪريٿو. پرلوڪ ۾ ڀلائي ڪريٿو هن لوڪ ۾ ماتا پتا آهي يعني پرلوڪ ۾ پرڀوءَ جو پرم ڌام ڏئي ٿو ۽ هن لوڪ ۾ ماتا پتا وانگر سار سنڀال لهي چڱي دڳ لڳائي ٿو.

नहिं कलि करम न भगति बिबेकु । राम नाम अवलंबन एकू ॥

ڪلجُڳ ۾ نہ ڪرم آهي، نہ ڀڳتي آهي ۽ نہ آهي گيان؛ بس هڪ رام نام جو ئي آڌار آهي.

آد جڳاد ڪانونئي دکه ۾ سڀڪو رام کي پڪاريندو آهي ۽ سندن دکه دور ٿيندا آهن. اڄو تہ اهڙي سکه دائڪ رام نام جو آڌار وٺي ۽

آهن. اِنهن مان جنهنکي جيڪي وڻيتو سو کڻيتو. چڱو چڱائي ۽ نيچ نيچتا گرهڻ ڪريتو. هنس روپي سنت دوش روپي جل کي ڇڏي ڳڻ روپي کير کي گرهڻ ڪندا آهن.

जड़ चेतन जग जीव जत सकल राममय जानि ।
बंदउँ सब के पदकमल सदा जोरि जुग पानि ॥

جڳت ۾ جيترا به جڙ ۽ چيتن جيو آهن تن سڀني کي رام مَيه جاڻي مان سڀني جي چرڻ ڪملن ۾ وندنا ٿو ڪريان. سڀيئي مونکي پنهنجو داس جاڻي مونتي ڪرپا ڪريو ڇو جو مونکي پنهنجي بُڌيءَ ۽ ٻل جو ڀروسو ڪونهي. مان شري رامچندر جي ڳڻن جو ورڻن ڪرڻ ٿو چاهيان جي آهن اَٿاهه ۽ منهنجي بُڌي آهي ننڍڙي. بُڌي ننڍي ۽ چاهه وڏي، سو آسرو اٿم سڀني جي ڪرپا جو ته جئن ماتا پتا ننڍڙي ٻالڪ جي طوطيلي ٻولي ٻُڌي ڏاڍو خوش ٿيندا آهن، تئن سٽ پرش منهنجي بي رسيلي ۽ اَشڌ لکتي پڙهي به پرسن ٿيندا. جئن کاريءَ کنڊُنءَ جو به کير اَڇو ڳڻڪاري ٿيندو آهي، تئن مون گڻ هيڻ جي هن لکتيءَ ۾ به هڪ مها گڻ آهي ته هن ۾ شري رام جي پوتر ڪٿا ورڻن ڪيل آهي جا پتت اُڌارڻهار ۽ جڳت جو ڪلياڻ ڪندڙ آهي. وڏائي، ڪوتا ۽ مايا اُهائي چڱي ڇئجي جا ٻين جي ڀلائيءَ ۾ ڪم اچي. رامائڻ جي هيءَ ڪٿا به سڀني کي گنگا سمان پوتر ڪندڙ آهي.

شري رام ئي ڀڳوان آهي جو هڪ آهي ۽ اُن جهڙو ٻيو ڪو ڪونهي؛ هو نام ۽ روپ کان رهت؛ اَجنم، سچدانند، پرم جوتي سروپ، سروَ وياپڪ ۽ سروَ ڪلا سمپورڻ آهي. اُن پربهوءَ جڳت جي ڪلياڻ لاءِ منش ديهه ڌاري انيڪ ليلائون ڪيون آهن. اُن پرم ديالو، ڀڳت وتسل، وگهن وناشن، دين ٻنڌو، سروَ شڪتيمان شري رام جو نام هن ڪلجڳ ۾ ڪلپ ورکش سمان آهي، جنهنجي ٻڌڻ ۽ سمرڻ ڪري سمپورڻ ڪليش ۽ پاپ ناس ٿين ٿا. رام نام جي مهما اَپرآپار آهي. سنت تلسيداس چويٿو



شري گڻيشاي نمھ

# شري تلسي رامائڻ



## بال کانڊ



### منگلا چرڻ

वर्णानामर्थसंघानां रसानां छन्दसामपि ।
मङ्गलानां च कर्तारौ वन्दे वाणीविनायकौ ॥

اکرن، جملن، تات پرج، رسن، سلوکن ۽ ڪلياڻ ڪرڻ واريءَ واڻيءَ (سرسوتي) ۽ گڻيش (ٻڌيءَ) جي مان وندنا ٿو ڪريان.

भवानी शङ्करौ वन्दे श्रद्धाविश्वासरूपिणौ ।
याभ्यां विना न पश्यन्ति सिद्धा स्वान्तःस्थमीश्वरम् ॥

شرڌا ۽ وشواس روپ شري پاروتيءَ ۽ شنڪر جي وندنا ٿو ڪريان جنهن بنا سڌ پرش به پنهنجي اندر موجود ايشور کي ڏسي نٿا سگهن.

स्नेहं दयां च सौख्यं च यदि वा जानकीमपि ।
आराधनाय लोकस्य मुञ्चतो नास्ति मे व्यथा ॥

ممتا، ديا، پنهنجو سک ۽ خود جانڪيءَ کي بہ پرجا جي راضپي لاءِ تياڳ ڪرڻ ۾ مونکي ڪو ڏک ڪونہ ٿيندو. راجا ۽ راڻيءَ پرجا جي مت جو مان رکڻ لاءِ نہ اپراڌ هوندي بہ پاڻکي ڏنڊ ڏنو. ڇاڪاڻ تہ سڄي ديش جي اُنتي تڏهن ٿيندي آهي جڏهن راجا ۽ پرجا جو هڪ ٻئي سان سهڪار ۽ پاڻ ۾ پريم، شردا ۽ ايڪتا هوندي آهي.

سک دک ۾ هڪجهڙائي - اهو نيم آهي تہ منش سک ۽ لاڀ ۾ ڪلندو ۽ خوش ٿيندو آهي ۽ دک هاڃيءَ ۾ روئندو ۽ وياڪل ٿيندو آهي. پر ٻنهي کي جيڪو سمان ڪري سمجهي ۽ دک ۾ ڏولايمان نہ ٿئي سوئي سچو سورهيو آهي. رامچندر جو سڀ کان وڏيڪ منوهر ۽ شڪتي شالي روپ تڏهن ٿو ڏسڻ ۾ اچي جڏهن

प्रसन्नतां या न गताभिषेकतस्तथा न :मम्ले बनवास दुःखतः ।
मुखाम्बुज श्री रघुनन्दनस्य मे सदास्तु सा मञ्जुलमङ्गल प्रदा ॥

راڄگديءَ نہ ملڻ ڪري يا بنواس جا ڏک ڏٺا ملڻ ڪري بہ رگهونندن جي پرسنتا يا مک ڪمل جي سونهائي سداءِ وانگر منگل مئہ شوڀيا واري هئي. جڏهن ڪيڪئيءَ بنواس ڏنس، الٽو بہ من ۾ ڪو ڌڪار پيدا ڪين ٿيس. سداءِ وانگر هن کي پرڻام ڪيائين ۽ ڪڏهن بہ ڪوشليا ۽ ڪيڪئيءَ ۾ ڪو فرق ڪين سمجهيائين. ڀرت ۽ شتروگهن ٻن ۾ جڏهن ڪيس ملڻ آيا تہ انهن کي قسم وڌائين تہ هو بہ ڪڏهن ڪيڪئي تي ڪروڌ ڪين ڪن. ديش نيڪالي ملڻ تي بہ هن پنهنجي ديش ڏانهن فرض پالڻ ۾ ڪوتاهي ڪين ڪئي. سڄي ديش مان اتياچارن جي پاڙ پٽي ڪڍيائين. راوڻ سندس هيڏو ڏوهہ ڪيو پر اڃا مئي ڪانپوءِ ڇا جو وير ورود. وڀيشڻ کي سمجهائي راوڻ جو بہ وڏيءَ پوروڪ چندن جي ڪاٺين ۾ اگني سنسڪار ڪرايائين. دک اگنيءَ مثل آهي. جنهن مان منش جي سوني يا پتل جي پرک پوندي. سنسار دکن سان ڀريل آهي ۽ رامائڻ، ڏکن جي مهما جي گورو پورڻ ڪٿا آهي. رام ۽ سيتا، ڀرت ۽ لڪشمڻ چارئي سلڇڻا ۽ سرو گڻ سمپن آهن. پر چئني جي جيون ڏکن ۾ ئي گذري ۽ ڏکن دوارا ئي هنن پنهنجي مهما ۽ امر ڪيرتيءَ کي پراپت ڪيو. هنن ڏک سک کي هڪ ڪري سمجهو. شل اسين بہ هنن ڏکن ۾ نہ گهبرايون ۽ اڪي ڌرم کي ڇڏيون، پر بلوان ٿي اتياچار جو مقابلو ڪيون.

---

اهو جو اوکيءَ وٺل ڪم اچي. مهاتما تلسيداس چيو آهي ته ”ڍبرچ، ڍرم، متر
اوَر ناري، آپدا ڪال پرکيئي يهه چاري.“

**کتري ويرتا** - رامائڻ جي ڪٿا انوسار ٻن کتري وير ن سڄي ڀارت ورش
تان راڪشس جاتيءَ جو انياچار ۽ ظلم ناس ڪيو. جتي جتي ڌرم جي هاڃي ٿئي،
ڪمزور تـــي شهزور انياچار ڪري، تپسويءَ جي تپسيا ۾ وگهن پوي، ظلمي
راجا پرڻن جي ڀلائي پرجا جي لهو چوسي، اُتي هڪ سچي کتري وير جو ڪرم
ڪيتر آهي. سامهون ڪهڙو به زبردست ظالم هجي، پـــر هڪ هندو وير همت
نٿو هاري.

اهو آدجڳاد کان هلندو آيو آهي ته هڪ استريءَ جي رکيا لاءِ هندو جاتي
ڪڏهن به پراڻ ڏيڻ ۾ گٿي ناهي. سيتا لاءِ راڪشسن جي سلطنت تباهه ڪئي
ويئي. هڪ دروپديءَ جي بيعزتيءَ جو بدلو چڪائڻ لاءِ ڪورون جـــو وشال
راڄ ۽ ڪروڙين حمايتي ناس ڪيا ويـــا. هڪ پدمڻيءَ لاءِ چتوڙ جـــا راجپوت
مرلدي مري ويا پر پدمڻيءَ ڪين ڏنائون. اهي ڪم ڏيکارين ٿا تـــه اها جاتي
زنده دل سورهيه آهـــي. ڀارت ورش ۾ اڄ بـــه ساڳيون حالتون آهن. ڀارت
جي پراچين سنڌو ديش ۽ پنجاب مان لکين بي گناهه ماڻهن کي لوڏيو ويو آهي
۽ هزارين هندو نارين کي ڌرم پرشٽ ڪيو ويو آهي. انهن بيوس اناٿ ابلائن
جي دانهن ۽ ڪيڪن ئي به هندو ويرن جي ننڊ ڪين کلي آهي. ويرتا جـــي
سونهري آدرشن واري هندو جاتي اهنسا جي پرم ۾ پئجي غفلت جـــي ننڊ ۾
غلطان آهي. رام راڄ جي استاپنا رڳو ڳالهين سان نه، پر رام جهڙي تياڳ، ويرتا
۽ پراڪرم سان ٿي سگهندي.

**پرجا جي مت جو مان** - پرجا راجا کي ديوتا سمجهي پوڄا ڪندي
هئي. هو راجا ۾ سڀئي گڻ جـــو واسو سمجهندا هوا. راجا جـــي شخصي يـــا
راجنيتي جيون جي هلت چلت تي پرجا جي سخت نگاهه هوندي هئي. راجا
پرجا جي ۽ پرجا راجا جـــي گڻن ۽ دوشن جو نرڻيه ڪرڻ واري آهـــي. هڪ
آدرشي راجا جو اهو ڌرم آهي ته پرجا جي فيصلي انوسار پاڻکي ڏنڊ به ڏي.
فيصلي جي نيڪ يا غلط هجڻ جو نرڻيه واسطيدار ڌر کي ڪرڻو ناهي.

رامچندر پاڻــکي ڏنڊ ڏيئي اهيءَ مٿين آدرش جـــو روشن مثال تـــي
ڏيکاريو آهـــي. پرجا جـــي آلوچنا ٻڌي هن پنهنجي ڌرمپتنيءَ سيتا جو تياڳ
ڪري ڇڏيو. پراڻ پياريءَ سيتا جو تياڳ رامچندر لاءِ موت جـــي سزا کان بـــه
وڌيڪ دکدائي هو. پر رامچندر جي پرکيا هئي:-

صلح ناملن پيٽ ۾ ويڙهم ٿي لتا ڪن. راماڻ جي آدرش مان اسانکي سبق پرائڻ گهرجي.

**ماتا پتا جي سيوا ۽ آگيا پالڻ** - رامچندر پتا جي آگيا انوسار ۱۴ ورهيه بنواس ويو. وڃڻ وقت هن ڪيڪئيءَ کي چيو:- ”ماتا! وڏ ڀاڳي آهي اهو پت جنهنجي ماتا پتا جي آگيا ۾ پريت آهي... مان پتا لاءِ باهه ۾ گهڙڻ، زهر پيئڻ ۽ سمنڊ ۾ ٽپڻ لاءِ بہ تيار آهيان... ماتا پتا جي سيوا ۽ آگيا پالڻ کان وڌيڪ ٻيو ڪو ڌرم ڪونهي.“ راماڻ ۾ ماتا پتا جي سيوا جو ٻيو مثال آهي شروڻ ڪمار جو. هن پاڻ پرئي ماتا پتا کي ڪانئيءَ ۾ رکي کڻي سڀ ٽيرٿ ڪرايا. اڄ ڪلهه جتي ڪٿي گئوشالائن وانگر ٻڍا آشرم کلي رهيا آهن، جتي پٽن جا ستايل محتاج پتا شرڻ وٺڻ تا اچن. راماڻ جي سکيا اُن سڀني لاءِ سک جو مول آهي.

**سيوڪ ڌرم** - هنومان هڪ سچي سيوڪ جو آدرش آهي. ٻنا ڪنهن ڪهٽ ۽ لالچ جي سواءِ جي هت ۾ لڳو رهڻ، هڪ سچي سيوڪ جو ڌرم آهي مالڪ چوي هڪ ڪم تہ سيوڪ ٻہ ڪم ڪيا بہ لاهي اچي. هنومان لنڪا ۾ سيتا کي ڳولهي لڌو تہ ساڻ ساڻ لنڪا جي قلعي جي سموري جوڙجڪ ۽ راڪشسن جي طاقت جو بہ پتو لڳائي آيو ۽ راوڻ کي بہ سمجهائي آيو ۽ دشمن جي دلين ۾ ڌڪو وجهڻ لاءِ هو لنڪا کي باهه بہ ڏئي آيو. اڄ ڪلهه پگهارون وٺندي بہ سيوڪ ۽ مالڪ جو جتي ڪٿي پاڻ ۾ نٿو متو ٿي پيو آهي. هنومان تن ۽ من سان سداءِ رامچندر جي سيوا ۽ ڀڳتيءَ ۾ لڳو رهيو. رامچندر بہ پاڻکي هنومان جو هميشهه ڏيٽيدار سمجهندو رهيو. الهيءَ سيوا ڌرم ۽ ڀڳتيءَ ڪري ٿي رامچندر سان گڏ هنومان جي پوڄا بہ گهر گهر ۾ ٿي رهي آهي. لڪشمڻ ۽ سيتا سمان هنومان کي بہ رامچندر جي هڪ ويڙلي ڪري مڃيو آهي. رام لڪشمڻ جانڪيءَ، جئہ بولو هنومان ڪي.

**مترتا** - ڪئين لباهجي لعهنجو آدرش رامچندر ۽ سگريو جي مترتا آهي. رامچندر جي مل ڪري سگريو هڪ رلندڙ ۽ ڦرندڙ والر مان هڪ شڪتي شالي راجا بڻيو. سگريو بہ پنهنجي متر لاءِ جان جوکي ۾ وجهي راوڻ جهڙي زبردست راڪشس جي سامهون ٿيو. رامچندر جا اهي وچن آهن تہ ”متر اهو چئجي جو متر کي دکي ڏسي پاڻ بہ دکي ٿئي ۽ پنهنجي وڏي دک کي خسيس ۽ متر جي خسيس دک کي بہ وڏو دک ڪري ليکي ۽ متر جي تن من ڌن سان سهائتا ڪري.“ اُن... جو ڪم اڪثر دکڻ وسريو. سچي مترتا تہ آنند ڏيڻ واري ۽ ... ورد، غم ۽ ڏپ کي ناس ڪرڻ واري ٿيندي آهي. متر

هو جو اوکيءَ وٽ ڪم اچي. مهاتما تلسيداس چيو آهي تہ ”ڌيرج، ڌرم، متر
اور ناري، آپدا ڪال پرکيئي يهہ چاري.“

**کتري ويرتا** - راماڻ جي ڪٿا انوسار ان کتري ويرن سچي ڀارت ورش
تان راڪشس جاتيءَ جو اياچار ۽ ظلم ناس ڪيو. جتي جتي ڌرم جي هاڃي ٿئي،
ڪمزور تي شهزور اياچار ڪري، تپسويءَ جي تپسيا ۾ وگهن پوي، ظلمي
راجا ٻولن جي ڀلائي پرجا جي لهو چوسي، اُتي هڪ سچي کتري وير جو ڪرم
ڪيتر آهي. سامهون ڪهڙو بہ زبردست ظالم هجي، پر هڪ هندو وير همت
نہ هاري،
اهو آدجڳاد کان هلندو آيو آهي تہ هڪ استريءَ جي رکيا لاءِ هندو جاتي
ڪڏهن بہ پراڻ ڏيڻ ۾ گهٽتي ناهي. سيتا لاءِ راڪشسن جي سلطنت تباهہ ڪئي
ويئي. هڪ دروپديءَ جي بيعزتيءَ جو بدلو چڪائڻ لاءِ ڪورون جو وشال
راڄ ۽ ڪروڙين حمايتي ناس ڪيا ويا. هڪ پدمڻيءَ لاءِ چتوڙ جا راجپوت
مرندي مري ويا پر پدمڻيءَ کين ڏنائون. اهي ڪم ڏيکارين ٿا تہ اها جاتي
زنده دل سورهيہ آهي. ڀارت ورش ۾ اڄ بہ ساڳيون حالتون آهن. ڀارت
جي پراچين سنڌو ديش ۽ پنجاب مان لکين بي گناهہ ماڻهن کي لوڌيو ويو آهي
۽ هزارين هندو نارين کي ڌرم ڀرشٽ ڪيو ويو آهي. الهن بيوس اناٿ ابلائن
جي دانهن ۽ ڪيڪن لي بہ هندو ويرن جي ننڊ کين کلي آهي. ويرتا جي
سولهري آدرشن واري هندو جاتي اهنسا جي ڀرم ۾ ڦاسجي غفلت جي ننڊ ۾
غلطان آهي. رام راڄ جي استاپنا رڳو ڳالهين سان نہ، پر رام جهڙي تياڳ، ويرتا
۽ پراڪرم سان ٿي سگهندي.

**پرجا جي مت جو مان** - پرجا راجا کي ديوتا سمجهي پوڄا ڪندي
هئي. هو راجا ۾ سڀني گڻن جو واسو سمجهندا هوا. راجا جي شخصي يا
راڄنيتي جيون جي هلت چلت تي پرجا جي سخت نگاهہ هوندي هئي. راجا
پرجا جي ۽ پرجا راجا جي گڻن ۽ دوشن جو نرڻيہ ڪرڻ واري آهي. هڪ
آدرشي راجا جو اهو ڌرم آهي تہ پرجا جي فيصلي انوسار پاڻ کي ڏنڊ بہ ڏي.
فيصلي جي نيڪ يا غلط هجڻ جو نرڻيہ واسطيدار ڌر کي ڪرڻو ناهي.
رامچندر پاڻ کي ڏنڊ ڏيئي الهيءَ متين آدرش جو روشن مثال ٿي
ڏيکاريو آهي. پرجا جي آلوچنا ٻڌي هن پنهنجي ڌرمپتنيءَ سيتا جو تياڳ
ڪري ڇڏيو. پراڻ پياريءَ سيتا جو تياڳ رامچندر لاءِ موت جي سزا کان بہ
وڌيڪ ڏکدائي هو. پر رامچندر جي پرکيا هئي:-

देशे देशे कलत्राणि देशे च बान्धवाः। तं तु देशं न पश्यामि यत्र भ्राता सहोदरः॥
यथैव मां वनं यान्तमनुयाति महाद्युतिः। अहमप्यनुयास्यामि तथैवैनं यमक्षयम्॥

”ديشان ديش ووڃه ٻوڪي، استريون يا متر ملي سگهن ٿا، پر مونکي اهڙو ڪوبه ديش ڏسڻ ۾ نٿو اچي جتي ڀاءُ ملي سگهي. مها تيجسوي لڪشمڻ ان ۾ ايندي وقت جيئن منهنجي پوئتان آيو هو، تيئن مان به هن جي پٺيان يم لوڪ ويندس.“

رامچندر جي ڀائرن جو ڀي، هن لاءِ ساڳيو ئي پريم هو. لڪشمڻ پنهنجي استريءَ ۽ ماتا کي ڇڏي به رامچندر سان گڏ بن ڀوڳي ٿو. محلاتن جي سکن کي لت هڻي ڀاءُ لاءِ بن جا ڪشٽ مٺا ڪري ٿو سمجهي. شتروگهن هڪ سولڀ راجا ٿي رهڻ کان ايوڌيا ۾ ڀاءُ جو سيوڪ ٿي رهڻ وڌيڪ پسند ٿو ڪري. ڀرت جي سيل ۽ پريم کي ياد ڪري ته هردو گد گد ٿيو وڃي. ماڻس ڪيڪئيءَ کيس ايوڌيا جو راڄ وٺي ڏنو ۽ سندس ڀاءُ کي بن موڪليو. هن راڄ قبول نه ڪيو ۽ ڪيڪئيءَ کي ڏاڍو ڌڪاريو. اهڙي ڪيڪئيءَ جي هتيا انهيءَ ڪري نه ڪئي جو کيس ڀپ هئو ته رامچندر کيس ماتر گهاتي سمجهي ڌڪاريندو. ڀرت بن ۾ وڃي رامچندر کي واپس آڻڻ جي هرممڪن ڪوشش ڪئي. پر جڏهن هو واپس نه موٽيو تڏهن پاڻ به سڀ راجائي ڀوڳ ڇڏي ڏنائين. جيترا سال رامچندر بن ۾ رهيو، تيترا سال ڀرت ٻـــ ايوڌيا جي ويجهو بن ۾ جهوپڙي ٺاهي، جٽائون رکي، زمين تي سمهي، ڦل ڦول کائي ۽ کيڙو ڪپڙا پائي رهيو ۽ رام جو سيوڪ ٿي راڄ جي رکيا ڪندو رهيو. اهو ڀرت ئي هو جنهن دنيا ۾ سنياس ۽ ڪرم جو اديت ميل ڪري ڏيکاريو ته هندو آدرش موجب تپسوي ۽ راجا هڪ ئي وقت ڪيئن ٿي رهجي. هڪ ڀاءُ بن ۾ رهي دک ڀوڳي ۽ ٻيو ڀاءُ سک ڪيئن ڀوڳي؟

سيتيءَ جي اهي آدرش پڙهي دل سان هنڊايون ته جيڪر گهر گهر ۾ پريم جي گنگا وهي، ڪورٽن مان ڪيترائي ڪيس لهي وڃن، ڀاءُ ڀاءُ جو دک ونڊي ۽ جتي ڪٿي سک سمپدا ڏسڻ ۾ اچي.

**سنيه پرتگيا**- مها راجا دشرٿ کي سڌ هئي ته رام جي جدائيءَ ۾ مان مري ويندس، پر ته به ڪيڪئيءَ سان ڪيل قول ڪوڙو نه ٿئي، انلاءِ رام کي بنواس ڏنائين ۽ پراڻ تياڳيائين. پرتگيا پالڻ لاءِ رامچندر پراڻن کان پياري ڀاءُ لڪشمڻ جو به تياڳ ڪيو، پوءِ چاهي پاڻ به لڪشمڻ کانسواءِ جيئرو رهي نه سگهيو. ”رگهو ڪل ريت سدا چلي آئي، پراڻ جائي پر وچن نه جائي،“ اڄ ڪلهه اسانجي ايتري ته ادوگتي ٿيل آهي جو واپاري توري اکين جي گهٽاوڌي تي ڪيل سودا الٽي ٿا وڃن. وڏا وڏا راجنيتيءَ جا مدبر سوارٿ لاءِ

پر-پرش جي پاڪر ۾ اهي سفر تي ناچ ليون ڪن! هندو جاليءَ جي ڪيتري
۽ اڏوڪي لي چڪي آهي!!

**استرين جي سورهيائي**ءَ جا ۾ ڏاڍا سندر پرماڻ راماڻ ۾ ڏل آهن.
ڪوشليا پنهنجي پٽ جي راڄگديءَ لي ويهڻ جون خوشيون منائي رهي
آهي. انوقت رامچندر اچي ٿو چوي- ”پتا موکي راڄگديءَ بدران ۴
ورهيه بنواس ڏنو آهي سو نون بہ موڪل ڏيو.“ ڪوشليا لاءِ اها ڏرم ۽
پتر-پريم جي وچ جنگ هئي. پر هوءَ اُن ۾ سوڀاري ٿي ۽ رامچندر کي ڌرم
تي قائم رهڻ لاءِ چيائين. ڪيڪئيءَ جنگ جي ميدان ۾ دشرٿ جي جان بچائي
هئي. سيتا نہ اهو سڌ ڪري ڏيکاريو تہ دنيا جي وڏي ۾ وڏي هستي بہ
هڪ ستيءَ اڳيان ڪي ڪين هي. هو ٻيالڪ راڪشس جي بند ۾ هئي، تڏهن
بہ جڏهن راوڻ کان سڄو سنسار ڪنبي رهيو هو تڏهن راوڻ کي هن ائين
جهڙن لڱيتا سان ڦٽ لعنت وڌي، سو ڏيکاري ٿو تہ استري ابلا هوندي
بہ جي پنهنجي سٽ تي قائم آهي تہ دنيا جي ڪابہ هستي هنکي آڻ مڃائي
ٿي سگهي. وري جڏهن ڪوڙي ڪلنڪ ڪري کيس گهر مان ڪڍيو ويو،
انوقت هن سورميءَ گرڀ سان هوندي بہ همت نہ هاري. ايتري اڪيلائي
هوندي بہ پتيءَ ۽ پرجا جي معدائي نہ ٿي گهري، اُلٽو انهيءَ ڪلياڻ لاءِ
چاهنا ٿي ڪري ۽ ٻن پٽن کي پراڪرمي ودوان ٿي بڻائي. اهو آهي هڪ
سچي آريہ ناريءَ جو چريتر تہ سداءِ ڌرم تي قائم رهي، پر-پرش جي سپرش
کان پرهيز ڪري، سيل ۽ سٽ ۾ رهي دشمن جي مقابلي جي همت رکي.
پتيءَ ۽ ڪٽنب جي سيوا ۾ لڳي رهي ۽ سداءِ سنتوک ۾ رهي ڪميا ڌارڻ ڪري

**ڀراتري پريم**- رام، لڪشمڻ، ڀرت، شتروگهن جو پاڻ ۾ ايترو تہ پيار ه
جو جهٽڪ چئن شريرن ۾ هڪ ئي آتما وسي رهي هئي. رامچندر جو جڏهن
راڄ تلڪ ٿي رهيو هو تڏهن هن لڪشمڻ کي چيو تہ ”مونسان گڏ هن پرٿويءَ
جو راڄ ڪر. منهنجو راڄ ۽ جيوت سڀ تولاءِ آهي. موکي ارمان رڳو اه
آهي تہ پيارا ڀائر ڀرت ۽ شتروگهن هتي ڪونہ آهن. اسان چارئي ڀائر نہ هڪ
ٿي آهيون ۽ اِئين ٺيڪ نہ آهي تہ ٻين کي ڇڏي رڳو منهنجو راڄ تلڪ ٿئي.“
وري جڏهن راڄ جي بدلي کيس بنواس مليو ۽ ڀرت کي راڄ گدي ملي
تڏهن چيائين- ”اُنکان وڌيڪ خوشيءَ جي ڳالهہ مون لاءِ ڪهڙي ٿيندي
جو پراڻ پياري ڀرت کي راڄگدي ملي. مان پنهنجي پاڻ ڀرت لاءِ نہ سيتا
کي، راڄ کي، ڌن دولت کي ۽ پنهنجن پراڻن کي بہ وڏيءَ خوشيءَ سان
تياڳ ڪري سگهان ٿو.“ جڏهن راوڻ جي شڪتي لڳڻ سان لڪشمڻ مورڇت ٿ
ٿي تڏهن رامچندر ڪهڙا سندر وچن آکيا:-

ي سچو رام ٻڌايو ۽ چمڪايو. شري رام جون شڪتيون جيتريون پرواس جي
ڪشٽن ۾ ظاهر ٿيون سي هاڻ ايوڌيا جي سندر سکين ٽولين ۾ پرگهٽ ڪين
لين ها.

رامچندر جي ڌرم يعني ادڀت گڻن ڪري ٿي وانرن جي دلين ۾ ايڏي
شرڌا ۽ پريم پيدا ٿيو جو هن لاءِ پراڻ اڇاور ڪرڻ لاءِ به تيار ٿيا. اهي
ري ٿي راڪشسن جي ٻه پاڻ ۾ قومت: پيٽي جو سمجهڻ لڳا ته سندن اڌرم
پي لالچ ٿي ڪين ڏنگيندو. رامچندر کي ڌرماتما ڄاڻي ٿي وڀيشڻ رامچندر
ت آيو ۽ کيس مدد ڪيائين. راماڻ جي اهائي سکيا آهي ته منش سڀ
ڪجهه ڇڏي ڪري پر چڱا لڇڻ، ششٽاچار، لٽرفف ۽ ٻيا گڻ ڪين ڇڏي. اهي
ڻ ٿي ڌرم آهن ۽ ڌرم جي سدا جيت ٿيندي آهي.

**ناري ڌرم:-** سيتا هڪ سچي آريه ناريءَ جو آدرش آهي. هوءَ
پنهنجي پتيءَ جي دک ۾ دکي ۽ سک ۾ سکي آهي. سچي پتي
ارڌانگني اڌ سرير آهي. ٻن جي ڏک ڏاڍن کي ٻه هن سک جي سيج
ڪري سمجهيو ۽ سداءِ پتيءَ جي سيوا ۾ لڳي رهي. آپدا جي ٽهل ۾ ڌرم
نه ڇڏيائين ۽ لوڪيءَ جي، ڌن دولت جي لالچ ۾ به، هوءَ ڪين آئي.
هن چيو- "راوڻ کي نه مان ڪبي پير جي آڱوٺي سان به ڪين ڇهنديس.
منهنجي پتي چاهي اولو لنگڙو ڪنگال هجي ته به، منهنجي لاءِ هو ديوتا
آهي." اهڙيءَ سٽيءَ اڳيان پنهنجو پاڻ شرڌا سان مٿو جهڪي ٿو پوي. هن
ت جو سنڌو ديش ڇڏڻ ڪري هندو نارين مٿان آپدا جي گهڙي آئي
هي، الوقت سيتا جو مثال شل انهڪي ٻل ۽ همت ڏي.

سيتا جي سچي عمر ڏکن ۾ گذري، پر انهڪي پنهنجي پرالبڌ جو ڀوڳ
سمجهي مٿو ڪري سٺائين ۽ سداءِ سنتوک ۽ ڪميا ۾ رهي. رامچندر جي سوڀ
ليڪ ڪالهوءِ، هنومان سندس پهريدار راڪشسياڻن کي قتل ڪرڻ جي آگيا گهري، پر
هن انهڪي ڪميا ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ سٺائيندڙن جي رکيا ڪيائين.

پر- پرش کان پرهيز ڪرڻ آريه ناريءَ جو ڌرم آهي. سيتا پيالڪ راڪشس
جي وچ رهيل هئي، راڪشسياڻيون هنڪي ڌمڪائي رهيون هيون ۽ هو
پتيءَ سان ملڻ لاءِ وياڪل هئي. الوقت هنومان کيس چيو ته "منهنجي پٺي
تي چڙهي هل ته اڄ ٿي مان توکي رامچندر وٽ پهچايان." پر سيتا اها ڳا
قبول ڪين ڪئي. اهوئي آدرش هڪ آريه ناريءَ لاءِ رکيائين ته، آپدا م
به استري ڏاريءَ پرش جو سپرش نه ڪري. ڪيڏانهن نه اهي اوچ آدرش
ڪيڏانهن اڄ ڪلهه جون کي استرين جي انگريزي اثر جي الله ۾ ڪلبن

ي سچو رام بڻايو ۽ چمڪايو. شري رام جون شڪتيون جيتريون بنواس جي
ڪشٽن ۾ ظاهر ٿيون سي هوائد ايوڌيا جي سندر سکين ۽ حالتن ۾ پرگهٽ ڪين
ٿيون ها.

رامچندر جي ڌرم پعتولي ادڀت گڻن ڪري ٿي والرن جي دلين ۾ ايڏي
شرڌا ۽ پريم پيدا ٿيو جو هن لاءِ پراڻ اڇاور ڪرڻ لاءِ به تيار ٿيا. انهيءَ
ڪري ٿي راڪشسن جي ۽ پاڻ ۾ قوت پيٽي جو سمجهڻ لڳا ته سندن اڌرم
روپي لانڪ ٿي ڪين ڏنگيندو. رامچندر کي ڌرماتما جاڻي ٿي وڀيشڻ رامچندر
وٽ آيو ۽ کيس مدد ڪيائين. رامائڻ جي اهائي سکيا آهي ته منش سڀ
ڪجهه تياڳ ڪري پر چڱا لڇڻ، ششٽا چار، نثرمتا ۽ ٻيا گڻ ڪين ڇڏي. اهي
گڻ ئي ڌرم آهن ۽ ڌرم جي سدا جِئه ٿيندي آهي.

**ناري ڌرم:-** سيتا هڪ سچيءَ آريه ناريءَ جو آدرش آهي. هوءَ
پنهنجي پتيءَ جي دک ۾ دکي ۽ سک ۾ سکي آهي. سچي پتي
ارڌانگني اڌ سرير آهي. بن جي ڏک ڏاڍن کي به هن سک جي سيج
ڪري سمجهيو ۽ سداءِ پتيءَ جي سيوا ۾ لڳي رهي. آپدا جي محل به ڌرم
ڇڏيائين ۽ ٽرلوڪيءَ جي، ڌن دولت جي لالچ ۾ به، هوءَ ڪين آئي.
ن چيو- "راوڻ کي ته مان ڪبي پير جي آڱوٺي سان به ڪين ڇهنديس.
منهنجو پتي چاهي لولو لنگڙو ڪنگال هجي ته به منهنجي لاءِ هو ديوتا
هي." اهڙيءَ سٽيءَ اڳيان پنهنجو پاڻ شرڌا سان متو جهڪي ٿو پوي. هن
وقت جو سنڌو ديش ڇڏڻ ڪري هندو نارين مٿان آپدا جي گهڙي آئي
آهي، انوقت سيتا جو مثال شل انهنکي ٻل ۽ همت ڏي.

سيتا جي سچي عمر ڏکن ۾ گذري، پر انهنکي پنهنجي پرالبڌ جو ڀوڳ
سمجهي متو ڪري سٺائين ۽ سداءِ سنتوک ۽ ڪميا ۾ رهي. رامچندر جي سوڀ
ٿيڻ کانپوءِ، هنومان سندس پهريدار راڪشسياڻن کي قتل ڪرڻ جي آگيا گهري، پر
هن انهنکي ڪميا ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ستائيندڙن جي رکيا ڪيائين.

پر- پرش کان پرهيز ڪرڻ آريه ناريءَ جو ڌرم آهي. سيتا پيالڪ راڪشسن
جي وچ ۾ رهيل هئي، راڪشسياڻيون هنکي ڌمڪائي رهيون هيون ۽ هوءَ
پتيءَ سان ملڻ لاءِ وياڪل هئي. انوقت هنومان کيس چيو ته "منهنجي پٺيءَ
تي چڙهي هل ته اڄ ٿي مان توکي رامچندر وٽ پهچايان." پر سيتا اها ڳالهه
رل ڪين ڪئي. اهوئي آدرش هڪ آريه ناريءَ لاءِ رکيائين ته آپدا محل
استري ڌارمڪ پرش جو سپرش نه ڪري. ڪيڏانهن نه اهي اوچ آدرش ۽
ڪيڏانهن اڄ ڪلهه جون ڪي استريون جي انگريزي اثر جي الله ۾ ڪلبن ۾

# رامائڻ جي مهمائِ سمجهاڻي

مهاڀارت، گيتا، اپنشد ۽ سمرتيءَ سمان رامائڻ به ڀارت ورش جو هڪ الڳ آهي. ويدن ۽ اپنشدن ۾ ڪرم الڳ آهن جنهن سان ديوتائين جي شريعر جي پالنا ٿئي ٿي. ۽ رامائڻ هن ديس جو اڏيالڪ الڳ آهي. آدجڳاد ڪالوني رامائڻ مان هندو سڀيتا جي اهڃا امر ڏارا وهندي آئي آهي، جا هن ديس واسين جي من ۽ سنسڪارن کي ڀڄائيندي، انهن جي دلين کي سرسبز ڪندي، لڙون جيون ڏيندي آئي آهي. ڳوٺ ڳوٺ ۾، گهر گهر ۾، جهوپڙين يا محلاتن ۾ آدجڳاد ڪالوني رامائڻ جي ڪٿا ٿيندي آئي آهي. انهن هن جاتيءَ جو جيڪو آدرش ۽ عادتون ٺهن ٿيون ان هن هندو جاتيءَ کي امر جاتي بڻايو آهي. مطلب ته جاتيءَ جو سچو ٻڌو بڻايو آهي رامائڻ.

مهرشي والميڪ، رامائڻ روپي هڪ روشن مينار اڀو ڪيو آهي ۽ جيڪو هندو جاتيءَ کي سدائين ست چت آنند جي راهه ڏيکاريندو ۽ پوتڪ واد جي اونداهه ۾ ڪري ناس ٿيڻ کان بچائيندو رهي ٿو. اليڪ ديسن ۾ اليڪ ٻاوان جاتيون پيدا ٿينديون رهن ٿيون، جي ڪجهه وقت پنهنجو چمڪو ڏيکاري، پوتڪ واد جي اونداهه ۾ ڪري وسامي وڃن ٿيون، جو انهن ديسن ۾ به انهن جاتين جو ڪو نشان نه رهي. مصري، گريڪ، رومن، هوڻ، شڪ وغيره وڏيون وڏيون جاتيون ڪنهن زماني ۾ هيون ۽ هاڻي ليسارجي ويون آهن. هاڻي وري امريڪن ۽ روسين جاتيون پنهنجا رنگ ڏيکاري رهيون آهن. پر هندوءَ پراچين آريه جاتي پنهنجن ساڳين ويدن، ديوتائن، نالن ۽ آدرشن سميت ساڳي آريه ورش ڀارت ديش ۾ امر آهي. انجو رهسيه اسانکي رامائڻ سمجهائيٿو.

رامائڻ ۾ پوتڪواد يعني راڪشسي سڀيتا جي مٿان ست چت آنند يعني آريه سڀيتا جي سوڀ جو ورڻن، اهڙي نه وڻندڙ ڪٿا جي روپ ۾ ڪيل آهي جو اهو مهان آدرش عام ماڻهن جي دلين تي اڪرجي وڃي ٿو ۽ هو انجي ساڌنا ڪري انهن شانتي ۽ شڪتي پراپت ڪندا رهن ٿا. پوتڪواد يا راڪشسي سڀيتا آهي ڪائڻ، پيئڻ، موج ڪرڻ، پنهنجي تن پروري، اندرين جي ترپتي وڌائي ۽ ديدبي وڌائڻ لاءِ ٻين کي ڏکوائڻ ۽ هيسائڻ. ست چت آنند جي راهه يعني آريه سڀيتا آهي آتما کي پرماتما سان ملائڻ ۽ پنهنجي تن ۽ اندرين کي ڪشٽ ڏئي، سنجم ۾ رکي نه ٻين کي سکي ڪرڻ ۽ پنهنجو ڪرتويه پالڻ. هڪ پاسي آهي سوڀ ۽ ٻئي پاسي آهي تياڳ، هڪ پاسي آهي ڀوڳ ٻئي پاسي آهي جوڳ. انهن ٻنهي سڀيتائن جا روپ آهن راوڻ ۽ رام.

راوڻ مهرشي پلستيه جي اوچ ڪل ۾ پيدا ٿيل مها تپسوي ۽ مها ودوان هو. سندس لکيل ويدن تي ڀاشيه جي اجا تائين موجود آهن، سي سندس پرڪاله ودوتا ۽ وياڪرڻ جي ڄاڻ جا ثبوت آهن. "راوڻ سنهتا" اڄ به جوتش جو هڪ امر گرنٿ آهي. هو سنگيت وديا، ويدڪ، رساين وديا ۽ ٻين اليڪ ودياڻن جو ڄاڻو ۽ ڌنر وديا ۾ مها ٻلوان هو پر ان هوندي به هڪ راڪشس تو جنهن جا اندر لڳ هو الباجاري هو ۽ هن پنهنجي قابليت ۽ ڪماليت ڪم آندي

۽ ڪجهہ لکي نہ سگهي. ڪجهہ سمجهہ ۾
ناهيل ڪونہ ٿي وسريو وڃيس ۽ ڪجهہ لکي نہ سگهي. ڪجهہ سمجهہ ۾
ي آيس. ليڪ انهن ڏينهن ڀڳوان شنڪر اچي سامهون پرگهٽ ٿيس ۽ چيائينس:
هنجي مادري ڀاشا ۾ رام چرتر ٺاهہ، تہ جيئن عام ماڻهو سمجهي سگهن ۽ انهن
و ڪلياڻ ٿئي. منهنجي آشيرواد سان تنهنجي ڪونہ سام ويد سمان ڦلدائڪ ۽
مقل ٿيندي.

ڀڳوان جي آگيا موجب تلسيداس پنهنجي ڳوٺاڻي ڀاشا ۾ رامائڻ جي رچنا
ڪرڻ لڳو. هو رڳو هڪ وقت کير پي گذاريندو هو ۽ ڏاڍي سادگي ليکن ۾
رهي بہ ورهين ۽ سٺن مهينن ۾ هن رام چرتر مانس (جيڪو رامائڻ جي نالي
مشهور آهي) ناهي پورو ڪيو. انوقت هنومان پرگهٽ ٿي مٿي ڪان آخر تائين اهو
رامائڻ ٻڌو ۽ سندس ساراهہ ڪري آشيرواد ڏنائينس. پوءِ تہ اُن رامائڻ جو پرچار
وڌو وڌندو. تنهنڪانپوءِ تلسيداس ايوڌيا ڇڏي ڪاشيءَ ۾ اچي رهڻ لڳو. جتي
۾ سندس رامائڻ جي امرت پري ڳالهہ ٻڌي لوڪ پريم ۽ ڀڳتيءَ ۾ پرجي
جئہ جئڪار ڪرڻ لڳا.

تلسيداس جي وڌندڙ مشهوري ڏسي، ڪاشيءَ جي پنڊتن کي اچي ڇورا
ڪورا لڳي تہ الريت سندن مان ۽ مهانگ گهٽجي رهيو آهي. انلاءِ هو تلسيداس جي
نندا ڪرڻ لڳا ۽ اُن پستڪ کي ناس ڪرڻ لاءِ پڇ پڇائڻ لڳا. پستڪ چورائڻ
لاءِ اُنهن هڪ رات جو چورن کي موڪليو. انهن چورن ڏٺو تہ تلسيداس جي
جهوپڙيءَ ٻاهران هڪ سانورو ۽ ٻيو گورو وير پرش ڌنش ٻاڻ کڻي پهرو ڏيئي
رهيا آهن. اُن جوڙي کي ڏسي اُنهن چورن جي ٻڌي شد ٿي وئي ۽ صبوح
ٿيندي اُنهن تلسيداس وٽ اچي سچي حقيقت ٻڌائي ۽ پڇيو تہ توهان اهي
پهريدار ڪير آهن؟ اهو ٻڌي تلسيداس جي اکين مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي
۽ هو اُنهن چورن کي هٿ جوڙي چوڻ لڳو تہ توهان ڌنيہ آهيو جو ڪرپا ساگر
ڀڳوان جو درشن ٿيو اٿو.

اُنهن چورن ڪونا! ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنا ۽ ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻ لڳا.
تلسيداس جو ڏٺو تہ منهنجي ڪري پرڀوءَ کي ايڏو ڪشٽ سهڻو پيو سو
جهوپڙيءَ ۾ رکيل سڀ سامان غريبن ۾ ورهائي ڇڏيائين ۽ اصل! لکيل رامائڻ
پنهنجي مٽر راجا ٽوڊرمل وٽ سانڍي رکيائين. اُگسائين: رامائڻ جو هڪ ٻيو
نقل ڪيو ۽ جنهن تان گهڻيئي ڪاپيون هٿ سان لکي تيار ڪيون ويون ۽
اُنهيءَ ڏاڍو پرچار ٿيو. اهو ڏسي پنڊتن جو دک وڌڻ لڳو ۽ انهن هڪ مشهور
تانترڪ ٻٽيشور مشر کي تلسيداس جي مارڻ لاءِ تيار ڪيو. اُن تانترڪ پنهنجي
منتر تنتر جي سڌيءَ سان هڪ ڀينڪر ڀرو پيدا ڪري تلسيداس جي مارڻ لاءِ
موڪليو. پر جڏهن ڀرو تلسيداس وٽ آيو تہ ڏٺائين تہ بجرنگ ٻلي هنومان

۾ سنان ڪرڻ آيو. نوجوان ۽ وڌوان تلسيداس کي ڪٿا ڪندو ڏسي، اُن ٻرهمڻ
کيس پنهنجي ڪنيا ڏيڻ جو نشچو ڪيو. پهرئين ته تلسيداس آنا ڪانا ڪئي،
پر جڏهن ڏٺائين ته ٻڌو وٺس ٻڪ ۾ ڌرلو ماري ويٺو، تڏهن ليڪ قبول ڪيائين.
سنبت ١٥٨٣ ۾ جيٺ سُڌي ١٣ سندس وواهه ٿيو ۽ هو ڪنوار وٺي گهر آيو.
تلسيداس جي استري رتناولي ڏاڍي سندر هئي، جنهن تي هو موهت ٿي پيو
۽ کيس پلڪ به پري ڪونه ڪندو هو. اِهڙيءَ ريت ڇهه سال گذري ويا، پر تلسيداس
جي پريت نه گهٽي. ان عرصي ۾ سندس استري پنهنجي مائٽن سان ملڻ لاءِ
گهڻيئي دفعا پيڪي وڃڻ چاهيو، پر تلسيداس موڪل ئي نه ڏنس. هڪ دفعي
رتناوليءَ جو ڀاءُ کيس ڪوٺڻ لاءِ آيو، ته به تلسيداس موڪل نه ڏنس، پر جڏهن
تلسيداس ڪنهن ڪم سان ڪيڏانهن هليو ويو ته رتناولي پرپٺ ڀاءُ سان پيڪي
هلي وئي.

جڏهن تلسيداس ٻاهران موٽي گهر آيو ۽ پنهنجي پراڻ پياريءَ کي نه ڏٺائين
ته پٺيان پيرون ساهري روانو ٿيو. رات جي وقت ۾ هن ندي پار ڪئي ۽ اڌ
رات جو اچي ساهري پهتو. تلسيداس جي دروازي کڙڪائڻ تي، سندس آواز
سڃاڻي، رتناوليءَ در کوليو ۽ کيس ڏوراپو ڏيئي چوڻ لڳي:- هاءِ! توهان پريم
۾ اهڙو انڌو ٿي ويو آهيو جو توکي اونداهي رات جي به سڌ نه پئي! منهنجي
هن هڏن ۽ ماس جي سرير ۾ جيترو موهه اٿئي، اوترو جيڪڏهن ايترو ئي ڀڳوان رام
سان هجيئي ته اوس هن ڀيانڪر سنسار مان مڪت ٿي وڃين.*

رتناولي ڪا رواجي استري نه هئي. هوءَ سچي هردي سان پتيءَ جو اڌار
چاهيندڙ ستي هئي. هنجا وچن تلسيداس کي چڀي ويا ۽ هنکي سچو ويراڳ اچي
لڳو. انوقت ئي هو پرياڳ روانو ٿيو، جتي گرهستيءَ جا ليڙ ٽوڙي سادو ويس
ڌارڻ ڪيائين. هوڏانهن رتناوليءَ جو پتيءَ جي وڇوڙي ۾ ديهانت ٿيو. تلسيداس
ايوڌيا، ڪاشي، جڳنناٿ، راميشور، دوارڪا، بدري نارائڻ، ڪئلاس، مانسرووَر
آدي تيرٿن جون ياترائون ١٥ سال ڪندو رهيو ۽ ليڪ ڪاشيءَ ۾ موٽي آيو. انهن
ياترائن ۾ هنکي گهڻن ئي مهاتمائن جو درشن ٿيو. ڪاشيءَ ۾ اچي گسائين رامائڻ
جي ڪٿا ڪرڻ لڳو ۽ هنجو شري رامچندر ۾ پريم وڌ ندو ويو ۽ ڀڳوان جي
ساکيات درشن ڪرڻ جي اچي سڪ لڳس. هو هر روز هڪ پپل جي
وڻ تي پاڻي چاڙهيندو هو. اُن وڻ ۾ هڪ پريت رهندو هو، جو اُهو جل پي
خوش ٿيندو هو. هڪ ڏينهن اُن پريت پرسن ٿي، تلسيداس کي چيو ته هو

* हाड़ मांस की देह मम, तापर जितनी प्रीति।
तिसु आधी जो राम प्रीति, अवसि मिटिहि भवभीति॥

نڪمنو ۾ جانو هو، الله جو لڪي چوڻ لڳا ته هو ڪو ٻار پنا لاءِ اشڀ ۽ مولمار آهي. اڪري آتمارام اُن ٻالڪ کي پنهنجي ڪرمن جو ڦل سمجهي، ڪٺن جهنگل ۾ تپو ڪري اچڻ لاءِ نڪتو. ٻئي طرف ماءُ جي ممتا ٻالڪ جي رکيا ڪئي. داسيءَ پنهنجي داسيءَ چنيا کي پنهنجا سڀ ڳهڻا ڏنا ۽ پنهنجو لٽون ڦاڙ ٻار سولپي، کيس راتو رات لڪائي روانو ڪري ڇڏيو، ٻئي ڏينهن گيارس جو هلسيءَ پراڻ تياڳيا.

داسيءَ چنيا اُن ٻالڪ کي کڻي پنهنجي گهر هريپور ڳوٺ ۾ آئي، جتي گهڻن جو کير پياري ٻالڪ جي پرورش ڪرڻ لڳي. جڏهن تلسيداس ساڍي پنجن ورهين جو ٿيو ته چنيا به مري ويئي ۽ سندس پڏيءَ سس آتمارام کي راجاپور چوائي موڪليو ته پنهنجي پٽ کي وٺي وڃ. آتمارام جواب موڪليس ته ”جنهن ٻالڪ جي ڄمندي ئي ماءُس مري ويئي ۽ پوءِ پالڻ واري داسي به نه بچي، سو اهڙو لهاڳو ٻالڪ موڪلي ڪهڙو ڪيو. هو جيئي يا مري تنهنجي موڪلي ڪا پرواه ناهي.“

پلا جڏهن پنهنجي پتا جو ٿي اهڙو نڪتو ته پوءِ پيو ڪير هنکي پنهنجي گهر آڻي رکي ڪن مصيبت هولڊ ڪندو! لنڌڙي الاڪ ٻالڪ کي پالڻ وارو ڪو ڪونه هو ۽ هو در در ڀٽڪڻ لڳو. اهو ڏسي ماتا پاروتيءَ کي ديا اچي ويئي ۽ هوءَ هڪ برهمڻ استريءَ جو روپ ڌاري هرروز اچي ٻالڪ کي کارائي ويندي هئي. اهو ڏسي لوڪن کي عجب لڳندو هو ته هيءَ اجنبي استري ڪير آهي! خير الريت پنج سال پيا به گذري ويا.

پاروتيءَ جي اها ممتا ڏسي شنڪر ڀڳوان پنهنجي هڪ پياري ڀڳت نرهري سواميءَ کي آگيا ڏني ته هريپور وڃي اُن ٻالڪ جي ودياءِ پالڻ جو بندوبست ڪر. الموجب ايوڌيا جو ساڌو نرهري هريپور آيو ۽ ڳوٺوارن ڪان پڇي ٻالڪ کي ايوڌيا وٺي آيو. ۽ هن ٻالڪ جو نالو رامبولا رکي کيس جڻيا پاتا ۽ سندس سار سنڀال لهڻ ۽ وديا پاڙهڻ لڳو. هن رامبولا کي رامائڻ جي ڪٿا ٻڌائي جا ننڍڙي ٻالڪ جي هردي ۾ اُڪري ويئي. ڪجهه وقت ڪاپوءِ گورو ۽ شش ٻيئي ڄڻا ٻالڪا کي اکتا ۽ گهٽيتي پوتر استان گهمندا ڪاشيءَ اچي پهتا. ڪاشيءَ ۾ سنالن، تلسيداس جي الوڪڪ ٻڌي ۽ سمرڻ شڪتي ڏسي رڃهي پيو ۽ ساڌو نرهريءَ کان موڪل وٺي کيس پندره سال پاڻ وٽ رهائي سڀ ويد پڙهي، پر دنيوي وهنوار ۾ قاسي. وڌيڪ هو پنهنجي گروءَ کان موڪل وٺي پنهنجي جنم ڀومي راجاپور ڳوٺ ۾ اچي رهيو. اتيءَ وچ ۾ سندس پتا جو ديهانت ٿي چڪو هو. هو ڳوٺ ۾ رهي ماڻهن کي ڀڳوان رام جي ڪٿا ٻڌائڻ لڳو.

[illegible] ڏينهن ۾ راجاپور ۾ دين بندو نالي برهمڻ، ڪٽنب سميت جمنا

جي جڏهن نه گنگا وهي رهي آهي، سچو راماڻ ڀڳوان جــي ڏيان، پرارٿنائن ۽
امولڪ اپديشن سان ڀريو پيو آهــي. پنهنجي جيوت سڦلي ڪرڻ لاءِ انهن
ڳالهين جي وڌيڪ ضرورت سمجهي، هيءَ راماڻ به گهڻي ڀاڱي تلسيداس جي
راماڻ جي آڌار تي لکيو ويو آهي ۽ انڪري هنجو نالو "شري تلسي راماڻ"
رکيو اٿم. پر رام ڪٿا کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ انوقت جون حالتون ۽ انوقت
جي قومن، گندروں، ديوتائون، آرين، وانرن ۽ راڪشسن وغيره جا پاڻ ۾ جيڪي
سمبند يا دشمنيءَ جا سبب هئا سي ڄاڻڻ ضروري آهن، خاص ڪري راوڻ جي
جنم ۽ راڪشس ڪل جو سمورو اتهاس هن راماڻ ۾ شري والميڪ راماڻ تان
آندل آهــي. شري رام ۽ مهرشــي وسشٽ جــي گيان وارتالاپ جو ٽورو
ٽڪر يوگ وسشٽ تان اتاري ڏنو اٿم نه جيئن پڙهندڙن ۾ سک جاڳي ۽ هو اهو
شاستر پڙهي لاڀ پرائين. لؤ ڪش جي ڪٿا والميڪ يا تلسي راماڻن ۾ ناهي پر
آنڪالسواءِ راماڻ پورو نه ليکبو انڪري اها ڪٿا به ڏني اٿم.

سنت تلسيداس جو راماڻ نه ڀڳتي ۽ گيان جي امرت جو درياهه آهــي.
هن وقت دنيا ۾ جيڪو پاپ، ٺڳي، پاکنڊ ۽ دک جو گند ڦهليل ويو آهــي سو
شل اسين انهيءَ درياهه ۾ وهائي ڇڏيون. ماڻهو پنهنجي سک لاءِ انيڪ اپاءَ
ڪندي ڀڄي مري وڃن ٿا، پر هڪ رام نام بنا انهيءَ اهانتيءَ ۽ جلڻ
ٽٽي وسامي. الله سنڪورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:

جو سک ڪو چاهو سدا، شرڻ رام ڪــي ليهه،
کهه نانڪ سن ري منا، دُرلڀ مانش ديهه.

آن رام نام جي ڪاڻ هن راماڻ جو جيترو گهڻو پرچار ٿيندو، اوترو سک،
شانتي ۽ سداچار وڌندو. اوم.

داس
لوڪرام ٻيسومل ڏوڏيجا
١-١-١٩٦٠ع

---

# ڀڳت شرومڻي گسائين تلسيداس جو جيون چريتر

---

پرياڳ جي ڀرسان جمنا جي ڪناري تي وسيل راجاپور نالي ڳوٺ ۾ آتمارام
برهمڻ جي استريءَ هلسيءَ سمبت ١٥٥٤ ساوڻ سدي ستميءَ مهاتما تلسيداس
کي جنم ڏنو. ان ٻالڪ کي ڄمندي ئي ٻٽيهه ڏند موجود هوا ۽ جيئن نه هو مولا

سيتا کي راوڻ جو چتر ڪڍڻ لاءِ چيو ته سيتا چيو ته مان ته رڳو راوڻ جي پير
جو آڱوٺو ڏٺو هو. سيتا راوڻ جي پير جي آڱوٺي جو چتر پٽ تي ڪڍيو ۽ پو
سمهي پئي. اهو سمورو چتر ڪڍي پورو ڪيو. هن رام کي اهو چتر سيتا ج
ڪلنڪ ڏيکارڻ لاءِ ڏنو.
ڪيڏي بدائي ۽ چيو:-
جتي من لڳل هوندو آهي تهڪي ئي यत्र यत्र मनोलग्न स्मर्यते हृदि तत्सदा
هردي ۾ سدائين ياد ڪيو آهي. اهو ڏسي ۽ ٻڌي رامچندر سيتا کي گهر مان
ڪڍي ڇڏيو. ڪشميري رامائڻ ۾ لکيل آهي ته رامچندر جي ڀيڻ هنڪي اها
مروڙ ڏيکاري.
تلسيداس پنهنجي اشٽ ديو رامچندر جو آدرش اوچو رکڻ لاءِ پنهنجي
گيتاولي ۾ اها ڪٿا هٽائي ڇڏي آهي. دشرٿ پنهنجي عمر پوري ڪري ڪار
اڳ ئي مري ويو ۽ پنهنجي باقي عمر رامچندر کي ڏئي ويو. جڏهن رامچند
جي پنهنجي آيو پوري ٿي چڪي، تڏهن هن پنهنجي پتا جي عمر سان سيتا
سان گڏ رهڻ ٺيڪ نه سمجهيو ۽ لڪشمڻ سان گڏ سيتا کي والميڪ وٽ رهڻ لاءِ
موڪلي ڇڏيائين.

لوڪش جي جنم جي ڪٿا ۾ به فرق آهن. آنند رامائڻ ۽ ٻين ڪيترن
رامائڻن ۾ لکيل آهي ته والميڪ آشرم ۾ سيتا کي هڪ پٽ ڄائو جنهنجو نالو لَو
رکيو ويو. هڪ ڏينهن سيتا پنهنجي پٽ کي والميڪ رشيءَ جي سنڀال هيٺ
رکي ندي ۾ اشنان ڪرڻ وئي. رستي تي هڪ باندري ڏٺائين جا پنهنجن ٻچن
ٻارن کي ڪڇي ۾ ٻڌي وئي ۽ چيو ته سيتا کي ڇڏي رهي هئي ته "توهان پنهنجي
هڪ ٻار کي ڪڇي ۾ نٿي سگهو! تڏهن سيتا واپس آشرم ۾ آئي ۽ لَو کي ڪڇي
ندي تي وئي. انوقت والميڪ ڪُل هئو ۽ جڏهن هو اچي لَو کي ڪُل ڏٺو،
تڏهن اهو اندازو نه ڪيو ته ڪو جهنگلي جانور ٻالڪ کي کڻي ويو آهي. هن سيتا
جي ڏک ۽ ڏورانهين جو خيال ڪري پنهنجي تپو ٻل سان ڪش (ڏڀ) گاهه مان
ساڳئي قسم جو ٻار ٺاهي اُن جڳهه تي سمهاري ڇڏيو. پوءِ جڏهن سيتا نديءَ تان
اشنان ڪري، لَو کي ڪڇ ۾ کڻي موٽي، تڏهن ٻيو ٻالڪ ڏٺائين ۽ سموري ڳالهه
ٻڌائين. سيتا اُن ٻئي ٻالڪ کي به لَو وانگر پالي وڏو ڪيو. اِن نموني جي ڳالهه
ٽيپٽي رامائڻ، ڪٿا سرت ساگر، ڪشميري رامائڻ وغيره ۾ به آهي.

**ٻيون رامائڻ:-** الريت بيشمار رامائڻ ۽ رام ڪٿائون آهن. پر انهن سڀني
ڪارن جي وچ ۾ تلسي رامائڻ هڪ چنڊ مثل چمڪي رهيو آهي. انهن برابر آهي
ته ٻين رامائڻن ۾ تواريخي حقيقتون وڌيڪ ڏنل آهن، پر اُنڪان وڌيڪ اهي
ڳالهيون وڌيڪ ضروري آهن، جن سان ستا سنسڪار پون ۽ سائينءَ جي پاسي
لاڙو لڳي. سنت تلسيداس جي رامائڻ ۾ ڀڳتي، گيان ويراڳ جي جڻ گنگا وهي

वातभक्षा निराहारा तप्यन्ती भस्मशायिनी।
अदृश्या सर्वभूतानामाश्रमे ऽस्मिन्निवासिनी ॥३०॥ सर्ग ४८
शापस्यान्तमुपागम्य तेषां दर्शनमागता ॥१६॥
राघवौ तु तदा तस्याः पादौ जगृहतुर्मुदा।

هوءَ ڏکيو هوا کائي، ان جل کانسواءِ رکي ۽ پٿر ٿي تپسيا ڪندي هئي. آشرم ۾ رهندي به ڪنهن کي ڏسڻ ۾ ڪانه ايندي هئي. پر سراپ جي انت ٿيڻ تي هوءَ ڏسڻ ۾ آئي ۽ مهمانن جو آدر ستڪار ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتي. اُن وقت رام ۽ لڪشمڻ هن کي پيرين پيا. ان ڳالهه کي ڀڳت تلسيداس هن ريت لکيو آهي:-

गौतम नारि श्राप बस उपल देह धीर धीर।
चरन कमल रज चाहति कृपा करहु रघुबीर ॥
परसत पद पावन सोक नसावन प्रगट भई तप पूंज सही।
देखत रघुनायक जन सुखदायक सनमुख होइ कर जोरि रही ॥

اهليا سراپ جي ڪري پٿر جي ديهه ڌارڻ ڪري اوهانجي چرڻ ڪملن جي ڌوڙ چاهي ٿي. هي رگهوبير! هن تي ڪرپا ڪريو!! شري رام جي پونر ۽ شوڪ کي ناس ڪندڙ چرڻن جي ڇهندي ئي برابر اها تپسوڻ اهليا پرگهٽ ٿي. ڀڳتن کي سک ڏيندڙ شري رگهوناٿ کي ڏسي، هوءَ هٿ جوڙي سامهون بيٺي رهي. نرسنگهه پراڻ، سڪند پراڻ، پدم پراڻ ۽ آنند رامائڻ موجب به پٿر ٿيل اهليا جو اُڌار رامچندر جي چرڻ ڇهڻ سان ٿيو.

باليءَ کي مارڻ جي ڪٿا به جدا جدا نموني ۾ لکيل آهي. رامچندر وڻ جي پويان لڪي باليءَ کي تير هڻي ماريو، اها هلت هڪ آدرشي کتري وير کي نٿي سونهين. انهي سمجهاڻيءَ ۾ والميڪ ۽ تلسيداس لکيو آهي ته راجا ڀرت جي عيوضيءَ طور رامچندر هڪ پاپيءَ کي سزا ڏني. پر الرگهه راگهو، مهانانڪ ۽ ڪيترن رام ڪٿائن ۾ لکيل آهي ته رامچندر باليءَ کي دوبدو لڙائيءَ ۾ ماريو. مهاوير چرت ۽ ايشورورما ڪويءَ جي ناهيل رام اڀيديه ۾ لکيل آهي ته راوڻ جي منتري ماليوان جي هشي ڏيڻ تي باليءَ رام لکشمڻ کي اڳتي وڌڻ کان روڪيو تڏهن رامچندر سامهون لڙائي ڪري هن کي ماريو.

راميشور اِستاپنا لاءِ سڪند پراڻ، بنگالي ڪرتواس رامائڻ ۽ آنند رامائڻ ۾ لکيل آهي ته لڙائيءَ کانپوءِ رامچندر رشين منين کان پڇيو ته برهمڻ راوڻ کي مارڻ جو پرائشچت ڪيئن ڪجي! انهن صلاح ڏني ته راميشور لنگ جي استاپنا

لکيو ويو آهي.

انڊونيشيا ۾ يوگيسور ڪويءَ جو لکيل راماڻ ڪاڪاون والميڪ راماڻ
جي آڌار تي لکيل آهي ۽ هنن ۾ ڪن ٻين راماڻن جو به گهڻو اثر آهي.
جاوا ۾ سيرت راماڻ ۽ رام ڪيلنگ به آهن ۽ سيرت راماڻ جو وڌيڪ
پرچار آهي. وچين جاوا جي پرمبنم نالي استان تي هڪ شو مندر جي چوطرف
پٿر جي پٽن تي رام ڪٿا اُڪريل آهي. اوڀر جاوا جي پنسرن نالي استان تي به
هڪ شو مندر ۾ راماڻ اُڪريل آهي. ملايا ۾ حڪايت سيري رام، حڪايت
مهراج راوڻ، شري رام وغيره رام ڪٿائون ٿوري گهڻي فرق سان آهن.

انهن سڀني گرنٿن کانسواءِ بيشمار ناٽڪ ۽ اليڪ ٻولين ۾ اليڪ راماڻن جا
ترجما جيڪي آهن تن شري رام جي ڪٿا کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۽ گهر گهر
۾ وياپڪ ڪري ڇڏيو آهي. دنيا ۾ ٻي ڪا اهڙي ڪٿا ڪانهي جنهنجو ايترو پرچار
ٿيل هجي. انهن سڀني گرنٿن ۾ جدا جدا شاعرائيون خوبيون آهن ۽ ڪٿا ۾ به
ٿورو گهڻو فرق آهي. انهن فرقن جي بيان سان نه پوٿا ڀرجي ويندا پر ڪي
ٿورا فرق پاٺڪن جي ڄاڻ لاءِ لکجن ٿا:-

سيتا جي جنم بابت جدا جدا ڪٿائون آهن. راجا جنڪ کي سيتا ٻنيءَ
مان ملي يا ٻنيءَ ۾ ڪٿان آئي؟ تبت، کوتان، انڊونيشيا ۽ سيام جي راماڻن ۾
انهيءَ سوال جو جواب ملي ٿو. اهي راماڻ ڀارت جي پراچين اُتر پراڻ جي آڌار
تي لکيل نه ڏسجن. اُتر پراڻ ۾ ڳالهه هن ريت آهي. مندوڌريءَ کي جنهن وقت
ڌيءَ ڄائي نه لنڪا ۾ ڌرتي ڌڏي ۽ وڏو زلزلو ٿيو ۽ ٻيا به ڪيئن اپسڳڻ ٿيا.
اُنوقت جوتشين چيو ته هيءَ ڪنيا راوڻ جي ناس ٿيڻ جو سبب بڻبي. تڏهن
راوڻ ماريچ کي چيو ته هن ڪنيا کي ڪنهن ڏورانهين ملڪ ۾ ڇڏي اچ! ماريچ
اُن ڪنيا کي راجا جنڪ جي متلا پوريءَ جي هڪ ٻنيءَ ۾ رکي آيو. ٻين هنڌ
لکيل آهي ته اُن ڪنيا کي هڪ ٽوڪريءَ ۾ وجهي نديءَ ۾ لوڙهيو ويو ۽ ڪن
ماڻهن کي اها ٽوڪري ملي نه اُنهن وڃي راجا جنڪ کي ڏني. مها ڀاڳوت. ديوي
پراڻ ۾ به انهيءَ ڳالهه جي پٺڀرائي ٿيل آهي جو لکيل آهي.

सीता मंदोदरी गर्भ संभूता चारु रूपणी

پهرين راماڻ هئو هڪ وير جي پراڪرم جو ڪاويه پر پوءِ رامچندر کي
ڀڳوان وشنوءَ جو اوتار مڃي اُنجي ڀڳتي وڌندي وئي ۽ هنجي چرتر ۾ الوڪڪ
چمتڪار ڳنڍيا ويا. اڌياتم راماڻ ۽ تلسي راماڻ ۾ اهڙا چمتڪار گهڻا لکيل آهن.
جيئن ته پٿرن تي "رام" لکڻ سان اُهي ترڻ لڳا يا مثال وٺو اهليا جي ڪٿا جو.
والميڪ راماڻ ۾ لکيل آهي:-

ولنڪا رامائڻ ۽ وچتر رامائڻ ۾ والميڪ رامائڻ جي آڌار تي لکيل آهن
مراٺيءَ ۾ سنت ايڪناٿ جو ڀاوارٿ رامائڻ پراچين آهي ۽ هن ۾ ارٿ
شلوڪن کي سڳا ڳائي ليکيو ويو آهي. مراٺيءَ ۾ شريڌر ڪويءَ جي رام وجيه
جو پرچار وڌيڪ آهي. واڳهرانيءَ ۾ منهنجي هڪ متر ڪولهاپور جي ڊاڪٽر
شري سڪندي للسي رامائڻ جو مراٺي ترجمو گيتن ۽ شلوڪن ۾ ڏابو ۽ متو ۽ سن
ڪيو آهي.

گجراتيءَ ۾ گرڌرداس جي رامائڻ جو گهڻو پرچار آهي جيتوڻيڪ ڀالڻ جو
رام وواهه ۽ رام ٻال چرت، مترٽا ڪرمن جو سيتا هرڻ، لاوڪيه جو
راوڻ منڊودري سنواد، هريداس جو سيتا وره ۽ لرمد جو
رامائڻ سار وڌيڪ پراچين آهن. هنديءَ ۾ گوسوامي تلسيداس جي رام چرت
مانس جو گهر گهر ۾ پرچار آهي ۽ هن ۾ سيتا تياڳ ۽ لو ڪش جون ڪٿائون ڪين
آهي ڪٿائون تلسيداس جي ٻين پستڪن گيتاولي ۽ راماگيا پرشن ۾ لکيل
آهن. هنديءَ ۾ سورداس جو رامائڻ، ڪوي ڪيشوداس جي رام چندرڪا،
راڌي شيام رامائڻ ۽ مٿلي شرڻ گپت ۽ ٻين ڪوين جا ۾ اليڪ ننڍا وڏا
رامائڻ آهن.

ڀارت کان ٻاهر جا رامائڻ:-

تبيت جي رامائڻ ۾ به ڪشميري رامائڻ وانگر سيتا منڊودريءَ جي ڌيءَ
آهي ۽ دشرٿ کي ٽئو ٻه پت رام ۽ لڇمڻ آهن. انوبت ڪٿائن ۾ گهڻو فرق
آهي. اوڀر ترڪستان جو کوتاني رامائڻ به تبيتي ۽ ڪشميري رامائڻ جهڙو
آهي. [illegible] گوتم ٻڌ کي رامچندر جو اوتار ڪري ليکيو ويو آهي.

برما ۽ سيام، انڊوچين، جاوا، سماٽرا، انام، ملايا وغيره ديش ته ڀارت سان
ٻڌل ئي آهن ۽ ڪئين صديون انهن تي هندن جي حڪومت رهي آهي، اِنڪري
انهن ملڪن ۾ رامائڻ جو پرچار سوڀاوڪ آهي. اڃا تائين به رام ڪٿا جا گهڻا ناٽڪ
انهن ملڪن ۾ ٿيندا رهندا آهن. هند چين ۾ هندن چمپا راڄ جي استاپنا ڪئي.
اتي جي هڪ راجا [illegible] جي وقت جو هڪ والميڪ مندر مليو آهي
جنهن ۾ رامائڻ جو هڪ شلوڪ پٿر تي اُڪريل آهي ۽ والميڪ رشيءَ جي پٿر جي
مورتي آهي. ڪمبوڊيا جي [illegible] انگڪور وات جي هڪ وڏي مندر
۾ رامائڻ جي ڪٿا پٿر جي ڀتين تي اُڪريل آهي. انهن ديسن ۾ ريئام ڪير
[illegible] رامائڻ [illegible] آهي. سيام ديس جي رام ڪيئن نالي رامائڻ
[illegible] سرڪار ڇپايو آهي. لائو ٻولي
۾ [illegible] ۽ گوتم ٻڌ کي رامچندر جو اول

ذڪر آهي. هو مها پراڻ ۾ لکيل آهي ته ستي، سيتا جو روپ ڌاري رامچند
جي پرکيا لئي رني الله مهاديو هنجو لباس تو ڪري. اها ڪٿا تلسيداس جي
رامائڻ ۾ به ذڪر آهي. گروڙ پراڻ موجب شري رام شور پنڪا جو اڪ پاٺ تو ويو
سڪند پراڻ ۾ لکيل آهي ته وشسٽ رامچندر کي وينتي ڪئي ته لنڪا جي
پسل هتي چڙهيو ته ته لنڪا جي جوڌن ڪسي مثل سمجهي پيا راجائون لنڪ
لي چڙهائي ڪري ايندا يا ته ڪي ماڻهو پل تان سولائيءَ سان لنگهي لنڪ
گهمڻ ايندا ته اُهنکي راڪشس کائي ڇڏيندا. وشسٽ جي اهنا وينتي اگهائي
رامچندر پسل هتي ڇڏي. سڪند پراڻ، شو پراڻ ۽ شو مها پراڻ ۾ شري
رام جي شنڪر ڀڳتيءَ لي زور ڏنو آهي. ديوي ڀاڳوت پراڻ، ڪاليڪا
پراڻ ۽ مها ڀاڳوت پراڻ ۾ ڏيکاريل آهي ته رامچندر نوراترن ۾ اُپواس رکي
ديويءَ جي پوڄا ڪري راوڻ تي سوڀ پائي. اگني پراڻ، برهم پراڻ،
پدم پراڻ، وشنو ڌرموتر پراڻ، نرسنگهه پراڻ، وهني پراڻ، هري
ونش پراڻ ۾ به رام ڪٿا ٿوري ٿوري فرق سان لکيل آهي. مهاڀارت
موجب ڪسپ ڪرڻ جو موت لکشمڻ هٿان ٿئي تو ۽ راوڻ جي وناش بابت لکيل
آهي ته ڀرشي وشروا کي ٽي استريون هيون جنهان پشپ وتڪتا راوڻ ۽
ڪسپ ڪرڻ جي، مالني وڀيشڻ جي ۽ راڪا، کر ۽ شور پنڪا جي ماتا هئي. ڪٿا
سرت ساگر به هڪ پراچين گرنٿ آهي جنهن ۾ به رامائڻ جي ڪٿا وستار سان
ذڪر آهي.

## ٻڌ ۽ جين ڌرم جا رامائڻ:-

دشرٿ جاتڪ، انامڪ جاتڪ، دشرٿ ڪٿا ٻوڌ ڌرم جا گرنٿ
آهن جن ۾ جاتايل آهي ته ڪيهن جنم ۾ ڀڳوان ٻڌ رامچندر هئو ۽ هن رامائڻ ۾
لکيل چرتر کيا هئا. جين ڌرم ۾ رام ڪٿا جا پيا به گرنٿ آهن ۽ جيئن ته
رام پراڻ، اُتر پراڻ، رامائڻ ڪٿا نکم سومسين ڪويءَ جو رام چرت
۽ پيو پدم ديو ڪويءَ جو رام چرت، رام وجيه چرت ۽ پٽيه چندروديه
پراڻ آهن پراچين مهاراشٽريءَ ۾ ومل سوريءَ جو لکيل پئم چريه آهي جنهنجو
ترجمو سنسڪرت ۾ رويشيٺا چاريه پدم چرت جي نالي ڪيو آهي. الهن جين
ڌرم جي رام ڪٿائن ۾ رامچندر، لکشمڻ ۽ راوڻ کي جين مهاپرشن جو اوتار ڪري
لکيو ويو آهي ۽ ڪٿا ۾ گهڻي بدل سدل ڪئي ويئي آهي ۽ آخر ۾ شري رام

س وڏيڪ آهن. انڊونيشيا هند چين وغيره ۾ جيڪي رامائڻ آهن، اُهي ڪي ڏر هن رامائڻ تان ورتل آهن. راجا ڪمارداس جي ڇائين صديءَ ۾ ڇاپيل جانڪي هرڻ ۾ به شرنگار رس پڌرو آهي. رام چرت ڪوي اڀنند جو لکيل ستو آهي. رامائڻ منجري ٻارهين صديءَ ۾ ڪشمير جي ڪيميندر ڪويءَ جو ڇاپيل آهي. اُدار راگهو ۱۴ صديءَ ۾ ڪوي ساڪليه مل يا ملاچاريه جو ڇاپيل آهي ۽ هن ۾ به شرنگار رس وڌيڪ آهي. انهن کانسواءِ ٻال رامائڻ، رگهو ونش، راوڻ وڌ، اُتر رام چرت، ڪند مالا، انرگهه رامائڻ، مها ناٽڪ، چمپو رامائڻ، مٿلي ڪلياڻ، مهي راوڻ چرت، راوڻ چرت، ڀشنڊي رامائڻ، رام ڪٿا، رام رهسيه، رام اپيدڪ، راگهو نئشڌيه وغيره وغيره گرنٿن ۾ رگهو رام جي ڪٿا آهي.

مهارامائڻ ۾ شنڪر پاروتي سنواد ۳۵۰۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي؛ سنورت رامائڻ نارد جو ڇاپيل ۲۴۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي؛ لومش رامائڻ ۾ ۳۲۰۰۰ شلوڪ آهن؛ اگست رامائڻ ۾ ۱۶۰۰۰ شلوڪ آهن. هن ۾ راجا پرتاپ ڀانو ۽ اري مردن جي ڪٿا آهي جا سنت تلسيداس پنهنجي رامائڻ ۾ ڏني آهي، منجل رامائڻ ۾ شري رام شبريءَ کي نون قسمن جي ڀڳتي ٻڌائيندو سو به تلسي رامائڻ ۾ ڏنل آهي. سوپديه رامائڻ اتري رشيءَ جو ڇاپيل ۽ ۶۲۰۰۰ شلوڪن وارو آهي؛ رامائڻ مهامالا ۾ ۵۶۰۰۰ شلوڪ آهن. هن ۾ ڀشنڊي ۽ گرڙ سنواد آهي جيڪو تلسي رامائڻ ۾ آندل آهي؛ سؤهارد رامائڻ شرڀنگ رشيءَ جو ڇاپيل ۴۰۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي؛ رامائڻ مڻي رتن ۾ ۳۶۰۰۰ شلوڪ آهن؛ سوريه رامائڻ ۾ هنومان سورج سنواد ۶۲۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي؛ چندر رامائڻ ۾ هنومان ۽ چندرمان جو سنواد ۷۵۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي؛ سوايمڀو رامائڻ ۾ برهما نارد سنواد ۱۸۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي؛ سورچس رامائڻ ۾ سگريو تارا سنواد ۱۵۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي؛ شروڻ رامائڻ ۾ اندر جنڪ سنواد ۱۲۵۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي ۽ دُرنت رامائڻ ۾ وسشٽ ۽ جنڪ جو سنواد ۶۱۰۰۰ شلوڪن ۾ آهي. انهن رامائڻن ۾ جيڪي فرق آهن سي لکيا نه پوندا ٻڌجي ويندا.

## پراڻن ۾ رام ڪٿا:-

انکانسواءِ سنسڪرت جي انيڪ پراڻن ۾ به رامائڻ جي ڪٿا وستار سان

## سنسڪرت جا رامائڻ:-

والميڪ رامائڻ ۾ ڇهه ڇپيل آهن جن مکيه ٽن قسمن جا آهن. (۱) ڏکڻ ۽ اولهه ڀارت ۾ چالو ٽرٽيه ساگر پريس ڇپيو. (۲) اتر ڀارت ۾ لاهور جي ڊي اي وي ڪاليج ڇپيو. (۳) اوڀر ۾ ڪلڪتا سنسڪرت سيريز جو گوڙيه رامائڻ. انهن ۾ ڪي شلوڪ اڳيان پوءِ ڏنل آهن پر ڪتا ۾ ڪو گهڻو فرق ڪونهي. جيئن ته ڪلڪتي واري گوڙيه والميڪ رامائڻ ۾ لکيل آهي ته ويڀيشڻ راوڻ کي ڇڏي ڀڄي ڀائرن پنهنجي مائيلي لاءِ ڪبير سان ملڻ ڪيلاش پربت تي ويو. اتي ڪبير ۽ شوجيءَ هن کي صلاح ڏني ته هو وڃي رامچندر سان ملي ۽ انهي مدد ڪري. الرهه بين ڳالهين ۾ به ٿورو ٿورو فرق آهي.

سنسڪرت ۾ مکيه رامائڻ هي آهن:- رامانند سمپرداي وارن جو اڌياتم رامائڻ هڪ خاص اهميت وارو رامائڻ آهي، جو سنت تلسيداس پنهنجو رامائڻ انهيءَ رامائڻ جي آڌار تي لکيو آهي. آنند رامائڻ ۾ بيون گهڻيون ڪٿائون ڏنل آهن. جيئن ته اهي راوڻ ۽ مهي راوڻ رام لڇمڻ کي پاتال ديش ۾ ڪٽي وڃن ٿا ۽ اتي ڪاليءَ جي اڳيان بلي چاڙهڻ چاهين ٿا. انوقت هنومان اچي رام لڇمڻ کي ڇڏائيٿو ۽ مهي راوڻ ۽ انهي پٽ اهي راوڻ ۽ انهي استريءَ کي ماريتو. انهيءَ ڪم ۾ هنومان جو پٽ مڪردوج هنجي مدد ڪريتو. بال برهمچاري هنومان جي انهيءَ پٽ ڄمڻ لاءِ لکيل آهي ته لنڪا جلائڻ ڪانپوءِ هنومان جڏهن سمنڊ ۾ وڃي اسنان ڪيو ته هنجو پگهر هڪ مڇيءَ پيتو جنهنمان انکي گرڀ ٿيو ۽ مڪردوج پيدا ٿيو. ٻي ڪتا آهي ته ميگهناد جي مرڻ ڪانپوءِ هنومان ميگهناد جي ٻانهن کڻي لنڪا ۾ اڇلي جا وڃي سلوچنا جي اڳيئون پئي. اها ٻانهن لکڻ لڳي ته رامچندر وٽ وڃي منهنجو سر گهر ۽ ان سان گڏ وڃي ستي ٿيءُ. سلوچنا ائين ئي ڪيو.

سمبه آدرش رامائڻ ۽ اگني ويش رامائڻ- رامائڻ ۾ تيل حقيقتن جون تاريخون ڏنل آهن. انهن موجب وواهه وقت رامچندر جي عمر ۱۵ سال ۽ سيتا جي عمر ۶ سال هئي، بنواس وقت ۲۷ ۽ ۱۸ سال ۽ راڄگديءَ تي وهڻ وقت ۴۲ ۽ ۳۳ ورهيه هئي. پر بين رامائڻن ۾ لکيل آهي ته وواهه وقت سيتا پتيءَ سان ميلاپ ڪرڻ جي عمر جي هئي. पति संयोग सुलभ वयस. اديت رامائڻ ۾ شري رام ۽ سيتا جي اوتار وٺڻ جي سببن جون گهڻيون ڪتائون ڏنل آهن.

پتي ڪاويه راوڻ وڌ؛ ڪي ۾ ڇهين صديءَ ۾ لکيو ويو آهي ۽ هنير شرنگار

اجمير ۾، اللاءِ ٻه پروف پوريءَ طرح جاچڻي نه سگهيا. ٿيلاموءِ ڏاڍي اِهي ۾ اڻ ڪالسواهه پيون ۽ لکيون ۽ وڏيون غلطيون رهجي ويون آهن، جي ڪرپا ڪري سڌاري پڙهندا. جي ڪو ودوان پاڻ سچو رامائڻ لئين سر نظم ۾ يا نثر ۾ وڏيءَ چڱيءَ طرح لکندو، ته پسند پوڻ تي، ڇپائيندس ۽ اللاءِ اجورو ٻه ڏيندس. شري رام جي چرتر لکڻ ۽ ابياس ڪرڻ ۾ مونکي نه شانتي ۽ شڪتي ملي آهي ۽ اللاءِ اِهائي ايلاڪا اٿم ته پيا پاٺڪ به لاڀ پرائين.

شيوا ۾
لوڪرام پيسومل ڏوڏيجا
١-١-١٩٥٣

---

## پنجين ڇاپي جي ڀومڪا.

---

## انيڪ قسمن جا رامائڻ ۽ اُنهنجي ڪٿائن ۾ ڪي فرق.

---

هن رامائڻ جو هيءُ پنجون ڇاپو پاٺڪن جي هٿ ۾ آهي. چوٿون ڇاپو ١٩٥٧ ۾ ڇپيو هئو جو جلد ئي وڪامجي ويو هئو ۽ ان سالن کان هيلاءِ گهٽجي چڪ ۽ گهر ٿيندي رهي آهي. شري رام جي ڪٿا ۾ اهڙو ڪو رس آهي جو ماڻهو پيئندي ڍاپن ئي ڪين. دنيا جي بيشمار ٻولين ۾ بيشمار ڪوين جا لکيل رامائڻ پراچين سمي کان وٺي ڇپيا اچن ٿا ۽ ڇپبا ايندا. اهڙو آهي رام ڪٿا جو پرتاپ ۽ ڪشش!

رامائڻ جي اکري معنيٰ آهي، رام + اين يعني رام جو گهمڻ. مديہ ۾ رامچندر جي بنواس ۾ گهمڻ ۽ اُتي ڪيل پراڪرم جا گيت لوڪن ۾ پرسڌ هوندا هئا. پوءِ پنڊتن جو چاهه وڌيو ۽ سوال اُٿيا ته رام ڪير هئو؟ سيتا ڪير هئي؟ اُنهنجو جنم ۽ وواهه وغيره ڪيئن ٿيا؟ ڪٿا جا ٻيا پاتر راوڻ هنومان وغيره ڪير هئا؟ وغيره وغيره. لوڪن جي اِنهيءَ جگياسا پوري ڪرڻ لاءِ جدا جدا ودوانن جدا جدا رامائڻ ٺاهيا جنهجي ڪٿائن ۾ ڪي قدر فرق آهن. البت رام + اين جي بدلي پورو رام چرتر ٿي ويو. آدي ڪوي والميڪ ڪي رامائڻ جي ڪٿا نارد ٻڌائي جا هن وستار سان شلوڪن ۾ ٺاهي. هن وقت جيڪي به رامائڻ چالو آهن سي گهڻو ڪري والميڪ رامائڻ جي آڌار تي ٺاهيل آهن.

هجي ۽ ٻار لوٽ وجهو مان نه ٻالڪي ۽ ديس کي ڇهوٽي رسندو. اسان کي رام ۽ سيتا جو آدرش وسارڻ نه گهرجي. رام کي سندس پتا ۽ سيتا کي سندس پتي ۽ پرجا، ٽرڊرش هوندي به، ڏکن ۾ وڌو، پر ـــ بـــ هنن آلهنجو مد نه گهريو ۽ پنهنجو فرض پاليندا رهيا. رامچندر اڃاچاري راڪشس جو الت آٽي پنهنجي پتا ۽ گوراڻي جو اڃاچار چوطرف ڦهلايو. پتورتا سيتا بـــن پٽن کـــي پراڪرمي ۽ ودوان ٺاهي، آلهن کـــان رامائڻ ڳارائي پنهنجي پتيءَ ۽ پرجا جو جس ۽ ڪيرتي گهر گهر ڦهلائي. اهڙي مهان آدرش کـــي اکيان رکي، اسين ۽ ديس کي شڪتي شالي راشٽر ٺاهيون! ٻار به وسون ۽ ٻانرن کي به وساٻون، جاڳايون ۽ هوش نه وڃايون، جو نه هيانءَ لتي ڪان ڪري تني چگي آهي.

رامائڻ جي مهما ۾ پنهنجن ۽ پراون جيڪي ڪجهه لکيو آهي، لنهسان نه جيڪر وڌا پوٿـــا ٺرجي وڃن. آلهي رلگ ۾ رڳجي رامالج، رامالند، چيتنيه، گورو ناڪ ۽ ٻيا جيڪي مها پرش ٿيا آهن تن جو به ڪو شمار ڪونهي. مهاتما گانڌيءَ جو تـــ رامائڻ تي جيايو هو ۽ هللاء سوراج جي معنيٰ هئي ”رام-راڄ“ ۽ الت پر به ”هي- رام“ چئي پراڻ ڏ ناٿين. پر افسوس آهـــي جو اهڙي مهما شالي ڌرم گرنٿ جو پورو پرچار ناهي. ڪتن ۽ مچيـن جي پالڻ ۽ پرچار لاء تـــ سوسائٽيون آهن ۽ عيسائن جون بيشمار سوسائٽيون هن پولر آريه ديش ۾ بائبل جي پرچار لاء لکين رپيا خرچ ڪري رهيون آهن پر اهڙي ڪلياڻڪاري گرنٿ رامائڻ ۽ ٻين ڌارمڪ گرنٿن جي پرچار لاءِ ڪو اُدم ڪن لـــ جيئن هندو ڌرم ۾ شرڌا، نشٺا ۽ سداچاري وڌي جنهنسان تي ديس ۽ جاتيءَ جو ڪلياڻ ٿيندو.

الريت: پنهنجي ۽ پنهنجي قوم لاء رامائڻ جي پرچار کي لهايت ضروري سمجهي مـــان ٻه سال اڳـــ شري (والميڪ) رامائڻ ڇپايو هو جو جلد ئي خلاص ٿي ويو ۽ ٻيهر ڇپائڻ لاء گهٽي ڇڪ ٿيندي رهـــي. پنهنجي ڌلدي ۾ مشغول هئڻ سبب ان پاسي ڌيان ڏيئي لـــ سگهيس: پر هاڻـــي اڳلي رامائڻ کـــي گوسوامي تلسيداس جـــي رامائڻ موجب بدلائي ۽ اڻجون ڪيتريون ڪٿائون ۽ گيان وار تائون وجهي هيءَ رامائڻ ڇپايو اٿم. گرنٿ لکڻ جي مولير لائقي ناهي. هيءَ نه رڳو پرلير وس ۽ ضروري سمجهي لکيو اٿم. اللاء سياويڪ: هن پستڪ ۾ گهٽيئي چوڪون رهجي ويون آهن. پيو نه ليـکڪ پولي ۾ لـــ پستڪ ڇپيو

# ڀومڪا.

## پهرين ڇاپي جي

---

هن وقت اسان سنڌين ۾ رامائڻي سکيا جي خاص ضرورت آهي، جو گذريل
پنجن سالن ۾ گهڻا سنڌي پنهنجا گهر ٻار ناس ڪري چڪا آهن ۽ هاڻي پيا
سڀ چارا بند ڏسي لاچار گناهه ڪرڻ؛ ڪان به لنا هٻڪن؛ ڪئمپن ۾ چورين ۽
زورين جي ڏم لڳي پيئي آهي. اهڙيءَ اولداهيءَ حالت ۾ جڏهن لڇميءَ سان
گڏ لڇڻ به وڃي چڪا آهن، تڏهن رامائڻ جهڙي رهبر ۽ روشن مينار جي
گهڻي گهرج آهي. رامائڻ جي وارتا به اسان سنڌين جي هاڻوڪيءَ حالت سان
ٺهڪي ٿي اچي. جيئن شري رام ۽ سيتا کي تخت ملڻ جي ڏينهن مليو
چوڏهن ورهيه ڪٺن پريو بنواس، ٻيا ڪنهن اپراڌ جي، تيئن اسان سنڌين
کي به سوراج ملڻ جي ڏينهن ملي آهي ديس نيڪالي، جو پنهنجن گهرن مان
لوڏجي، اڻ ڄاتي لاءِ پيا بنواس جهڙا ڪشٽ ڀوڳيون. الله! رامائڻ جي مکيه
پاترن، جيئن دکن ۾ الڏول ۽ اُدمي رهي، پنهنجي مهما ۽ امر ڪيرتيءَ کي پراپت
ڪيو، تيئن اسين به سندن پيروي ڪري، پنهنجي اُدم ۽ همت سان هن آپدا
جي اوسٿا کي بدلي پنهنجي ۽ پنهنجي ديس لاءِ ڪلياڻڪاري بڻجون ۽ انهي ۾
به ڪا چڱائي سمجهون. رامائڻ جي اها سکيائي هن وقت اسان لاءِ موقعائتي،
اثرائتي ۽ آڌار ڪندڙ آهي ۽ انجو جيترو وڌيڪ پرچار اسان سنڌين ۾ ٿيندو
اوترو وڌيڪ اسانجو ڪلياڻ ٿيندو.

هن وقت فلمي ڪهاڻين ۽ ٻين گندي ساهتيه ڪري به سماج جي دُردشا
ٿي رهي آهي. ٻهتن گهرن ۾ به ڏينهن ليتيءَ جو لوپ، تنگي، الپاچار ۽
دُراچار آدي مانسڪ بيماريون وڌي ويون آهن. اللاهه به رامائڻ جهڙيءَ
اوشڌ جي گهرج آهي ۽ سندر ۽ وڻندڙ ڌارمڪ ساهت جي خاص ضرورت
آهي، جنهنسان سداچار ۽ سلڇڻ وڏن ۽ ٻالڪن ۽ ڪنيائن ۾ تياڳ ۽ پرمارٿ
جا سنسڪار پون. جنهن گهر ۾ رامائڻ جي ڪٿا ٿيندي ٿي سو گهر تيرٿ سمان
ٿيو پوي ۽ اُتي بد اخلاق روپي ڀوت جو واسو لٿو ٿئي. شل اسين سڀ هن
رامائڻ جي گنگا ۾ پنهنجي من جي مليڻتا ۽ داغن کي ڌوئي صاف اوجل ٿيون
۽ پنهنجي منش ديهي سڦل بڻايون.

باقي هاڻي ڪير لاءِ روئڻ مان پيا سرڪار ۽ ڪانگريس برخلاف باغي

# اصل وڏو شريمد ڀاڳوت

شري لوڪرام ڏوڏيجا جي شريمد ڀاڳوت جو ڇوٽون ڇاپو هينئر تيار ٿيو آهي. هن ڇاپي ۾ جملي هڪ سؤ چار ساديون مورتون ۽ ايڪويهه مورتون آرٽ پني تي هڪ رنگيون ۽ ترنگيون آهن. ٻارهن سڪندن ۾ جملي ۳۴۰ اڌيائن ۾ مڪمل ايڊو وڏو ۽ سندر ڀاڳوت سنڌيءَ ۾ اڳي ڪين ڇپيو آهي. هنيءَ نئين ۽ وڏيءَ ٽائيپ ۾ اوچي ڪاغذ تي ڇپيل وڏيءَ سائز جا ٦٠۴ صفحا آهن ۽ ڪپڙي جو پڪو جلد چڙهيل آهي. قيمت ۷-۵۰ روپيه ۽ ٽپال خرچ جدا.

شريمد ڀاڳوت ۾ سڀني ويدن ۽ شاسترن جو نچوڙ ڏنل آهي ۽ هنجي پڙهڻ سان هندو ڌرم جو مرم ۽ سڌانت سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچن ٿا. ڀڳتي، گيان ۽ وئراڳ جي امولڪ سکيائن ۽ ڪٿائن سان ڀريل هندو ڌرم جو اهو مهان گرنٿ هندو مات جي گهر گهر ۾ هجڻ گهرجي.

## مهاڀارت

شري لوڪرام ڏوڏيجا جو وڏو مهاڀارت پريس ۾ ڇپجي رهيو آهي. هنيءَ ۾ سوين مورتون آهن ۽ هيءَ گرنٿ شريمد ڀاڳوت کان ٻه وڏو ٿيندو.

ملڻ جو هنڌ:-

ڀارت ڪاغذ ڀنڊار، ۲۵ ٻڌوار پيٺ، پونو- ۲

۽ سڀني سنڌي ڪتب فروش وٽان

## لنڪا ڪانڊ



## اُتر ڪانڊ



Printed by Mellaram M. Vaswani
at the Sunder Printing Press, Ajmer.
and published by
Shri Lokram P. Dodeja 25 Budhwar Peth....Poona-2.

# وشئه سوچي

## هيءُ شري تلسي رامائڻ ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان
## پنهنجي پوڄيہ ماتا ۽ پتا جي
## يادگيريءَ ۾ ارپيم.

اسان جو پتا پوڄيہ ٽيسومل ٽاراچند ڏوڏيجا، پنهنجي سموري جيون رامائڻ جي آدرش موجب پرمارٿ ۾ گذاري. سنہ ١٩٠٠ع کان پنهنجي ديهانت جي وقت ١٩٣٢ع تائين لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪندو رهيو. هو پنهنجي ڪمائيءَ جو وڏو حصو غريبن جي مدد ۽ وديا پرچار ۾ ڪم آڻيندو هو. پاڻ سنسڪرت جو وڏو ودوان هو ۽ پنهنجي آدم ڪري هندي ۽ سنسڪرت جا ڪيترا سڪول ۽ لائبريون پاٺشالائون کليون، هو سدائين ماس مدرا ٽيڪتي ڪرمين جو وروڌ ۽ سداچار ۽ ڀڳتي ڀاو جو پرچار ڪندو رهيو. هن جي پنهنجن شاسترن ۾ ڏاڍي شرڌا ۽ آستا هوندي هئي. جو شڪارپور ۾ بالڪرام جي مڙهيءَ ۾ نت واري ڌرمسالا ۾ رامائڻ ۽ ڀاڳوت جي ڪٿا ڪندو هو. اسان جي ماتا اولا ٻائي بہ سيل سنتوش ۽ ميٺاج واري هڪ آدرش ناري هئي، ۽ ١٩٢١ع ۾ پرلوڪ پڌاري.

اهڙي آدرش ماتا پتا جي چرڻن ۾ منهنجو لوار وار پرڻام آهي. شل مولتي سدائين هنن جي آسيس رهي ۽ مان هنن جا شب لڇڻ ۽ سيوا پرايان.

اوڪرام
١-١٠-١٩٥٩ع

اوم

# شري تلسي رامائڻ

رامائڻ پڙهي، جيڪو سڪ سچيءَ سان؛
سهجي لهن جي جيءَ ٻون، سنسو ڀرم وڃي؛
لنگهي پار پوي، آوديا جي اوڙاهه کان.

---

[ جون ١٩٥٩ ]     چاپو پنجون     [ قيمت ٧٥-٤ ]





سنڌيڪار ۽ ڇپائيندڙ؛
لوڪرام پيسومل ڏوڏيجا
١٣٠٦ شڪروار، باجيراو روڊ، پونو-٢